سلسلو تاريخ سنڌ — جلد پهريون

# سنڌ

ايچ — ٽي - لئمبرڪ



# سنڌ

# هڪ عام جائزو

**ايڇ. ٽي. لئمبرڪ**

سي. آءِ. اِي. لٽ، ايف. ايس. اي، ايمرٽس فيلو

اوريئل ڪاليج، آڪسفورڊ

مترجم:

**سليم احمد**



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو، سنڌ

2010ع

| چاپو پهريون | سال 1982ع | تعداد 1000 |
| --- | --- | --- |
| چاپو ٻيو | سال 1992ع | تعداد 2000 |
| چاپو ٽيون | آگسٽ 2010ع | تعداد 500 |



**قيمت: هڪ سؤ ويهه رپيا**
(Price: 120-00)

خريداري لاءِ رابطو:
**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**
**تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ**
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www.Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ مان پروفيسر سيد زوار حسين شاهه نقوي، سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو

# ناشر پاران

سنڌ جي تاريخ جا ڪيترائي پهلو آهن، انهن جي هرهڪ حصي کي ٻُولهي صاف ڪري انهن تي ڪم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، ان لاءِ سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌ جي تاريخ کي مرتب ڪرڻ لاءِ اهڙي اسڪيم 1954ع ڌاري جوڙي وئي، انهيءَ اسڪيم ۾ سنڌ جي تاريخ کي نون (9) جلدن ۾ ورهائي انهن جي لکڻ جو ڪم جدا جدا عالمن حوالي ڪيو ويو. پهرئين ٻن جلدن جو ڪم مصنف ۽ جڳ مشهور محقق ڊاڪٽر ايڇ.ٽي.لئمبرڪ جي سپرد ڪيو ويو. جنهن جو پهريون جلد انگريزي ۾ سال 1964ع ۽ ٻيو جلد انگريزي ۾ 1973ع ۾ شايع ڪيو ۽ انهن جا سنڌيءَ ۾ ترجما ترتيب وار 1982ع ۽ 1984ع ۾ شايع ڪيا ويا. اهڙي ريت بورڊ تاريخ سنڌ اسڪيم تحت اڄ تائين 5 جلد شايع ڪري چڪو آهي، باقي رهيل 4 جلدن تي ڪم هلندڙ آهي، انهن مان 2 دؤر، ٽالپر دؤر ۽ سمه دؤر عنقريب پڌرا ٿيڻ وارا آهن.

هن ڪتاب کي ترتيب سان لکڻ جو ڪم ايڇ ٽي لمبرڪ جهڙي مدبر ليکڪ ڏاڍي شائنتي طريقي سان ڪيو آهي.

هن ڪتاب آهي ته سنڌ جي تاريخ جو جائزو پر ليکڪ سنڌ جي سچي تاريخ کولي اڳيان رکي آهي هن درياهه جا وهڪرا، گس، گهيڙ ۽ اتان سياحن جي گذرڻ جي تاريخ ڏاڍي وضاحتي نموني سان لکي

آهي. هن سنڌو درياهہ جي واٽ نقشن جي مدد سان ڏيکاري آهي تہ
ڪٿان ڪٿان درياهہ پنهنجو رخ مٽايو آهي ۽ ڪهڙن هنڌن/ ماڳن کي
آباد ڪيو آهي تہ ڪن کي غير آباد ڪندو موج مستي سان وهندو
رهيو آهي ۽ پنهنجا اڻ مٽ نشان ڇڏيندو ويو آهي.

بورڊ هن ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو اوهان تائين پهچائي رهيو
آهي. اميد تہ هي ڪتاب اوهان کي ضرور پسند ايندو.

| | |
|---|---|
| جام شورو سنڌ | پروفيسر سيد زوار حسين شاهہ نقوي |
| اربع 16 رمضان المبارڪ 1431هہ | سيڪريٽري |
| بمطابق 27- آگسٽ 2010ع | سنڌي ادبي بورڊ |

# انگريزي بئي ايڊيشن جو مهاڳ

هي ڪتاب سڀ ڪان پهريائين 1964ع ۾ ڇپيو هو ۽ لڳ ڀڳ ٻن سالن جي عرصي ڪان پوءِ مون پنهنجي موهن جي دڙي جي زوال واري نظريي (جيڪو مون پنهنجي ڪتاب ۾ پيش ڪيو هو) جي مخالفت ۾ هڪ مضمون "سائنٽيفڪ امريڪن" جي مئي 1966ع واري پرچي ۾ پڙهيو. انهيءَ مضمون ۾ منهنجي پيش ڪيل نظريي جي مڪمل مخالفت ڪيل هئي، جيتوڻيڪ ٻنهي ۾ ذڪار ۽ آبهوا جي خرابيءَ واري خيال ۾ هم آهنگي هئي. مون انهيءَ نئين نظريي کي بنيادي طور تي سچ پچ ثابتيءَ جي طور تي- غلط سمجهندي، انهيءَ موضوع تي آبپاشي ۽ آبي قوت جي ماهر سائنسدان آنجهاني سر ڪلاڊ انگلس (Sir Claude Inglis) سان لکپڙهه شروع ڪئي. هن صاحب منهنجي خيالن جي تائيد ڪئي، تنهن تي مون ڪيس انهيءَ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ گذارش ڪئي، پر جيئن تہ هو پنهنجي تحقيقي ڪمن ۾ نهايت مصروف هو ۽ ٻيو تہ هن نہ پئي چاهيو تہ سندس نالو انهيءَ تنازعي ۾ شامل ٿئي، تنهنڪري هن مون کي لکيو تہ مان پاڻ انهيءَ مسئلي کي سائنس (ڪلاڊ) سان ٿيل لکپڙهه جي روشني ۾ حل ڪريان. مون سندس چوڻ مطابق ائين ئي ڪيو، يعني مون هڪ مضمون 'The Indus flood- plain and the Indus Civilization' جي عنوان سان "دي جاگرافيڪل جنرل" ڏانهن موڪليو، جو 1967ع جي پڇاڙيءَ ۾ ڇپيو.

انهيءَ کان پوءِ هڪ سال جي اندر مسٽر ڊي- اي-هولميس (D A Holmes)، جيڪو لوئر انڊس پراجيڪٽ ۾ سنڌ جي تاريخ جي سلسلي جي پهرئين جلد ڇپجڻ کان اڳ پوءِ "سائل سرويئر" هو. تنهن جو مضمون بہ ساڳئي رسالي "دي جاگرافيڪل جرنل" ۾ `The Recent History of Sind` جي عنوان سان ڇپيو. جنهن ۾ منهنجي نظريي جي گهڻي قدر پنيرائي ٿئي ٿي. مسٽر هولميس پنهنجي مضمون ۾ سنڌو درياهہ جي گذريل ٻن هزارن سالن دوران مختلف ممڪن وهڪرن جو جائزو ورتو آهي، جنهن جو انحصار 1،40،0000 ماپ وارين ورتل فضائي تصويرن تي آهي، جيڪو لوئر انڊس پراجيڪٽ جي جانچ پڙتال دوران زمين جي ماپ ۽ نقشہ بنديءَ لاءِ استعمال ڪيون ويون هيون. هولميس چوي ٿو تہ "انهن فضائي تصويرن مان وڏيڪ مليل ثبوت لئمبرڪ جي نظرين جي اجا وڌيڪ پنيرائي ڪن ٿا." انهيءَ ڳالهہ جي پڪ هن جلد ۾ ڏنل ڇئن نقشن جي، سندس مضمون ۾ ڏنل ڇئن نقشن سان ڀيٽ ڪرڻ سان ڪري سگهجي ٿي. جيڪي ٿلهي ليکي ساڳئي تاريخي وقت جي نشاندهي ڪن ٿا. مسٽر هولمس جو 'سنڌو دريا جا پراڻا وهڪرا' ڏيکاريندڙ ٻيو نمبر نقشو، 'سنڌو دريا جي ممڪن آڳاٽن وهڪرن ۽ شاخن` جي وجود ۽ ماپ جي پنيرائي ڪندو نظر ايندو. جنهن جي جامع تفصيل منهنجي نقشي نمبر هڪ ۾ ڏيکاريل آهي. مون اهي نقشا سنڌو دريا جي ممڪن وهڪرن بابت هولميس جيان هوائي جهاز ذريعي نہ پر پنهنجي مشاهدن ۽ سوچ سان جوڙيا هئا. باقي پڪيءَ ريت اهو معلوم ڪرڻ تہ ڪهڙن وقتن ۾ ڪهڙا وهڪرا چالو هئا. تنهن لاءِ منهنجي ڏنل نقشي نمبر 3، 7 ۽ 11 جي سندس ڏنل نقشي نمبر 3،

۽ ۾ 5 سان پيٽ ڪري معلوم ڪري سگهجن ٿا (سڪندر اعظم جي فتح، عربن جو اوائلي دؤر ۽ سورهين عيسوي صدي)

مسٽر هولميس چوي ٿو ته، "فضائي تصويرن مان اسان کي سڌيءَ طرح سنڌو ماٿر جي تهذيب جي اوج جو دوران، سنڌو دريا جي مقام جي ثبوت نٿو ملي." پر اڳتي چوي ٿو ته، "سنڌو دريا جي پوئين وقت جي جاڻ مان پتو پوي ٿو ته ڪنهن هڪ ضلعي جي خوشحاليءَ لاءِ ڪجهه به پڪيءَ طرح نٿو چئي سگهجي."

1968ع کان پوءِ منهنجي ۽ مسٽر هولميس جي نقطہ نظر جي مخالفت ۾ جيڪڏهن ڪنهن به ڪجهه لکيو آهي ته سچ پچ مون کي انهيءَ جي جاڻ ناهي، تنهنڪري مون 1973ع ۾ ڇپيل انهيءَ سلسلي جي ٻئي جلد Sind before the Muslim Conquest 'The Indus Civilization: zenith and decline' جي عنوان واري باب ۾، پنهنجي نظريي کي ورجايو آهي. ساڳي طرح سڪندر اعظم جي هندستان کان واپسي متعلق گذريل ڏهن سالن دوران ڇپيل مواد کان به پنهنجي بي خبريءَ تي زور ڏيندس، بي صورت ۾ مون کي پنهنجي مواد ۾ خاص ڪري هن جا ٻر ڏنل Nearchus voyage جي اوائلي مرحلن جي وضاحت ۾ ردوبدل ڪرڻي پوندي، تنهنڪري ڪن معمولي درستين کان سواءِ "سنڌ: هڪ عام جائزو" Sind: a general introduction جي جلد جو هي ٻيو ايڊيشن بلڪل پهرئين ايڊيشن جهڙو آهي.

1975ع - ه - ٿ- ل

# انگريزي پهرئين ايڊيشن جو مهاڳ

هن جلد ۾ سنڌ جي تاريخ تي آڳاٽي زماني کان جاگرافيائي ۽ آبهوائي اثر ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

اهڙي جائزي ۾ ظاهر آهي ته ڪيترن ئي مختلف ماهرن جهڙوڪ جيالاجسٽن، هائيڊرو گرافرن سان گڏ آرڪيالاجسٽن، جاگرافيدانن ۽ تاريخدانن جا رايا شامل آهن. عام طرح جن احوالن، تنقيدن ۽ بيانن لاءِ ڪو حوالو نه ڏنو ويو آهي، تن جو تعلق منهنجي ذاتي مشاهدن ۽ ڄاڻ سان آهي، جا مون ڪي ورهيه سنڌ ۾ گهاري اتان جي رهواسين کان حاصل ڪئي هئي. مون پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ جي دوران سنڌو درياءَ ۾ سکر کان چوڙ تائين اوپارو ۽ لهوارو ڪيترائي ڀيرا سفر ڪيو. ان وقت سکر بئراج اڃا مڪمل نه ٿيو هو. پوءِ 1941ع ۾ آدمشماريءَ جي نگران هئڻ جي حيثيت سان به مون کي اندرون سنڌ کي تمام ويجهڙائيءَ کان ڏسڻ جو موقعو مليو.

سنڌ جي باري ۾ هڪ ڏگهي عرصي لاءِ معلومات هٿ ڪرڻ ۾ مون تي ايترن گهڻن ماڻهن جا ٿورا آهن، جو مان سندن صرف اجتماعي شڪر گذاري ڪري سگهان ٿو ۽ هتي ڏنل اهڙي سموري معلومات لاءِ فقط مان ئي جوابدار آهيان.

مان مرحوم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي ۽ پروفيسر اين. اي بلوچ جن جو ٿورائتو آهيان. جن منهنجي مواد جو اصل متن پڙهيو ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي قيمتي تنقيد، درستين ۽ مشورن سان منهنجي رهنمائي ڪئي. جنهن ڪري مان هي

ڪتاب بهتر صورت ۾ پيش ڪري سگهيو آهيان.

مان مسٽر ڪي-اي-بٽل (K. E. Butler) ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي ٻين ساٿين جو به مشڪور آهيان، جن پنهنجي مهارت ۽ محنت سان منهنجي جوڙيل نقشن کي بلڪل ساڳي حالت ۾ ڇپجڻ لائق ڪيو. ڊاڪٽر اي- جي-ايم-ويڊيل (Dr. A. G. M. Weddell) اوريئل ڪاليج جي فيلو جو به ٿورائتو آهيان، جنهن منهنجي تصويرن جون پليٽون تيار ڪيون. سنڌ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر اين - اي- بلوچ (Prof. N. A. Baloch) جو به احسانمند آهيان، جنهن محنت ۽ جاکوڙ سان پروف ڏٺا ۽ پنهنجي زال جو به ٿورائتو آهيان، جنهن منهنجو تمام گهڻو هٿ ونڊايو.

مون کي اها ڳالهه به ڌيان ۾ آهي ته مان ڪن تاريخي ۽ جاگرافيائي نالي جي اُچارن/ هِجي ۾ (نقشن توڙي متن ۾) هڪجهڙائي برقرار نه رکي سگهيو آهيان. اهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي، جو مون مختلف مصنفن جي ڪتابن مان مدد ورتي آهي. انهيءَ ڳالهه لاءِ معافي وٺندي، هيئن چوندس ته اها ڪا اهڙي اهم ڳالهه ناهي جو سجاڻ پڙهندڙ گمراهه ٿي سگهن.

- هه- ٿ- ل

# اڏ اکرين جي فهرست

## (جنهن ترتيب سان انهن جو ذڪر اچي ٿو)

ھ. ا. س. م. هندستان جي ارضياتي سروي جو مواد.
ب. س. د. ا. بمبئي سرڪار جي دفترن مان انتخاب.
س. ت. س. ر. سنڌ جي تاريخ واري سوسائٽي جو رسالو.
ھ. آ. ا. س. س. ر. هندستان جي آڳاٽن اهڃاڻن واري سروي جي سالياني رپورٽ.
ھ. آ. ا. س. م. هندستان جي آڳاٽن اهڃاڻن واري سروي جو مواد
س. ڊ. م. سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ
لکندڙ: ميجر ايم. آر. هيگ.
ھ. ڪ. ت. هندستان جي ڪئمبرج تاريخ.
ب. ا. س. ر. بنگال جي ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو رسالو.
ر. ا. س. رائل ايشياٽڪ سوسائٽي.
ھ. آ. ج. "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي"
لکندڙ: ميجر جنرل سر اي. ڪننگهام.

# وچور



# باب

# پليٽن جي فهرست

**پليٽ ڇهين:** **ص** 133

**شڪل** 11. موهن جو دڙو: ٿل ڪان اولهه ڏانهن ڏسندي.

**شڪل** 12. "تيڙ"، روهڙي تعلقي ۾ مامري وٽ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب واري زماني جي هڪ وسندي.

**پليٽ ستين:** **ص** 281

**شڪل** 13. ڪراچي تعلقي ۾ ڊملوٽيءَ وٽ "ڪافرن جون قبرون"

**شڪل** 14. سيوهڻ تعلقي ۾ نئنگ وٽ "پهڻ جو لوڙهو".

**پليٽ اٺين:** **ص** 282

**شڪل** 15. ڪراچي تعلقي ۾ واگهو ڏر وٽ جهوني عالم پناهه.

---

اهي پليٽون انهن فوٽن مان تيار ڪيون ويون آهن، جيڪي ليکڪ 1931ع ۽ 1944 جي وچ ۾ ڪڍيا هئا.

# نقشن جي فهرست

11. هينين سنڌ، 1500-1750 عيسوي. ص 296 کان پوءِ
12. (الف). سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا، جيئن اها 1817 عيسويءَ کان پوءِ موجود ٿيو وڃي ٿو. ص 296 کان پوءِ
13. (ب). سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا، جيئن 1837 عيسويءَ ۾ موجود ڄاڻائي وڃي ٿي. ص 296 کان پوءِ
14. هندي رڻ پٽ جي وڃايل ندي (گهاگهر- هاڪڙو). ص 324 کان پوءِ

## باب پهريون

# ڪجھ جاگرافيائي حالتن بابت

سنڌ، جنهن جو صحيح اُچار "سنڌو" آهي، سو شروعاتي طرح اُنهيءَ نديءَ جو نالو آهي، جيڪا الهندن ملڪن ۾ 'انڊس' (Indus) جي نالي سان سڃاتي وڃي ٿي. اِهو غلط اُچار اِنهيءَ ڪري قائم رهيو، جو اُهو سڪندر اعظم جي ساٿين سندس ڪاهن جي تذڪرن ۾، ڪتب آندو هو، ۽ اُهو پوءِ عام استعمال ۾ اچي ويو. مشرقي اُچارن ۾ اهڙي ڦير گهير واقع ٿيندي رهندي آهي. حضرت عيسيٰ عليه ڪان هڪ صدي پوءِ جوڙيل هڪ ڪتاب ۾ 'سِنٿاس' (Sinthos) نالو آيل آهي، جيڪو اصل جي ڪجھ وڌيڪ قريب آهي(1).

بعد ۾ "سنڌ" جو نالو اُنهيءَ ملڪ تي پيو، جنهن ڪي سنڌو نديءَ جو هيٺيون وهڪرو رڃائي ٿو. يعني اهو ملڪ اُنهن ڏاني ندين جي سنگم کان هيٺ تي آهي، جن جي گڏيل نالي تي ۽ ان ڪان مٿي واري ملڪ ڪي "پنجاب" سڏيو ويو، جنهن منجهان اُهي وهيون ٿي.

اها ڳالھ بلڪل مناسب آهي، جو سنڌ جي سرزمين درياءَ شاھ جي نالي پنيان سَڏجي، جو اُن ڪي سرجيوئي درياءَ شاھ آهي. اِن سموري ڏيهہ ڪي، جيڪو ڊيگھ ۾ سوين ميل ۽ ويڪر ۾ سو ميلن تائين آهي، سنڌوءَ جي پاڻيءَ ڪٺو ڪٺو ڪري آٽي تھ مٿان تھ رکي جوڙيو ۽ ٺانيڪو ڪيو آهي. جنهن پٽيءَ ڪي اڄ اسان جا پير لتاڙين ٿا، سا اُها ساڳي پٽي آهي، جنهن ڪي موئن جي دڙي وارا ۽ سندن ڙڏا لتاڙيندا هئا: يعني سنڌوءَ جو لوڙهي آندل لَٽُ، جنهن ڪي گرميءَ، پاڻيءَ ۽ ساوڪ جي تاثير سڌاري سنواري، هڪ سنئين سڌي ميدان جي شڪل ۾ ماٽريءَ جي ڇيڙن تائين اڻين پٽاري ڇڏيو آهي، ڇڻ تہ ان جو ڪو ڇيھ ئي نہ هجي. فرق رڳو ايترو آهي تہ جنهن ڌرتيءَ کان هو واقف هئا، تنهن جو مٿاڇرو ڪي پنجاھ صديون اڳ اڄوڪي مٿاڇري ڪان ڪجھ فٽ هيٺ هو ۽ ان جو سمنڊ سان ميلاپ اڄوڪي هنڌ ڪان ڪافي اندر تي ٿيو. باقي ان جي مٿاڇري جو مهاندو، ان جا هڪ يا ٻئي پاسي اڻ لکا لاھ اڄوڪي ڇٽي ۽ بلڪل واضح مهاندي ڪان ٿي سگهي ٿو تہ ڪجھ ٿوريل هجن. پر اِهو فرق بہ خالي اکين سان ڏسي نہ سگهبو. سنڌ جي اِن ميدان جي وڌيڪ باريڪ جاچ ڪبي، پر پهريائين پر وارين سرزمينن تي نظر ڦيرائي وٺون.

سنڌوءَ جي ويڪريءَ ماٿريءَ جي ڪابي پاسي، يعني اوبر ڪان، هندستان جو وسيع ريگستان، ٿر، آهي. جنهن ۾ لاڳيتو ٿي سوءَ ميل سڄ ٿي سڄ آهي ۽ جيڪو هري هري چڙهندو، وڃي ابو ٽڪريءَ ۽ اراولي ٽڪرن تي ڪٽي ٿو. جمڙائوءَ جي منڊ واريءَ ويڪرائي ڦاڪ جي ڏکڻ ڪان ويندي ڪڇ جي رڻ تائين بنهي علائقن جي وچ وارو ٽڪر اِئين واضح ۽ چٽو آهي، جيئن سمنڊ جو ڪپر - واريءَ جا دڙا ائين اوچتو نروار ٿين ٿا، جيئن ڪنهن سڌي سنواٽي ميدان ۾ چپن جون قطارون. پويان اُتر ۾، واريءَ جون پٽون ڪچي ۾ گهڙي اچن ٿيون، ۽ سنڌوءَ جي ليٽ وارياسي علائقي ۾ ڪافي اندر تائين هلي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح، اُنهن بنهي ٽڪرن جي وچ ۾، جيڪي طبعي لحاظ ڪان مختلف مُول منڊ وارا آهن، اصل ويڇو گهٽي ياڳي ميسارجيو وڃي. ائينءَ ڪٿي چئجي تہ ٿلهي ليڪي، ڪچي ڪان ٿر جو ويڇو هـِن علائقي ۾ ڪجهہ وڌيڪ اوبر ڏانهن آهي. ڏاڪٽي ۽ اترئين ياڳي ۾ واريا‌سي جي سَنڌي جو هيءُ فرق ڏکڻ اولهہ جي چوماسي جي بل نبل ۽ گهاٽيءَ واڌيءَ جي ڪري ڦرندو گهرندو رهي ٿو.

ساڄي يا اُلهندي پاسي ڪان اصل سنڌ جون حدون انهن ڪڪرالين ماٿرين جي چيٽڙي جي سنوت ۾ نظر اينديون، جيڪي بلوچستان جي اندر ڦهلجي ويندڙ ٿاڪرو علائقي تائين هليون وڃن ٿيون. پر حقيقت ۾ ان متانهين پٽ سان هڪدم لڳولڳ زمين ٽڪرين تان وهي آيل لٽ منجهان نهيل آهي. اِها سنڌوءَ جي لٽ ڪان بلڪل نرالي ٿئي ٿي. اهو تَر جنهن کي مڪاني طرح "ڪاڇو" سڏيو وڃي ٿو ۽ گهٽي ياڳي سوڙهو آهي، سو سليمان جبل ۽ بولان لَڪ ڪان ڏکڻ طرف ويندڙ جبلن جي وچ ۾، ڊيگهہ ۾ وڌندي، ڪيترن هزارن چورس ميلن جو علائقو ناهي ٿو. ان جو جيڪو ياڳو سنڌوءَ واري ڪچي کي ويجهي ۾ ويجهو آهي، سو چيڪي مٿيءَ جهڙيءَ مٽيءَ جو تراڪڙو بيابان آهي، جتي سبزو ۽ ساوڪ نہ هئڻ جي برابر آهن. اهو بيابان هڪ قدرتي روڪ آهي. اهڙي ئي اڏول، جهڙا اُهي جبل، جيڪي ان طرف جون بيون حدون ناهين ٿا. اِن بيابان جي ڪري ئي ڪڇيءَ جو هيءُ علائقو گهٽو ڪري سياسي طرح ڏکڻ اوبر وارين ايراضين جي بدران اُتر وارين ايراضين سان لاڳاپيل سمجهبو رهيو آهي.

سنڌ جي ڪڇي جي اولهه ۾ جيڪو جابلو ٽڪرو آهي، سو بيهڪ ۾ اوپر واري ريگستاني ٽُڪري سان عجيب مشابهت رکي ٿو. پر ابتيءَ ترتيب سان: يعني اتريون پاڱو ڪڇيءَ جي ڇيڙي کان ويندي منڇر تائين بظاهر اڻ پڳل ڪوٽ ناهي ٿو. جڏهن تہ منڇر کان ڏکڻ طرف ڏار ڏار ٽاڪرو ڇپر نظر ايندا، جن جي وچ ۾ سئين پٽ جون ايراضيون آهن، ۽ سمورو تر ڏکڻ ڏانهن هلندي، هوريان هوريان ويڪر ۾ وڌندو ۽ اُوچائيءَ ۾ گهٽبو وڃي ٿو ۽ اولهہ پاسي ڪا ظاهري حَد ناهيندو نظر نٿو اچي.

اُنهيءَ پاسي وڌندي، حب ندي ۽ ڪي ننڍيون ٽڪريون ڪري، اسين لَس جي ميدان ۾ پهچون ٿا، جيڪو سمنڊ جي ڪَپرَ کان سانيڪو ميل اُتر طرف هليو وڃي ٿو۽ جنهن جي وڌ ۾ وڌ ويڪر اِنهيءَ مفاصلي جي اڌ جيتري ٿيندي. اهو ميدان پورالي نديءَ ۽ ڪن ننڍين نيئن جي آندل لٽ منجهان جُڙيو آهي، متي چاٽايل ڪڇيءَ جي ميدان وانگر، جنهن سان اهو گهڻي مشابهت رکي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن سياسي طرح سنڌ سان لاڳاپيل پر گهڻو ڪري ان کان ڌار رهيو آهي.

هيءَ انهن علائقن جو مختصر بيان آهي، جن جون ڪڏهن ننڍيون ڪڏهن وڏيون ايراضيون اُن سر زمين سان شامل رهيون آهن، جنهن کي سياسي طور "سنڌ" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. اِئين چئي سگهجي ٿو تہ طبعي لحاظ کان سنڌ جي اوپر وارا وارياسا پٽ راجپوتانا جو ۽ اولهہ وارا ننڍا ٽَڪر بلوچستان جو حصو آهن. تحقيق، الهندي ڪوهستان يعني ڪاڇي جا ۽ اوڀرندي ريگستان يعني ٿر جا رهواسي "سنڌ ڏي هلڻ" جي ڳالهہ ڪندا آهن: هنن وٽ سنڌ جي معنيٰ اهائي اصل واري آهي، يعني اُها سر زمين، جنهن کي سنڌو نديءَ ناهيو ۽ سدا تاتيو آهي. اڄ جيڪو پرڳڻو اِن نالي سان اسان جي سامهون آهي، تنهن جي بيهڪ 28 ڊگريون 30 منٽ ۽ 23 ڊگريون 35 منٽ اُتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 66 ڊگريون 42 منٽ ۽ 71 ڊگريون 10 منٽ اوپر ڊگهائي ڦاڪ جي وچ ۾ آهي.

شروع شروع ۾ جيڪي انگريز سنڌ ۾ آيا هئا، تن اُن کي "ننڍو مصر" سڏيو هو. جيتوڻيڪ هاڻ اسان کي اِن تشبيهہ تي منيان لڳي سگهي ٿي، ڇو تہ سنڌ جي تهذيب کي مصر کان عمر ۾ ايترو ننڍو سمجهيو ٿي ويو. تڏهن بہ نيل ۽ سنڌوءَ جي هيٺانهين ماترين جي وچ ۾ حيرت جهڙي مشابهت آهي: ٻنهي ۾

ساڳيا ئي ٿـي پـور - ويـوڙ ٽـڪرا - بـُـٺ ٽَـڪر، ڪڇو ۽ وارياسو - ساڳيءَ ترتيب ۾ ساڄي کان کاٻي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٻنهـي ۾ وچ واريءَ مـاٿريءَ جـي زرخيزيءَ جو دارومدار برسات تي نه پر ساليانـي ٻوڏ تي آهي. آبهوا ۽ زمين جي خيال کان ٻنهي ملڪن اندر نباتـات ۽ حيوانات جي جيتري هڪجهڙائي آهي، تيترو فرق ناهي. ڪو سنڌ واسي موٽر رستي سوئيز کان قاهري ۽ اُتان نيـل ڊيلٽا جو ڪجهه پاڳو لتاڙي، لبيا جي ريگستان اندر ويندو، ته ڪيس منزل بمنزل ايتري مشابهت ڏسڻ ۾ ايندي، جو هو سمجهندو ته ريل تي ڪراچيءَ کان حيدرآباد رستي مارواڙ پيو وڃان. البت ڪيس نيل ڊيلٽا کان مٿي وارو تر سنڌو ماٿريءَ جي پيٽ ۾ ڪجهه سوڙهو لڳندو: ۽ حقيقت به اهائي آهي. حيدرآباد جي ويڪرائي ڦاڪ کان مٿي ٽن سون ميلن تائين درياهه سان گونـي ڪنـڌ ناهيندي، ڪيتريون به ماپون ڪبيون، ته ڪٿي به سنڌو ماٿريءَ جي ويڪر سٺ ميل کان گهٽ نه ملندي.

سنڌ جي آبهوا جي خاصيت آهي ته اُتي ٿڌ به گهڻي پوي ته گرمي به، برسات هڪ پوي ٿوري، ٻيو وٽيس ته پوي، وٽيس ته نه پوي. ساموندي ڪناري وارن علائقن جي آبهوا ٻين جي پيٽ ۾ گهميل ٿئي ٿي، ڇو تہ اهي ساموندي هيرن جي پهچ اندر ٿين ٿا. اِهي هيرون سال جا چـار مهينا لڳنديون آهن. انهن جي ڪري ملڪ اندر پري تائين ٿڌڪار ۽ وائڪ رهندي آهي. پر ڏکڻ اولهه واري چوماسي جو زور اُنهن مٿيـن ويڪرائـي ڦاڪن تي پهچڻ کـان اڳ ٽٽـي چڪو هوندو آهي. جون کـان سيپٽمبر تـائين چوماسـو ملـڪ مٿـان جيڪـي ڪَـڪَـر ڏڪيندو آڻيندو آهي، تن ۾ مينهـُـن ڪي ڦڙيون مَس هوندو آهي. پر اُهي ڪٿي پاڻيءَ سان پُر هجن، تڏهن به ڏکڻ اولهه وارو ٿاڪرو علائقو ايترو اُتانهون نہ آهي، جو انهن کي روڪي سگهي. ايترو سو آهي تہ چوماسي جي ڪري ٽَڪرن جي اولهندين لاهين جي 'تاس' ٿورڙي لهيو وڃي. اُنهيءَ مند ۾ جيڪو بہ مينهن پوي ٿو، سو، هوا جي ٻيـن لهرن جي چوماسـي جـي اُبتـڙ، مڪاني آبهوا ۾ وڳوڙ جي ڪري پوي ٿو. گهڻي پاڱي ڪَـڪَـر تپيل زمين مٿان لنگهندي ٻاڦ ٿيندا ويندا آهن، ۽ رڳو ايترو فائدو ٿيندو اٿن، جو هوا جي ٿڌاڻ قائم رهندي آهي. اها هوا وقتي طرح تـِڪي ٿي، وڃي ٿر جي ڏاکڻي پاڱي ۾ واريءَ منجهان اتنڌڙ سخت گرم هوا جي جاءِ وٺي ٿي. سنڌوءَ جي ميداني

علائقي ۾ هير جو آخري جهوٽو حيدرآباد کان ڪي سؤ ميل اُتر ۾ پدعيدن تائين پهچي ٿو، پر ان هنڌ ۽ لَڪي ٽڪرين جي ڏاکڻي چيڙي جي وچ ۾ ڪا ليڪ ڪڍبي، تہ اهو جهوٽو ان ليڪ جي الهندي پاسي خير ڪو محسوس ٿيندو.

جيڪو علائقو اهڙيءَ ريت محروم رهجي وڃي ٿو، سو مٿينءَ سنڌ جي گهٽيءَ سخت آبهوا جي اثر ۾ رهي ٿو. اُتي گرمي سچا سارا ست مهينا رهي ٿي، جا اتفاق سان ڪڏهن مينهن وسڻ سان ٿورڙن ڏينهن لاءِ گهٽجيو وڃي. اهو اتفاق سان ڪڏهن پوندڙ مينهن بہ گهٽو ڪري وڏڦڙو ٿئي ٿو. جيڪو جهٽ وسي، وري بند ٿيو وڃي. اپريل کان پوءِ رات جو ڏاڍي بوسٽ ۽ گهُٽ ٿئي ۽ گرمي پد گهٽو ڪري پرهہ کان اڳ سوَ کان هيٺ لهندو ئي ڪين. مئي ۽ جون ۾ ڏينهن جو چانوري ۾ ٿرماميٽر 120 ڊگرين کان 125 ڊگرين تائين بہ رهي ٿو. مند ڏاڍي خشڪ ٿئي ٿي ۽ لُڪ جو کهو ائين لڳندو آهي، ڄڻ ڪوري جو منهن کلي پيو هجي.

سنڌ، جيئن اڳيئي ڄاڻائي آيا آهيون، طبعي لحاظ کان ٻن ڊگهائي ڦاڪ وارن ڀاڱن - ٽاڪرو، ڪڇو ۽ وارياسو - ۾ ورهايل آهي. پر خود سنڌ وارا ان ڪي آبهوا جي لحاظ کان ٽن ويڪرائي ڦاڪ واري ڀاڱن ۾ ورهايل سمجهندا آهن - سِرو، وچولو ۽ لاڙ. يعني مٿين، وچولي ۽ هيٺين سنڌ. غير سنڌي اِن آبهوا واري تفاوت ڪي سولائيءَ لاءِ ٻن ڀاڱن - مٿين ۽ هيٺين سنڌ - ۾ ورچيندا آهن، ۽ ملڪ جي سياسي ورڇ بہ گهڻو ڪري اهائي رهي آهي.

مٿينءَ ۽ هيٺينءَ سنڌ جي آبهوا ۾ جيڪو فرق آهي، سو ٻنهي ڀاڱن جي نباتات ۾ فرق جي شڪل ۾ نِروار نٿو ٿئي. هن ڌرتيءَ جي نباتات بہ اُها ساڳي آهي، جا ڪنهن برسات کان محروم، وارياسي ۽ گهٽي ڀاڱي ڪلرانيءَ زمين جي تِي سڳهي تِي. هت خاص ڪري اهڙا ٻوٽا ۽ وڻ جام ٿيندا آهن، جن ۾ پَن يا تہ ٿورا ٿيندا آهن يا تہ مرڳو ٿيندا ئي ڪونهن. اِن وٽڪار ۾ بہ وڏو حصو ڪَنڊ جو ٿئي ٿو. هڪڙي پاسي ڪچي ۽ آبپاش علائقي جي نباتات ۽ ٻئي پاسي ٽاڪرو ۽ وارياسي علائقي جي نباتات، انهن ٻنهي جي وچ ۾ وڏو فرق گهٽائيءَ ۽ ورچ جو آهي. ڪچي ۽ آبپاش علائقي ۾ جيڪا وٽڪار گهٽي نظر اچي ٿي يعني ٻير، ٻٻر، ڪنڊي، لئي ۽ ٻيا ڪئين معمولي ٻوٽا، سا سموري وارياسي ۽ ٽاڪرو علائقي ۾ بہ ٿئي ٿي. پاٽيار ٻٻر جي پيٽ ۾ ٽاڪرو

ٻېر بندرو ٿئي ٿو. جنهن ٻوٽي لاءِ جا زمين سٺائي هوندي، سا هن ملڪ ۾ جتي بہ هوندي، اُتي اهو ٻوٽو ٿورو ڪي گهٽو ضرور ٿيندو. ساڳيءَ طرح وارياسي جا ٻي پن ٻوٽا، جهڙوڪ ڪپ ۽ ڦوڳ، ريجاري ۽ شاهوڪار زمين جي ميلن ۾ ڪٿي ڪٿي ڦاٿل واريءَ جي ٽُڪرن تي بہ مِلي ويندا.

سنڌ جنهن نباتاتي علائقي جو ڀاڱو آهي، تنهن ۾ ذري گهٽ سڄو پنجاب، الهندو راجپوتانا، ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ اچي وڃن ٿا، ۽ جيتوڻيڪ هندستان جي ٻين علائقن ۾ ٿيندڙ ٻوٽا هت بہ ٿيندا آهن، پر گهڻي نسبت اولهہ وارن ملڪن مڪران، ايراني نار جي گرم ڀاڱن، عراق ۽، جيئن اڳيئي چيو اٿئون، مصر سان اٿس، جتان جي آبهوا ساڳي آهي.

سنڌ جي حيواني دنيا خاص ڪري پکين بابت بہ ساڳي ڳالهہ چئي سگهجي ٿي. اُهي نسل ۽ قسم جيڪي هت ٿيندا آهن، سي الهندي پاسي وارن ملڪن ۾ بہ ٿين ٿا. حقيقت اِها آهي تہ ٿر جو وارياسو سنڌ کي اصل هندستان کان نهايت اثرائتي نموني ۾ الڳ ڪري ٿو، پر الهندي جا تَڪَر اولهہ وارن ملڪن سان اُن جي انهن مِڙني اهم قدرتي ناتن جي آڏو ڪا رنڊڪ نٿا بڻجن. اِها حقيقت سنڌ جي سياسي تاريخ مان ڪيئن ٿي اجاگر ٿئي، سو اسين اڳتي هلي ڏسنداسون.

اچو تہ هاڻ سنڌ جي جاگرافيءَ جي باريڪ چڪاس ان جي اڀرندي رڻ پٽ، ٿر، سان شروع ڪريون.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1- "ايريٿريئن جو سمنڊ پيريپلس،" ليکڪ نامعلوم

## باب ٻيو

# ايرندو رڻ پٽ

جيئن اڳيئي بيان ڪيو اٿئون، سمنڊ جي ڪپر ڪان لڳندڙ چوماسي جي هوا واري آنٽي، ڏکڻ الهندي ٿر ۾ سٽيندي، وڏا پور وڇوٽ دڙا ناهيندي رهي آهي. انهن دڙن ڪي پٽون سڏيو وڃي ٿو. انهن جي وچ ۾ ماٿريون آهن ۽ رُخ عام طرح ڏکڻ اولهه کان اُتر اوير ڏانهن يعني ساڳيو هوا وارو اٿن(1).

رڻ ۾ جيئن اڳتي وڃبو، تيئن آڏيون پٽيون ڊگهيرين پٽن ڪي ڳنڍيندي نظر اينديون ۽ اها ڳالهه ڏيان لهڻي تہ 150 ميلن کان پوءِ، يا ٻاڙمير کان اڳتي، سڀ واريءَ دڙا انهي قسم جا آهن، يعني اُهي هوا جي رخ سان گوني ڪنڊ ناهين تا(2). رڻ جو اهو ڀاڱو راجپوتانا ۾ ڪافي اندر آهي ۽ ان جي مٿينءَ خاصيت جو ذڪر انهيءَ لاءِ پيو ڪريان، جو اِن سان سنڌ جي سرحد وٽ پٽن جي جا ابتڙ ۽ مخصوص بيهڪ آهي، تنهن کي سمجهڻ ۾ مدد ملندي. ٿر جي سموري واري هوائن جي آندل آهي، پر ان جي چُربُر هوا جي گهاٽيءَ واڌيءَ سان ڦري گهري ٿي. واريءَ کي جيئن ئي ڪٽي جهل ٿيندي تيئن هوا اچي وٽ ڪنديس. پٽون ڪنهن نهري شيءِ جي اوٽ ۾ گڏ ٿيندڙ ڍِڳ مان نهڻ شروع ٿينديون آهن، ۽ جهڪيءَ هوا جي داٻ هيٺ، هوا جي رخ واري پاسي ڪان هلڪيءَ گولائيءَ واريون ۽ هوا جي مخالف پاسي کان اُڀيءَ لاهيءَ واريون نظر اينديون آهن. ڪُلئي پٽ ۾ نهندڙ ٻچڙ پٽ تکيءَ هوا جي داٻ هيٺ نعل جهڙي شڪل ونڻ لڳندي آهي، جا هوا جي مخالف پاسي کان ڪليل هوندي آهي ۽ اِن جي ٻن پڇڙين جي ڊيگهه تيئن تيئن وڌندي ويندي آهي، جيئن جيئن واري انهن جي ڏنل اوٽ ۾ گڏ ٿيندي ويندي آهي. پٽ جي هوا کي سامهين لاهي، هلڪن ذرڙن جي ڪجهي وڃڻ ڪري، ٽراڪٽرجي ۽ اوڙجي ويندي، چوٽي لاڳيتي ڪاڇندي ويندي، سڄيءَ جي بيهڪ ڊگهيري ٿيندي ويندي، لاڙو ڏار ڏار قطارن ناهڻ ڏانهن هوندس، جي هوا سان پوروڇوٽ هونديون. اِن عمل جو مشاهدو چوماسي جي منڊ ۾ ڪراچيءَ جي پرپاسي ۾ وڏيءَ سولائيءَ سان ڪري سگهجي ٿو.

ٿر جي ڏکڻ اولهه ۾ ساڳي هوا، خاص ڪري رات جو، تمام، تکي ۽ لڳاتار لڳندي آهي. پٽن جي شڪل تنهنڪري اُتي ڊگهيري ٿئي ٿي. هوا وڃي

وچ وارين ماترين ۾، جن کي "تلي" يا "ڏهَر"[1] سڏيو وڃي ٿو، هر مرڪز ٿئي ٿي ۽ ان جي ڪٺڻ نيٺ واري سگهه جيئن پوءِ وڌندي وڃي ٿي (3). جڏهن چوماسي جو زور گهٽجي ٿو، تڏهن، يا سال جي ٻين وقتن تي لڳندڙ اتفاقي هوائن جي ڪري انهن ماترين ۾ جا واري ڪني ٿئي ٿي، سا ورلي ڪا آڏين قطارن جي شڪل ۾ ترائتي ٿئي ٿي، پر اُها بہ چوماسي جي ڪاڏ واري عمل هيٺ عام شڪل وٺڻ تي مجبور ٿي وڃي ٿي. انهن تلين ۾ هوا جو ايترو تہ زور ٿئي ٿو، جو رڻ جي انهيءَ پاڳي جي هينان جا سخت رائي واري زمين ٿئي ٿي، سا تري ڪان نڪري نروار ٿي بيهي ٿي، جيتوڻيڪ اهي تليون گهڻي پاڳي واريءَ جي سنهڙيءَ چادر سان ڍڪيل هونديون آهن.

ٻاڙمير ڪان اڳتي ڏکڻ اولهه واريءَ هوا جو زور گهڻو گهٽجي وڃي ٿو ۽ ڪليل ميدان ۾ واريءَ جون آڏيون پٽون نهنديون رهن ٿيون، جن جو ويڪرو جهڪيءَ لاهيءَ وارو منهن ڏکڻ اولهه ڏانهن ۽ اُڀيءَ لاهيءَ واري منهن اتر اوير ڏانهن ٿئي ٿو. انهي قسم جون پٽون اُتر ۾ پري بيڪانير تائين آهن.

متان هوا مان ڏسبو تہ ٿر جي رڻ پٽ جا ٻئي اڌ ڏکڻ اولهه وارو ۽ اتر اوير وارو ائين نظر ايندو، ڇڻ ڪو ميرانجهڙو سمنڊ تڪيءَ هيرَ تي لهرون هٽي رهيو هجي. پر ڏکڻ اولهه واري اڌ جون 'لهرون' جيڪي درحقيقت هوا سان پوريءَ وچوٽيءَ تي هلن ٿيون، سي اتر اوير واري اڌ جي لهرن ڪان وڌيڪ ڊگهيون ۽ هڪٻئي کي ويجهيون آهن. اُتر اوير واري اڌ جون لهرون هوا جي رخ سان گوني ڪنڊ ناهين ٿيون.

جيتوڻيڪ هن رڻ پٽ جي شڪل شبيهہ جو خاڪو هوائي جهاز تان، خاص ڪري سج لهڻ يا چڙهڻ وقت، وڌيڪ چڱيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿو، پر ان ريت جيڪو تاثر قائم ٿيندو سو ڪن ڳالهين ۾ ڀلائيندڙ هوندو. ڏکڻ اولهہ يعني سنڌ واري رڻ ۾، پٽن جي، وچ وارن ڏهرن جي پيٽ ۾، جا وڏي اُوچائي آهي، نہ تہ اُها نظر ايندي، نہ ئي وري ان بلنديءَ تان، جا هوائي جهازن کي هوا جي پُورالن هيٺ متانهينءَ وارن وهڪرن سبب هن تَر متان رکڻي پوي ٿي، واريءَ ۾ ٿيندڙ نباتات جي ڪثرت جو ڪو اندازو ٿي سگهندو.

[1] پٽن جي وچ ۾ سنئون ميدان هوندو آهي. تنهن کي چون "ڏهر". ننڍيءَ پٽ کي چون: "ڊڙو". ڊڙن جي وچ ۾ زمين ٽڪر، جي ڪجهہ سخت هوندو آهي، تہ ان کي چون "تليَ". "تاريخ ريگستان"، ڇاپو پهريون، 1956، ص 14، رائچند هريجن. (مترجم).

جي ڪنهن اُتانهينءَ پٽ جي اُوچي ۾ اُوچيءَ چوٽيءَ تان، جا لاڳاپيل ڏهر ڪان ڪي ڏيڍ سو فٽ مٿي هجي، بيهي ڏسبو تہ ساوڪ صاف نظر ايندي. ميرانجهڙي اڇي واري نيڻ نهار تائين ہوٽن سان ڇانيل آهي. ڇڻ ڇيتي جي ڪَل تي ڇِٽا، جيئن پلاٽنيءَ[1] نيوبيا جي ريگستان ۽ ان جي خيابانن لاءِ ٽڪريءَ تان ڏسي چيو هو. اُهي ڇِٽا پٽن جي پنيءَ تي بہ ايترائي گهاٽا آهن، جيترا انهن جي پاسن تي ۽ هيٺ تلين ۾. اهي ميرانجهڙا ساوا يا ميرانجهڙا ڪَڪَا ڇٽا آهن بي پن ڪِپ، ڦوڳ، ٻُوهہ، لاٽي ۽ اڪ. اِنهن ڪان قد ۽ فائدي ۾ سرس پر گهٽائيءَ ۾ گهٽ ڪرڙ ۽ ڪبڙ آهن. ڪبڙ 'سَلودِورا' (Salvadora) قسم جي وڻڪار آهي، جا ڪلر ۾ وڌيڪ ٿئي ٿي. تلين جي وڌيڪ سخت زمين ۾ وري ڪنڊي ۽ ٻير ٿئي. ڪوهن جي پرڀاسي ۾ ڪنڊيون ڇگهو قد ڪري وينديون آهن، پر گهٽو تٽو ٻندريون ٿين. بهرحال، اُهي انن ۽ ٻڪرين جي وڏي تعداد لاءِ چاري جو ڪم ڏين ٿيون. تہ پنهنجن گاهن جي پلاڻ ۽ گوناگونيءَ ۾ بي مثل تہ آهيئي. اهي گاهہ لاڳيتو مهينن جا مهينا خير ڪي نظر ايندا. پر جيئن ئي مينهن وسندا، تيئن ئي اُهي اُسري هرهنڌ ڇانئجي ويندا، واريءَ تي ساوڪ جي سنهي چادر پٿارجي ويندي ۽ تہ اُمالڪ سونهن پريو ۽ آسودو ٿي پوندو. تہ جا گاهہ ريج وارن ميدانن جي گاهن ڪان قداور ۽ عمدا هوندا آهن، اِن ڪري ئي چوپائي مال جا وڏا وڏا ڌَڻ ڪاهي تہ آندا ويندا آهن تہ جيئن ڪائي مَتارا ٿين.

پر سٽائي ڪان سٽائيءَ مند ۾ بہ ماڻهن ۽ مال لاءِ پاڻي ڪوهن منجهان ڇڪي ڪيڍو پوي ٿو. جي تلين ۾ بہ ٽي ٽي سوءُ فٽ اونها آهن.

پوڪي راهي قدرتي طرح تلين ۾ نَنڍين نَنڍين ٻنين تائين محدود رهي ٿي. اِنهن پٽن کي ٻنا ڏنل هوندا آهن تہ جيئن اُتي برسات جو پاڻي محفوظ رهي. سٽائيءَ مند ۾ ڪجهہ وسڪارا وسي ويندا تہ باجهر جي ججهي پوک ڪٿي ويندي، پر ٿري بنيادي طرح ڌنار آهن ۽ اُن ميدانن (پڪي) مان ڳسنهڻ ۽ پنهنجو مال يا مال جي پيدائش گيهہ. ڪلون ۽ چمڙو ميدانن ۾ وڪڻَڻ تي هميشہ ڪان هريل هوندا آهن ۽ اڄ بہ هريل آهن.

---

[1] اڳاٽي روم ۾ انهيءَ نالي جا بہ ليکڪ ٿي گذريا آهن. هڪڙو وڏو، جنهن جو زمانو 79 - 23 عيسوي جي لڳ ڀڳ آهي، ۽ ٻيو ننڍو، جنهن جو زمانو 113 - 61ع جي لڳ ڀڳ آهي. وڏو پنهنجي قدرتي مظاهر تي جوڙيل رسالي لاءِ ۽ ننڍو پنهنجن خطن لاءِ مشهور آهي. (مترجم)

مٿيون بيان سنڌ ۾ شامل ٿرَ واري رڻ جي وڏي ڀاڱي سان لاڳو ڇاتو وڃي. پر ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جي رڳو ڊٺ ۾ ڪائر سان مخصوص آهن، جتي ڀٽن ۾ تلين جي بيهڪ ڏکڻ اولهه ۾ اُتر اوڀر کان ذري گهٽ ڏکڻ ۾ اُتر تي وڃي ٿي ۽ آڏيون ڀٽون وڏيڪ آڏيون ٿيڻ لڳن ٿيون. 26 ڊگريون 30 منٽ ويڪرائي ڦاڪ جي لڳ ڀڳ ۽ ڊگهائي ڦاڪ جي 69 ۽ 70 ڊگرين جي وچ ۾ ڀٽ ۽ ڏهر- ڊگهي سوڙهي پوني ۾ ماٽر جي بناوت جي جاءِ، واريءَ جا بي شڪل داڙا ونڻ لڳن ٿا، جي وڏيءَ اوچائيءَ کي پهچن ٿا ۽ ڪيترن سون ميلن تي پکڙيل ٿين ٿا (4). اونهيءَ نرم واريءَ جا اهي ٻوٽا جن کي "واري ڏگهه" (Drarens) چيو وڃي ٿو، هوا جي هر جهوٽي تي پنهنجي سطحي شڪل ڦيرائيندا آهن ۽ پنهنجي اِن بي جٽائيءَ جي ڪري، سبزي ساوڪ کان وانجهيل ۽ عملي طرح بي گذر ۽ اٽالنگهو هوندا آهن. انهن واري ڏگهن جي اُتر ۾، ڏکڻ وانگر، ٿر جي ڀٽ ۽ ڏهر واري عام بناوت هوا جي رخ سان پوريءَ ويچوٽيءَ تي وري شروع ٿي وڃي ٿي. جڏهين اِئين آهي تہ پوءِ انهن جُنگ ڍِڳن جي هجڻ جو ڪارڻ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ آءٌ سمجهان ٿو تہ اِن سوال جو جواب سندن واريءَ جي نِسبتي نرمي ڏيئي سگهي ٿي. هيءُ علائقو چوماسي وارين هوائن جي الهنديءَ پهچ اندر آهي. عام رواجي منڊ ۾ جڏهن اِهي هوائون هن علائقي ۾ پهچنديون هونديون، تڏهن سندن واريءَ ڪٽڻ واري سگهه ضرور ذري گهٽ پوري ٿي ويندي هوندي. واريءَ جا ڳرا ذرڙا اڳ ۾ ئي ڇڻي ويندا هوندا، رڳو هلڪا ذرڙا اُڏامندا هيستائين پهچندا هوندا. جيڪڏهن هيءُ نظريو صحيح آهي تہ پوءِ سمجهجي ٿو تہ چوماسي جون هوائون اڳي هاڻي کان وڌيڪ سگهاريون هونديون، ڇاڪاڻ تہ انهن رڻ کي اُتر ۾ ميلن جا ميل ساڳيءَ ئي شڪل ۾ جوڙيو آهي، جيئن ڏکڻ ۾، سو واري ڏگهن کي ويجهڙ ۾ جڙيل، شايد اڳينءَ بناوت مٿان سَٽيل، سمجهڻ گهرجي. درحقيقت، ٻن واري ڏگهن جي وچ ۾ عام طرح ڀٽن ۽ ڏهرن جو جدا سوڙهو پٽو ويندو ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

اڄرج جهڙي ڳالهہ وري اِها آهي تہ ٿر ۾ جيڪي بہ توريون گهٽيون مٺي پاڻيءَ جون ڏِنيون، بلڪ تلاءَ آهن، سي انهيءَ نسوريءَ سچ جي هيبتناڪ ٽُڪرن جي پر پاسي ۾ ئي هوندا آهن. هتي لوڻانيون ۽ کاريون ڍِنيون وري

اڪيچار آهن. اهي ڊورن ۾ آهن، جن کي مڪاني طرح ”گوچار“[1] سڏيو وڃي ٿو. چوڏاري واري ڏي واري هوندي ٿي، انهن ڊنڊن جو پاڻي واريءَ کان بچيل ۽ اصلوڪي لٽ واريءَ زمين تي بيٺل ٿئي ٿو. واري ڏڳهن جي اپار ويرون وير ويرانيءَ جي بنهه وچ ۾ وڏيڪ تانگهن ڊورن اندر ساوڪ ۽ ڪِٿي ڪِٿي تري ۾ ٿورو پاڻي يا آلي چور گپ به ٿئي ٿي. انهن هنڌن تي پاڻيءَ جي هجڻ جو سبب نرم واريءَ جي اِن اپار ڦهلاءَ تي پوندڙ برسات جو سيمو آهي. اِن واريءَ جا هينيان تهه، جيئن ته بي گذر زمين مٿان تين ٿا، ان ڪري اهي ضرور سدائين پُسي پورا تيندا رهندا هوندا ۽ باقي پاڻي سمي اندر ويندو هوندو. جتي پاڻي سِڌيءَ طرح لتاشي زمين تي بيٺل ٿئي ٿو، جيئن واري ڏڳهن جي ڪَنن لڳ اڪثر ڊنڊن ۾، اُتي اهو گهڻو ڪري ڪارو يا ٻاڙو ٿئي ٿو. پر ٿوري مٿانهين مٿاچري تي، جتي واريءَ جي تري تي بيٺل ٿئي ٿو، اُتي پاڻي وري مِنو ٿئي ٿو.

جڏهن ڪارين ڊنڊن جو پاڻي سُڪندو آهي، تڏهن انهن ۾ ٽرونا (Trona) نالي سوڊا جي سيسڪئيڪاربونيٽ (Sesquicarbonate) (يعني ڪار) وڃي بچندي آهي، جيڪا سٺائي سال ۾ ايتري ته گهڻي ٿيندي آهي، جو ان جو روانگي واپار ٿي سگهي ٿو. انهن مان گهڻيون ڊنڊون پورچندر ۽ ساموئي نالي ٻن واري ڏڳهن جي وچ ۾ هڪ قسم جي ماتر ۾ آهن، جتي، جيئن اڳ بيان ٿي چڪو آهي، پوني ۽ تليءَ واري بناوت نظر اچي ٿي. اهي ڊنڊون، درحقيقت، تلين ۾ آهن ۽ انهيءَ ڪري گهڻي پاڱي ڊگهيري شڪل سان ڏکڻ اولهه کان اُتر اوڀر طرف آهن. هوڏانهن، واري ڏڳهن اندر، جي گوچار آهن، سي بي شڪل ۽ بي ڊولا هوندا اهن.

ٿر جو جيڪو ٿيون ٽڪرو سنڌ سان لاڳاپيل آهي، سو واري ڏڳهن ۽ ڊنڊن واري پٽي جي اُتر طرف ڦهليل آهي. هتي جون پٽون جيئن ته هلڪين هوائن جي اثر ۾ رهن ٿيون، تنهنڪري انهن جي شڪل ايتري چٽي نه آهي، جيتري اُنهن پٽُن جي، جيڪي واري ڏڳهن واري تَر جي ڏکڻ ۾ آهن. اُتر واريون پٽون جيئن

[1] ’گوچار‘، درحقيقت پٽ جي اُن پاسي کي چئبو آهي، جنهن پاسي سج اُڀرڻ سان ٽڙڪو نه پوي. جنهن پاسي ٽڙڪو پوي، تنهن کي ’ٽڙڪول‘ چئبو آهي. ڏسو ”تاريخ ريگستان“، ڇاپو پهريون، 1956ع، ص 14 رائچند هريجن. (مترجم)

اڳتي وڃبو تيئن بي ترتيب نظر ايندين. وڏيڪ ويجهو ٿي ڇڪاسبو تہ اڪثر اُنهن جو ڀڻو رخ ڏسڻ ۾ ايندو. واريءَ جا جيڪي ويڪرا وستار هڪٻئي کان، غيرآباد لٽاشي زمين رستي، ڏار تيل آهن، تن جو رخ عام طرح اوڀر ۽ اولهہ آهي، ۽ جيڪي وارياسي پٽي جي متان يا اُن جي اندر آهن، تن جو رخ ذري گهٽ اُتر ۽ ڏکڻ آهي.

اِن ٽُڪري جي سڀ کان وڏيڪ ڏيان جوڳي خاصيت آهي آڳاٽين ندين جا پيٽ، جي ان سُڄ منجهان ور وڪڙ ڪائيندا لنگهن ٿا. اهي طبعي طرح سنڌ جي وچ واريءَ ماٿري سان لاڳاپو رکن ٿا. تنهنڪري انهن جي باريڪ ڇڪاس اڳتي هلي ڪبي. انهن تي وارياسي جي چڙهت تڏهن ٿي ٿي آهي، جڏهن انهن منجهان دائمي يا مندائتا پاڻيءَ جا وهڪرا وهڻ بند ٿي ويا آهن. اڳي ضرور ائين ٿيندو هوندو تہ واري هيڏانهن ڪني تيندي هوندي، هوڏانهن اهي وهڪرا اُها ڪٽي لوڙهي ويندا هوندا. اِن ٽُڪري جو سير ڪندي، اسان کي انهيءَ نظريي جي ثابتيءَ ۾ وڏيڪ حقيقتون مِلن ٿيون. البت اِهي ڏکڻ جون هوائون جيتريون سگهاريون اڳي هُيون، تَيتريون هاڻ ناهن. "ڍِٻ ڏيٽريءَ" جو ٿي مثال وٺو. اهو آڳاٽو شهر واريءَ جي اپار اڏارن ۾ هاٺي تہ اصل غرق ٿي ويو آهي.

سنڌ سان لاڳاپيل وارياسي پٽ جو هِن اڳوٽين ندين واري اُترئين علائقي ۾ واريءَ ڏگهن جي هينيان توڙي ڏکڻ جي ڊگهين اُيين پٽن جي وچ وارين تلين ۾ جا زمين آهي، سا گهڻي ياڳي سخت رائو آهي. تي سگهي ٿو تہ روهڙيءَ کان جا چڻن پٿر جي ٽڪرين جي هيناهين قطار (ان جو احوال اڳتي ايندو، جڏهن اسين سنڌ جي ٻئي ٽاڪرو علائقي جو بيان ڪنداسون) ڏکڻ ڏي وڃي ٿي، سا ڪجهہ پنڌ واريءَ جي هينان هلندي هجي، جنهن ۾ ان جي ڏاکٽي پيڇڙي گم ٿي وڃي ٿي. ۽ اسين سؤ کن ميل اوڀر ۾. جو هنڌ جيسلمير کان گهڻو پري ناهي، واريءَ جي پٽن منجهان ساڳيءَ بناوت وارو ٽڪر نروار ٿيندي ڏسون ٿا. سنڌو ماٿريءَ کان ٿلهي ليکي هن مفاصلي تائين رڻ پٽ جو عام متاڇرو هوريان هوريان متي ٿيندو وڃي ٿو. ۽ خود جيسلمير لڳ ۽ باڙمير ۽ چوٽڻ وٽ وڏي پيماني تي ٽَڪر اُيرندا نظر اچن ٿا. اِهي ويران ٽَڪَر ۽ اُهي ٽَڪريون، جي واريءَ جي سمنڊ مان اڀين بيٺارين جيان اُيرن ٿيون، سي سنڌ جي چن پٿر جي ٽَڪرن کان بلڪل ٻئي مول مُنڍ يا اصل جون آهن. ساڳيو حال ڪارونجهر

ٽڪريءَ جو آهي، جنهن تان بيهي ڏسبو تہ ڪڇ جي رڻ تي نظر پوندي. ٻئي پاسي، خود ڪڇ جي رڻ جو ٽَڪر وري گهٽي پاڳي چڻ پٿر جو آهي.

الهندي راجپوتانا ۾، ٿر ۾ گهٽو اندر وڃي واريءَ جي ڇنڊڇاڻ ڪبي تہ معلوم ٿيندو تہ اها گهٽيءَ حد تائين مڪاني ٽڪرين جي ڀڃ ڊاهہ جو نتيجو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ گهٽي قدر بلوري پهڻ جي پسور ملي ٿي. ان سان گڏوگڏ هارن بليند ۽ فيلسپار (Hornblend & Felspar) معدنيات جاذرڙا بہ اُن ۾ ڪافي ملن ٿا. انهن ٽڪرين منجهان گهٽيون جنهن ڳاڙي ٻريل مادي (Lava) ۽ سماق (Granite) مان جڙيل آهن، تن ۾ اِهي سڀ معدني شيون موجود ملن ٿيون. انهن ٽڪرين جي ڀڃ ڊاهہ جو عمل، جو سندن نروار ٿيڻ سان ئي جاري ٿي وڃي ٿو، گرمي پد ۾ تمام گهٽيءَ تبديل جي نتيجي ۾ شروع ٿئي ٿو. اِن تبديل جي ڪري ٽڪرين جو ٻاهريون تهہ باقاعدگيءَ سان سُسَڻ ڦندڻ لڳي ٿو. اُنهيءَ ڀڃ ڊاهہ ۾ زوردار هوا جو بہ هٿ رهي ٿو. پرارضياتي ماهر ”لاٽوش“ هڪبئي کان پري پري جي ايراضين مان گڏڪيل واريءَ جي نمونن ۾ ڇُن جي ڪاربونيٽ جاذرڙا پڻ لڌا هئا. اُنهن مان گهٽا ذرڙا پنبپهڻ تي ويل فورامنيفيرا (Fossilised Foraminifera) آهن، جن بابت لاٽوش کي پڪ آهي تہ ڪڇ جي ڪلٺنو زائڪ جُڳ جي ٽرشري زماني[1] سان تعلق رکندڙ چن پٿرن مان نڪتا

[1] ڌرتي علم جي ڄاڻن ڌرتيءَ جي ڄمار کي ڌار ڌار جڳن (Era)، هر جڳ کي ڌار ڌار زمانن (Period) ۽ پوئين جڳ جي هر زماني کي ڌار ڌار ايامن (Epoch) ۾ ورهايو آهي. جڳ ڪئل ٽي- (1) ڪئنوزوئڪ (هاڻي کان وٺي اٽڪل 655 لک، ورهيہ اڳي تائين)، (2) ميسوزوئڪ (655 لک ورهيہ اڳي کان وٺي 22 ڪروڙ 55 لک ورهيہ اڳي تائين ۽ (3) پٿليوزوئڪ (22 ڪروڙ 55 لک ورهيہ اڳي کان وٺي 57 ڪروڙ 5 لک ورهيہ اڳي تائين)، آهن. ڪئنو زوئڪ جڳ ۾ ٻہ زمانا (1)ڪئاٽرنري (20 لکن ورهين جو) ۽ (2) ٽرشري (635 لکن ورهين جو)، آهن. ڪئاٽرنري زمانو ٻن ايامن (1) تازو ۽ (2) پلائيسٽوسين، ۾ ورڇيل آهي. تازي يعني چالو ايام جو دور ڏهہ هزار ورهيہ کان ڪجهہ اڳي جو شروع ٿيل چيو وڃي ٿو. انهيءَ حساب سان ٻئي ايامي دور جو مدو 19 لک 90 هزار ورهيہ ٿئي ٿو. ٽرشري زماني جا پنج ايام (1) پلايوسين (50 لکن ورهين جو)، (2) مايوسين (190 لکن ورهين جو)، ۽ (3) اوليگوسين (120 لکن ورهين جو)، (4) ايوسين (160 لکن ورهين جو) ۽ (5) پيليوسين (115 لکن ورهين جو)، آهن. ميسو زوئڪ جڳ ٽن زمانن (1) ڪريٽيشن (710 لکن ورهين)، (2) جوراسڪ (570 لکن ورهين) ۽ (3) ٽرائڪ (320 لکن ورهين)، ۾ ورڇيل آهي. پٿليوزوئڪ جڳ ۾ ڇهہ زمانا (1) پرميئن (550 لکن ورهين جو)، (2) ڪاربنيفيرس (650 لکن ورهين جو) (3) ڊونيئن (500 لکن ورهين جو)، (4) سائلوريئن (400 لکن ورهين جو)، (5) آرڊوويشيئن (650 لکن ورهين جو) ۽ (6) ڪئمبريئن (700 لکن ورهين جو)، آهي. جڳن جي حساب سان ڌرتيءَ جي ڪل ڄمار 57 ڪروڙ 5 لک کن ورهيہ بيهي ٿي. (هلندڙ)

آهن. انهن ذرڙن کي ضرور هوا اُڏائي بيڪانير کان پنج سؤ ميل اُتر طرف کڻي ويئي هوندي، لاٽوش پاڻ اهو مشاهدو ڪيو(5).

سنڌو ماٿريءَ ۽ راجپوتانا جي ٽڪرن جي وچ ۾ جيڪو سنڌ جي حصي وارو ريگستان آهي، تنهن ۾ اهي واريءَ جا وڏا ويڪرا سٽ آيا ڪٿان آهن؟ اها ڳالهه شايد ڏيان جوڳي آهي تہ سنڌو ماٿريءَ سان مليل رڻ پٽ جي واريءَ جو رنگ ٻاڙمير ۽ جيسلمير جي وچ ۾ جيڪي پٽون آهن، تن جي واريءَ کان هلڪو آهي. مون کي پتو ناهي تہ سنڌ واري رڻ جي واريءَ جي سائنسي ڇنڊڇاڻ ڪئي ويئي آهي يا نہ. پر لاٽوش جي ڪوجنا کي سامهون رکندي، اهو انومان ڪري سگهجي ٿو تہ اها گهڻي ڀاڱي هيٺينءَ سنڌ جي انهن ڇن پٿر جي ٽڪرين جي ڀَڃ ڊاهہَ مان نڪتي آهي، جيڪي حيدرآباد جي ڏکڻ واري گنجي ٽڪر کي شامل ڪندي، ڪراچيءَ کان مانجهند تائين ڪڏيل ليڪ جي ڏکڻ اوڀر ۾ واقع آهن ۽ جن مٿان ساڳي چوماسي جي هوا لنگهي ٿي. انهن تي پڻ گرمي پد جي گهاٽيءَ واڌيءَ ۽ هوائن جي چوهہ جو تَيتروئي اثر ٿئي ٿو، جيترو ڪڇ جي ٽڪرين تي. پر هڪڙو ان جو ٻيو وڏيڪ پڌرو ذريعو بہ آهي، ۽ بلانفورڊ موجب، اهوئي مکيہ ذريعو آهي، يعني سمنڊ جي پٽي ڇڏيل واري. ياد رهي تہ آڳاٽي زماني ۾، ويندي تاريخي دور ۾، هيٺينءَ سنڌ جي ماٿريءَ جي ڳچ ڀاڱي تي، خاص ڪري ان ڀاڱي تي جيڪو هاڻ ڊيلٽا جو علائقو سڏجي ٿو، سمنڊ هو. خود ڪڇ جو رڻ بہ شايد سمنڊ جي هيٺان هو. پوءِ وقت گذرڻ سان سمنڊ پٺتي هٽندو ويو ۽ پنهنجي پويان واريءَ جا ڍِڳَ ڇڏيندو ويو. تمام گهڻو وقت رکي رکي، هڪبئي پٺيان جيڪي بہ نوان ڪپر نروار ٿيندا ويا، سي پنهنجي پنهنجي واري، ڏکڻ اولهہ جي چوماسي هوائن جي واهہ سان، اُتر اوڀر جي مُلڪ ۾ کڻي ڪندا ويا ۽ جيئن تہ اِن ملڪ ۾ مينهن نالي ماتر پوندڙ هو ۽ ڪي بہ اهڙا وڏا

---

ﭘر انهيءَ کان اڳ جو وقت، جو "پِري ڪئمبريئن وقت" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. سو پڻ ليکجي تہ ڌرتيءَ جي عمر 2/1 4 ارب ورهيہ يا ان کان بہ سرس ٿي سگهي ٿي. ساهوارن جي لحاظ کان هوند هلندڙ جڳ کي "مٿين ساهوارن جو دور، " ان کان اڳي واري کي "وچولن ساهوارن جو دور" ۽ ان کان اڳي واري کي "آڳاٽن ساهوارن جو دور" چئي سگهجي ٿو. هاڻوڪي انسان، يعني نئين انسان کي، ڌرتيءَ تي نروار ٿئي اٽڪل ڏهہ هزار ورهيہ ٿيا آهن. سنڌ ڏيهہ جي پيدائش وچين جڳ جي پهرئين زماني جي چئي وڃي ٿي، ٻين لفظن ۾ سنڌجي سرزمين کي ڄائي کي 2/1 13 ڪروڙ ورهيہ ٿي چڪا آهن. ڌرتيءَ جي ڄمار لاءِ ڏسو: "ريڊرز ڊائجيسٽ" جي وڏي انسائيڪلوپيڊيائي لغت، (1964ع)، جلد پهريون، ص 365. - مترجم.

وهڪرا ڪونہ هئا. جي واري موتائي سمنڊ ڏي لوڙهي وڃن، سو سمورو مُلڪ واريءَ جي ور چڙهندو ويو.

ڏکڻ اولهہ جي هوا زور سان لڳندڙ هجي تہ ان واريءَ جي چُر پُر جو مشاهدو سمنڊ جي اڄوڪي ڪپر جي ڪيترن ئي هنڌن تائين سولائيءَ سان ڪري سگهجي ٿو. سنڌوءَ جي هيٺئين وهڪري سان لڳو لڳ، جتي رڻ جا وڏا وڏا دڙا نروار آهن، اُتان پڻ اها چُر پُر چڱيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿي. پري کان ڏسبو تہ گھاٽو دونهون نظر ايندو، جو زمين تي ور وڪڙ کائي رهيو هوندو، چڻ ڪنهن پوني جي باهہ. ويجهو وڃي ڏسبو تہ سچو وايو منڊل اُڏامندڙ واريءَ سان ڪاراٽيل نظر ايندو. ان مان ڪجهہ واري پري نہ ويندي آهي، ويجهيءَ ڇَڪَ ۾ ڪا رنڊڪ هوندي تہ ان جي اوٽَ ۾ پٽ نهڻ لڳندي، جا ورهين جا ورهيہ ان ساڳئي هنڌ موجود رهندي يا بنا پَڄڻ پُرڻ جي هوريان هوريان اڳتي وڌندي ويندي. پر اسان جو واسطو اُن واريءَ سان آهي، جا رڳو ڊاٻا ڪري ٿي، جتان چوماسي جي هوا وري زور شور سان جاري ٿي، ان کي ڏڪيندي، سنڌوءَ مٿان، واهن، ونڻ ۽ پوکن مٿان اُڏائيندي، ورهين پڄاڻا، شايد، ٿر پهچائي ٿي، جتي آخر ڪار هوا ان کي پريشان ڪرڻ جي سگهہ وڃائي ويهي ٿي ۽ اُها اُتي بيءَ پور ۽ خرابي ۾ ملي وڃي ٿي.

اِن منڊائتي سفر ڪندڙ واريءَ جو هڪ وڏو ذريعو ضرور سنڌوءَ جو اهو اڳوڻو پيٽ هوندو، جيڪو حيدرآباد جي اتر ۽ اوير ۾ آهي. ان پيٽ ۽ ٿر جي وچ ۾ اسان کي ڪيترن ئي هنڌن تي ڪئين اهڙا هيڪلا دڙا نظر ايندا، جن لاءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ پيٽ کان ٿر ڏي ويندي واٽ تي ترسي پيا آهن. آبپاشيءَ جي واڌاري ۽ اُن جي نتيجي طور سنڌوءَ جي ميدانن ۾ ساوڪ ۽ وڻراهہ جي وڌڻ ڪري اهو عمل تمام ڍرو ٿي ويل ٿو ڀانئجي. جڏهن پٽون چڱيءَ اوچائيءَ کي پهچن ٿيون ۽ انهن تي ساوڪ ڄمڻ لڳي ٿي، تڏهن اهي هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪرڻ لڳنديون آهن. اهو سوچڻ وقت تہ واريءَ جو اهو اپار وستار، جنهن کي ٿر سڏيو وڃي ٿو، اُتي ڪيئن اچي ڪٺو ٿيو هوندو، اسان کي اهڙا وڏا ويڪرا پَٽ خيال ۾ آڻڻا پوندا، جي، سنهي موسمي سبزي کان سواءِ گهٽي ڀاڱي بلڪل اگهاڙا هوندا. ٿر هزارين ورهيہ ضرور ائين ئي رهيو هوندو. منجهس اهڙيون رنڊڪون ورلي هونديون، جي واريءَ کي اُڏا ئي اچڻ کان روڪي سگهن. اِن تصور سان سنڌيءَ جو اِهو پهاڪو اَجهل دل تي تري اچي ٿو تہ: "ڦڙيءَ ڦڙيءَ تلاءُ."

اِن عظيم وارياسي جي رهواسين جي جيئڻ جو ڍنگ اوائل کان اڄ تائين خير ڪو متيو هوندو. هو گهڻو ڪري مالوند، ريڍار ۽ ٻڪرار ٿي پئي رهيا آهن. سنڌن ڪرت ۾ چر رڳڻ ۽ اُن وڻڻ بہ شامل آهن. پوک تڏهن ڪئي ويجي ٿي، جڏهن مهل تي پورو مينهن وسي ٿو، ۽ اها بہ پٽن جي وچ ۾ هيٺانهين زمين جي ٽڪرن تائين محدود رهي ٿي. هَرَ عام طرح اُنن کان ڏياريا وڃن ٿا. رڻ جي پاٿر ۾ لوڻ جا وڏا ويڪرا سَنَ آهن، جي مينهن ۽ سيمي سان پرجندڙ ڍنڍن جي پاڻيءَ سُڪڻ ڪري ٺهن ٿا. اِئين ٿي جيئن ڪاٺر جي ڪارين ڍنڍن ۾ ڪار جا سَن ٺهن ٿا. اِنهن سنن جو لوڻ ۽ ڪار ايامن کان اُتان جي ماڻهن جون گهُرجون پوريون ڪندا اچن ٿا، ۽ لڳي ٿو تہ گڏريل سَون ورهين کان اهي بيٺي شيون وڏي پيماني تي اُتي پيدا پيون ٿين.

ٿر جا اِهي مالوند ماڻهو ٿَرَ جي ڪکن ڪانين مان جڙيل چونئرن ۾ رهندا آهن، جن جي شڪل پراڻيءَ طرز جي گول گول مناري جهڙي ٿئي ٿي. اڏاوت جي اِن نموني ۾ ڪاٺ جي ڪا گهٽي لوڙ نٿي پوي، ۽ اسين بنا هٻڪ جي چئي سگهون ٿا، تہ اِهو نمونو اوائلي زماني کان اُتي هلندو اچي ٿو.

جيئن تہ ٿر جي اقتصاد جو مکيہ دارو مدار مال چارڻ تي آهي، سو ڪنهن سال برسات بنهہ نہ پوي يا لاڳيتا ٻہ ورهيہ ٿوري ٿوري پوي، تہ مُلڪ ۾ ڏُڪر منهن ڪڍندو. بُک وگهي چوپايو ۽ ريڍو مال گهڻو مرندو، چو تہ ڏنار تيسين مال کي رڻ مان نہ ڪڍندا، جيسين مينهن جي آس باقي هوندي. انت ۾، ڍورن ۾ ايترو سَتُ ئي نہ رهندو، جو پاڙيار مُلڪ ڏانهن مسافريءَ جي تڪليف سهي سگهن، سو ڏنار ڪين ڇڏي وڃڻ تي مجبور ٿيو وڃن. البت اُنن ۽ ٻاڪري مال کي گهٽ پوڳڻو پوي ٿو، ڇو جو منجهن ريگستاني ٻوٽن تي گذران ڪرڻ جي اهليت مڙيو ئي سرسُ هوندي آهي. پر پاڻي تہ مڙني جانورن کي کوهن منجهان هٿن سان ڪڍي پيارڻو پوي ٿو ۽ جڏهن ماڻهو پاڻ ريگستان منجهان لڏو پٽين ٿا، تڏهن جي هو ان مال کي هڪلي ونئي هلڻ جهڙا نہ هوندا، تہ اهو پڻ موت جو بک ٿي ويندو. اهڙن وقتن تي ٿر جا مکيہ گَسَ ڪڏهن ڪڏهن مارواڙ کان لڏي ايندڙ ماڻهن سان بہ ڳاهٽ نظر ايندا، ڇو تہ اُتي پڻ مينهن نہ پيا هوندا. کوهہ، جن منهنجان گهڻا ٻہ ٻہ ٽي ٽي سو فوٽ اونهان هوندا آهن. سي هڪڙي سال مينهن نہ پوڻ ڪري ڪو سُڪي ناهِن ويندا، پر انهن منجهان اهڙي اوکي سَمي پاڻي ڪڍڻ 'ڪاري دارد'.

رواجي حالتن ۾ ٿر جي سنڌ واري پاڳي جو مارواڙ، گجرات ۽ ڪَڇ سان
اُنن تي چڱو چوکو واپار هلي ٿو. روهڙيءَ ۽ کپري کان جيسلمير ويندڙ گس هاڻ
ايترو رڌل نٿا رهن، جيترا اڳي رهندا هئا. رڻ جي هڪڙي حصي منجهان ريل
جي هلڻ سان واپار جي ڪيترن ئي پراڻن رستن جي اهميت گهٽجي ويئي آهي ۽
اڄ وچ جا نوان رستا وجود ۾ اچي ويا آهن.

ايتريءَ اڄ وچ هوندي بہ هيءَ حقيقت پنهنجيءَ جاءِ تي آهي تہ ٿر جو
وارياسو سنڌ ۽ اوير وارن ڏيهن جي وچ ۾ هڪ اثرائتي ديوار آهي. محمود
غزنويءَ ۽ محمد بن تغلق جڏهن پنهنجن لشڪرن سان رڻ کي گجرات واري
پاسي کان پار ڪيو هو، تڏهن کين بہ اِن حقيقت جو احساس ٿيو هو. شهنشاهہ
همايون سخت گرمين ۾ ٿوري اتالي سان جيسلمير کان اِن رڻ مان لنگهندو
عمرڪوٽ آيو هو، جو کيس پڪ هئي تہ سندس دشمن سندس پٺ نہ وٺندا.
روايت آهي تہ جڏهن هن پنهنجو تخت وري ماٺيو، تڏهن هن راڻڪ ڏهر وٽ
گهڙيل پٿر (Cutstone) جي ٿانڪي نهرائي، جا سندس انهن ڏينهن جو يادگار
هئي، جڏهن هو وڏيءَ آئيءَ ۾ هو ۽ اُتان جي ماڻهن کيس پاڻي آٽي ڏنو هو. اهو
ڏهر هاڻ سنڌ جي حد اندر بنهہ سرحد وٽ آهي.

پر اِنهن بن چئن روماني قصن کي ڇڏي، سنڌ جي تاريخ ۾ ٿر جي ڪا
خاص اهميت نہ رهي آهي. سواءِ شهنشاهہ اڪبر جي، جنهن اتفاق سان
عمرڪوٽ ۾ اک پٽي هئي، اُن کي بہ ناميارا ماڻهو پيدا نہ ڪيا آهن. اِن
ويران ۽ سڄي ملڪ جي ٻنهي پاسي جيڪي بہ وهيو واپرايو آهي، تنهن کان
اُتان جا مالوند ماڻهو لاتعلق رهيا آهن ۽ کين اِن ڳالهہ سان خير ڪو واسطو
رهيو آهي تہ سندن حاڪم راجپوتانا جا آهن يا سنڌو ماتريءَ جا.

# حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. "هندستان جي ارضياتي سروي جون يادگيريون" جلد 35: لاتوش، "الهندي راجپوتانا جي ارضيات"، ص 13،
2. هه - ا - س - ي -، 35: لاتوش، "الهندي راجپوتانا جي ارضيات"، ص 37.
3. آر ڊي اولڊام، "هندستان جي ارضيات"، (1893ع) ص 457.
4. هه - ا - س - ي -، جلد 37، ڀاڱو 2: ڪاٽر، "سنڌ جا ڪارا سَن ۽ ڪار جي صنعت"
5. هه - ا - س - ي -، جلد 35: لاتوش، "الهندي راجپوتانا جي ارضيات"، ص 1.
6. بلانفورڊ ("الهندي سنڌ جي ارضيات"، هه - ا - س - ي جلد 17 1880ع، ص 155) چاٽائي ٿو:

"گنجي ٽَڪر تي چن پٿر جي متانهين متاڇري تي، ڪاڇي ڪاڇي، نمايان جهَريون پئجي ويون آهن، جن جو رخ عام طرح اوير 25 ڊگريون اُتر ڏانهن آهي. اهي جهَريون ظاهر آهي تہ هوا جي اُڏائي آندل واريءَ جي ڪاڻ ڪري نهيون آهن."

## باب ٽيون

# سنڌ جا ميدان ۽ سنڌو ندي

جيڪڏهن اسين، ويهين صديءَ جي هن ٻئي اڌ ۾، سنڌ اندر سياري جي شروعات وقت، سنڌو نديءَ جي هيٺينءَ ماتريءَ جي ان ڀاڱي ۾، جنهن کي دائمي واهه آباد ڪن ٿا، منزل ڪري، چوڌاري نظر ورائينداسون، ته اسان تي جيڪو تاثر ويهندو، سو شڪ ناهي ته ملڪ جي ٻي انت سرچائيءَ جو هوندو. اسان جي نگاهه ڪچيءَ ڪٽڪ جي تازيءَ ڇهڇ ساواڻ تان ٿيندي، جوئر جي نئين لُٽيل ٻنين جي سونهري ڪانگڙ تي پوندي، ۽ اُتان وري وونڻ جي فصل تي پوندي، جيڪو پوئين چونڊي تي هوندو ۽ جنهن جا ڦُٽل گوگڙو برف جي ڇاڻ جيان جَهرڪي رهيا هوندا. ڪڙين جي سنوت ۾ نهاربو ته ڪٿين گهر ۽ ديرا ٻٻر جا جهنگ، ۽ واهن تي ڇانَو ڪندڙ اُڀا وڻ ڏسڻ ۾ ايندا ۽ اسان کي ياد ايندو ته اهو نظارو ذري گهٽ ٽي سو ميل ڊگهي ۽ ٽيهن کان اسي ميلن تائين ويڪريءَ ايراضيءَ تي اهڙو ئي ڦهليل آهي. اها ايراضي پنهنجي قدرتي حالت ۾، جڏهن انساني هُنر ان کي ڇهيو نه هو، تڏهن ڪيئن هوندي، تنهن کي خيال ۾ آڻڻ لاءِ چڱي چوکي دماغ سوزي ڪرڻي پوندي.

تحقيق، آباديءَ جي انهيءَ سمنڊ ۾ "ريگستاني ٻيٽ" به آهن: واريءَ جا دڙا، آبپاشيءَ جي پهچ کان مٿي غيرآباد زمين جا ٽُڪرا، اُنهن کان هيٺ پرو جهنگ سان ڇانيل هيٺ مٿانهان ٽڪرا. پر پراڻيءَ سنڌ جي سچي تصوير ڏسڻ لاءِ اسان کي ٻئراجي علائقي کان اڳتي وڃڻو پوندو. اُتي اسان کي زمين توڙي پاڻيءَ جا اهڙا ڪيئي ڪليل وستار نظر ايندا، جيڪي ايامن کان سنڌ جي خاصيت رهيا آهن. جاتيءَ جي ڪلراٺن پٽن جي آر پار، يا وري پر ڳٽي جي ٻئي ڇيڙي تي، شهدادڪوٽ 'پٽ'. جي ساوڪ کان ٻنهه وانجهيل آهن. اُتي زمين جو ڪَپ اٿين نروار آهي، جئين ماني سمنڊ تي. ٻين هنڌن تي پڻ نظر سڌي وڃيو افق تي پوي: وڻ ٽڻ يا ٻي ڪا شيءِ، جا نظر کي رنڊائيندي، تنهن سان پڻ نظاري جي لس ۽ سج هيڪاري نمايان ٿيندي. سنڌو به ڦوهه ۾ اهڙو ئي ڏيک ڏئي ٿي. پوري چاڙهه وقت اُها ماٿهوءَ جي ناهيل بچاءَ بندن اندر ڏهه ڏهه ميل ويڪري ٿيو وڃي ۽ ڊيلٽا جو وڏو ڀاڱو ٻوڙيو ڇڏي. تڏهن به مٿس

پُراڻو نالو مِـنو درياءُ سونهي، ٿو. روهڙي ڊويزن ۾ ٻـي ڏنگا گاهه جا ميدان، ڪچي ۾ لٽين جابي انت جهنگل، ڪانهن سان چانيل ڏنڊون. اهي سڀ پڻ سـنڌ جا عام نظارا آهن. تحقيق، اسان جي ڪالهوڪيءَ سنڌ جو مرڪ هوئي بيجا ڦهلاءَ ۽ اٿاهه سُـج. هاڻ ٻنهي ڪي آبپاشيءَ جي واهن جي سائنسي چار هيٺ مطيع ڪيو پيو وڃي.

موجوده يڪرنگيءَ ڪيَ برابر قدرتـي نباتـات جي رنگارنگي سـڌاري ٿـي. قدرتي نباتات ۾ فرق اِن ڪـري آهي، جـو زميـن ڪيترن ئـي قسـمن جي آهـي. هڪ پاسي 'پڪو' آهي، يعني پراڻي لٽ وارا ٽُـڪرا، جن ڪي ڪڏهن درياهه جون شاخون يا اٿلون رجائينديون هيون ۽ هاڻ انهـن تـائين نٿيـون پهچـن: پڪي جي زمين ايتري تـہ سخت ۽ نهري ٿئي ٿي، جـو گهـوڙو هلندس تـہ واڄٽ پيئي ڪندي ان ڪي ڪچي جي زمين ڪـان ان جـو هلڪيـرو رنـگ الـڳ ڪري بيهـاري ٿو. اهو رنگ، جيئن اسين اڳتي هلي ڏسنداسون، ان ڪي ٽڪريـن ڪـان ملي ٿـو. اِتي اسان ڪي گدلي ڪندن پريـل ڪندي، ڪـرڙ يـا ٻي پـن لاٺـا ۽ ٻيريـون نظر ايندون، جو اِها وٽڪار نالي ماتر مينهن تي بہ ٽڪي سگهي ٿي.

ٻئي چيڙي تي وارياسو آهي. چڙوچڙ ميرانجهڙي واري ۽ ان سـان لاڳاپيل هلڪي زمين، ذري گهٽ اچي ۽ بناوت ۾ اُهڙي نفيس، جو پيـر لڳـڻ سـان اٿـو ٿيو وڃي. سنڌ جي مشهور ڏُوڙ، جا ايتري اهنج جو ڪارڻ بنجي ٿي، سـا پـڻ ان مان ئي پيدا ٿئي ٿي. وارياسي جا خاص ٻوٽـا آهـن: ڪپُ جيـڪـا ذري گهـٽ ٻـي پن ۽ ڏانڊين واري ٿئي ٿي ۽ ڪُـجهہ ڪجهہ الهندي يورپ جي هـڪڙي پيلـن گلن واري ٻـُروم (Broom) نالي ٻُـوٽي جهـڙي ٿـئي ٿـي، ڦـوڳ جيـڪـو ٻـي پـن شاخن جي جڙ تـہ نازڪ نازڪ چاري ٿئي ٿو، ۽ اڪُ جيڪو تندن وارين ۽ ڦهليـل ڏانـدين تـي ويـڪـرن پنـن وارو هـڪ ٻوٽـو آهـي. اِهـا هلـڪـي نـرم زميـن گهـٽـي گوناگون نباتات ڪي تاتي ٿي، ۽ اُن ۾ جتي پاڻي ٿئي ٿو، اتي تـہ پـاڻ ججهـي ۽ جام نباتات ٿئي ٿي.

سنڌ جي هڪ ٻي خاصيت اُتـي جي ڪـلر واري زميـن آهـي، جنهـن ۾ حد ڪـان وڌيـڪ لُـوڻ ٿيـن ٿـا. ان جي بنـاوت ۾ لـڳ يـڳ چاليهہ سيـڪڙو سـوڊيم سلفيٽ ٿئي ٿو. اِن زمين ۾، جـا رنـگ جي ذري گهـٽ ڪـاري ۽ چيڙهـالي ٿـئي ٿي، ڪـا نباتـات ڪـانہ ٿـئي، پـر گهـاٽي ڳـاڙهي وچولـي ڪـلر ۾ سلوا ڊورا جا



سنڌو ندي: لڪيءَ جي جبل ڏانهن ڏسندي.



'پَٽ'، يا اتر سنڌ جو رڻ پٽ.

ڪيترا قسم سنڌي ڪپڙ وغيره. عام تين تا، خاص هينئين سنڌ ۾. اُتر ۾، ساڳيءَ بناوت واري ڪلر ۾ اسان کي جهنگلي نيرُ ۽ ٻيا ننڍا ننڍا ٻوٽا ملن تا. اهي زمينون ڏسڻ ۾ ٻـُسيون ۽ اُجڙ تين. زير زمين پاڻي ڪلراٺي زمين جي مٿاڇري تائين چڙهندو تہ اڪثر پاڻ سان لوڻ بہ کنيو ايندو، جي پاڻيءَ جي سُڪڻ سان ڳتجيو وڃن ۽ شفاف قليار پيدا ٿيو پوي، جا ٻوٽن جي اوسر لاءِ سخت هاڃيڪار آهي. پروفيسر پگٽ اُن کي "برف جي شيطاني مذاق" سڏي، ان جي نهايت مناسب تشبيهہ ڏني آهي: پر سچ تہ ڪلر اپامڻ جو وقت ۽ اڪثر ڪري زمين جي ڏنگ کي واهن جي پاڻيءَ سان ناري سارين پوکڻ جو وقت بہ ساڳيو هوندو آهي. اهڙيءَ زمين جو وري آباديءَ لائق ٿيڻ تڏهن ٿي ممڪن ٿئي ٿو، جڏهن ڪلر گهٽو هيٺ تائين موجود هجي ۽ ريج جي پاڻيءَ سان گڏ مٿي اُبري نہ سگهي.

ڪلر کي ڇڏي ڪچي ڏي اچڻ سان ڇڻ تہ اڪيون ٺريو پون، اهو ڪچو، جنهن کي هر تازي ٻوڏ رابو ۽ گپ ڪري ڇڏيندي آهي. هيءَ زمين حيرتناڪ حد تائين زرخيز آهي. پاڻيءَ جي لهڻ کان مهينو بہ پوءِ سنڌوءَ جي پر ۾ نروار ٿيل لَٽ جا پونا اڪيچار مور، سان ساوا ٿي ساوا لڳا پيا هوندا، جنهن جو ٻيجو پر وارن جهنگن کان لڙهي آيو هوندو، ۽ جيڪڏهن اها مور ايندڙ ٻوڏن ۾ لڙهي نہ ويئي تہ سال کن ۾ اُتي ننڍين ننڍين لئين جو گهاٽو جهنگ لڳو پيو هوندو. واهن جي رحايل علائقي جي پلي ۾ پلي زمين، جنهن کي پڻ سنڌوءَ جو ٿورو گهٽو لَٽُ هردم نوبنو ڪندو رهي ٿو، سا اُپت ۾ ڪچي جي پلي ۾ پليءَ زمين سان ورلي ئي پڄي سگهندي. چوتہ تمام پليءَ زمين کي ڇڏي، پڪي جون باقي سڀ زمينون هر مند ۾ فصل ڪٽڻ جي ڪري ڍليون ٿينديون وينديون آهن.

سنڌوءَ جي تر ۾ زمين جا مکيہ قسم اجهي اهي آهن. اِن زمين جا ويهہ هزار ميل چورس ڏسڻ ۾ بلڪل سڌا آهن، پر حقيقت ۾ ٻنيءَ لاهيءَ وارا آهن: سنڌو نديءَ جي عام رخ جي موافقت ۾ ڊگهائي ڦاڪ واري لاهي، ۽ ساڳيءَ چوٽيءَ کان پهرينءَ لاهيءَ سان گوني ڪنڌ تي ٻي ۾ گهٽ باقاعدي لاهي. زمين جي سطح جي اها ترتيب ندين جي وهڪري جي ٽئين مکيہ پاڳي يعني انهن جي پيچڙين وارن علائقن لاءِ مخصوص هوندي آهي. اِهو اهڙين ندين جي ٻن خاصيتن جي ڪري ٿئي ٿو: پهريون ان ڪري جو سندن پيٽ ۾ ايتري گنجائش نہ هوندي

آهي، جو گهٽي ڪان گهٽ سيلابي پاڻي ڪٺي سگهن. بيو ان ڪري، جو سندن پاڻيءَ ۾ لٽ جو وڏو انداز رکجي وڃي ٿو.

ڪو وڏو ارضياتي زمانو ناهي گذريو، جو جتي هاڻ اُتر اولهه هندستان جا پٽ ۽ گنگا جي ترائي آهن، ان جي وڏي حصي تي سمنڊ هوندو هو. ٽرشري زماني ۾ پر وارين ٽڪرين جي نرروار ٿيڻ تي نيون نديون وجود ۾ آيون، جن پراڻين سان گڏجي، اُها زمين رچائڻ شروع ڪئي، جتان سمنڊ پنتي هٽندو تي ويو. سمنڊ جو اهو پراڻو پيٽ هاڻ لٽ جي دڙن سان پريل آهي، جيڪي هزارين فٽ اوچا آهن. اهو لٽ سڄي جو سڄو ندين جو آندل آهي. اهي نديون ٽڪرين منجهان نڪرنديون، زور سان وهنديون، ٽڪرين ڪان هيٺ واري پٽ ڪي، جيڪوڪجهه اُنهن جي ٻاهرين پاسن جي لٽ سان نهيل ٿئي ٿو، اونهو ڪرڙينديون، سندس عام مٿاڇري ڪان ڪيترائي ميل اڳتي وهنديون هينيرو هليون وڃن ٿيون. نديءَ جي وهڪري جو هيءُ بيو مرحلو آهي، جنهن ۾ اجا ٻه ايترو لاهه ٿئي ٿو، جو سندن وهڪرو هر مند ۾ چوهه وني سگهي ٿو. انهن ندين زمين کي ڪرڙي ڪرڙي ڪيئي ميل ويڪرا پيٽ، جن کي کدر (Khadir) سڏيو وڃي ٿو، ناهيا آهن، جن جي اندر اهي هر گهڙيءَ ور وڪڙ ڪائينديون وهنديون رهن ٿيون. هوڏانهن، هڪڙيءَ نديءَ ۽ ٻيءَ جي وچ ۾ مٿانهين پٽ جو ڊگهو پوٺو يعني 'ينگَر' ٿئي ٿو. پنجاب جو اُتر اوير وارو اڌ انهيءَ شِڪل جو آهي. مهٽ سهٽ ۾ پاسن جي ڪاڌ جي ڪري لٽ جو وڏو انداز پاڻيءَ ۾ ملي وڃي ٿو، جنهنڪري ندين جي رفتار گهٽجي وڃي ٿي، سندن ترو مٿي تي وڃي ٿو ۽ اهڙيءَ ريت سندن رخ ڦيرائڻ وارو لاڙو جهڪو ٿي وڃي ٿو. ۽ اُن ٽئين مرحلي ۾ اهي نديون پنهنجي پسگردائيءَ واريءَ زمين جي مٿاڇري ڪان گهٽ هيٺ نه وهنديون آهن، جيئن سنڌو نديءَ جي صورتحال سنڌ ۾ آهي.

انهن ندين ۾، هماليا جبل جي ڪجهه برف ڳرڻ ۾ هينين چيرن ۾ برساتن پوڻ جي ڪري، چاڙهه چوٽ تي پهچيو وڃي ۽ منجهن پاڻيءَ جو وهڪرو عام مند جي پيٽ ۾، وڏيو ويهوڻ ڪان چاليهوڻ ٿيو وڃي، ساڳيءَ طرح، سندن ويڪر وڏيو ڏهوڻ ڪان ويهوڻ ٿيو وڃي ۽ سندن وهڪري جي رفتار ٿڌيءَ مند واريءَ رفتار ڪان ٻيڻي ۽ منجهن لٽ جو بار ٿڌيءَ مند جي پيٽ ۾ تمام گهڻو ٻه ٽي سگهي ٿو. سندن پراڻا پيٽ (Khadir) ڪنن تائين پرجي سگهن ٿا، پر وڏي ۾

وڏو چاڙهہ بہ پوني جي اُوچن ڪنارن ڪي اورانگهي نہ سگهندو. البت پائي سگهي ٿو. پيچڙيءَ واريءَ ايراضيءَ ۾ نديءَ جو پيٽ چاڙهہ لاءِ پورو نٿو پوءِ ۽ لڙاتيل پاڻي ٻنهي پاسن کان اُٿلي، ملڪ ۾ ڪاهيو پوي. اُن مرحلي تي ان جي رفتار ڪافي گهٽجي وڃي ٿي، ۽ لَٽ جو انداز پڻ. پهرين سيني ۾ گهٽ ڳرا ۽ ڪُندن وار ذرڙا، پوءِ گهٽ ڳرا ذرڙا، تان جو سيني ۾ ننڍا ذرڙا، واٽ تي ستبا ويندا، ۽ اتل جيئن جيئن درياءَ کان پري ٿيندي ويندي، واٽ تي رهجي ويندڙ لٽُ بہ تيئن تيئن گهٽبو ويندو. اِهو سِلسِلو جيئن جاري رهي ٿو، تيئن ملڪ جي مٿاڇري تي درياءَ کان هيٺ ايندڙ جهڪيون جهڪيون لاهيون .نهنديون وڃن ٿيون، ۽ درياءَ ڪنهن اڻ لٽاسي نديءَ وانگر ماتريءَ جي سڀ کان هيناهين ياڳي منجهان وهڻ جي بدران هڪ ويڪري سنڌر (Ridge) تان وهڻ لڳي ٿو. دير يا سوير درياهہ ان سَنڌرَ مٿان پاڻ لاهي ويندو، ۽ ڪو نئون پيٽ ناهي، وڃي اُتان وهندو. اِن نئين پيٽ سان بہ تري مٿي ڪرڻ ۽ سنڌو ناهڻ وارو ڍلو عمل وري شروع ٿي ويندو، پراڻي ۽ نئين چڙهيل پٽن جي وچ ۾ ماتري جڙي ويندي ۽ آخرڪار درياءَ ان ۾ ڏوڪي پوندو ۽ ان کي بہ مٿي ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو.

اهڙيءَ ريت، سڄي ملڪ جو مٿاڇرو، سنڌوءَ جيڪي دڳ وقت بوقت ورتا آهن، تن موجب ايامن کان وني مٿي ٿيندو رهيو آهي: جن ڍورن کي لٽاشو پاڻي باقاعدي ملندو رهي ٿو، سي اِن پاڻيءَ جي بند ٿيڻ تي هوريان هوريان لٽجي وڃن ٿا. جي ڍورا وڏيڪ پري ٿين ٿا، سي اُن پاڻيءَ سان پرحن ٿا، جنهن جو لَٽُ اڳيئي چنبجي ويل هوندو. عام لاڙو اِهو آهي تہ جيڪي هيناهيون مٿانهيون نروار ٿين ٿيون، سي وري ڪاڇيو ڪاڇيو نڪريو وڃن. بهرحال، سنڌ جي ميدان مان آرپار گذربو تہ هڪبئي پنيان اهڙا ڪيئي ڪاڏل 'سَنڌرَ' ۽ انهن جي وچ ۾ تراڪيل 'ماتريون ملنديون، توڻي جو اُهي ائين آسانيءَ سان نظر نہ اينديون ڏگهائي ڦاڪ جي لحاظ کان، سمنڊ ڏانهن لاهي عملي طرح يڪسان ۽ موافق ملندي.

سنڌوءَ ۾ ڦاٽل لٽ جو وڏو حصو تہ برابر وهڪري سان گڏ هيٺ لُڙهي ويندو آهي. پر اُن جو وڏو انداز پيٽ ۾ ئي دڙين جي شڪل ۾ رهجي وڃي ٿو، جن جي ڪري، جيئن اڳيئي بيان ٿي چڪو آهي، پاسن تان اُٿل جون چنبڻيون نهنديون آهن. اهي آبڪلاڻيءَ ۾ نوان مڪيہ ڦاٽ تي ڪم اچي سگهن ٿيون، جڏهن تہ پراڻا ڦاٽ اورانجي وڃن ٿا. اهڙيءَ ريت، درياءَ جو رُخ ۽ ڦهلاءَ تفصيل

۾ مَنجهي وجي ٿو. ساڳيءَ ريت، پيٽ ۽ ڪنڌين جي مٽيءَ جي حالت سموري لهواري وهڪري دوران لاڳيتي ڦرندي رهي ٿي. درياءُ ڪي پنهنجي رفتار پنهنجي پيٽ ۽ ڪنڌين جي سهڻ سگهه موافق رکڻي پوي ٿي، ۽ جتي مٽي سولي پُري ويندڙ هوندي، اتي ان کي پنهنجو وهڪرو تراکڙو ڪري رفتار ناهڻي پوندي. درياءُ کي پنهنجي وهڪري کي ائين هيڪاري ڏکو ڪرڻو پوي ٿو ۽ اُن لاءِ ائين وهڪري کي ڏکي ڪرڻ جو هڪڙو ئي طريقو آهي، جو آهي ورن وڪڙن کي وڌائڻ جو.

انهن لاڳيتين مڪاني ڦير ڦارين ۽ پيچ گهڙن جي برخلاف، جڏهن به درياءُ کي گهوڙي جي نعل جهڙي وڪڙ کي پيچي سڌو وهڻو پوي ٿو، تڏهن اهو پنهنجي ڊيگهه قائم رکڻ لاءِ ساڳيءَ ڊيگهه جو نئون وڪڙ ناهي ٿو. سنڌوءَ جو پختو لاڙو پنهنجي عام رُخ ۽ وهڪري قائم رکڻ ڏانهن آهي. ايامن جا ايام اها پنهنجي ڪَنڌي جي ٻنهي پاسي پنجن ڇهن ميلن کان وڌيڪ پري نه ويندي. درياهه جي پاسن کان وڌي انداز ۾ پاڻيءَ جو اٿلڻ ڪا نئين ڳالهه ڪانهي. پنهنجي قدرتي حالت ۾ به درياءُ اها ليٽ ڪندو رهندو هو، ۽ ائين ڪري ان پنهنجو رُخ ورلي ئي مٽايو هوندو. دراصل اڳي انهن واٽ وارين اٿلڻ جي ڪري سنڌوءَ ۾ وهندڙ پاڻي سمنڊ ڏانهن ويندي جيئن پوءِ تيئن گهٽبو ويندو هو.

سنڌ ۾ سنڌوءَ جي هاٺو ڪي وهڪري جي سڀ کان وڏ مکيه خاصيت آهي اُن جو سکر وٽ چن پٿر جي هينانهين ٽَڪر منجهان لنگهه. اهو ٽڪر سکر کان ميل ٻه اُتر اولهه ۾ شروع ٿي، روهڙيءَ وٽان لنگهندو، چاليهارو ميل ذري گهٽ سڌو ڏکڻ طرف هليو وڃي ٿو. درياءُ ٽڪر منجهان هڪ چور لڪ پار ڪري لنگهي ٿو، ان چورلڪ جي منهن وٽ ٻکر جو ٽاڪرو ٻيٽ آهي. ٻکر کان هيٺ ۽ ساڌ ٻيلي واري ٻيٽاريءَ کان مٿي درياءُ جو پيٽ اورار کان پرار تائين پڙا ڇهه سؤ وال آهي. انهيءَ وٽيءَ کان اويارو درياءُ جي پيٽ جي ويڪر وڏ ۾ وڏ آهي ۽ درياءُ اُتي ٻارهن ميلن جي پکيڙ وٺي ٿو (1). پهرينءَ نظر ۾ اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته درياهه آخر ڇِپن جي اِن سوڙهي لنگهه منجهان ڇوٿو وهي، جڏهن ته رڳو ٻه ميل اُتر طرف ڪيئي ميل ويڪرو لٽاسو پٽ پيو اٿس. جيڪو نسبتاً وڌيڪ هينانهينءَ وارو به آهي ۽ جتان لنگهي، اهو هيٺ پنهنجي موجوده وهڪري سان ملي به سگهي ٿو. اهو نه، ته ٻيو ڏگ به اٿس. چور لڪ کان مٿي

اهو پنهنجي ڪابي پاسي واري رخ کي ڦهلائي، اهڙي ميدان منجهان وهي سگهي ٿو. جيڪو لاهيارو وجي. ناري ماتريءَ ۾ پوي ٿو ۽ اهڙيءَ ريت روهڙيءَ واري ٽڪر جي اوير کان لنگهي ٿو اُن اِنهن پاسن ڏي بي انداز پاڻي نيڪال بہ پئي ڪيو آهي: تنهن هوندي بہ اُهو گذريل ستن صدين (پختي تاريخي ثابتيءَ موجب) ۽ شايد اجا وڌيڪ مُدي کان بکر واري چور لڪ منجهان وهندو رهيو آهي.

انهيءَ سوڙهي پيٽ سان درياءَ جي وفاداريءَ جو سبب اِن چور لڪ جي ڪشش واري سگهہ آهي. اِن وٿيءَ جو ترو چاڙهہ واري مٿاڇري کان ڪي سانيڪو فوٽ هيٺ آهي، يعني ان کان وڌيڪ اونهو. جيترو تورو اوپارو درياءَ جو ترو آهي. هت اسان کي پاڻيءَ جي مٿاڇري جي قدرتي گهٽ واڌ کي نہ ٽٽندڙ زنجير ڪري سمجهڻو پوندو. جا اجهل طريقي ان چور لڪ منجهہ ڇڪجيو وڃي ٿي. پر اِهو سوال پنهنجي جاءِ تي آهي تہ نيٺ بہ سنڌوءَ اِها واٽ ورتي ڪيئن؟ ڏرتي علم جو ڄاڻو، آر. ڊي اولڊام، ان جي سمجهاڻي اجها هيئن ڏئي ٿو: "قديم زماني ۾ سنڌو خيرپور وارين ٽڪرين جي ڇوڏاري جيڪو ميدان آهي، اُتان لنگهندي هئي ۽ اُن جو پيٽ لٽ جي گڏ ٿيڻ سبب مٿيرو ٿيندو رهندو هو. انهيءَ عمل جي پوئين مرحلي ۾، پر موجوده حالتن جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ، اها پنهنجي هاڻوڪي وهڪري جي اوير ۾ وهڻ لڳي ۽ اتي زمين جو مٿاڇرو مٿي ڪري اولهہ کان وجي نڪتي. تيستائين اُن جي لٽ جو مٿاڇرو ايترو مٿي ٿي ويو هو. جو اهو خيرپور ٽڪرين ۾ روهڙيءَ وٽ هڪ وٿيءَ سان هڪ سطح تي اچي بيٺو. جيئن تہ انهن ٽڪرين جي ڏکڻ ۾ ستيل لٽ جو مٿاڇرو اتر واري مٿاڇري کان شايد گهڻو گهٽ هوندو، سو سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي هڪوار، جو انهيءَ وٿي منجهان دڳ مليو، تہ اُن ستت ئي دائمي طرح اُتان وهڻ شروع ڪري ڏنو"(2)- يعني چور لڪ جي تري کي تيز وهڪري سان ڪرڙي ڪرڙي، وڌيڪ اونهي ڪرڻ سان.

اولڊام اهو نتو ٻڌائي تہ بکر واريءَ وٿيءَ منجهان لنگهڻ کان اڳ سنڌوءَ سمنڊ تائين پهچڻ لاءِ ڪهڙو دڳ ورتو هو. آءٌ اڳتي هلي اِن سوال جي جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس. انهيءَ وچ ۾ اسين پنهنجو ڌيان درياءَ جي هيٺئين وهڪري ڏانهن ڦيرائي سگهون ٿا.

سائنسي لحاظ کان لٽاشين ندين جي وهڪري جي ٽين مکيہ ورچ ڊيلٽا واري آهي ۽ سنڌ قدرتي طرح سچي جي سچي انهيءَ ورچ ۾ اچي ٿي. سنڌوءَ لاءِ طبعي طرح اجا بہ ممڪن آهي تہ پرگٺي جي اُترين حد جي ويڪرائي ڦاڪ کان گهٽو متي ٻن شاخن ۾ ورهائجي، سمنڊ ڏي وجي، ۽ اڳاٽي زماني ۾، جڏهن هاٽوڪي زمين جي گهٽي پاڳي تي سمنڊ هو. تڏهن سنڌو لاشڪ ائين ئي ڪندي هئي. تاريخي زماني ڏانهن ايندي، اسان سنڌوءَ ڪي ورهاڱي جي هاٽوڪي هنڌ کان ڪي سو ميل متي ۽ تڏهوڪي ساموندي ڪپر کان بظاهر ايتري ئي پنڌ تي ٻن شاخن ۾ ورهايل ڏسون ٿا. سنڌوءَ جهڙي لٽاشي درياءُ جو ڊيلٽا، تلهي ' کي، اُتي ٺهندو آهي، جتي ان جي پاڻيءَ کي سمنڊ جي جهَلَ تيندي آهي. اهو ' ٿي نتو سگهي تہ سمنڊ جو اهو اثر ان هنڌ تائين ڦهلجي ويندڙ هجي، جنهن هنڌ درياءَ انهن سو سو ميل ڊگهين شاخن ۾ ورهائجي ويو ٿي. اُهي شاخون ان ڳالهہ جو منڊ هيون تہ شروعات واري تشڪيلي اثر ڪڏهوڪو هٽي چڪو هو ۽ سچ پڇ تہ گهو هيٺ. شايد ٻنهي هاٽوڪين شاخن جي مُنهن تائين ئي اُهو جاري هو، پر ' پراڻو نمونو بہ ڪافي مدت اُهو ئي قائم بيٺو هو. اهڙيءَ ريت، هڪڙي وڏي بيڪار ڊيلٽا سان گڏوگڏ هڪ يا وڌيڪ ننڍا سر گرم ڊيلٽا ساڳئي وقت موجود رهي پئي سگهيا.

جيئن تہ نئين ڊيلٽا کي پراڻي ڊيلٽا کان، نالا ڏيئي، ڌار ڪرڻ عملي طرح ممڪن نہ آهي، آءٌ پڙهندڙ کي ٻنهي جي وچ ۾ جيڪو مکيہ فرق هو، سو ياد رکڻ لاءِ چوندس: پُراڻي وڏي ڊيلٽا ۾ درياءُ جي شاخن جي وچ واري زمين ان جي پاسن يا متان واري ٻيءَ زمين کان ڪنهن بہ لحاظ کان مختلف نہ هوندي، پر نئين يا سرگرم ڊيلٽا جي زمين هردم ليٽ جو شڪار هوندي ۽ ٻوڏن وقت بنهہ ٻڏي ويندڙ هوندي.

سرگرم ڊيلٽا درياءُ ۽ سمنڊ جي وچ ۾ ڇتاپيتيءَ جو ميدان ٿئي ٿو، جنهن جي نتيجي ۾ نئين زمين سرجندي رهي ٿي. درياءُ جو پاڻي، سمنڊ کي آڏو ايندو ڏسي، لڳ ڀڳ وڃٽي جي شڪل ۾ ڦهلجي وڃي ٿو ۽ پاڻ سان آندل گپ سٽيندو رهي ٿو، تان جو زمين ٺهي پوي ٿي، جا هوريان هوريان سمنڊ جي سطح کان متي ٿيندي وڃي ٿي (3). ڊيلٽا جيئن جيئن اڳتي وڌندو، درياءُ جي پيٽ ۽ متاڇري جي لاهي تيئن تيئن هري هري گهٽ ٿيندي ويندي، ڇو تہ ان جي پيٽ

جي ڊيگهه وڌندي ويندي، هوڏانهن سمنڊ جي سراسري سطح ساڳي ئي رهندي.
جنهن لڪ منجهان اها نئين زمين جڙي تي، سا خاص ڪري ڪُنڊري ٿئي تي،
ڇو ته ان ۾ درياءَ ۾ لڙهي آيل لٽ جا ننڍي ۾ ننڍا ذرڙا تين تا، وڏا ۽ ڳرا ذرڙا
اڳين منزلن تي ڇنڊجي رهجي وڃن تا. انهن سببن جي ڪري، ۽ سنڌوءَ جي
حالت ۾ سمنڊ طرفان پيرتيءَ وقت مدافعت وڌڻ جي ڪري پڻ، درياءُ اوس
شاخون ڪرڻ لڳندو، جي پاڻ دوشاخيون تي ويندڻيون ۽ لٽ سمنڊ ۾ اُڇلائيندڻيون
ويندڻيون ۽ وڄڻي جي شڪل واري سامونڊي دڙي جي پڪيڙ وڌائيندڻيون ويندڻيون.
اهو دڙو هوريان هوريان سمنڊ جي پاڻيءَ منجهان ٻاهر نڪرندو ايندو.

سنڌوءَ جي ڊيلٽا ۾ درياءُ جون سڀ شاخون سنڌو ناهي، پاڻُ مٿي ڪنديون
ويندڻيون آهن، ساڳئي لَٽَ جي گڏ ڪرڻ واري عمل سان، جنهن جي تشريح
لٽاشن دريائن جي هيٺئين وهڪري جي سِلسلي ۾ اڳيئي ٿي چُڪي آهي.
هتي تَرو نسبتاً تڪڙو مٿي ٿئي تو، ڇاڪاڻ ته جڏهن ٻه اهي شاخون تار
هونديون، (۽ نه رڳو چاڙهه واريءَ مند ۾،) تڏهن ويرن جي دٻاءَ جي ڪري اهي
ڪنڌين ڪان اُٿلي هلنديون ۽ پر واريءَ زمين کي ٻوڙي ڇڏينديون. درياءُ جي
انهن شاخن جي وچ ۾ جيڪو هيٺانهون پٽ ٿئي تو، سو ليٽ جي پاڻيءَ لاءِ
قدرتي ذخيري جو ڪم ڏئي تو. اهي ذخيرا ويرين جي آلٽ وقت خالي ٿيو وڃن،
۽ ڪجهه پاڻي موٽي شاخن ۾ وڃيو پوي ۽ سندن پائڻ واريءَ سگهه کي وڌايو
ڇڏي. اهڙيءَ طرح اهي شاخون نهايت ئي ناپائدار تين تيون، ۽ ڊيلٽا جو ڪو ٻه
نقشو ناهبو ته اهو سال ٻن جي اندر بيڪار ٿي ويندو.

نباتات ڊيلٽا جي ڪچيءَ زمين کي پڪو ڪري، سنڌوءَ جي ٻوڏ ۽
چوماسي جي سمنڊ جي ڪاڻ جي حملن ڪان بچائڻ جو ڪارگر ڪم ڪري تي.
مٿئين ڀاڱي ۾ مُلڪ لئين جي مورِ سان چانيل ٿئي تو ته هينتي پَنِ ۽ ڊبَ
پنهنجين ٻري تائين ويندڙ پاڙن سان ڌرتيءَ کي ٻڌل رکن تا. ڪپر جي ويجهو
وير جي ڪارين ۽ لوڻ جي سنن ۽ تمر وڻ جي ڪثرت ٿئي تي. هـن تَر جهڙي
قدرتي طرح پلي ۽ زرخيز زمين سنڌ ۾ ٻيو ڪٿي ٻه ڪانهي، پر آبهوا غير
صحتمند اٿس، اِن ڪري اتي رهڻ توڙي پوکي راهي ڪرڻ بلڪل جوکائتو ڪم
آهي. ٻيلن جي هڪجهڙائيءَ ۽ زمين جي سِڌ سنوت جي ڪري هـن علائقي ۾
هڪ عجيب قسم جي يڪساني پيدا ٿي پيئي آهي.

وڏي دلچسپيءَ واري ڳالهه درياءَ جي ڊيلٽائن ٺهڻ جي رفتار آهي، يعني هڪ خاص مدت اندر ڪيتري زمين سمنڊ ۾ حد دخلي ڪري ٿي. انهيءَ ڏس ۾ ڪوجنا جي شروعات نيل نديءَ سان ٿيل ڏسجي ٿي (4). نيل جي ڪوجنا وارن انگن اکرن کي سنڌو نديءَ تي ڪيل ڪوجنا جي انگن اکرن سان ڀيٽڻ معلوماتي ثابت ٿيندو, ڇاڪاڻ جو ٻيئي لڳاسيون نديون آهن ۽ پنهنجي وهڪري وغيره ۾ وڏي مشابهت رکن ٿيون. جيتوڻيڪ هونئن ڪجهه خاصو فرق به اٿن.

نيل ماٿري اسوان وٽ 'پهرئين آبشار' کان وٺي قاهري وٽ ڊيلٽا جي منهن تائين اٽڪل 525 ميل ڊگهي آهي، پر ويڪر جي سراسري رڳي چار ميل اٿس ۽ رڻ جي "ڇپُن"جي وچ ۾ وڌ ۾ وڌ پندرهن ميل موڪري ٿيندي. نيل انهيءَ سوڙهي پٽي اندر لڏندي لمندي، سنڌوءَ جيان پنهنجي ئي منداٿيءَ ليٽ مان ناهيل سَنڌرن تي وهي ٿي. نيل جي ساليانی ليٽ سنڌوءَ جي اُتل کان گهٽي وڌيڪ نيمائتي ۽ وقتائتي آهي. اُن ۾ پاڻيءَ جو وڌ ۾ وڌ سراسري وهڪرو گهٽو گهٽ آهي: 4 لک مڪعب فٽ في سيڪنڊ جي ڀيٽ ۾ 3 لک مڪعب فٽ في سيڪنڊ. اهو فرق ٻوڏن وقت پاڻيءَ ۾ لٽ جي نسبت جي لحاظ کان ته هيڪاري وڌيڪ آهي: سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جي 327 پتين پويان هڪ پتي لٽ جي هوندي آهي، جڏهن ته نيل ۾ اها نسبت 666 پتين پويان هڪ پتي آهي (5).

ڪٿ ڪئي ويئي آهي ته سنڌو، ٻوڏ جي سو ڏينهن ۾، لٽ جا ڪي 11 ڪروڙ 90 لک مڪعب وال سمنڊ ڏي ڪٽي هلي ٿي، جڏهن ته نيل لاءِ سڄي سال جو انگ، تلهي ليکي، 4 ڪروڙ مڪعب وال آهي. اِن مقدار سان زمين جا ترتيبوار 38 چورس ميل ۽ 13 چورس ميل هڪ وال تلهي لٽ سان ڍڪجي وينداا (6). اِن مان ظاهر آهي ته ٻنهي ندين جي ڊيلٽائن جي اوسر لاءِ جوابدار ٻيون ڳالهيون برابر هُجن، ته سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي وڌڻ جي رفتار نيل کان ٽيڻي بلڪ اڃا به سرس هوندي. حقيقت ۾، اهو فرق عربي سمنڊ جي زوردار ويرين جي ڪري ڪجهه گهٽ ٿي وڃي ٿو، خاص ڪري چوماسي جي مُند ۾، جا سنڌوءَ جي آبڪلاٽيءَ واريءَ مند سان نهڪي اچي ٿي. يونوچ سمنڊ ۾ ويرون ٿين ئي ڪونه.

اهو ثابت ڪري سگهجي ٿو ته نيل جو ڊيلٽا ڊِگهائي ڦاڪ جي لحاظ کان 1300 ورهين جي مُدي اندر 38 ميل وڌيو آهي. يعني سال ۾ 29 وال: پر گذريل صديءَ دوران واڌ جي رفتار تمام گهٽ رهي اٿس. سنڌوءَ جي ڊيلٽا جون

پڙتالون ان پوئين عرصي ۾ ئي شروع ٿيون آهن: ۽ پهرينءَ تقابلي چڪاس ظاهر ڪيو تہ ڏهن ورهين ۾ درياءَ جي مڪيہ ڦاٽ جون ڪنڌيون 3 1/3 ميل وڌيون (7). ٻئي طرف، درياءَ جي انهن شاخن جي مُنهن وٽ ڪنڌين ۾ چڱي سوس آيل ڏٺي ويئي، جيڪي پهرينءَ پرتال وقت سرگرم هُيون، پر پوءِ منجهائن پاڻيءَ جو نيڪال ڪو خاص نہ رهيو هو. اِن مان اهو نہ سمجهيو وڃي تہ ڪو سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي واڌ، ٿوري يا گهڻي، اُن جي سمنڊ ڏانهن سڄي اُپيٽيل رُخ سان هِڪجيتري ٿي آهي يا ٿئي ٿي. پر سچ پچ تہ اُن جي، درياءَ جي مکيہ شاخ جي سامهون تہ تمام تکڙي واڌ آهي، پر اُن جي پاسيرن ننڍن مُنهن جي اڳيان نسبتاً ڍري جوڙ جي باقي ڀاڱي سان، جو درياهہ جي جوڙ جو وڏي ۾ وڏو ڀاڱو آهي، ساموندي ڪپر ليک وڏي عرصي تائين هڪ هنڌ بيٺل بہ رهي سگهي ٿي ۽ مڪاني طرح اُها ڪن حالتن ۾ پٺتي بہ هٽي سگهي ٿي. پوءِ درياهہ ڪنهن ٻئي منهن وٽ وڃي وڏو جوڙ ڪندو، ۽ اُن جي ڊيلٽا جي تکڙيءَ واڌ جو هنڌ بہ بدلي ٿي ويندو.

زمين، نسبتاً ٿوري مدي اندر، سمنڊ ۾ جي تمام گهڻيون حدخليون ڪيون آهن، تن جي ثابتي موجود آهي، پر سمنڊ جي حدخلين جي ڪا خاص ثابتي ڪانهي. مثال طور، اسان کي پتو آهي تہ سنڌوءَ جي جوڙ وٽ سنہ 1873ع ۽ 1904ع جي وچ ۾ اٽڪل 97 چورس ميل نئين زمين جڙي هُئي (8). ائين ڊيلٽا جي سمنڊ منهين رُخ جي مرڪز وٽ ٿيو هو، ۽ اُهي واهڙ اجا بہ اُتي آهن، جن مان مکيہ وهڪرو لنگهي ٿو. گهارو ۽ ڪوري ڪاريون، جي ڊيلٽا جون حدون آهن، تن جي وچ ۾ ڊيلٽا جو ڪپر جيڪو ونگ ناهي ٿو، زمين تنهن کان بہ ڪافي اڳيرو هلي وڃي ٿي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ واڌ جي رفتار کي ڊيلٽا کان مٿيرو درياءَ تي هوريان هوريان بندن ٻڌجڻ سان وڏي هٽي مِلي آهي. بندن جي اِن ڪم کي، جيڪو ڪيترن ورهين کان ڪو ٿورو ٻچيل هو، سنہ 1930ع ڌاري ليٽ جا باقي ٿورڙا هنڌ بند ڪري، پورو ڪيو ويو (8 الف). اسان کي خبر آهي تہ درياءَ جا مکيہ جوڙ هڪ صديءَ کان بہ وڌيڪ مدي کان ڊيلٽا جي ساڄيءَ ٺي جاءِ يعني مرڪز جي ويجهو آهن. انهيءَ کان اڳ اهي پرتي اُتر اولهہ ۾ هُئا. سنڌوءَ کي ڊيلٽا جي ڏکڻ اوير واري ڀاڱي جي شاخن منجهان گهڻو پاڻي پوري نيم سان موڪلڻ بند ڪئي، ڪي بہ سو ورهيہ ٿي ويا

هوندا، تڏهن بہ ائين نٿو لڳي تہ هاڻ انهيءَ هنڌ سمنڊ وارو پيو وني ۽ زمين تي کا خاص چڙهت ڪري آيو آهي. اِن مان اوس اهو انومان ڪڍڻو ٿو پوي تہ سمنڊ جون ويريون هروڀرو رڳو زيان ڪندڙ نہ آهن: لهرين جي سٽڪي سان دريا ءُ جو آندل ۽ سٽيل نرم لٽ پختو بہ تہ ٿيندو هوندو (9).

هڪ وڏيءَ دلچسپيءَ وارو لاڳاپيل سوال هيءُ آهي تہ سنڌوءَ سنڌ جي زمين جو مٿاڇرو ڪهڙي حساب سان مٿي ڪيو آهي.

اِن جي جواب لاءِ اسين وري بہ نيل لاءِ ڪيل ڪاٿن جو سهارو وٺي سگهون ٿا. انهن ڪاٿن مان جيڪي انگ اکر ملن ٿا، تہن موجب هر صديءَ ۾ ٿن کان اٽڪل پنجن انچن تائين چاڙهہ ٿيو آهي (10). نيل جي لٽاشي ماٿريءَ جي ايراضي پهرئين آبشار کان وٺي ڊيلٽا جي منهن تائين 2100 چورس ميلن کان ٿوري سرس آهي ۽ خود ڊيلٽا جي ايراضي ان جي چوٿ مس ٿيندي. هيٺينءَ سنڌوءَ جو ڪچو منڻ ڪوٽ وٽ پنجند جي سيلاب ڪان ڳٽبو تہ، ڊيلٽا کي جڏي، گهٽ ۾ گهٽ 20 هزار چورس ميل ٿيندو (سنڌوءَ جو ڊيلٽا نيل جي ڊيلٽا کان گهڻو ننڍو آهي). تلهي ليکي، هيٺينءَ سنڌوءَ جي لٽ مان نهيل زمين جي ايراضي نيل جي جوڙيل ايراضي کان ٻيڻي ڳڻي سگهجي ٿي.

جيئن تہ سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ لٽ جو مقدار نيل کان ٽيڻو ۽ ان جي ليٽ نيل کان هڪ ڀاڱي ٽي پٽيون وڌيڪ آهي، سو اسان اهو انومان ڪڍي سگهون ٿا تہ سنڌوءَ جو ڪچو پکيڙ ۾ لٽاسي مصر جي ايراضيءَ کان گهٽ ۾ گهٽ ٻيڻو آهي تہ ان جو مٿاڇرو مصر جي صديءَ اندر ڇئن انچن واري چاڙهہ کان تہ ضرور وڌيڪ چڙهيو هوندو. گهٽ ۾ گهٽ اُنهن علائقن ۾، جيڪي سنڌوءَ جي انهن پيٽن جي ويجهو آهن، جن مان اها پويان بہ ٽي هزار ورهيہ وهندي رهي آهي. خوش قسمتيءَ سان موئن جي دڙي واري پَڊ جي کوٽاين انهن ڪچن ڪاٿن جي قيمتي چڪاس موجود ڪري ڏني آهي: ۽ هاڻ ائين سمجهيو وڃي ٿو تہ سنڌو گذريل پنجن هزارن ورهين ۾ جنهن پٽ تان خاص ڪري وهندي رهي آهي، تنهن جو وچون ڀاڱو ٽيهہ فٽ، يعني هڪ صدي ۾ ست انچ، مٿي ٿيو آهي. ڪٿ ڪئي ويئي آهي تہ درياءُ سو ورهين کان جا هڪڙي واٽ وٺي وهندو رهيو آهي، تنهن جي سنوت ۾ زمين جو مٿاڇرو لڳ ڀڳ هڪڙو فوٽ چڙهيو هوندو. اتان جيئن پري وڃبو، سراسري چاڙهہ تيئن گهٽبو ويندو (11).

اهو ذهن نشين رهڻ گهرجي تہ هينينءَ سنڌوءَ جي هاٿو ڪي روش ان جي قدرتي حالت واريءَ روش کان گهٽي ڦريل آهي. هي جو درياءَ جي ٻنهي پاسن کان ڊيلٽا جي منديءَ تائين لاڳيتا بچاءَ بند ٺهي ويا آهن، سي ٻوڏن وقت درياهہ جي ليٿ کي پراٽي زمين جيان گهٽو پري وڃڻ نٿا ڏين. اِن جو اثر اهو ٿو ٿئي تہ ٻوڏن جو زور لهوارو ٿو ٿئي ۽ ٻنهي پاسي بچاءَ بندن جي وچ واري سوڙهي ڪپرائتي زمين چڙهندي وڃي ٿي، جنهن جي ڪري اِهو خطرو وڌي ويو آهي تہ جڏهن بہ ڪي وڏا ڪنڌ پيا تہ درياءَ ڏگ ئي مٽائي ويندو.

بچاءَ بندن جي پريان جا زمين آهي، تنهن کي هاڻ سنڌوءَ جو پاٽي اٽسڏيءَ طرح يعني واهن جي معرفت ملي ٿو. ڪي واهہ تہ پاٽي بہ سَو ميل ڪٽي، وڃي اهڙي هنڌ پهچائين ٿا، جتان درياءَ رڳو بہ سو وال پري آهي! بئراج واري علائقي ۾ واهہ انهن پور وچوٽ تراڪڙن سنڌرن (12) جي سنوت ۾ ڪنيا ويا آهن، جي ڪڏهن سنڌوءَ جا پيٽ هوندا هئا. انهيءَ طريقي سان وچ واري سموري زمين سنڌن پهچ اندر اچي ويئي آهي. واهن جي تري جي لاهي اهڙي آهي، جو انهن جو پاٽي پاڻ سان ڪنيل لٽُ سولائيءَ سان لوڙهيندو، وڃي ٻنين ۾ پٽاري سگهي ٿو. اِها هترادو آبپاشي ملڪ لاءِ اهو سپ ڪجهہ پوري نيم ۽ وڏيءَ پورنتا سان ڪري رهي آهي، جيڪي ڪجهہ درياءَ جي ليٿ ڪتي ڪتي ۽ ڦرنڊڙ گهرنڊڙ نموني ۾ ڪندي هئي. سال بسال درياهہ جي پُراڻن پيٽن جا نشان ميساربا پيا وڃن. انهن پيٽن ۽ ڇاڙن جي وهڪري جي واٽ اڄا تائين اُتان جي ماڻهن کي چڱيءَ پر ياد آهي، جو هنن لاءِ زمين جي متاڇري ۾ فٽ ٻن جو فرق پوکي راهيءَ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. تجربيڪار نظر وارو ماڻهو، ٻنين منجهان لنگهندي، انهن تانگهن ڊورن کي ڏسي، جهٽ سهي ڪري ويندو تہ اهي ڇا آهن، پوءِ ڪٽي انهن متان لنگهندڙ هترادو ڪڙيا ۽ ڪنڌيون نظر کي پاڻ ڏانهن ئي ڇو نہ ڇڪي وٺندا هجن. اهي تانگها ڊورا وڏي پيماني تي هوائي جهاز تان چٽيءَ ريت ڏسي سگهجن ٿا. جيڪو پٽ گهوڙي تان مستطيل ٻنين ۽ سڌن واهڙن سان ايڏو هيٺ متانهون ڏسڻ ۾ ايندو، سو پنجن هزارن فٽن جي اوچائيءَ تان 'ندين' جي ڏنڊلايل پاڇاون سان ليڪيل لڳندو. اهي 'نديون' ميلن جا ميل وڏي شان مان سان لڏنديون لمنديون هلنديون نظر اينديون ۽ سنڌن خاڪا سنڌن ڇاتيءَ تي بيٺل فصلن جي پَلَ جي ڪري اڪثر چٽا ۽ صاف ڏسڻ ۾ پيا ايندا.

جيتوڻيڪ بچاءَ بندن جي لاڳيتي سلسلي سنڌوءَ کي ان جي ليٽ جي قدرتي نيڪال کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. پر سکر وٽ ان منجهان جيڪو وڏي مقدار ۾ پاڻي ڪڍي، واهن کي ڏنو وڃي ٿو، سو ان محروميءَ کي ڪنهن حد تائين دور ڪري ٿو. پر اسان کي اهو ياد رکڻو پوندو ته واهه پنهنجي گنجائش کان وڌيڪ پاڻي نٿا کڻي سگهن. جڏهن ته سکر وٽ سنڌوءَ جو وهڪرو وڏي چاڙهه وقت ان جي وڏ ۾ وڏ سراسريءَ کان ٻه ڀيڻو ٿيندي ڏٺو ويو آهي (13). اهڙين حالتن ۾ ڪنهن نه ڪنهن کي رستو ڏيڻو ئي پوندو. ۽ 1942ع ۾ اسان سکر کان مٿي بندن کي ٻنهي پاسي شڪستو ٿيندي ۽ اڳاٽي زماني جي سيلاب جو ناٽڪ وري رچندي ڏٺو. تنهن سال پاڻي جو زبردست وستار سکر ۽ شڪارپور جي اُتر ۾ هيٺاهينءَ وارين ايراضين ۾ ڪاهي پيو هو، ۽ ٽن چئن ميلن جي پکيڙ ۾ اولهه ڏانهن وڌيو هو ۽ پهرين ڏکڻ اولهه ڏانهن ۽ پوءِ ڏکڻ ڏانهن مڙندو، ڪي 180 ميل لتاڙي، وڃي منڇر ڍنڍ ۾ پيو هو (14). سکر بيگاري بند جي اڏاوت کان اڳ ٻه ٻوڏ جو پاڻي اهوئي رخ وٺندو هو. لاڙڪاڻي ضلعي جي ماڻهن کان ان ئي ٻوڏ جون ڳالهيون ٻڌبيون هيون ۽ خير ڳهربو هو ته شل وري اهڙي ٻوڏ نه اچي. اها ٻوڏ پنهنجي رستي جي ٻئي اڌ ۾ سري ڍنڍ کان اڳيرو اولهه پاسي هيٺانهين ۾ هيٺانهين ماٿري وٺندي آهي ۽ اُتي ليٽ جي پاڻيءَ سان سنڌوءَ جي لٽ ۾ ٽڪرين جو رائو ٻه اچي گڏجي ٿو.

اڳئين زماني ۾ اجا مٿي اُتر ۾ ڪشمور کان هيٺيرو سنڌوءَ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ تان جا اُتل ٿيندي هئي، سا پڻ ڪڏهن لڳ ڀڳ اهوئي رستو وٺندي هئي. هيءَ ٻوڏ سرحدي ضلعي (جيڪب آباد) منجهان ذري گهٽ سنڌو الهندو طرف وٺندي هئي ۽ وري گهٽ وڌ اهو ئي رستو وٺي، جتي درياءَ جي لٽ ۽ ٽڪرن جو رائو پاڻ ۾ ملن ٿا، مهل وٽان ٿورو ڏکڻ طرف مڙندي هئي، ۽ وڃي بگي ديري ۽ دوستعليءَ جي وچ ۾ پهرين ڇاٽايل ٻوڏ واريءَ واٽ سان گڏبي هئي. انهيءَ ليٽ جي ٻئي اڌ وارو هيٺالهو اڳي "سنڌ چنڊڻ" (Sindh Hollow) جي نالي سان مشهور هو (15).

ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو ته اُتر الهندي سنڌ جي انهن ٻنهي وڏين ٻوڏن کي اُتر ۽ اولهه وارن ٽڪرن تان وهي ايندڙ باراني پاڻيءَ جون ڇڙون هيڪاري وڌائي ڇڏينديون هيون: يعني ته سنڌوءَ جي سخت ٻوڏ وارن انهن ئي ڏينهن ۾ اڪثر زبردست بارشون به پونديون هيون.

سنه 1942ع واري زبردست چاڙهه ڪابيءَ ڪنڌيءَ تي روهڙيءَ ڪان مٿي قاسمپور بند ۾ ٻه ڪنڌ هٽي، ناري جي مٿين پاڳن تائين ملڪ ٻوڙي ڇڏيو هو. اهو تر اڳئين زماني ۾ ٻه ٻڏندو هو. پر درياءَ ۽ رڻ پٽ جي وچ ۾ روهڙي ڏويزن جي مهاندي مان ئي ظاهر آهي ته اهو علائقو هميشه ڪان ٻوڏن جي وڪڙ ۾ ايندو رهيو آهي (16). سيني ۾ وڏيڪ ڏيان جوڳي ۽ نيم تي ايندڙ ٻوڏ اها هئي، جا سنڌوءَ مان اتل ڪائي، بهاولپور رياست جي غوثپور واري ڊوري (17) ۾ ايندي هئي. ان جو پاڻي ڪي 120 ميل لتاڙيندو، ناري ڪان ڳچ پنڌ هيٺ هليو ويندو هو. پراڻ اهو سمورو تر ڊورن ۽ ڪڙين سان ليڪيل آهي، جي درياءَ جي پراڻن پيٽن سان ڳنڍيل آهن. درياءَ ڦوهه ۾ اچي اتل ڪائيندو، ته انهن منجهان گهڻن جو پاڻي ٻه عام ٻوڏ ۾ شامل ٿي ويندو. تڏهن ٻه ائين سمجهڻ غلط ٿيندو ته آبڪلائيءَ وقت ليٽ جو پاڻي ڪو ملڪ جي آرپار هروپرو وڏيءَ ويڪريءَ پکيڙ ۾ لنگهڻ تي هريل هو. اڪثر ڪري اهو روايتي سيلابي گهارن (Flood Channels) مان وهندو هو ۽ انهن جي پيٽن ڪي ڪرڙي وڏيڪ اونهو ڪري ڇڏيندو هو (18). اهي گهارا ٻه جڏهن پرجي تار ٿي ويندا هئا، تڏهن اُتلي پوندا هئا ۽ شايد منجهانئن شاخون ٻه ڦٽي نڪرنديون هيون. هتي اسان صديون اڳ ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ آبپاشيءَ جون جيڪي مکيه رڳون هيون، تن جو مول منڍ ڏسي سگهون ٿا، مثال طور گهاڙ ۽ الهندي ناري جهڙا واهڙ. انهن مهان واهڙن تي ڪاٽيءَ جي مٽيءَ جي ڪنڌين (Spoil Banks) جي نه هجڻ ۽ سنڌن زبردست ورن وراڪن مان ئي پڌرو آهي ته اهي پنهنجو پاڻ نهيا آهن (19). سنڌن وڏيءَ عمر جو اندازو هن حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌن وهڪري جي واٽ لاڳيتين ماتري - ليڪن يا ڊورن سان لڳو لڳ نتي هلي، جيئن اڳ ضرور هلندي هوندي. ظاهر آهي ته انهن واهڙن ٻه، خود سنڌوءَ جيان، نئين زمين ڪڍي هوندي. (20). انهن جي برخلاف، ڪابيءَ ڪنڌيءَ تي جن پراڻن ڦاٽن بابت قياس ڪري سگهجي ٿو ته اهي سنڌوءَ جا سائو گهارا هوندا، تن مان گهڻن ملڪ جي هيٺانهن علائقن مان ور وڪڙ واٽ ٿي ورتي. اهي گهڻو پوءِ جا پيدا ٿيل پاڻئجن ٿا (21).

ڊيلٽا جي اڳوٽي علائقي ۾، جو حيدرآباد کان ٿورو ڏکڻ ۾ شروع ٿي ٿيو، جيڪي مکيه واهه جهڙوڪ ڪلري بگهاڙ، پنياري ۽ سـَـتو هئا، تن بابت

اهو عام مشهور آهي ته اهي ڪنهن نه ڪنهن زماني ۾ سنڌوءَ جا سمنڊ ۾ مڪيه ڇوڙ هئا.

تقريباً هزار يا وڌيڪ ورهيه اڳ سنڌ جي مجموعي صورت ڪهڙي هئي، هاڻ اسان اُن جو نقشو چٽڻ شروع ڪريون ٿا. اِنهيءَ پروسي سان ته اسان جا انومان ڪي گهڻا گٽل نــ هوندا. اڄ حد درجي جي زرخيزيءَ ۽ حد درجي جي ويرانيءَ ۾ جيڪو فرق نمايان آهي، سو تڏهن گهڻو وڌيڪ اتاچرو هو ۽ سڄي يا برپٽ زمين جي پيٽ ۾ سائي يا آباد زمين تمام ٿوري هئي. پر درياهه جي ٻنهي پاسن کان وٽڪار يا ٻيلن جو پٽو تڏهن اڄوڪي زماني کان وڌيڪ وڏو هو. اهو پٽو شاخن ۽ سائو گهارن سان لڳو لڳ ٿي هليو، جي سنڌوءَ مان ٿوري ٿوري پنڌ تي ائين ٿي ڦٽي نڪتا، جيئن وڻ مان لامون. انهن ٻيلن ۾، اڄوڪن ڪچي وارن ٻيلن جي پيٽ ۾، شايد گهٽ ڳرو ڪاٺ هوندو هو. اڄوڪن ٻيلن ۾ درياهه جي ٻنهي پاسن کان بچاءَ بندن نهڻ جي ڪري آبڪلاٽيءَ وقت جيڪو اونهو پاڻي بيهي وڃي ٿو، تنهن تي خاص ڪري ٻاهڻ ۽ ٻبر چڱو ٿئي ٿو. پر اسان کي يقين رکڻ گهرجي ته جنهن به ڊوري يا ڪڏ ۾ پاڻي نيم سان بيهندو يا لنگهندو هو، سو لئيءَ ۽ ڪنڊي جي جهڳٽن سان ڇانيل هوندو هو. ٻيلي جي اُچائيءَ ۽ گهاٽائيءَ مان ٻوڏ جي رواجي مدت معلوم ڪري سگهبي هئي (22). نيمائتن سائو گهارن جي ڪڙ وني، سنڌوءَ کي جيئن جيئن پنٽي ڇڏبو وڃبو هو، ساوڪ تيئن تيئن ڇڊي ٿيندي ويندي هئي، ڇو ته اُتي پاڻيءَ جو سراسري مدو هر سال جي ڇئن مهينن مان گهٽجي هر ٻئي يا ٽئين سال جا ڪي ٿورا ڏينهن، يا شايد اجا به گهٽ ٿي ٿي ويو. پڇڙيءَ ۾ ڏسبو ته گهارو سُسي سُسي هڪ ٿانگهو راڳو پيو نظر ايندو. ۽ آسپاس ڪي ٿورا ڪنڊيءَ ۽ ٻير جا قد ماريل وڻ مس هوندا. جو اِهي سوڪهڙي جي ڊگهن عرصن ۾ به ٽڳي ڇاڻن. انهن وڻن جي اهڙي هنڌ موجودگي ڏيکاري ٿي ته پاڻي بعضي بعضي رڻ جي تاساريل سڄ جي وچ ۾ به پهچي ٿي ويو.

خاڪيءَ مٽيءَ جا اِهي وستار، گهڻو ڪري هر قسم جي نباتات کان وانجهيل، ڪٿي لوڻ جي قُلين سان پريل ۽ ڪٿي ڇڊي ۽ سنهي جهنگ سان ڇانيل، سنڌ جي وڏي ڀاڱي تي پکڙيل هئا. پر انهن جو بيان به تيترو ئي ورچائيندڙ آهي، جيترو انهن کي ڏسي ڏسي، نظر جو ڪڪ ٿي پوڻ.

وري درياهه ڏانهن ايندي، اسان کي ميرانجهڙي واريءَ جا ڏڙا بيلن واري پٽي مان نڪتل ۽ ڪيترن ئي چورس ميلن جي ايراضيءَ تي ڦهليل ڏسڻ ۾ ايندا. اهي ان ڳالهه جو اهڃاڻ هوندا ته هتان ٻوڏ جي پاڻيءَ جو ڪو نئون عارضي گهارو ڦٽو هوندو. ساڳيءَ طرح، مختلف گهارن جي دڳ مٽ پنيان کهري لٽ جا ڍڳ ڇڏي آئي هوندي. انهيءَ جي برخلاف، انهن گهارن سان لاڳاپيل ترائيءَ جا وسيع ڦهلاءَ سَر جي جهمٽن سان ڇانئيل هوندا ۽ نهرن ۽ ڦاٽن جا پراڻا اونها ڪاذل پيٽ ڍنڍون ٿي رهندا، جن جون پڪون شاهوڪار ۽ گوناگون نباتات سان پريل هونديون. اهي ڍنڍون توڙي ٻيا ڍورا، جن ۾ اتل جو پاڻي ذري گهٽ سڄو ورهيه به بيٺل رهي ٿو، تن جو گهڻو تعداد ۽ وڏي پکيڙ سچ پچ ته اڳاٽيءَ سنڌ جي خاص وصف هئي. انهن ۾ نمايان جاءِ هاڻي جيان اڳ به ايامن کان منڇر ڍنڍ جي رهي هوندي. هيءَ ڍنڍ وچينءَ سنڌ اندر، الهندن ٽڪرن ۽ درياهه جي وچ ۾ هڪ اونهو هيٺالهو والاري ٿي. نه رڳو ٽڪرن جي وڏي حصي تان وهي ايندڙ ڇرن جو پاڻي انهيءَ ڍنڍ ۾ پوي ٿو، پر مٿينءَ سنڌ ۾ درياءَ جي ساڄي ڪنڌيءَ جي ليٽ به ان ۾ وڃي پوي ٿي. ان کي وڏيڪ باقاعدگيءَ سان پاڻي پهچائيندڙ الهندو نارو هو، جنهن جو ذڪر سنڌوءَ جي تمام جهوني سائو گهاري جي حيثيت ۾ اڳيئي ٿي چڪو آهي. ان واهڙ جو پاڻي، آبڪلاڻيءَ جي مند ۾، ور وراڪا کائيندو، ڪي ڏيڍ سو ميل لتاڙي، وڃي منڇر ۾ پوندو هو. ٻنهي جي وچ ۾ سڌو مفاصلو 80 ميلن کان ڪو ٿورو وڌيڪ ٿيندو. ڍنڍ جو واڌو پاڻي اڙل واهه جي معرفت سنڌوءَ ۾ وڃي پوندو هو، پر اُهو تڏهن جڏهن سنڌوءَ ۾ پاڻي چاڙهه واري مٿاڇري کان گهڻو هيٺ هوندو هو. هوڏانهن، جڏهن سنڌوءَ ۾ ٻوڏ ايندي هئي، تڏهن اها پڻ اڙل واهه جي معرفت منڇر کي پاڻي ڏيندي هئي: اهڙيءَ طرح اهو عجب اسرار ٿيندو هو ته هڪ واهه يا نديءَ کي ابتو وهڻو پوندو هو (23).

اسين سنڌوءَ بابت اهو سوچڻ تي هري ويا آهيون ته اها پنهنجي ڊيلٽا جي دوشاخي تائين، وچ تي ڪن ننڍڙن ڪڙين ۽ ڦاٽن کي، جيڪي ٻئي مکيه پيٽ کان ڪو گهڻو پري ڪونه ٿا وڃن، ڇڏي، هڪ ئي وهڪري ۾ وهي ٿي. درياهه جي وهڪري بابت ان سوچ کي هٿي ڏيڻ جو ڪارڻ شايد هيءُ آهي ته ٻاويهه صديون اڳ سڪندر اعظم جي جن ساٿارين سنڌوءَ تان بيڙا هاڪاريا هئا، تن پنهنجن بيانن ۾ ان جي برخلاف ڪجهه ناهي ڄاڻايو. جيڪڏهن اسان جاگرافيءَ


CONTOURS
IN FEET ABOVE SEA LEVEL
OF THE LOWER INDUS PLAIN.
WITH SOME PROBABLE ANCIENT COURSES AND
BRANCHES OF THE RIVER WHICH THEY SUGGEST.
THE BED OF THE MODERN INDUS INDICATES
ITS MAXIMUM AVERAGE OSCILLATIONS.
ROCKY ELEVATIONS BLACK: SANDY ELEVATIONS SHADED.
SCALE IN MILES
ARABIAN
SEA



ٽرجي رڻ پٽ ۾.



منڇر ڍنڍ: مهاڻا رڇ وجهي رهيا آهن.

جي ڇاڙهو عربن جي ان سڌيءَ ساک کي تہ سنڌن وقت ۾ درياءُ وچينءَ سنڌ ۾ ورهائجي، هڪ وسيع علائقي کي پيئائون ڪندو، وري اچي هڪ ٿيندو هو (24)، ڏيان ۾ نہ بہ رکون، تڏهن بہ جن قدرتي حالتن جو جائزو اسين وني رهيا آهيون، تن هيٺ اسان کي ڪنهن اهڙيءَ ئي صورتحال جي توقع رکڻ کپي. سراسري طور، اهو قبول ڪرڻ گهرجي تہ اهڙي ٻني وهڪري جي ڏيگهہ جيتري وڏي هوندي، ٻنهي شاخن جي دائمي طرح وهڻ جو امڪان تيترو گهٽ هوندو، ۽ اها ڳالهہ 'سامايل' ڊيلٽائن جي شاخن سان بہ لاڳو ٿي سگهي ٿي.

هتي هڪڙي وڏي سائو گهاري يا درياءُ جي پراڻي پيٽ جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. ان کي سنڌوءَ کان آجو سمجهڻ مناسب ٿين دو، توڻي جو ان کي درياءُ جي ليٽ جو پاڻي ملندو رهيو آهي. هيءَ اهائي هندستان جي 'وچايل ندي' آهي، جيڪا گهڻو ڪري 'گهاگهڙ' يا 'هاڪڙو' ۽ بعضي بعضي 'شنڪر' يا 'نالا شنڪر' جي نالي سان سڏجي ٿي ۽ جنهن جو ذري گهٽ اڌ سنڌ منجهان لنگهي ٿو. هت انهيءَ نديءَ جي هڪڙي خاص ڀاڱي جا الڳ الڳ نالا آهن: ريڻي، واهندو، نارو ۽ هاڪڙو. اِها عجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ ان جو رخ تلهي ليکي سنڌوءَ جي رخ سان نهڪي اچي ٿو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ اوير طرف ويهن کان ستر ميلن جو مفاصلو آهي.

ان جا نشان هڪ لاڳيتي ڦاٽ جي شڪل ۾ ملن ٿا. ان جو مٿيون ڀاڱو ٿر واري رڻ جي پاسي کان لنگهي ٿو، ۽ هيٺيون ڀاڱو ٿر جي پيچرڙيءَ سان مليل آهي. هاڪڙي کي آڳاٽي وقت جي هڪ باقاعدگي ندي سڏائڻ جو ڪٿي ڪيترو بہ حق هجي (ان حق جي چند ڇاڻ بہ ڪبي)، اهو گهڻي وقت کان ٻين ندين جي ليٽ کي پاڻ ۾ سمائيندو رهيو آهي. هاڻوڪي زماني ۾ تہ بيشڪ اهو سنڌوءَ جي ڳري ليٽ، غوثپور واري ڊوري جي معرفت، جنهن جو ذڪر آءٌ اڳيئي ڪري آيو آهيان، ڪٺندو رهيو آهي، ۽ شايد ان شاخ جي ليٽ بہ، جيڪا 'هارياري' يعني 'ڪيڙيندڙ' جي نالي سان سڏجي ٿي ۽ جيڪا ستلج ۽ چناب جي دوآبي کان هيٺ ٿي پنجند سان پور وچوٽ هلي ٿي (25).

صدي کن ٿيندي تہ روهڙيءَ جي بلڪل مٿان هڪڙو واهہ کڏيو ويو هو، جيڪو هاڪڙي جا ڪي بہ سو ميل ڪٽي ويو آهي (ان ڀاڱي کي 'نارو' چيو وڃي ٿو (26). پوءِ اُن واهہ جو منڍ سکر بئراج مان ڪيو ويو هو. ناري ۾

قدرتي نديءَ وارا سڀ وصف آهن: اهو تانگهيءَ ماتريءَ منجهان وجي ٿو. ڪٿي تہ موڪر بہ ٽي ميل بہ اٿس، پر واريءَ جا ريٽ بہ ڏاڍا اٿس. درياءُ جي ليٽ ان ماتريءَ کي يڪ ڪان يڪ تائين ٻوڙيندي رهي آهي. پر لنگهي بہ تُرت وڃي ٿي (27). نارو هاڪڙو جڏهن ڪليل ميدان ۾ اچي ٿو، تڏهن ٿر جي ڪَر جي ويجهو رهي ٿو ۽ اتان ڏکڻ ڏي هلندي وڏيڪ ڇتي نديءَ جي ڏک ڏئي ٿو.

سنڌ ۾ هاڪڙي جو مٿيون ڀاڱو نسبتاً گهڻ مشهور آهي ۽ پوين ٿورين صدين ۾ شايد ٻوڏن جي وڪڙ ۾ بہ ايترو گهٽو ناهي آيو. جيترو ناري وارو هيٺيون ڀاڱو. حالانڪ مٿئين ڀاڱي کي اڳين وقتن ۾ وڏيڪ جهجهي، ٽوٽي جو بيقاعدي، ليٽ ملندي هُئي. اها ليٽ ڪٿان ايندي هُئي؟ هي سوال وڏيءَ دلچسپيءَ وارو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جو واسطو مٿئين هندستان جي هاڻوڪين ندين جي آڳاٽي رخ ۽ وهڪري سان آهي ۽ وڏي واد و واد جو ڪارڻ بڻيو آهي (28).

هاڪڙي جي سيني ۾ پڌري پاڻي پَرو خود سنڌو آهي، جنهن جي ليٽ غوثپور واري ڊوري جي معرفت وهي ٿي. مٿينءَ سنڌ جي ٽالپر حاڪمن جا پويان، جن جُون زمينوون ناري تي جانوجيءَ لڳ آهين. تن وٽ ڪنهن وڏيڪ ڏورانهين ذريعي جي ڪا روايت ڪانهي (29). تنهن هوندي بہ، هاڪڙي جي پيٽ جا اهڃاڻ پنتي بهاولپور ۽ بيڪانير رياستن منجهان لاڳيتا لنگهندا مِلن ٿا ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ اهو آخرڪار ڪيترين ننڍين ندين، خاص ڪري گهاگهڙ، مرڪندا، سرسوتي ۽ چيتانگ، جي ميلاپ مان نڪري ٿو ۽ اولهہ ۾ ستلج ۽ اوپر ۾ جمنا جي ڇوڙن جي وچ ۾ سواليڪ ٽڪرين مان اُسري ٿو. انهن نهرن جون پاڻي جهٽيندڙ ايراضيون (Catchment areas) تمام ننڍيون آهن ۽ برسات تي مدار رکن ٿيون، سو اهو سمجهڻ غلط ٿيندو تہ ڪو انهن جي پاڻي سڄا سارا 800 ميل وهي وڃي سمنڊ ۾ پوندو هوندو (30). هي جو بهاولپور ۽ بيڪانير جي علائقي ۾ هاڪڙي جو پيٽ ايترو ويڪرو ڏيڍ سو ميلن جي مفاصلي تائين ٻن ميلن ڪان بہ سرس آهي، تہ اِن جو سبب پڪ ئي پڪ هماليا جي رجيل برف مان نهندڙ هڪ نہ ٻي نديءَ جي ليٽ هوندي.

ان مان ظاهر آهي تہ ڪنهن وقت جمنا، جا پاڻ ميل ڪن ويڪري آهي، سا پڻ چيتانگ جي هڪ پُراڻي پيٽ جي جي معرفت هاڪڙي کي پاڻي ڏيندي هئي (31). سنڌو هاڪڙو ۽ گنگا ۽ ترايـن جي وچ وارو هيٺانهون سـنڌو

(watershed) اڃڪلهه چيتانگ ۽ جمنا جي وچ ۾ آهي. پر گنگا ندي، جا اُتاهين هماليا جي لتاشي ندي آهي، سا اڳي انهيءَ سَنڌر تان وهندي هُئي ۽ بنهي پاسن کان بيپرواهيءَ سان اُتلندي رهندي هُئي ۽ اڳيرو وجي پنهنجي سَنڌر تان کسڪي، ڏکڻ طرف لهي تي ويئي. چيتانگ، پاور وٽ، گهاگهڙ يا هاڪڙي سان اچي مِلي تي. سامهين يعني ساڄيءَ ڪنڌيءَ تي ستلج جي پراڻن پيٽن مان نڪرندڙ سائو گهارن جا نشان آهن، يا تي سگهي ٿو ته اِها سڄي ستلج ندي هُجي، جا ٿن هڪبئي کان ڪافي ڏورانهن هنڌن تي هاڪڙي سان اچي ملندي هجي. انهن منجهان اوياري ۾ اويارو ۽ سيني ۾ گهٽ ڇتو چيتانگ جي سنگم کان ڪي 25 ميل متي پاتنر وٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو (32). ترتيب ۾ ٻيونمبر، جو ستلج جو هڪ پراڻو انگڙ ونگڙ پيٽ آهي، هاڪڙي سان بهاولپور جي بنهه حد اندر ولهار وٽ اچي ملي ٿو. معلوم ائين ٿو ٿئي ته اِهو ستلج جي هڪ پراڻي وهڪري مان ڦٽندو هوندو، جيڪو پٽندا ۽ مالوٽ مان ٿيندو وهندو هو ۽ ان جو رخ تلهي ليکي هاڪڙي جي شاخ واهه وارو هو (33). انهن ڳنڍيندڙ ڦاٽن مان ٽيون بهاولپور شهر کان ويهارو ميل اوير اُتر اوير ۾ شروع ٿي، وجي ڪَدوالا جي ويجهو هاڪڙي سان مِلي ٿو. ان جي رخ جي پوئواري وري هڪڙي ٻي آبپاشي شاخ، ريگستاني شاخ، ڪري ٿي، پر اسان ڪي ٻڌايو ويو آهي ته اِها واهند جي نالي سان هڪ وڏي قدرتي سُڪل شاخ هئي، جا شنڪر نديءَ ڪي پاڻيءَ پهچائيندي هئي (34). انهيءَ سنگم کان ڪي ٽيهارو ميل هيٺ، ويراوال جي پسگردائيءَ ۾، هاڪڙي جو اڪيلو ويڪرو پيٽ ننڍين ننڍين شاخن جو جهڙوڪ ڍيلنا ٻڃي وڃي ٿو.

انهيءَ هنڌ کان سنڌ جي هاڻوڪي اُترين سرحد جي ويهن ميلن اندر ندين جي پيٽن جي مِلڻ ۽ ڏار ٿيڻ جو ساڳيو مونجهارو جاري رهي ٿو (35)، پر ڊوري جي معرفت غوثپور واري بوڏ جتي اچي هاڪڙي ۾ پوندي هُئي، تنهن کان هينئين هاڪڙي جو ڦاٽ وڏيڪ ڇتو تي وڃي ٿو. سنڌ جي حد اندر ونجهڙوٽ نالي هڪ آڳاٽي ماڳ وٽ هاڪڙو دو شاخو ٿي، ڪي ٽي سو ميل پنهنجو نالو وڃائي هلي ٿو. ان جي مکيه شاخ جو نالو واهندا آهي، جا ور وڪڙ وهندي، پهرين عام طرح ڏکڻ مُنهين رخ سان هڪڙي منڙائو نالي هنڌ تائين وڃي ٿي. منڙائو روهڙيءَ ۽ جيسلمير جي وچ ۾ قافلن واريءَ واٽ تي آهي. اُتان

پوءِ اها هيڪاري اولهه ڏانهن مُڙي ٿي، تهان پوءِ ڏکڻ اولهه ڏانهن ۽ آخر ۾ وري ڏکڻ طرف ورندي، روهڙيءَ جي ڏکڻ ۾ ننڍين ٽڪرين ڏانهن وڌي ٿي. انهيءَ وچ ۾ ان سان ريڻي نالي هڪ ٻي ڇاڙ بہ اچي ملي ٿي، جا ونجهڙوٽ ڪان نسبتاً سڌو رخ، يعني ڏکڻ اولهه ڪان ڏکڻ، وٺي ٿي.

ريڻيءَ سان سندس "ناليءَ" وارو لقب مجموعي طرح ٺهڪي اچي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اها هڪ اونهو واهو آهي، جو ڪٿي بہ ڇاليهن والن ڪان وڌيڪ ويڪرو ناهي ۽ ڪنڌيون بہ پنڌرهن ويهہ فٽ مَس اُڀيون هونديس. ان جي ٻنهي پاسن وارو تَرُ ڍبُن سان پڪو لتاشو آهي ۽ ان تائين چٽيءَ ريت لهوارو اچي ٿو (36). هوڏانهن واهندا جو پيٽ ويڪرو ۾ تراڪڙو آهي، ۽ ڪيترن هنڌن تي لڙهندڙ واريءَ جي ڪري سجاڻڻ ئي ڏکيو ٿو لڳي. ڏسڻ واري تي اهو اثر ٿو ويهي تہ وڏيون ٻوڏون ڪڏهن ڪڏهن واهندا ۾ گهڙي، ڍبن جي وچ ۾ سيني وائکين جاين کي ميلن تائين پري چڏينديون هونديون ۽ ڏکڻ طرف ڪو خاص اڳتي نہ وڌنديون هونديون. اُتل جو پاڻي گهڻو ڪري ريڻيءَ تائين محدود رهندو هوندو ۽ ڪڏهن تہ ان جي وٽ ڪان بہ چڙهي ويندو هوندو. پر پوءِ ان جي اُڀيءَ لاهيءَ تان هيٺ وهي، اچي مرڪزي 'ناليءَ' کي ڪرڙيندو وهندو هوندو.

ان علائقي جي آڏي لاهي ڏکڻ اوپر طرف آهي. اهڙيءَ ريت ريڻي سنڌوءَ ڪان ۽ واهندا ريڻي ڪان هيٺانهين سطح تي وهي ٿي. واهندا ڪان اڳيرو جيسلمير رياست جي حد وٽ ڪي ڍورا اچا بہ هيٺانهان آهن، پر، جيستائين مون کي پتو آهي تہ اهي ڪا لاڳيتي هيٺانهين ماتري نتا ناهين.

روهڙيءَ ڪان ٽيهارو ميل ڏکڻ ۾ انهيءَ طرف ٽڪرين جي جيڪا قطار وڃي ٿي، اُن جي اوپر واري پاسي ڪان ڪجهہ ويجهو ئي، ريڻي، واهندا ۽ ٻيا سائو گهارا درجي بدرجي وڃي ناري ۾ ملن ٿا. خيرپور جي حد ٽپڻ ڪان سٽت پوءِ چن پٽر جي جاءِ پٽون ونڻ لڳن ٿيون ۽ نارو اُتان اٽڪل سٺ ميلن تائين ڪي بہ ميل ويڪريءَ ماتر منجهان ور وراڪا ڪائيندو. ٻنهي پاسن ڪان پٽن جي وچ ۾ گهُتبو، ڪجهہ ڪجهہ ڏکڻ جي اولهہ وارو رخ وٺندو هلي ٿو. اُتي اهو ميدانن ۾ منهن ڪڍي ٿو ايرندي رڻ جو پاسو وٺندو. ڏکڻ اوپر يا ڏکڻ ڏکڻ اوپر ڏانهن لڙندو جڏهن 25 ڍگريون 30 منٽ ويڪرائي ڦاڪ وٽ پهچي ٿو، تڏهن پٽون لتاشي پَٽَ جي وڌيل ٽُڪري کي وڪوڙينديون، اوچتو ئي اوچتو

اوير ۾ رهجي وڃن ٿيون. نارو انهيءَ وٿيءَ کي منهن وٽان پار ڪري، وري ڏکڻ ۾ وڃي رڻ پٽ جي پاسي کان نڪري ٿو ۽ ان سان پور وچوٽ هلندو، ڏکڻ، ڏکڻ اولهه ڏانهن لڙندو، وڃي ڪڇ جي رڻ ۾ ڪري ٿو. جنهن نالي کان اِها ندي مٿين ڇئن سون ميلن کان وچڙيل هئي، سو نالو، يعني هاڪڙو، نيٺ ان جي پوئين ڀاڱي لاءِ وري بنڌڻ ۾ اچي ٿو.

ناري هاڪڙي ماٿريءَ جا پويان اڍائي سو ميل سنڌوءَ جي اوير واريءَ هيٺانهين ماٿريءَ سان مشابهت رکندڙ آهن. فرق ڪجهه رڳو اُتي آهي، جتي اها عمرڪوٽ وٽ 'وٿيءَ' جي منهن کي پار ڪري ٿي ۽ اوير طرف واري زمين هيڪاري، لهواري ٿي وڃي ٿي. هت اهو ياد رکڻ ضروري آهي ته جڏهن 1859ع ۾ ناري اندر پهريون پيرو پاڻي ڇڏيو ويو هو، تڏهن سانگهڙ ۽ ڪِپري جي تعلقن ۾ ان جي ڪابي پـڪَ لڳ ڪيترائي الڳ الڳ اونهائيءَ وارا ڍورا پرجي ويا هئا. اهي ڍورا هڪبئي سان پور وچوٽيءَ تي تر جي هن ڀاڱي جي مخصوص پٽن جي وچ وارن ڏهرن ۾ آهن (37). ۽ انهن منجهان ڪن ۾ خود ناري جو پاڻي ڏهه ڏهه ميل پري تائين پيهي وڃي ٿو. ائين وسهڻ بيواجبي نه ٿيندو ته جيڪڏهن هن هيٺانهين زمين جي وکَ وِکَ تي پٽون نه هجن ها ته هوند نارو اجا به ڪيئي ميل پري اوير وارو رخ اختيار ڪري ها.

انهن ٿورن اعتراضن کي قائم رکندي، اسان چئي سگهون ٿا ته هاڪڙو نارو پهرين ستلج ۽ پوءِ سنڌوءَ جي ڪابيءَ ڪنڌيءَ تي هيٺينءَ ۾ هيٺين ماٿري والاري ٿو. انهن ٻنهي دريائن جو لٽ انهيءَ ماٿر ۾ اچي، تر جي الهندن پلاندن هيٺان جا هوريان چڙهندڙ زمين آهي، تنهن سان گڏجي ٿو. اُها زمين پڻ لٽاشي آهي، پر ان جو مول منڍ، جي ڪو بيو نه ته به گهڻو آڳاٽو ضرور آهي. هيءَ حقيقت سنڌ جي آڳاٽن پاڻين بابت اسان جي تاويل لاءِ زبردست اهميت رکي ٿي. ان جو سڌو سنئون مطلب هيءُ آهي ته اسان ڪٺي اهو فرض به ڪريون ته ستلج جو مکيه يا سمورو وهڪرو ڪن ڪن وقتن تي مختلف هنڌن کان اچي هاڪڙي ۾ داخل ٿيندو رهيو آهي، ۽ اهو به ته سنڌو پنهنجين ڏاني ندين جي پاڻيءَ ڪٺڻ کان پوءِ پنهنجو مکيه يا سڄو وهڪرو ڪڏهن ڪڏهن هاڪڙي ۽ ناري جي پيٽ ۾ ڇوڙيندي رهي آهي، ۽ اهڙيءَ ريت سمنڊ تائين پهچندي رهي آهي. ته به اهي حالتون پڪ ئي پڪ يا ته ڪڏهن تمام ڏورانهين زماني ۾ موجود رهيون هونديون، يا وري ٻئيءَ حالت ۾ نسبتاً گهٽ عرصو هليون هونديون.

اِن ڳالھ جي ثابتي لتاسي زمين جي نسبتي متاڃرن ۾ آهي، ۽ ان جو ڪو رد ڪونهي. ايترو مجي سگهجي ٿو ته وڏا درياھ هاڪڙي يا ناري جي پيٽ منجهان ڊگهي مدي تائين يا وڏيڪ ويجهڙ واري زماني ۾ وهندا رهيا هوندا. پر سنڌجي مهراڻ جو جيڪو تصور اسان کي ريورٽيءَ ۾ ملي ٿو ته اهو ڪسابن ڪان هاڪڙي جي پيٽ مان وهندو رهيو آهي ۽ ان جي پڇر رڳو عيسوي سن 950 ڌار ڇڏي اٿائين، سو بنان ڪنهن شڪ شبهي جي غلط آهي. ملڪ جا مهاندا اسان کي صاف صاف ٻڌائين ٿا ته انهن ڳريل برف تي پلجندڙ وڏن درياهن جو مکيہ پويون وهڪرو مثال طور گذريل پنجن هزارن ورهين جو حصو جيڪو هڪ درياھ جي حياتيءَ جو خسيس مدو آهي، ضرور مختلف مدارن تي وهيو هوندو، جي سڀ ماٿريءَ جي اولھ توڙي اوير ۾ ٻاهرينءَ ۾ ٻاهرين حد ڪان چڱا اندر هوندا. انهيءَ يا اَن ڪان وڏيڪ ڊگهي عرصي جو وڏي ۾ وڏو پائُو هاڪڙو نارو مندائتو سائو گهارو رهيو هوندو، جنهن منجهان ليٽ جا وڏا وڏا وهڪرا ته شايد چڱيرڙيءَ باقاعدگيءَ سان لنگهندا هوندا. پر لاڳيتو دائمي وهڪرو اُتان ڪڏهن به نہ وهيو هوندو (38).

تاهم، اسان کي تنهن زماني ڪان اڳ واري دور ڏانهن ڏسڻ گهرجي، جڏهن سنڌوءَ بکر واريءَ وٿيءَ مان ڦاٽ ڪاڏو هو پر جنهن وٿيءَ سنڌوءَ کي پنهنجو ڪري ڇڏيو هو. اهو زمانو تي سگهي ٿو ته تاريخي معنيٰ ۾ به ڪو خاص ڏورانهون نہ هجي. هي جو سنڌوءَ جو انهيءَ چور لڪ سان جڻ ته پختو پيچ پيل ٿو ڏسجي، سو اِن ڪري آهي، جو اِهو چورلڪ ان جي اُتر ۽ ڏکڻ وارين ٽڪرين ۾ جيڪي ٻيا چورلڪ آهي، تن جي ڇپائين تري جي پيٽ ۾ گهڻو وڏيڪ اونهو آهي. پر اِن خاصيت جو ڪارڻ بہ پاڻ درياھ آهي، جو جڏهن ڪان اهو اِن چورلڪ منجهان لنگهڻ لڳو آهي، تڏهن ڪان ان جي تري کي لاڳيتو ڪرڙيندو اچي ٿو. لتاشي ميدان جا مهاندا (39) جيڪي ڪجھ اسان کي درياءَ جي عام وهڪ بابت ٻڌائين ٿا، تنهن جي روشنيءَ ۾ ڏسبو ته هيءُ درياءَ جي حياتيءَ جو هڪ تازو واقعو لڳندو. اهو سوال تہ درياھ جي وهُڪ ڪٿي هئي ۽ ڪٿي نہ هئي، سو اسان کي حد حساب ڪان وڏيڪ آڳاٽي وقت ڏانهن ڇڪي وڃي ٿو.

بکر ڪان مٿي درياھ ڪهڙو دڳ تي ورتو، تنهن بابت سنڌو ماٿريءَ جا ميداني مهاندا ٻڌائين ٿا تہ سنڌو مختلف زمانن ۾ سکر جي اُتر ۽ اولھ ۾

روهڙيءَ جي ڏکڻ ۽ اوير ۾ وهندي رهي آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته انهن مان پهريون ڏگ لڳ ڀڳ اهو هو، جيڪو اڄڪلهه سنڌ ڍوري ۽ سنڌ واهه جو لکيءَ واريءَ هيٺانهينءَ جي اُتر طرف آهي ۽ ٻيو ڏگ اهو هو، جيڪو اڄڪلهه ريڻي ماتريءَ جي اُتر اولهه ۾ ياري لــُندَ کان پرتي ڏاهر واهه جو آهي. وڏيڪ آثار اِنهي ٻئي ڇاڻايل ڏگ جا ملن ٿا، جنهن جو مطلب يا ته اُن جو پوءِ وارو زمانو ٿي سگهي ٿو يا وڏيڪ ڊگهي والار، يا وري اِهي ٻيئي ڳالهيون اُن جو سبب ٿي سگهن ٿيون. جيڪڏهن سنڌو سچ پچ مٽيــءَ سنڌ منجهان ڪجهه وقت لاءِ اهو اوير وارو ڏگ وٺي وهندي هئي، ته پوءِ ضرور ان روهڙيءَ وارين ٽڪرين جي اوير ۾ ساڄيو ناري وارو طرف ورتو هوندو. پر شايد ناري جي ماتريءَ منجهان نه لنگهي هوندي. جنهن هنڌ نارو اچي سنئين ميدان ۾ پوي ٿو، تنهن هنڌ جي اوسي پاسي جا مهاندا ڏيکارين ٿا ته درياهه جو پويون وهڪرو ناري هاڪڙي واريءَ ماتريءَ کان ڪي ميل اولهه طرف ۽ گهٽو ڪري هڪڙي ئي پيٽ منجهان وهندو هوندو: يا گهٽ ۾ گهٽ ائين هوندو ته جيڪڏهن درياهه ٻه شاخو ٿيو هوندو ته ٻنهي شاخن ڏکڻ جي اوير وارو ڏس ورتو هوندو، ڇاڪاڻ ته 26 ۽ 25 ڊگرين وارين ويڪرائي ڦاڪن جي وچ واري ۽ 60 ڊگريون 40 منٽ ڊگهائي ڦاڪ جي اوير واري (حيدرآباد کان ارڙهن ميل اوير ۾ اُتر کان ڏکڻ ڪديل ليڪ) سموري علائقي جو عام لاهه گهٽي ياڳي ڏکڻ کان اوير طرف آهي. هــت اسان سنڌوءَ جي هڪ پراڻي ڊيلٽا واري علائقي جي ڪاٻي اڌ ۾ آهيون، جيڪو سڪرنڊ ۽ نوابشاهه واري ٽَر ۾ هڪڙي هنڌان وڃڻي جيان ڦهلجي وڃي ٿو.

اهڙيءَ ريت اهو خيال طبعي خاصيتن جي روشنيءَ ۾ ريٽجي وڃي ٿو ته اوائلي تاريخي زماني ۾ جا ندي ناري واري پيٽ جي لڳ ڀڳ وهي هوندي، تنهن مان ڪا شاخ 'ڦٽي جمڙائوءَ يا جکرائوءَ کان هالا ڏي ڏکڻ ڏکڻ اولهه وارو طرف وٺي ويندي هوندي، بلڪ اهڙيءَ شاخ ڪي زمين جي لاهه سان ذري گهٽ گوني ڪنڌ ناهيندي وهٽو پيو هوندو. جيئن ته اهو لاهه تمام وڏيءَ ايراضــي جو عام لاهه آهي، ان ڪري تمام گهٽو آڳاٽو هوندو.

انهن خاصيتن جي اهميت ايندڙ بابن ۾ اُجاگر ٿيندي. تاريخ جي زمــاني ۾ پهچڻ تي اسان ڪي سنڌوءَ جي ڦــِرندڙ رخن ۽ هاڪڙي جي ڌهوڪيڻ حالتن ڪي

مليل ثابتين جي روشنيءَ ۾ جانچڻ جا ڪيترائي وجهہ ملندا. جيئن اڳتي بيان ڪيو ويو آهي. سنڌ جي ميدانن جي عام حالت ۽ ڏيک انهن ڦير ڦارين جي ڪري رڳو مڪاني طرح ئي ڦرندا رهيا آهن. ڪو سائو ۽ سيراب علائقو وهندڙ شاخ جي لٽجي وڃڻ تي سڃو ۽ ويران ٿي پئي ويو آهي ياوري ڪو سڃو ۽ غيرآباد پاسو ڪنهن نئين شاخ جي ڦٽڻ ڪري گهاٽي جهنگ ۾ تبديل ٿي پئي ويو آهي.

اهڙين حالتن ۾ اِهو يقيني آهي تہ سنڌ جي ميدانن جي رهواسين جو ڌنڌو مال چارڻ ۽ سندن جيئڻ جو ڏانءُ لڏپلاڻ وارو هجي، ماڻهن جي چڱي چوکي طبقي جو گذران ميجين مارڻ ۽ پکين ڦاسائڻ تي هجي ۽ پوکي راهي جوکائتي ۽ غير يقيني هجي، هيءُ تاريخ جي هزارين ورهين جو عام پس منظر آهي. وري جڏهن پوکي راهيءَ ظاهر ٿي ۽ ماڻهن هڪ هنڌ ٽانيڪو ٿي رهڻ شروع ڪيو، اهو تمدن جي مٿانهين درجي جي انساني سرگرمين جو دور هو، جنهن جو مطالعو اڳتي پيش ڪيو ويندو.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. ”جتي درياءُ هڪ ئي پيٽ مان بڌجي وهي ٿو، اُتي ان جي بنهي پاسي اُن جي ليٽ جي پکيڙ پنهنجي انتهائي حد کي پهچي وڃي ٿي، پر جڏهن اُن جو پيٽ مقرر نٿو رهي، تڏهن سندس ليٽ جي پکيڙ اڌ بہ مس وڃي رهي ٿي.“ سرڪلاڊ انگلس، ”درياهن ۽ واهن جي هلت ۽ انهن تي ضابطو“، (پونا 1949، ياڱو پهريون، ص 168.

2. ”بنگال جي ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو رسالو“، جلد پنجيتاليهون، ياڱو بيو (1887) ”پنجاب جي جاگرافيءَ ۾ تبديلين ۽ ان جي دريائن وغيره بابت“ از آر ڊي اولڊام، ص 325. اولڊام جي ان مضمون ۾ ڪتب آيل لفظن ’ڏکڻ‘ ۽ ’اُتر واري پاسي‘ جي معنيٰ ’لهوارو‘ ۽ ’اوپارو‘ ورتي وڃي. روهڙيءَ کان ٽپندي، سنڌوءَ جو رُخ اوير کان اولهہ آهي.

3. آر. بي. بڪلي، ”هندستان ۽ مصر ۾ آبپاشيءَ جا ڪم“، (لنڊن 1893)، ص 94.

4. يعني يورپ کان ٻاهر. ’پو‘ نديءَ ۽، ان کان ڪجهہ گهٽ، ’رهون‘ نديءَ جو صدين کان اِيپاس ڪيو پيو وڃي.

5. آر. بي. بڪلي، "هندستان ۽ مصر ۾ آبپاشيءَ جا ڪم"، (لنڊن 1893ع) ص 37، 36.

6. آربي- بڇلي "هندستان ۽ مصر ۾ آبپاشيءَ جا ڪم" هئگ نيل نديءَ لاءِ جيڪو 24 ڪروڙن مڪعب والن جو انگ ڏنو آهي. سو قدرتي طرح سندس دليل کي بي وزنو ڪري ٿو. (ميجر جنرل ايم. آر. هنگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ" ص 70).

7. "سنڌوءَ جي ڇوڙ جي مارچ 1877 ۾ ڪيل سروي جي رپورٽ" از: ليفٽيننٽ اسٽف، هندستان جي اڳوڻي سامونڊي فوج، حوالو ڊينڊڙ هئگ، اڳيئي ڇاٽايل ٽڪري ۾.

8. سنڌ گزيٽيئر، 1907، ص 110.

8- الف. "هندستان ۽ برما جي ارضيات جو رسالو"، ٽيون ڇاپو، 1950، لنڪدڙ: سر اي. ايچ. پاسڪو، ص 280.

9. ايليزي ريڪلس، "ڌرتي"، لنڊن، 1878، ص 402.

10. ريڪلس، "ڌرتي"، ص 412.

11. سرڪلاڊ انگلس، اڳيئي ڇاٽايل ڪتاب جو ص 172.

12. هن ڪتاب جو ص 23.

13. ڊبليو ايل. اسٽرينج سکر وٽ وڏ ۾ وڏ وهڪري جو انگ 9 لک مڪعب فٽ في سيڪنڊ ڇاٽائي ٿو ("هندستاني انجنيري"، ص 144). سرڪلاڊ انگلس لکي ٿو: "وڏ ۾ وڏ" رڪارڊ ڪيل ڇاڙهه (ماپڻي جي خرابيءَ ڪري اوائلي انگن اکرن جي غلطين سڌارڻ کان پوءِ) 7 لک 30 هزار ڪيوسڪ هو"، ۽ هو وڏ ۾ وڏ امڪاني وهڪري جو انگ 9 لک ڪيوسڪ ڇاٽائي ٿو. وهڪري جي ماپن جي داخلا 1921 کان پوءِ ئي لڳاتار ڪئي پئي وڃي. ("درياهن ۽ واهن جي هلت ۽ انهن تي ضابطو"، ص 167، 183).

14. انهيءَ گهاري منجهان نيڪال ٿيل پاڻيءَ جي ڪٽ 90 هزار ڪيوسڪ ڪئي ويئي آهي، ۽ 2600 چورس ميل ايراضي ٻوڏ هيٺ اچي ويئي هئي. (سرڪلاڊ انگلس، اڳيئي ڇاٽايل ڪتاب، ص 177).

15. "بنگال جي ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو رسالو"، جلد ايڪونجهاهون، پاڱو پهريون، (1892): "سنڌ جو مهراڻ ۽ ان جون ڏاني نديون"، از ميجر ايچ. جي.

ريورٽي، سنڌ ڊوري لاءِ ڏسو ص 307، ۽ 1874 واريءَ ٻوڏ لاءِ ڏسو 311 ۽ 312.
جيستائين مون کي پتو آهي تہ ٻوڏن جو تنهن سال وارو رستو پورو ورتل نہ هو.

16. اٽڪل ٻہ هزار چورس ميل.

17. غوثپور سنڌ جي حد کان اٽڪل 50 ميل ۽ بهاولپور شهر کان ٿورو وڏيڪ پري، ڏري گهٽ منڻ ڪوٽ جي ٻنهہ سامهون آهي. هي پڻ ڏسو: "بمبئي سرڪار جي دفترن مان انتخاب"، نمبرپنجيتاليهون، "ايرندي ناري جي متئين ڀاڱي بابت رپورٽ"، لکندڙ جي.جي.فائيف ۽ ٻيا ص 12، 26 ۽ 37.

18. اسٽرينج، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 149.

19. "سنڌ گزيٽيئر"، ص 283، 286، پڻ ڏسو: هٺگ، سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ضميمو 'ج' ص 131.

20. سيلاني مئسن 32. 1831ع ۾ 'الهندي ناري' بابت لکي ٿو: "وسهڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ پوين ورهين ۾ ان واهہ اندر اڳي کان گهٽو وڏيڪ پاڻي اچي ٿو، ايتري تائين جو اهو ٻہ، پنهنجي ڇڏيندڙ درياءَ سنڌوءَ جيان، اُٿلي پوي ٿو." ("بلوچستان، افغانستان ۽ پنجاب ۾ ڪيل مسافرين جو احوال"، 1842، جلد ٻيو، ص 139).

21. سنڌ گزيٽيئر، 1907، ص 303.

22. ڀيٽيو "سنڌ گزيٽيئر" جو ص 40.

23. "سنڌ گزيٽيئر"، ص 286، 288.

24. ابن حوقل ۽ ٻيا، جن جي لکڻين جا حوالا سر ايچ. ايم. ايليئٽ پنهنجي ڪتاب، "هندستان جي تاريخ، ان جي پنهنجن تاريخنويسن جي زباني"، جي ٻئي جلد ۾ ڏنا آهن. اهو ياد رهڻ گهرجي تہ پلاڻي، ميگاستينز جي روايت جي بنياد تي، ڄاڻائي ٿو تہ سنڌوءَ ٻہ شاخي ٿي، هڪڙو وڏو ٻيٽ، 'پرسياني'، ناهيو ٿي (ڏسو هن ڪتاب جو بابت انون).

25. آر. بي. بڪلي، "هندستان جا آبپاشيءَ وارا ڪم"، (ڊبليو. ايچ. ايلن، 1880)، ص 157، "مهراڻ" ص 300.

26. ب. س.د.ا.، جلد پنجونجاهون (نئون سلسلو)، "ايرندي ناري جي متئين ڀاڱي بابت رپورٽ"، از: ڪئپٽن فائيف.

27. ڪئپٽن بيڪر ناري واهه جي ڇڪاس ڪرڻ وارو پهريون انجنيئر هو. هن کي 18 فٽن جي ڇاڙهه جون ڇڻيون نشانيون نظر آيون هيون ("مهراڻ". ص 461).

28. "ڪلڪتہ ريويو". جلد اوڻهٺيون، نمبر 117، (1874)، مضمون پهريون، "هندستاني ريگستان جي وڃايل نديءَ تي نوٽ". (گمنام)، ايضاً، جلد سٺيون، نمبر 120 (1875)، مضمون پنجون، "هندستاني ريگستان جي وڃايل ندي" هڪ تبصرو، از 'نيارڪس'، ب. ا. س.ر. جلد پنجيتاليهون، ڀاڱو ٻيو، (1887)، مضمون ارڙهون، "پنجاب جي جاگرافيءَ ۾ امڪاني تبديلين ۽ ان جي درياهن وغيره بابت"، آز آر. ڊي. اولڊام، ايضاً جلد ڇائيتاليهون، ڀاڱو پهريون، (1892)، "سنڌ جو مهراڻ ۽ ان جون ڏاني نديون"، از: ميجر ايڇ. جي. ريورٽي اِن جلد جو ضميمو الف بہ ڏسو.

29. س. ت. س. ر. جلد انون، ص 51.

30. رگ ويد جي هڪڙي اشلوڪ ۾ سرسوتيءَ کي "مکيہ ۽ سيني ۾ پوتر ندي" سڏيندي چيو ويو آهي تہ اها "جبلن کان سمنڊ ڏي وهي ٿي". انگريزي ترجمو: ايڇ. ايڇ. ولسن، جلد چوٿون، ص 189. پيٽيو سر آريل اسٽائين جي مضمون (ص 176) سان، جو "جاگرافيڪل جرنل" جي جلد نوانوي، نمبر چوٿين، ۾ آيل آهي.

31. ايڇ. ڊبليو. نڪولسن، حوالو ڏيندڙ: آر.بي. وائيٽهيڊ، "پنجاب ۽ سنڌ جي دريائن جا ڏگ"، "هندستان جون جهونيون وٿون" مخزن، جلد ايڪهيون، ص 168. پيٽيو "مهراڻ"، ص 419.

32. مهراڻ، ص 411، 412.

33. مهراڻ، ص 411، 410، 413، 412. سر آريل اسٽائين، "وڃايل سرسوتي نديءَ جي سنوت ۾ آڳاٽن ماڳن جي چوڪ ڇڪاس"، "جاگرافيڪل جرنل"، جلد نوانوي، نمبر چوٿون، ص 179.

34. آر.بي. بڪلي، "هندستان جا آبپاشيءَ وارا ڪم"، ص 156، اسٽائين، مٿيون حوالو.

35. مهراڻ، ص 428، 430.

36. س.ت.س.ر. جلد انون، ص 52.

37. ڏسو هن ڪتاب جو باب ٽيون. اهي ڍنڍون گهٽي پاڳي ڍگهيون ۽ سوڙهيون آهن، ۽ محور ڏکڻ اولهه کان اُتر اوڀر اتن. بچاءُ بندن جي ڪري ناري جو پاڻي گهٽي وقت کان سڌيءَ طرح انهن ۾ داخل نٿو ٿئي، پر انهن مان ڪيترئيون سيمي جي ڪري عام پريل هونديون آهن.

38. "مهراڻ" ص 479-478، ميجر ريورٽي ڪو 'چالو ندين' جي هلت کان بنهه اڻڄاڻ ڪونه هو، ڇو ته انهيءَ ڏس ۾ هو فائيف جي ايرندي ناري بابت رپورٽ جو حوالو ڏئي ٿو. (ص 415، نوٽ 446).

39. ڏسو سر ڪلاڊ انگلس جي ڪتاب، "دريائن ۽ واهن جي هلت ۽ انهن تي ضابطو"، جي ص 165 تي ڏنل سنڌ جي مهاندن جو نقشو. هِن جلد جو نقشو نمبر 2 ان جي آڌار تي ٺهي جوڙيو ويو آهي.

## باب چوٿون

# سنڌ جو ٺاڪرو علائقو

سنڌ جو الهندو ٺاڪرو علائقو (1)، انهن ننڍين ڇڙ و ڇڙ ٽڪرين سميت، جي سنڌ جي ميداني تر ۾ آهن، ذري گهٽ سڄي جو سڄو ڪئنوزائڪ جڳ جي ٽرشري زماني[1] جي ٽڪر جو نهيل آهي. انهن جي وڏي اڪثريت تهي (Sedimentary) يعني سامونڊي، مُول جي آهي. اهي ٽڪر چن پٿر جا آهن، جو فورامنيفيرا (Foraminifera) جي سٿيل کوپن (Shells) مان جڙيل آهن. انهن جيتامڙن جيون جي زرخيزي بي حساب هئي ۽ آڳاٽا سمنڊ انهن سان ڀريل هئا. اُڀيٽي هندستان ڏورانهين زماني کان خشڪي آهي، پر سنڌ ۾ ان جي ترت اولهه وارو ملڪ ٽرشري زماني جي ايوسين ايام جي پڇاڙيءَ تائين گهٽي ياڳي سمنڊ هيٺان رهيو آهي، جيتوڻيڪ وچ ۾ ڪي بري حالتن جا دور به آيا آهن. ڌرتي علم جي ڄاڻن، خاص جنسن (Species) جي هوند يا اٿهوند کي تهبنديءَ جي حوالي سان جانچي، هڪ خاڪو تيار ڪيو آهي، جنهن مان پتو پوي ٿو ته دنيا جو هيءُ ڀاڱو ميسوزائڪ جڳ جي ڪريٽيشس زماني جي پڇاڙيءَ کان وٺي ان زماني تائين جنهن کي تازو سڏيو وڃي ٿو، ڪهڙين گردشن مان لنگهيو آهي.

سمنڊ جي تري ۾ کوپن جا هزارين فٽن تائين سٿيل ته ڌرتيءَ جي چرپر جي ڪري جبلن ۽ مٿانهن پٽن ۾ مَتجي ويا. اها چرپر خاص قسم جي هئي، جنهن جي ڪري جبلن جا ته اوپر ۽ اولهه طرف لڙيل ۽ اُيريل هئا. ان ڪري ئي سنڌ جي ٽڪرن جا ڇَپر (Ranges) اُتر ۽ ڏکڻ مُنهان آهن. اهي گهنجيل تهن جا اُبيٽَ (Anticlinals) يعني مٿ مُنهان لهرا (Folds) آهن، جن جي وچوارن لاڪن (Synclinals) جي شڪل مٿان آيل وڏيڪ تازن ٺاڪرو سٽن جي ڪري سُتريل آهي. اهي پويان سامونڊي، ۽ ڪجهه نسبتاً ننڍا درياهي سٽ، اپيٽن جي مٿاڻ جي ڪاڌ جي ڪري، غائب ٿي ويا آهن ۽ انهن جي جاءِ تي سخت ۽ ڳتيل چن پٿر نروار ٿي پيو آهي. جيڪو نمولائيٽ (Nummulites) جي پنڊپهڻ ٿي ويل باقيات جو جڙيل آهي.

[1] ڏسو پنتي ص نمبر 00 جو فوٽ نوٽ (مترجم)

سنڌ جي ٽڪرن جا سڀ مکيہ ڇَپَر چن پٿر جا آهن. انهن تي جيڪو منجهانئن اُتانهين ۾ اُتانهون ۽ ڊگهو جبل آهي، تنهن جو نالو کيرٿر رکيو ويو آهي. کير ٿر ڇپر جي ڊيگهہ اٽڪل ڏيڍ سو ميل آهي، ۽ سڄي جو سڄو ٻنهي طرفين وهي ويندڙ پاڻيءَ جو سنڌو (Water shed) آهي، سواءِ هڪڙي هنڌ جي، جيڪو ان جي مرڪز کان گهٽو پري ڪونهي جتان نئن گاج اولهہ واري طرفان کان هڪ بي گذر چورلڪ منجهان ڌوڪيندي نڪري ٿي. هي جو اهي جبل ميدانن مان هڪ لاڳيتي شهر پناهہ جهڙا لڳندا آهن، سو حقيقت جي برخلاف بہ ناهي. اِن سموري ڇپر ۾ اهڙا ڏهاڪو هنڌ مس هوندا، جتان لاڙو اُٿ لنگهي سگهن، ۽ انهن منجهان اڌ تہ هڪبئي جي بلڪل ويجهو آهن. کيرٿر، جنهن جي سمنڊ جي مٿاڇري کان سراسري اُوچائي 5 هزار فوٽ آهي، سو ڏکڻ ۾ ويندي منڇر ڍنڍ تائين سنڌ لاءِ قدرتي سرحد جو ڪم ڏئي ٿو.

اِن ڇپر جي نمايان خاصيتن مان هڪڙي ان جي پهڻ جو گهٽو ڪري ڦڪو رنگ آهي، پر ڪِٿي ڪِٿي هلڪو ڦڪو ۽ اڇيرڙو بہ اٿس. ڇِپ جي ڪرڻ ڪري هيٺان جيڪو تهہ ظاهر ٿئي ٿو، سو چاڪ جهڙو اڇو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. نٽنگ ماٿريءَ جي مٿان گوزبانيءَ وٽ اهڙا تهہ وڏي پيماني تي آهن. کيرٿر جي اُترئين پاڳي کي ماٿهو سڏايندا ئي اڇو جبل آهن (2). جتي انهن جبلن جي پاسن مٿان پوءِ جي بناوت واريون ڇپون اچي ويون آهن، اُتي انهن کي سندن وڏيڪ ڳوڙهو رنگ نمايان ڪري ٿو. کير ٿر جي چن پٿر جا مٿيان تهہ اهڙا تہ نهرا ۽ لسا آهن، جو حيرت ٿئي ٿي. اها نهرائي ۽ لَساڻ ڇپر جي اُترئين ڇيڙي وٽ "ميان گڻ" جي اوڏل چوٽي کان تورو ڏکڻ ۾ نهايت سهڻي نموني ۾ ڏيکارجي ٿي. اِتان هڪ ننڍڙو ڇپر مکيہ محور جي اوپر ۾ اُن سان ذري گهٽ پور وچوٽيءَ تي هلندو، ٻهرين هوريان هوريان ورندڙ اُپيٺ. پوءِ تانگهيءَ ترائيءَ، وري اُپي اُپيٺ جو روپ وٺي ٿو، جيڪو سِڌو وڃي بلوچستان واري پاسي گهڻي وڌيڪ اونهيءَ ترائيءَ ۾ پوي ٿو. اهي لهرا بلڪل باقاعدي ۽ اڻ ٻڳل آهن، سواءِ تانگهي ترائيءَ وٽان هيٺ ويندڙ قدري ڪرڙيل ڏار جي جتان نئن ڪينجي نڪري ٿي. انهيءَ ڇپر جي اُپي چوٽي، جا تورو ڏکڻ ۾ شروع ٿئي ٿي ۽ اڳيان بہ ٽڪئيون، مچل ۽ رنگو، ٽپندي، ڪَن وٺين سان ڏهاڪو ميل هلي وڃي ٿي، سا، ٻئي طرف، اُپيٺ جو ڀِڳل ونگ ظاهر ڪري ٿي، اُتي جتي اولهہ

ڏي لڙيل تهه (Strata) ڪٽي ڪٽي اوپر ڪان ايندڙ تهن جي مٿاڇري ڪان ڪافي مٿيرا نروار آهن. اڃا وڌيڪ ڏکڻ ۾، اهي تهه ڇپر جي چوٽيءَ تي ذري گهٽ افقي طرح ليٽي، "لاکاٽيءَ" ۽ "ڏرياري" وٽ ننڍا پوٺا ناهين ٿا. پوئين پوٺي جي اوچائي ڇهه هزار فٽ کن ٿيندي ۽ چوڏاري ننڍين ننڍين ڇپن جون قطارون اٿس. ان پوٺي تي چوٿائي ميل جيتري سنئين پوک جوڳي زمين به آهي. ڇپر جي چوٽيءَ سان لڳولڳ بين به ڪيترن هلڪن ٽانگهن هنڌن تي اهڙا پوکيل زمين جا ننڍا ننڍا ٽڪرا آهن.

ڏرياري واري پوٺي کان ترت ڏکڻ ۾ ڪتي جي قبر جي نالي سان هڪ اڏول چوٽي 6877 فوٽ اُتانهين وڃي ٿي. اها اوچائي ٽڪرن جي ان پاڳي جي عام مٿاڇري کان ذري گهٽ هزار فوٽ مٿي آهي. اها چوٽي ڪافي پري کان ڏسڻ ۾ اچي ٿي. خود مکيه ڇپر هري هري چڙهندو، ڪي ڏهاڪو ميل ڏکڻ طرف ڪوري جي مٽ نالي ٽڪيءَ چوٽيءَ تي پهچي ٿو، جا مٿينءَ اوچائيءَ کان ڇڙا ٽي سو فوٽ گهٽ اُتانهين آهي. تنهن کان پوءِ اهو اُمالڪ به هزار فوٽ لهي، وڃي "هرباب" جي هني (Saddle) ۾ پوي ٿو. سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ ۾ جبلن جي آرپار اُترئين ۾ اُتريون اُنن جو گس هتي آهي. اهو گس عام طرح هڪڙي ميدانن کي ويجهي چورلڪ جي نالي پنيان، "شاهه گودڙيو" سڏجي ٿو (3). هرباب جي ڏکڻ واري پاسي بندي جي قبر وٽ ٽَڪرَ 7112 فوٽن جي بلنديءَ کي پهچن ٿا. اهو سنڌ جو اُتانهين ۾ اُتانهون هنڌ آهي. هتان کان ٻيءَ چوٽيءَ، ڪچرڪ، تائين ڪير تر ٻٽي ڇپر ۾ آهي. اهو اوپر وارو ڇپر مکيه الهندي ڇپر کان ذري گهٽ هزار فوٽ هيٺانهون آهي. انهن ٻنهي جي وچ واري ترائي گهٽي پاڳي پوءِ جي ترشري گروهه واري 'ناري' نالي پهڻ سان ڍڪيل آهي، جيڪو اُپيٽن کان اُدڙجي آيل آهي. ڪجهه ميل اڃا ڏکڻ طرف نئن گاج ڇپون ڇيريندي، اوپر ڏي نڪري ٿي. اتان ڪيرٿر جي ڇن پٿر منجهه سوڙهو چير آهي، جنهن جا پاسا اُڀا آهن ۽ جيڪو وڏين وڏين ڇپن سان اهڙو ته رنديل آهي، جو ٻي گذر تي پيو آهي. ان چير جي ٻنهي پاسي ڇپر مٿان لَڪَ آهن.

ڪيرٿر جي جنهن اُترئين پاڳي کي هينئر بيان ڪيو اٿئون، تنهن جي اُوپر ۾ سراسري طرح ڇئن ميلن جي مفاصلي تي ڇنهبارين ٽڪرين جي زنجير آهي، جا پوءِ جي ترشري بناوت واري آهي. ان بابت اڳيئي چئي آيا آهيون ته اها

ڪٽي نمولائيٽ چن پٿر مٿان آيل آهي ۽ 'ناري سلسلي' جي نالي سان مشهور آهي. اها ڪجهه پيلي ۽ ڪَڪي رنگ جي چن پٿر جي ۽ ڪجهه گپ پٿر ۽ واري پٿر جي سنهن پٿرن جي نهيل آهي. ٽڪر گهٽو ڪري پوئين مادي مان جڙيل آهي. انهن ٽڪرين جي تمام گهٽي کهرائپ گهٽي پاڱي انهن جي مرڪب بناوت جي ڪري آهي. انهن ٽڪرين جي پهڻ جي پيچ پور باقاعدي ٿئي ٿي ۽ سندن تهن ۾ ڪافي ڪِسڪون ۽ ٽوٽون ۽ ٽوريون خاميون (.Slips Fractures and Faulting) بہ ٿين ٿيون. انهن ڪي پاڻيءَ جون اهي جهرون بہ ڪرڙينديون ڪائينديون رهن ٿيون، جيڪي وچي نين ۾ پونديون آهن. اهي نيون ڪيرٿر جي ايرندين لاهين تان لُڙهي آيل رائو ڪٽي، اِن ٻاهرئين زنجير ڪي جاءِ بجاءِ ڪپين ٿيون. انهن ۾ اُتانهين ۾ اُتانهين ٽڪري ٽن هزارن فوٽن تائين پهچي ٿي. انهن جي اُوپر ۾ ساڻن ذري گهٽ ميلاپ ڪندڙ 'گاج' گروهہ جا ٽڪر آهن، جي سنڌ جي چپرن ۾ عمر جي لحاظ کان ٻئي نمبر تي اچن ٿا. گاج ٽڪر ڪنجي نئن جي ٽورو اتر ۾ اولهہ ڏي نميل آهن ۽ سندن نمڻ جي ڪنڊ چڱي اتانهين آهي. سندن تهہ (Beds) سخت ڳوڙهي ڪَڪي چن پٿر جي پٽين جي ڪري نمايان آهن. تاهم سندن بناوت جو وڏو پاڱو گپ. پهڻ ۽ مٽيءَ جو نهيل آهي. ڏکڻ ۾ اچا اڳتي اهو سِلسِلو اڪيلي چپر جي صورت وٺي ٿو، ۽ ان جُون "آمرو" ۽ "هاشم" جهڙيون چوٽيون 2700 فوٽن کان وڌيڪ اوچائيءَ کي پهچن ٿيون.

ڪيرٿر چپر جو ٻاهرئين ۾ ٻاهريون ڪنو سنڌ جي انهن ٽڪرن مان آهي، جيڪي تازي ۾ تازا آهن. ان کي 'منڇر سِلسِلي' جو نالو ڏنو ويو آهي. اهو مرڪب پهڻ، جنهن ۾ چن پٿر جون وڏيون وڏيون ڪڪريون بہ آهن، واري پهڻ ۽ مٽيءَ مان جڙيو آهي. ڪافي وڏي ايراضي خسيس ڪڪرالو پونو تي پيئي آهي، جنهن ۾ پهاڙي ڏارائن يعني جهَرين جي پيٽن جا جهيرئي جهير آهن. سيني ۾ مٿيان سَتَ سنڌوءَ جي ميداني لٽ جي هيٺ کان اُڀا اُسري، قطار ناهين تا، جنهن کي اُن جي اُوچائي نہ پر تڪائي نمايان ڪري ٿي. تاهم، مزاراڻي ۽ ڍاڍر نئن جي وچ ۾ هڪ نمايان چوٽي، ڪڪريو، بہ آهي، جا ذري گهٽ 1800 فوٽ اُتانهين آهي. اِها قطار 'منڇر' سِلسِلي جي ٻن پور وڇوٽ ٽڪرن جي اندرئين (الهندي) ٽڪر مان اُڀري ٿي. انهن پور وڇوٽ ٽڪرن جي وچ واري ترائي رائي سان ڍڪيل آهي.

انهن ٽڪرين کي 'بانَ' سڏيو ويندو هو، ۽ انهن منجهان ٿوري ٿوري پنڌ تي نيون وهن ٿيون، جي پاڻ سان وڏيڪ اُتانهن ٽڪرن جو سڄو رائو ڪٽي ٿيون اچن. برساتن کان پوءِ پاڻيءَ جو زبردست وستار وٺين منجهان لنگهي ٿو ۽ بعضي بعضي ميدانن ۾ پري تائين راڳا ڪريو ڇڏي. پر عام طرح گاج کان سواءِ ٻي ڪا به نئن ٽڪرين جي آخري ڇپر کان ٻاهر وهندي نٿي ملي. انهن ننڍين جهرين جي دائمي وهڪرن جي سنوت ۾ ٻارنهن ميلن تائين قدرتي سونهن جا گوناگون ڏيک ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هتي جهرنا آهن، اونها تلاءَ آهن، نالا آهن، ننڍڙيون ڊنڊيون آهن، جن جي مٿان اُڀيون ڇپون جهڪيل آهن ۽، جتي ماٿري ٿوري ويڪر ۾ اچي ٿي، اُتي وڪڙن جي وچ وارا نارا (Reaches) آهن، جن منجهان پتڪڙا پتڪڙا آبشار ڪپ جي لڳو لڳ جهڪي جهڪي لاهه سان وهن ٿا. ائين جڻ هوريان نارن تان اتلي ويندا هجن، تان جو اهي وڪڙن تان قري، وجي ٿورڙن لڏاشن ٽڪرن تي ايڪڙ ٻن جي پوک کي ريجين ٿا. جيڪي نيون گاج جي اُتر ۾ اُتانهين ڪيرٿر منجهان نڪرن ٿيون، سي تعداد ۾ نو يا ڏهه آهن ۽ انهن ٽاڪرو علائقي جي وچ ۾ جيڪي اچ وڃ جا گس ۽ پيچرا آهن، سي گهڻي ڀاڱي انهن نئن ۽ سندن ڏاني ڇرن جي ماٿرين مان لنگهن ٿا.

گاج جي ڏار جي ڏکڻ ۾ ڪي سانيڪو ميل ڪيرٿر ۽ ان جي ثانوي ڇپرن جي نوعيت اُهائي رهي ٿي، جا اُترئين ڀاڱي جو بيان ڪندي ڄاڻائي ويئي آهي، توڙي جو اُن جي سراسري اوچائي جيئن پوءِ گهٽجي وڃي ٿي. ڏار جي هڪدم ڏکڻ ۾ پيچ 4000 فوٽن کان مٿي آهي، پر اٽڪل ٽي ميل اڳا ڏکڻ ۾ اها 500 فوٽن لهي، اچي هڪڙي 'شڪلوئي (Shakloi khand) کنڊ' نالي هني ۾ ڪري ٿي. اتان انن جي لنگهڻ جهڙو هڪڙو لڪ به آهي. ٽڪر پوءِ گورگ (Gorag) وٽ، جا گاج جي ڏکڻ ۾ اتانهين ۾ اتانهين چوٽي آهي، 5600 فوٽ چڙهي ٿو. اتان ڪيترن ميلن تائين ڪيرٿر جي مٿاڙ ويڪري آهي، جنهن مٿان ڇپن جا سٽ تراڪڙا ليٽيل آهن، ' جن جا پاسا ڪجهه پنڌ تائين اُڀا آهن. "قوسيءَ" وٽ ٽڪر جي چوٽي 3500 فوٽن کان ٿوري وڌيڪ اتانهين آهي. اتان چوٽيءَ ڏي اوپر ايندڙ رستو سٺائو ٿي وڃي ٿو. ڇو جو ناڙي نئن (Nari) جي مٿينءَ ماٿريءَ کان ان ڏانهن جا چاڙهي وڃي ٿي، سا ڪافي ويڪري آهي. اٽڪل پندرهن ميلن جي اندر اڪرڻ جا پنج هنڌ آهن، جن مان سيني ۾ مشهور 'روهيل' (Rohel) آهي.

هتان ويجهو ڪيرٿر جي اوچائي ٿوري گهٽ ٿي وڃي ٿي ۽ وري سليمانيءَ (Suleimani) وٽ وڌي ٿي. ان جي پاسي ۾ گرو (Garu) نالي هڪ ٻي نمايان چوٽي ڪيرٿر منجهان نڪرندڙ هڪ ويڪري ٽڪر مٿان آهي. اهو ٽڪر اُتر اوڀر طرف لهوارو هليو وڃي ٿو. ان جاءِ جي لڳ ڀڳ ڪير ٿر جو چپر ڏکڻ ڏکڻ اوڀر طرف ويندي، نيٺ پورو ٿي وڃي ٿو. سليمانيءَ کان ڪجهه قدر ڏکڻ ۾ هڪ ٻيو گهٽو لتاڙيل لڳ 'گاڙ (garre) لڪ' نالي آهي. ان ڏي سنڌ کان انگائي نئن جي مٿان ٿيندو اچجي ٿو. هاڻ اسان منڇر ڍنڍ جي ويڪرائي ڦاڪ وٽ اچي پهتا آهيون. ان جي ڏکڻ ۾ سنڌ جي ٽڪرين جو سرشتو وڏيڪ منجهيل ٿي وڃي ٿو. ان سرشتي کي ان مٿان پوندڙ برسات جي پاڻيءَ جي ترتيبوار اُتر ۽ ڏکڻ ڏانهن وهڪرن جي روشنيءَ ۾ وڏيڪ سهنجائيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ ته هت آخر ڪار اسان کي اهڙي پيچ ملي ٿي، جنهن جو رخ اوڀر ۽ اولهه آهي.

سو سليمانيءَ کان سڌو اوڀر طرف ڪَڪين ٽڪرين ۽ ماٿرين جي جنهن منجهيل تاجي پيٽي منجهان "انگائي" وهي ٿي، تنهن جي هُن پار ڏسبو ته کي ٻارنهن ميل پرتي ڪيرٿر جي ڦِڪي چن پٿر جي اڏول چپر جي پيچڙي ڏيان ڇڪائيندي. هيءُ 'پٽ' چپر آهي، هڪ ويڪرو اُپيٺو هنو، ذري گهٽ چوٽيءَ سان تراڪڙو، جنهن جي اتانهين ۾ اتانهين چوٽي 2700 فوٽن کان ٿوري مٿي ٿيندي. اهو چپر ويهارو ميل سڌو ڏکڻ ۾ وڃي ڪيرٿر سان ملي ٿو. پوءِ 'پٽ' جي اوڀر واري ڇيڙي ڏي اچي، اُتان هيٺ نئنگ نئن جي ماٿريءَ کي ڏسبو، ته ان جو مٿيون پاڳو بيحد پٿرائون ۽ هينيون لتاشي نظر ايندو. نئنگ نئن ٽيهارو ميل اتر پاسي وهڻ کان پوءِ 'منڇر' سلسلي جي ننڍين ٽڪرين وٽان ڏکڻ ڏي ڦري، وڃي اُن ڍنڍ ۾ پوي ٿي، جنهن جو نالو ان سلسلي تي پيو آهي.

نئنگ ماٿريءَ جي مٿئين پاڳي جي اڀرندي پاسي کان 'بدڙو' (Badro) ٽڪر آهي، جيڪو ٽيهارو ميل اُتر ۽ ڏکڻ ڏي هليو، وڃي ٿو ۽ ذري گهٽ 2400 فوٽ اتانهون آهي. اهو ٽڪر نمولائيٽ چن پٿر جو اُپيٺ آهي، جيڪو پنهنجي ويسر ميچيءَ جي ڪنڊي جهڙي شڪل ۽ آڏن ڪڙين جي ڪري مري بگٽي علائقي جي 'سرتف' (Sartaf) سان گهڻي مشابهت رکي ٿو. 'بدڙو' چپر ڪيرٿر سان ان جي پڇاڙيءَ کان ڏهاڪو ميل اورتي هڪ سوڙهيءَ ڳچيءَ رستي مليل آهي، جتان 'دارنگ' (Darang) لڪ لنگهي ٿو.

بدڙي ٽڪر جي وچ کان هڪوار وري اوپر طرف وڃبو. تہ وچي 'باڏٺي' (Badhini) نالي هڪ ٻيءَ وڏيءَ نئن جي ماٿر ۾ نڪربو. جا اتر طرف منچر ڍنڍ ڏانهن وهي ٿي. ان ماٿر جي چڱي چوکي ايراضي لٽاشي آهي، پر ڪيتريون ئي ڇپون ۽ ڏونگريون بہ اٿس. ان جي پراڻهين پاسي کان 'ڪيرٿر' ڇن-پٽر جي هڪ ٻئي اُتر ۽ ڏکڻ ويندڙ اُبيٽ جي دنگ کان ٻاهر نڪتل ٽڪريون 'لڪي' جبل جي نالي سان آهن. اُتر ڏي وهندڙ باڏٺي نئن ۽ ڏکڻ ڏي ويندڙ نئن جي وچ واري ڀيچ 'مليريءَ' وٽ آهي. اتان ٽڪرين جي هڪ ننڍڙي قطار بہ آهي، جا پنهنجين پاڙيسري ٽڪرين سان پور وچوٽيءَ تي هلي ٿي.

وري خود ڪيرٿر ڇپر ڏي لاهہ رڪندڙ ملڪ ڇڪاسبو تہ "ميهي" ٽڪريءَ جي نالي سان هڪڙو ڪي قدر تڪو اُبيٽ نظر ايندو. ان ڀيٽ جو منهن ڏکڻ کان ٿورو اولهہ ڏي آهي ۽ اتان ڪي ڇهہ ميل ڏکڻ ۾ هليو وڃي ٿو، جتان "پٽ" سلسلو اچي ڪيرٿر سان ملي ٿو. ميهي ٽڪريءَ جي ليڪ هڪڙي وڏيڪ هيٺانهين ۽ وڏيڪ ويڪري ڇپر، گز ۽ ڊمبر، جي ڪري هڪ ماتريءَ جي ڏکڻ تائين وڌيل آهي. گز ۽ ڊمبر ڇپر بہ ساڳيءَ بناوت وارو آهي، جنهن بناوت واري ميهي آهي. ميهي ۽ ڪيرٿر جي وچ ۾ نئن باران شروع ٿئي ٿي. ان جي ڊيگهہ 90 ميل کن ٿيندي. ان جو رخ عام طرح ڏکڻ ڏکڻ اوپر آهي، پر ڪيرٿر جي پڇاڙيءَ وٽ اوپر ڏي لڙي وڃي ٿو. ان هنڌ ڪيرٿر هڪ زبردست اُبيٽ آهي، جنهن جا پاسا بنهہ اُڀا آهن ۽ جنهن جي اُوچائي ذري گهٽ 3300 فوٽ ٿيندي. اِن ڏاکڻي پڇڙيءَ جي اوپر ۾ هڪ ويڪري پر بيڊولي ماٿر آهي، جتان ٿاڪرو جهرين جا ڀيٽ لنگهي، وڃي نئن باران ۾ پون ٿا. انهن مان ٻن تي اوپارو وڃبو، تہ وڃي دارنگ لڪ ۽ مليري ڀيچ وٽ نڪربو، جن جو ذڪر اڳيئي ٿي چڪو آهي. ان ماٿر جو اڀرندو پاسو "داڦڙي" (Daphro) ڇپر تائين وڃي ٿو، جو ڪير ٿر جي ڇن پٽر جو هڪ دستوري اُتر ۽ ڏکڻ منهن سان لڳل اُبيٽ آهي. ڏونگرن جي هيءَ ننڍڙي قطار 2000 فوٽ اُتانهين آهي ۽ لڪي ڇپر سان، جو ان جي ترت اوپر ۾ آهي، ويجهو لاڳاپو رکي ٿي. ان ڪي هڪ لڪ رستي اُڪري پوڪران (Pokhran) کان رنيڪوٽ وڃي سگهجي ٿو. رنيڪوٽ هڪ حيرت انگيز ڪوٽ آهي، جيڪو لڪي ٽڪرين تي هڪ اُيي لڪ مٿان اڏيل آهي. اِن هنڌ ذري گهٽ لڪي ڇپر جي بلڪل اڌ تان نئن موهن نڪري ٿي. بلڪل ائين ئي، پر ڪجهہ ننڍي پئماني تي، جيئن ڪيرٿر منجهان نئن گاج نڪري ٿي.

لڪي جبل جي رڳو اُتر واري پاڱي ڪي تر جا ماٿهو اِن نالي سان سڏيندا آهن، ۽ ان جي بين پاڱن مان هر هڪ جو نالو پنهنجو آهي (4). ان چيبر جي اوپر ۾ ڦوڙيءَ يعني پڳل پونءِ جو هڪ وڏو ٽڪرو آهي، جنهن ۾ ڪا نمايان خاصيت ڪانهي ۽ جنهن جي پريان وچ ۾ رڳو لٽ جو هڪڙو سوڙهو پٽو اچي ٿو. سنڌو ندي آهي.

ذرتي جاڻ جي لحاظ کان سنڌ ۾ لڪي ٽڪريون سيني کان وڌيڪ دلچسپيءَ واريون آهن. هت ذرتيءَ جي چرپر جي پاسائتي اُجل نہ رڳو اُپيٽ جي ڪُب ڪي پيچي وڌو آهي، پر ايرندي پاسي ڪي عمودي ۽ ڪتي ڪتي ابتي توب ڏيئي پڌي اٿس، ۽ اُن جي متي ڪچيل الهندي پاسي جي وچ ۾ ڇپن جو هڪ ڍِڳ ڏکي آندو اٿس، جيڪو ڪيرٿر سِلسِلي جي تري واري پهڻ سان واسطو رکي ٿو. انهن مان سيني ۾ جهونو ڪريٽيشس زماني سان لاڳاپو رکي ٿو، ۽ سيني ۾ عجيب دکن جبل (Deccan Trep) جي پهڻ جهڙو هڪ سنهو تهہ آهي، جنهن جو مُول منڍ آتشي يعني برنڊڙ جبل وارو آهي. برنڊڙ ڳاڙي جي اِن وهڪري "بَري" حالتن وارو زمانو شروع ٿيندي ڏنو، جڏهين "رنيڪوٽ" سِلسِلي جا هينيان تهہ، جي درياهي 'مول جا آهن، ستيا هئا. ڪوٽڙيءَ جي اُتر اولهہ ۾ "ليلان" (Leilan) وٽ انهيءَ سِلسِلي جا وڏا وستار آهن. ڪَڪي رنگ جي ڪوئلي جو تهہ سوکن ورهيہ اڳي پهرين "ليلان" وٽ ۽ پوءِ پريرو ڏکڻ ۾ لڌو ويو هو.

لڪي چيبر جي اُوچي ۾ اوچي چوٽي ان جي اُترينءَ پيچڙيءَ کان ڪا گهڻي پرتي نہ آهي. اها چوٽي 2300 فوٽ ٿيندي. اڳتي ڏکڻ ۾ ٻہ ٻہ هزار فوٽ اوچيون چوٽيون ڪيتريون ئي آهن. نئن باران انهن ٽڪرين جي ڏاڪٺي اڏ جي اولهہ واري پاسي هڪ وسيع ماٿرمنجهان ڏکڻ ڏي وهي ٿي، ۽ اڳتي وجي ڏکڻ اوپر ڏي لڙي. انهن ٽڪرين منجهہ ڦاڙ ڪندي، بلڪ انهن ۽ سرجاڻو (Sarjano) ٽڪريءَ جي وچ مان لنگهي ٿي. سرجاڻو ٽڪري "دراوت" (Darwat) لڪ وٽان ڏکڻ اولهہ ڏي مُڙي وجي ٿي. نئن باران ڪي ٽيهہ ميل ٻيا ڪکرالن پونن تان وهندي، وجي سنڌوءَ ۾ پوي ٿي، پر اُها ٽڪرين کان ٻاهر رڳو تڏهن وهندي آهي، جڏهن چاڙهہ ۾ هوندي آهي.

باران ماٿر جي آرپار لڪي ٽڪرين جي سامهون ڪانيو ڇپر آهي، جنهن جي ڊيگهه 20 ميل ۽ اوچائي 2300 فوٽ ٿيندي. اهو پڻ ڪيرٿر ڇن پٿر جو هڪڙو ٻيو ڳرو اُڀيٽ آهي. ساڳيءَ بناوت وارين ٽڪرين جي هڪ هيئنانهين هيڪلي زنجير ڪانيي جي انت وٽان ڏکڻ جي اولهه ۾ وڃي "ڪاري" ڇپر تي انتها کي پهچي ٿي، جو ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي وچ تي آهي.

انهيءَ تر جي الهندي پاسي حب ماٿريءَ سان لڳو لڳ، جي ٽڪريون آهن، سي پوئين ٽرشري سِلسِلي جي پهڻ جون آهن. انهن مان سيني ۾ نمايان "مول" (Mol) ۽ "ميهر" (Mehar) وارا پوٺا آهن، جن جي موڪر ڪئين ميل آهي ۽ جي اُمالڪ اوير، اُتر ۽ اولهه طرفن واري ملڪ کان هڪ هزار فوٽ مٿي چڙهي وڃن ٿا. انهن پوٺن جو مٿين ٽن طرفن ڏي اُيو لاهه آهي، باقي ڏکڻ ڏي جهڪو لاهه اٿن. اهي ٻئي پوٺا درحقيقت "گاج" جا تهه آهن، جي "ناريءَ" تي تراڪڙا پيل آهن ۽ ٽي پاسا ڪاڏل اٿن. هرهڪ کي وچ ۾ هلڪي ترائي آهي ۽ ڏکڻ رخي نئن وهيس ٿي. ميهر واري نئن 1500 فوٽن جي اُوچائيءَ تان لهي اچي، هڪدم اُتر ڏي لڙي وڃي ٿي ۽ ٻنهي پوٺن جي وچ مان وهندي، وڃي حب ۾ پوي ٿي. مول نئن 2000 فوٽن جي اُتانهينءَ تان شروع ٿي، ڏکڻ طرف وهندي هلي ٿي، تان جو وڃي گڏيجي نئن سان ملي ٿي ۽ اهو گڏيل وهڪرو، جو ملير نديءَ جي نانءَ سان مشهور آهي، ڪراچيءَ کان ٿورو اوير ۾ گذري ڪاريءَ کان ٿيندو، وڃي سمنڊ ۾ ڇڙي ٿو.

ڏکڻ رخي لاهه سان هيءُ وسيع ٽاڪرو ملڪ اُتر رخي لاهه واري ملڪ کان گهٽو وڌيڪ ڪليل ۽ وائڪو آهي. هتي جون ٽڪريون بـ دستور پٽاندر ڏکڻ ۽ اتر- منهيون آهن، البت ڏکڻ اولهه ۾ اهي ڏکڻ ڏکڻ اولهه منهيون يا ڏکڻ-اولهه منهيون آهن. انهيءَ ڏس ۾ جيئن اڳتي وڃبو، تيئن سندن عام اوچائي گهٽ ٿيندي ويندي. انهن جي وچ ۾ ٽاڪرو اويڙ سان ڪڪريءَ جا موڪرا لهريدار ميدان آهن. هتي هُتي لٽاسي زمين جا وڏا وڏا ٽڪرا بـ آهن. حب نديءَ کان پرتي، لسبيلي ۾، اهي ٽڪر سنڌ واري پاسي کان گهٽا وڌيڪ اُتانهان، اُيا ۽ ڊگها آهن، پر سندن بناوت ساڳي آهي. اُهي سنڌ وارن ٽڪرن سان پور وچوٽيءَ تي آهن. انهن مان سيني ۾ مکيہ ڇپر پب آهي.

سنڌ جي ڪوهستان جي ڏکڻ اوپر واري ڪنڊ جو ڏيک ويک ڏکڻ اولهه واري پاسي کان گهڻ سنئون ۽ ڊولائتو آهي، ۽ چيون ۽ ٽڪريون پاڻ وڏيڪ بي ترتيبيءَ سان اُپريل اٿس. اهو علائقو "رنيڪوٽ" سلسلي جي پهڻ جو نهيل آهي، ۽ ان ۾ ڪافي مقدار ۾ اُجري رنگ وارو گپ پٿر، ڪجهه ڪاري رنگ جو لوهه گاڏڙ واري پٿر ۽ ڳاڙهو لوهه پٿر به آهي. اِن ملڪ جي ڪنار سان جيڪي هينانهيون آهن، تن ۾ ڪيتريون ئي وڏيون دائمي ڍنڍون، جهڙوڪ سونهري، ڪينجهر ۽ هاليجي آهن، جن ڪي پاڻي گهڻي ڀاڱي ٽڪرين تان ايندڙ نئيون ڏين ٿيون. ڪن کي سنڌوءَ جو پاڻي به ملي ٿو.

ڪوهستان تي مجموعي نظر وجهبي، ته اسان کي به خاص ڳالهيون ڏسڻ ۾ اينديون. پهرين هر ڇپر جي پاڙ وٽ ڪڪرالي لاهين جي اوسر آهي، جي ڪڏهن ته به به چار ميل ويڪريون ۽ وچ وارين ماترين جي گهڻي ڀاڱي تي چانيل ٿين ٿيون. ڪڪريءَ جو سٽ نئن جي منڍ وٽ تلهي ۾ تلهو ٿئي ٿو، جي اڪثر ان جي متاڇري کان گهٽيون هيٺ وهن ٿيون. ڪڪريءَ جا اهڙا سٽ ويندي نئن گاج جي ويجهو هيڪلين ٽڪرين ۽ روهن جي ٽڪٽين تي به نظر اچن ٿا. انهن سٽن جي نهڻ جو سبب گهٽو ڪري برسات جي گهٽتائي آهي. جيڪا برسات پوي ٿي، تنهن ۾ ايترو زور نٿو ٿئي، جو رائي کي وڏيڪ اُپين لاهين جي تري کان اڳيرو لوڙهي وڃي سگهي.

ٻي ڏيان جوڳي خاص ڳالهه آهي گندرف جي گرم چشمن جي گهڻائي. سيني ۾ مشهور جوڙي مان هڪڙو ڪراچيءَ جي پرسان منگهي پير تي آهي. ان چشمي جو گرمي پد 127 ڊگريون فارنهائيٽ آهي ٻيا اهم چشما لڪي، تونگ، نئنگ، غازي شاهه (گاجي شاهه)، ۽ سنڌ جي هاڻوڪي اُترينءَ سرحد کان پرتي، پير لاکي وٽ آهن. هڪڙو ٻيو ننڍو گرم چشمو گهارو کاريءَ جي منهن جي پرسان واگهي در کان ڪي تورڙا فوٽ مٿي آهي. انهن مان گهڻا چشما وڏي انداز ۾ چونائي ٽوفا (Tufa) ڪيلشم ڪاربونيٽ جو ججهو مواد ڪڍندا رهن ٿا.

هيڪليون ٽڪريون، جي الهنديءَ سنڌ جي مکيه ٽڪرين سان سڌيءَ ريت لاڳاپيل آهن، تن جي ڇڪاس شروع ڪرڻ کان اڳ ان اڪيلي ٽڪريءَ جو بيان ضروري آهي، جا هاڻوڪي ٻرڳڻي جي ڏکڻ ايرندي ڪنڊ ۾ آهي ۽ جنهن جو مکيه ٽڪرين سان ڪوبه واسطو ناهي. اها آهي ننگرپارڪر جي ويجهو

ڪارونجهر ٽڪري (5). هيءَ واريا سي پٿ منجهان اُمالڪ اُڀري، 1200 فوٽن جي اُتانهينءَ ڪي پهچي ٿي ۽ ان تان ڪڇ جو رڻ ڏسي سگهجي ٿو. اها "آرڪيئن" سلسلي سان تعلق رکندڙ ڳاڙهي رنگ جي کهري سماق پهڻ مان جڙيل آهي. ان سلسلي ۾ ڌرتيءَ جي ڪل جا جهوني ۾ جهونا پهڻ اچي وڃن ٿا. راجپوتانا ۾ ان سلسلي جا پهڻ گهڻا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ۽ طبعي لحاظ کان هي ترَ لاڳاپيل بہ راجپوتانا سان آهي.

سنڌ ۾ "ايوسين" سلسلي جون هيڪليون ٽڪريون ڪيترين ئي ڳالهين کان دلچسپيءَ واريون آهن. انهن ٽڪرين جو ڊگهي ۾ ڊگهو ڇپر سکر کان ٿي ميل ڪن اُتر اولهہ ۾ شروع ٿي، روهڙي کان چاليهارو ميل ڏکڻ ۾ هليو وڃي ٿو. ان جي وڌ ۾ وڌ موڪر پندرنهن ميل ڪن آهي. اهو نمولائيٽ چن پٿر جو آهي ۽ بيهڪ ذري گهٽ افقي اتس الهندو پاسو لاهيارو اتس ۽ ميدان کان رڳو 200 فوٽ مٿي ٿيندو. سنڌو ندي انهن ٽڪرين مان اُترئين ڇيڙي وٽان ڦاڙ ڪندي وهي ٿي ۽ بکر ۽ بہ بيون ٽاڪرو بيٽاريون ناهي ٿي. اهو وسهڻ لاءِ سبب آهي تہ سنڌوءَ انهن ٽڪرين منجهہ اهوئي هڪڙو ڦاڙ ناهي ڪيو. جنهن ٽڪريءَ تي پراڻو سکر بڌل آهي ۽ جا ان جي هڪدم اُتر ۾ آهي، تن بنهي جي وچ ۾ بہ هڪڙو ڦاڙ آهي. اهو ڦاڙ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ڄڻ ڪو درياءُ جو لٽجي ويل پيٽ هجي. پراڻو سکر واهہ انهيءَ ڦاڙ منجهان وهندو هو. وڏيڪ اڃرج جهڙو ڦاڙ روهڙيءَ کان ڪي چار ميل ڏکڻ ۾ اروڙ وٽ آهي. عام روايت آهي تہ عيسوي سن جي ڏهين صديءَ جي وچ ڌاري سنڌو ان ڦاڙ منجهان وهندي هئي. البت اها ڳالهہ شڪ جوڳي آهي تہ سنڌوءَ جي وهڪري جو سمورو پاڻي اِن ڦاڙ منجهان لنگهي سگهيو هوندو. بئراج جي نهڻ کان اڳ اِن ڦاڙ منجهان ناري جي هڪ ننيڍڙي ڇاڙ وهندي هئي. بئراج جي نهڻ پڇاڻان، ان منجهان ناري کي پاڻي ڏيندڙ هڪ زبردست نئون واهہ ابتو يعني اولهہ کان اوڀر وهي ٿو.

سکر ۽ روهڙيءَ لڳ چن پٿر جي مٿين ۾ مٿين تهن ۾ چقمق جا جي وڏا وڏا وٽ آهن، سي پڻ ڌيان جوڳا آهن. انهن جي رُت وگهي پيچ پور پيئي ٿيندي آهي ۽ ڪنهن ڪنهن هنڌ اهي پٽ تي پکڙيل بہ ٿين ٿا. سو پٿرن ٽڪڻ وارا بہ گهڻائي اچي نڪرندا آهن ۽ ڪٽي ڪٽي اُتي چقمق جي چوڏن (Cores) ۽ انهن کان ڇڄل 'پردن (Flakes)[1] جا انبار ملن ٿا.

---

[1] پٿر واري زماني ۾ اهي چوڏا ۽ پُرد ترتيبوار مٽا ۽ ڌار وارا اوزار يا هٿيار ٿي ڪم ايندا هئا. (مترجم)

جنهن ٽڪريءَ تي حيدرآباد ٻڌل آهي ۽ ان جي ترت ڏکڻ ۾ جيڪو گنجو ٽڪر آهي، سي ٻئي ڪجهه ننڍي ننڍي پيماني تي سکر روهڙيءَ واريـن ٽڪريـن سان گهڻي قدر مشابهت رکندڙ آهي (6). ٽڪٽيون تراڪڙيون ۽ سيئي پاسا اُڀي لاهه وارا اٿن. خاص ڪري ڏکڻ وارو پاسو، جتي گنجو ٽَـڪر لٽاشي پٽ کان امالڪ ٻه سو فٽ اُتانهون هليو وڃي ٿو. انهن منجهه سيني ۾ مٿيون سٽ اڇي چن پٿر جو آهي، جنهن جي هيٺان ميٽ جو سٽ آهي. چن پٿر واري سٽ ۾ ڇٽا پڌرا وڏ پٿجي ويا آهن، جن جي عام طرف اوير 25 ڊگريون اتر آهي. اهي وڏ ظاهر آهي تہ هوا جي آندل واريءَ ڪرڙي ڪرڙي وڏا آهن.

مٿانهين پٽ جو ٻيو هيڪلو چوڏاري لٽ سان وڪوڙيل ٽُـڪرو آهي نئين جي ويجهو مڪليءَ جي ٽڪري. اها پڪيڙ توڻي ڏيک ويک ۾ حيدرآباد واريـن ٽڪرين جهڙي ئي آهي، پر ان جي بناوت ڪجهه ڦريل ۽ ان جي اتانهين ٿوري گهٽ آهي. مڪليءَ جي ڏاکڻي ڇيڙي وٽ هڪ ڏونگري، پير پٺو، آهي جنهن کي مڪليءَ کان بگهاڙ واهه ڌار ڪري ٿو.

پير پٺي کان پارنهن ميل ڏکڻ ڏکڻ اوير ۾ ننڍيون ويڪرين جو هڪ ميڙ هڪڙي ڏيڍ ميل ڊگهي ۽ اڌ ميل کن ويڪريءَ ايراضيءَ ۾ آهي. انهن مان اتانهين ۾ اتانهين ٽڪري "ابن شاهه" جي نالي سان آهي، جا پٽ کان 75 فٽ مٿي ٿيندي. اهو ميڙ سنڌ جي ڏاکڻي ۾ ڏاکڻو ٽاڪرو اوبڙ آهي (7) ۽ کهري واري پٿر مان جڙيل آهي. هڪ صديءَ کان ٻہ سرس مدي کان سنڌو ندي پيرپٺي ۽ ابن شاهه جي وچ مان وهي ٿي ۽ درياءُ جو اصل ڊيلٽا پوئينءَ ٽڪريءَ کان ڪي ٿورا ميل پرتي شروع ٿئي ٿو. عجيب ڳالهه اها آهي تہ انهن ٻنهي هنڌن جي وچ ۾ اڌ پنڌ تي درياءُ جي اندر ٻہ ڇپون آهن. درياءُ جي پيٽ ۾ ڇپن جو ٻيو مثال جهرڪن کان ڪي ٻہ ميل مٿي ملي ٿو. هتي پڻ هڪڙي هيڪلي ٽڪري ٻڌ جو ٽڪر نالي آهي، جنهن کي درياهه اولهه واري مڪيہ ٽاڪرو علائقي کان ڌار ڪري ٿو.

سنڌ جي ٽاڪرو علائقي جي کهرائي ۽ ويراني ساوڪ جي اڻاٺ جي ڪري هيڪاري وڌي وڃي ٿي. پري کان نهاريو تہ ٽڪر ٻنهہ اُگهاڙا نظر ايندا، پر ويجهو وڃبو تہ انهن تي گونا گون وٽڪار ۽ گاهه ئي گاهه ڏسڻ ۾ ايندو. گاهہ تہ سنت ئي سڪيو ان پهڻ جي رنگ سنئون ٿيو وڃي، جنهن مان اپري ٿو. باقي

ڪي بہ چار تيلا ڪنهن وڻ يا چير ۾ وجيو بچن. اهي گاهہ رڍن ۽ ٻڪرين لاءِ بهترين چارو ٿين ٿا ۽ سرهہ ۽ روجهن ۽ ڦاڙهن لاءِ پڻ، جي انهن ٽڪرن ڏي پيا ايندا آهن. چاموڙي ڪجي ڪيرٽر جي الهندي پاسن تي ٿئي ٿي ۽ ڪجهہ مٽيرو، پير ورلي، جابلو زيتون بہ ٿئي ٿو. ٿاڪرو علائقي جي ڏکڻ الهندي پاڳي ۾ وري توهر گهڻو ٿئي.

نئن جي سنوت ۾ ڪيترائي ميداني وڻ ٻوٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جهڙوڪ لئي، ڪنڊي ۽ ڪانهن گاهہ. سخت لٽاشي زمين ۾ ٻير چڱي ٿئي ٿي ۽ جنهن زمين تي ڪڏهن ڪڏهن لهندڙ ٻوڏ سبب ڪلر رهجيو وڃي، اتي ڪبڙ پڻ ٿئي ٿو. جيڪي ٽُڪراٽانئن مان قُتل گهارن تي آباد ٿيندڙ آهن، تن مان ڪن ۾ ٻير بہ ٿئي ٿو. چوڏاري سج جي وچ ۾ اهڙن ٽڪراٽن جي ساوڪ دل بهار ڪيو ڇڏي. ڪينجيءَ تي لکن جي ڪنڊ ان جو هڪ سنو مثال آهي. وڏيڪ وڏين ٻوڪن ڪي جهرٽن جي پاٽيءَ جو ريج ڏنو وڃي ٿو. اهي جهرٽا ٽڪرين جي پاسن ڪان نڪرن ٿا، يا وري ڪوهستان جي ڪن وڏين ماترين، خاص ڪري تئونگ ۽ نئنگ جي ٻونن مان. باقي جيڪا ايڪڙ ٻيڪڙ ٻوڪ ڪيرٽر جبل جي اتانهن ٻونن تي ڪئي وڃي ٿي، سا، جيئن اڳيئي چيو اٿئون، برسات تي ٿئي ٿي. هيٺ ڏاکڻي ٿاڪرو علائقي جي پاڙن وٽ اهڙيون بنيون پاڻ گهڻيون آهن. انهن بنين کي لاهين تان ايندڙ ڇرن کي روڪڻ لاءِ بنا ڏنا وڃن ٿا.

ڪوهستان جي ست هزار چورس ميل علائقي اندر هڪڙي سراسري سال ۾ ٻوڪ هيٺ ڪل ايراضي ٿي سگهي ٿي تہ بہ ٻن هزارن ايڪڙن کان وڌ نہ. سو ان تر جي اقتصاد جو دارومدار ٻوڪ تي آهي ئي ڪونہ. رڍون ۽ ٻڪريون، ڏکڻ واري هينانهين ۽ وڏيڪ وائکي تر ۾ ڳئون مينهون، ۽ ڪيرٽر جي اوپر ۾ ڪاڇي اندر اُٺ پالڻ ۽ چارڻ ماڻهن جو مکيہ ۽ دائمي ڌنڌو آهي. رهاڪن جو وڏو حصو خانہ بدوش آهي، جي جتي پاڻي ڏسن، اتي ڪک اڏي ويهيو رهن ۽ پير پاسي ۾ چارو کپيو وڃي تہ پنهنجا ڌڻ ڪاهيو اڳتي اسهن. ٻيا، خاص ڪري ڪوهستان جي اتر ۾، سياري جو نئن جي ويجهو محفوظ ماترين ۾ گهر ناهي رهن ۽ اونهاري ۾ ٽڪرن تي هليا وڃن، جتي سنڌن پٿر جا گول گهرڙا سندن بنين جي ويجهو اڏيل نظر ايندا. ڪوهستان ۾ پڪا دائمي ڳوٺ ڪي ڳاڻ ڳٽيا ئي آهن. انهن ڳوٺن ۾ اُن ۽ ڏاس جا وڻجارا رهندا آهن، جيڪي ڪَتر جي منڊ

۾ ريڍارن ۽ ٻڪرارن جا ٽاڪ پکڙيل نظر اچن ٿا. انهن جي چوڌاري ٻڪريون، ٺڪرن وارا ميدان پکڙيل آهن. پر جي برسات بنھ نہ پوندي تہ ٺڪرن جا سڀ ماڻهو لڏي وڃي پروارن ميدانن جي انهن ڳوٺن ۾ ويهندا، جن سان مال جي ڏي وٺ جي ڪري ڪو لڳ لاڳاپو هوندو اٿن.

جن گسن تان اهڙي مڪاني ڏي وٺ ٿئي ٿي، تن ڪي ڇڏي بہ ٻيا "آرون پار" وٽجارڪا رستا بہ آهن. اهي منڇر ڍنڍ جي پسگردائيءَ ۾ ڏار ٿي وڃن ٿا. هڪڙو اولھ طرف ناڙي ۽ انگائي نئن تان ٿيندو، ڪيرٿر اڪرنڊڙ لڪن جي مڪيہ ميڙ ڏانهن وڃي ٿو (8). ۽ اتان پوءِ "پناٽي واٽ" ۽ جهالاوان منجهان لنگهندڙ ٻين رستن سان وڃي ڳنڍجي ٿو. ٻيو رستو وري ڏکڻ طرف لڪيءَ ۽ ان جي پاڙيسري ٺڪرين جي وچان ٿيندو، نئن بارڻ جي ماٿر ۾ وڃي نڪري ٿو ۽ اتان ان جون شاخون هينئين ٽاڪرو تر مان ٿينديون، ڪيترن ئي طرفن ڏي هليون وڃن ٿيون (9). انهن واٽن تان اٺن تي جيڪو مال اچي وڃي ٿو، سو لانگهائو مال ٿئي ٿو، خود ٺڪرين اندر مال جو ڪو ڪاپو ڪونہ ٿئي. بيشڪ، انهن واٽن کي ڦورو قبيلا غارت ڪندا رهن ٿا، خود مڪاني قبيلن جون پاڻ ۾ لڙايون پڻ، جن جا نشان ۽ يادگار ڪيترن ئي هنڌن تي پسي سگهجن ٿا. سنڌ جي لکيل تاريخ جا ڪي ٻہ مکيہ واقعا ڪوهستان ۾ رونما نہ ٿيا آهن، ۽ ان جي اقتصاد جو عام سٽاءُ، جيڪو ايرندي ريگستان جيئن طبعي حالتن ۽ آبهوا جي هٿ وس آهي، جيڪڏهن اڳاٽا اهڃاڻ اٻتڙ ساک نہ ڀريندڙ هجن ها تہ ائين ڇئجي ها تہ ان ۾ تهذيب جي پرھ ڪان وٺي اڄ تائين ڪا خاص تبديلي ناهي آئي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. هيءُ باب گهڻي ڀاڱي ڊبليو. ٽي. بلانفورڊ جي مضمون، "الهندي سنڌ جي ارضيات"، هہ.ا.س.ي.، جلد سترهين (1880ع)، تان ڪنيو ويو آهي.

2. "اڇو جبل". سنڌ پرڳڻي جي گزيٽيئر "ب" جي جلد پهرئين ۾ ص 3 (ڪراچي ضلعو) تي اِهو بلڪل صحيح ڇيو ويو آهي تہ تر جا ماڻهو ٺڪرن جي ڇپرن کي نہ پر ڇوٽين ۽ اسٽانن کي نالا ڏين ٿا. سو ڪيرٿر مان سندن مراد خاص ڪري اِن ٺڪر جو ڏاکڻو ڇيڙو هوندو آهي. ٻئي پاسي، ابوالفضل وٽ "سيوهڻ ڪان وٺي سويءَ تائين" سموري ڇپر جو نالو "ڪهتر" هو.

("آئين اڪبري، " ريورٽيءَ جو "بلوچستان جي ڪن ڀاڱن ۽ افغانستان تي نوٽ" 1888ع، ص 558 ۾ ڏنل حوالو) انگريز، سنڌ سان لهه وچڙ جي اوائلي ورهين ۾، ڪيرٿر ۾ لڪي ٽڪرن کي بيپرواهيءَ سان "هالار جبل" سڏيندا هئا.

3. "جهالاوان گزيٽيئر"، ص 336.

4. هيءُ چپر ڀڳي ٽوڙي کان دراوت تائين 70 ميل آهي ۽ بيهڪ ڌري گهٽ اُتر ڏکڻ اٿس.

5. سر اي. پاسڪو، "هندستان ۽ برما جي ارضيات جو رسالو" ٽيون ڇاپو، (1950ع)، جلد پهريون، ص 424.

6. اهي ديگهه ۾ وڌ ۾ وڌ اٽڪل 21 ميل ۽ ويڪر ۾ وڌ ۾ وڌ 6 ميل آهن.

7. ننگر پارڪر ويجهو ڪارونجهر ٽڪريءَ کي ڇڏي.

8. "جهالاوان گزيٽيئر" ص 322، 323.

9. ب.س.د.ا.، سترهون، نئون سلسلو، جلد ٻيون (1855ع) ۾ بيان ٽيل، ص 775 کان پوءِ واري ضميمي ۾ ڏسو واٽ ڏهين ۽ سورهين.

## باب پنجون

# سنڌ جون تاريخ کان اڳ[1] جون اوائلي تهذيبون

سنڌ ۾ ماڻهوءَ جي جهوني ۾ جهوني وستي ءَ جا اهڃاڻ پٿر جي اٽڪھڙيل اوزارن جي شڪل ۾ ڏنا ويا آهن. تي سگهي ٿو ته اِها وستي "پلئسٽوسين" زماني جي پوين ڏينهن جي هجي. پر انهن اٽڪھڙيل اوزارن سان لاڳاپو رکندڙ ڪي به هڏاون پڃرا يا پنڊ پهڻ تي ويل جانور يا وڻ بوٽا نه لڌا ويا آهن. ۽ ٿوري گهڻي مشابهت جي آڌار تي ٿي اهو انومان ڪري سگهجي ٿو ته اهي اوزار اوائلي "پهڻ واري زماني"[2] جي ماڻهوءَ جي ڪاريگري هوندا. پهريون پهريون اهي روهڙيءَ ويجهو ڃن پٽر جي ٽڪرن تي ڏنا ويا هئا، جت چقمقي پهڻ گهڻو ٿئي ٿو. اتان 250 ميل ڏکڻ طرف ڪراچيءَ جي ايرندي ڪيرتي واگهي در وٽ ۽ ان جي پر پاسي ۾ پڻ اهڙن اوزارن جي ڪجهه سجاڻپ (1) ڪئي ويئي آهي. هڪڙو وڏيڪ اوچي قسم جو اوزار ته پاڻ گهڻي هنڌن تي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهو اوزار آهي ٻاري ۽ چقمقي پهڻ جو تکيءَ ڌار وارو پُرد يا قَـر. چقمقي پهڻ پچڻ جا هنڌ روهڙيءَ ۽ ڪوٽڏيجيءَ لڳ آهن. اهڙا ڪيترائي هنڌ وچولي ڪوهستان ۾ ۽ ٻيا ڪيترا سامونڊي ڪپر سان ڏاڪڻين ٽڪرين وٽ به آهن. ڪيترين جاين تي انهيءَ قسم جا اوزار پنگار واري زماني (Bronze Age) سان واسطو رکندڙ نڪر جي ٿانون وارين تهذيب سان سڌي لاڳاپي ۾ ملن ٿا. چقمقي پهڻ پچڻ جي جن هنڌن تي گول مُـڏا ۽ ڌار وارا پهڻ ڇڙويڇڙ ملن ٿا، سي ٿي سگهي ٿو ته گهڻين حالتن ۾ پهڻ جي نئين زماني جي بدران هن تهذيب جا هجن.

هڪ ٻيو نرالو تمدن، جنهن ۾ پهڻ جي ڦر سان تمام ننڍا اوزار ناهيا ويندا هئا، سو پڻ سنڌ جي ڏکڻ اولهه ۾ موجود هو (2). پهڻ جا اهي پتڪڙا

[1] "تاريخ جي ابي" هيروڊوٽس کان اڳ جي زماني کي "تاريخ کان اڳ جو زمانو" ڪري ليکيو وڃي ٿو. هيءُ يوناني مورخ عيسوي سن کان ڪي ساڍا چار سو ورهيه اڳ ٿي گذريو آهي. - مترجم.

[2] اڳاٽي اهڃاڻ جي ڄاڻن موجب، هيءُ تهذيب جي پهرين منزل آهي. اِن زماني ۾ تُـڪيل پهڻ جا اوزار ۽ هٿيار ڪم آندا ويندا هئا. ان کان پوءِ "نئون پهڻ جو زمانو" آهي. جڏهن پهڻ جا لسا ۽ جرڪايل اوزار رائج هئا ۽ کاڌ خوراڪ جي پيدائش ۽ سادن هنرن ۾ وڌو واڌارو آيو هو. اڃا پوءِ جا زمانا ترتيبوار "ٽامي وارو زمانو"، "پنگار (ٽامي ۽ قلعيءَ جي گاڏڙ ڌاتو) وارو زمانو" ۽ "لوهه وارو زمانو" اچن ٿا، جن ۾ ماڻهو پنهنجن اوزارن وغيره لاءِ اهي ڌاتو ڪم آڻيندا هئا. اڄوڪو زمانو "ڪلن جو زمانو" به آهي ۽ "ائٽم جو زمانو" ۽ "پولار جو زمانو" به. (مترجم)

اوزار گهڻو ڪري پٿرينءَ جي چند جهڙا آهن ۽ انومان آهي تہ اهي مڇي مارڻ جي ڀالن، يا شايد تيرن جا ڦر هوندا. جن جا ڳن ڳري ڀُري ويل آهن. هڏاون ڳنن وارن ڀالن يا تيرن ۾ ٻئي قسم جا ڦر هنيا ويندا هوندا. پهڻ مان اهڙن اوزارن وغيره ناهڻ جو هنر ڏاکڻي ۽ الهندي هندستان ۾ گهڻو ڦهليل هو ۽ گمان آهي تہ اهو اتر اولهہ کان ايندڙ ماڻهن رائج ڪيو هوندو. اهڙي ڪا شاهدي ڪانهي، جنهن مان معلوم ٿئي تہ اهي ماڻهو عام طرح رڳو شڪاري هئا يا ڪين ڍورن پالڻ ۽ پوکي راهيءَ جو هنر بہ ايندو هو. سنڌ جي اِنهيءَ پتڪڙن پهڻي اوزارن واري تمدن جي تاريخ، يورپ جي ساڳين تمدنن ڪي سامهون رکي، معلوم ڪرڻ ممڪن نہ آهي. وڏو امڪان ماڳهين ان ڳالهہ جو آهي تہ اهو تمدن پنگار واري زماني جي نسبتي طرح وڏيڪ سڌريل تهذيبن جو سهيوڳي هو. ياد رهي تہ تنهن زماني م چقمقي پهڻ ۽ ٻاري جا ڌار وارا اوزار اجا چالو هئا. پاڪستان ۽ هندستان ۾ اڄ بہ اهڙيون قومون هڪبئي جي پاسي ۾ رهن ٿيون، جن جي حياتيءَ جي طور طريقن ۾ هزار ورهين جي وڇوٽي آهي. نئون ماڻهو ٿي سگهي ٿو تہ اهو ڏسي دهلجي وڃي، پر پراڻي ماڻهوءَ لاءِ اها عام ڳالهہ آهي. عسيوي سن کان 325 ورهيہ اڳ نيارڪس ۽ سندس ساٿاري اتر هندستان جي ”گهڻ سڌريل“ بادشاهتن ۾، جيڪي بظاهر ”اوريتائي“ تائين پکڙيل هيون، تمدن جو چگيرڙو پد ڏسڻ تي هري ويا هئا. انهن، جو ”اوريتائي“ جي پاڙيسرين، اڇتايو ڦاڳين، جي حياتيءَجو اڻسڌريل نمونو ڏٺو تہ چرڪ نڪري ويا هئن (3).

هنن ڏٺو تو ”مڇي کائُو“ ڇتن شين ڪپڻ لاءِ تکا پهڻ ٿي ڪم آندا، ڇو تہ وٽن لوهہ ڪونہ هو. اهو انومان ڪرڻ ۾ اسين حقيقت کان ڪو گهڻو ڏور نہ هونداسون تہ اهي مڇي کائو انهن ماڻهن جا ڪَسا، شايد نسُل ڪريل، مائٽ هئا، جي اوائل ۾ هن ملڪ جي اندرين ڀاڱن ۾ وسيل هئا. جنهن ڪپر کي اهي مڇي کائو ماڻهو ڇهتيا پيا هئا، سو اڻانگو ۽ نسورو ٻَٽ هو. اِن ڪري هُنن گمناميءَ ۾ تي گهاريو. اِن گمناميءَ سبب هو ان مصيبت کان بہ بچي ويا هئا، جا اندرين ڀاڱن جي رهواسين تي ڪڙڪي هئي. اها مصيبت ڪهڙي هئي، تنهن بابت اسين اندازو ئي لڳائي سگهون ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ ڪوهہ قاف واري پاسي کان جيڪي وڏيون لڏپلاڻون ٿيون هيون، تن مان ڪنهن هڪڙيءَ ۾ وڏيڪ

سخت جان ماڻهو هت اچي نڪتا هجن ۽ ڏيهي ماڻهن کي نابود ڪري يا هڪالي ڪڍي ڇڏيو هجين. يا وري ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ ملڪ هوريان هوريان سوڪهڙي جي ور چڙهندو ويو هجي ۽ ان ڪري اصلوڪن ماڻهن کي پاڻ لڏڻو پيو هجي.

گهڻ ۾ گهٽ اهو تہ پڌرو آهي تہ جڏهن سڪندر اعظم هن پاسي کان لنگهيو هو، تڏهن گيدروشيا (مڪران) جي آبهوا ايتري ئي سخت ۽ اُن جا وسيلا ايترائي ٿورا هئا، جيترا اسان جي زماني ۾. سڪندر جي تاريخ نويسن سندس واٽ جي هن پاڱي جو جيڪو احوال ڏنو آهي، سو اهم ۽ دلچسپ تفصيل سان پريل آهي، ملڪ جي جن خاص حالتن جي ڪري لشڪر کي جي تڪليفون پوڳڻيون پيون هيون، تن کي هو، دستور خلاف، پورو پورو بيان ڪن ٿا (4). لشڪر کي ڪو واٽ تي بک، اُج ۽ ٿڪجڻيءَ ڏاڍو تپايو هو، ايترو جو سپاهي هٿن مان ئي نڪتا ٿي ويا، ۽ دشمن ويجهو نہ هو، تڏهن بہ، ائين ٿي لڳو تہ لشڪر ويو ڪي ويو. ان جي بقا جو دارومدار سپہ سالار جي ارادي ۽ فيصلي جي قوت تي جيترو تنهن وقت هو، تيترو ڪنهن وقت نہ هو (5). جڏهن اهو پڙهجي ٿو، تڏهن ان ڳالهہ تي ڪو خاص اچرج نٿو ٿئي تہ انهن مورخن ڪُوچ واري رستي سان اڳوڻين وسندين جا جيڪي اڪيچار نشان آهن، تن جو ڪو احوال ناهي ڏنو (6). ڪين دلچسپي اُتان جي گذري ويل تاريخي حالتن سان نہ، پر جيڪي ٿورا گهڻا مسڪين ماڻهو ان دور ۾ موجود هئا، تن سان هئي، جو اهي ئي تہ هئا جن کي سندن سونهن ٽيڻو هو ۽ پنهنجين جهڙين تهڙين پوکن مان رسد رسائڻي هئي.ٿي سگهي ٿو تہ يونانين جي سونجهيندڙ رڳ ڦرڪي هجي ۽ هنن پنهنجن سونهن کان پڇيو هجي تہ ڪٿي اِهي دڙا اُنهن شهرن جا تہ نہ آهن، جي راڻي سيميراميس[1] ڪاهي اچي تاراج ڪري ڇڏيا هئا ۽ ڪٿي پٿر جي وڏين اڏاوتن کي تر جا ماڻهو هيرا ڪليس[2] جون ڦٽي ويل اڏاوتون تہ نہ ٿا ليکين. جي اسان سونهن جي ورندي هيءَ ڪٿي سمجهون تہ

[1] اسيريا جي سهڻي ۽ ڏاهي راڻي، جانينوس جي زال ۽ جائنشين هئي. چيو وڃي ٿو تہ بابل ۽ نينوا جا شهر هن بڏايا هئا. سنڌ تي ايرانين ۽ يونانين کان اڳ هيءَ راڻي چڙهي آئي هئي. - مترجم

[2] يعني هر ڪيوليز. يونان جو ديومالائي سورمو، جو پنهنجيءَ زبردست طاقت ۽ پهلوانيءَ جي ڪمن کان مشهور آهي. (مترجم)

بيواجبي نہ ٿيندي: ”اسان وڏن کان ٻڌو آهي تہ اهي اڏاوتون هڪ قديم قوم جي ماڻهن جون آهن، جي ڪڏهن هن ڌرتيءَ جا ڌڻي هئا. پر هو ڪير هئا ۽ ڪهڙي ويڏن ٿين، اهو ڪوبہ ٻڌائي نہ سگهندو“.

بلوچستان ۽ سنڌ جي گهڻن ئي ڀاڱن ۾ تاريخ کان اڳ جي وسندين کي ڍڪيندڙ دڙا ۽ تُڪيل پهڻ جا وڏا وڏا بند هڪٻئي جي پاسي ۾ نظر ايندا. اهو سوال تہ انهن کي ساڳيءَ تهذيب سان لاڳاپيل سمجهيو وڃي يا پنهنجي پنهنجي تر جي تمدنن سان، سو اڃا تائين نہ نبري سگهيو آهي. دڙن جي شروعاتي ڇڪاس لاءِ ڪرايل کوٽائيءَ مان پتو پيو ته تہ انهن جو تعلق عيسوي سن کان ٽي ٽي ۽ ٻہ ٻہ هزار ورهيہ اڳي جي مختلف زمانن سان آهي.

وڏين پٿرائين اڏاوتن جي عمر جي ڪا سڌي ثابتي ڪانهي ملي. اهي پاڻيءَ جي ڪڙين جي آرپار ۽ ماٿرين ۾ اُپريل ٽڪرين جي وچ ۾ نهيل آهن. انهن جو مقصد ظاهر آهي تہ برسات جي پاڻيءَ کي پوک لاءِ هٿ وس رکڻ هو. انهن مان گهڻين جي بيهڪ اهڙي آهي تہ جيئن ٽڪرين جي لاهين تان لڙهي ايندڙ رائو روڪجي سٽجي وڃي ۽ اهڙيءَ ريت اهي ٽڪرائتيون لاهيون پوک لاءِ سنئيون بنيون ٿي ڪم اچن. انهن اڏاوتن جا سيني ۾ مڪمل نمونا سنڌ جي هاٿوڪيءَ حد جي ڀر واري تر ۾ ملن ٿا. انهن جي اڏيندڙن پنهنجين رٿائن کي جنهن ڪاريگريءَ سان تر جي طبعي حالتن سان نهڪايو آهي، تنهن مان لڳي ٿو تہ هو پهرئين درجي جا انجنير هئا. اهڙا جو هاٿوڪن رهاڪن ۾ سندن لياقت جو ڪسيرو بہ ورلي ليندو. اِهي هاٿوڪا رهاڪو، يعني سانگي ۽ ڏنار ۽ قبيلن جا اڻ پڙهيل سردار ۽ متعصب مُلا هنن وڏيڪ اتانهين درجي جي نشانن کي گبرن، يا زردشتين، جي نالي ليکيندي، گبربند يا گوهر بند سڏيندا آهن. شايد ان ڪري جو سندن ڏند ڪٿائن ۾ ڪنهن اهڙيءَ ٻيءَ قوم جو نالو نہ ٿو اچي، جنهن جو سندن ڏيهہ تي اسلام جي اچڻ کان اڳ قبضو هجي (7).

هن گمان ۾ ڪا اڻ ٽيٺي ڳالهہ ڪانهي تہ فارس جي هخمانشي يا ساساني حاڪمن مان ڪن پنهنجيءَ سلطنت جي هن ايرندي پرڳڻي کي، جو قدرت طرفان ڪو ايڏو گهڻو نوازيل نہ هو، عام ڀلائيءَ جا ڪم ڪري سڌارڻ جو عزم ڪيو هجي. جن صاحبن گبربندن جي مسئلي تي پهرين پهرين ويچار ڪيو هو، تن ۾ آنجهاني آر. هوز بلر (R. Hughes Buller) بہ هو. هيءُ صاحب

الهندي فارس ۾ ڪرڻ (Karun) نديءَ تي شستر (Shustar) ۾ بين هنڌن وٽ جيڪي "بند" آهن، تن جو حوالو ڏيندي، چوي ٿو تہ اهي ڏيکارين ٿا تہ آڳاٽا ايراني پاڻي محفوظ ڪرڻ لاءِ ساڳئي قسم جا بند ناهيندا هئا (8). البت ايترو سو مڃڻو پوندو تہ ايرانين جو پوک وڌائڻ جو پنهنجو ڏانءَ ڪاريز وارو طريقو هو: انهيءَ نموني جون اڏاوتون بلوچستان جي اتر ۾ تہ عام آهن ئي، پر انهن ٽُڪرن ۾ بہ ملن ٿيون، جن ۾ گبربند نمايان آهن. لسبيلي جي اتر ۾ ڪيترائي ڪاريز آهن، ۽ بيا مڪران ۾ آهن. انهن مان هڪڙو تہ اجا تائين خسرو جي نالي پٺيان سڏجي ٿو (9). خود هوز بلر کي بلوچستان جي هڪ اهڙي ياگي ۾، جيڪو گبربندن جي واپرائجڻ وارن ڏينهن ۾ ضرور گهاٽيءَ آدمشماريءَ وارو هوندو، ڪي بہ اهڙيون قبرون ڏسڻ ۾ نہ آيون هيون، جيڪي مسلمانن واري زماني کان اڳ جون هجن، ۽ هو ساڳيءَ ايراضيءَ ۾ موجود ڪن گول اڏاوتن کي، جن جو مرڪز فرش پٿرن جي ڌار سرن جو هو، "دخما" يا "ماٺ جا ٽل" سمجهڻ تي مائل هو. (10). پر هڪ پاسي "پورڻ" ۽ ٻئي پاسي "کولي رکڻ"، انهن ٻنهي جي وچ ۾ مڙهہ نيڪال ڪرڻ جا ڪيترائي اهڙا طريقا آهن، جيڪي پويان ڪو نشان ناهن ڇڏيندا. جهڙوڪ: اٽيور پورڻ ۾ ساڙڻ، ۽ اسان وٽ ائين وسهڻ لاءِ سبب آهن تہ هن علائقي ۾ تاريخ کان اڳ جي ماڻهن ۾ پويان بہ طريقا رائج هئا.

سڀ ڳالهيون ڳڻبيون تہ اِن ڳالهہ جي فائدي ۾ حالتن جي ساک وڌيڪ پختي نظر ايندي تہ گبربند ايرانين جي صاحبيءَ کان اڳ جا آهن. پهرين تہ ظاهر آهي تہ انهن بندن جو، سندن پر پاسي ۾ جيڪي وسندين جا اڪيچار اهڃاڻ آهن، تن ساڻ ضرور ڪو لڳ لاڳاپو هوندو. انهن بندن جي آذار تي جا پوک ٿي سگهندي هوندي، سا هاڻوڪي زماني جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ وڏيءَ ۾ ٿانيڪيءَ آدمشماريءَ کي ٿاڻڻ لاءِ ڪافي هوندي. گهڻن بندن جي تہ اُتانهين ٿي ظاهر ڪري ٿي تہ اُتي چڱي ڊگهي مدي تائين، شايد لاڳيتي، وسنئن رهي هوندي. هن لکت جي وقت تائين انهن دڙي جي کوٽائي، ڪن ٿورن مثالن کي ڇڏي، تجرباتي حد کان ناهي وڌي. پر جيڪي بہ شيون لڌيون ويون آهن، سي سڀ ڀنگار واري زماني جي هڪ يا ٻئي ڪڙمت واري تمدن سان واسطو رکن ٿيون. اهي تمدن عيسوي سن کان ٽي هزار ورهيہ اڳ ۽ هڪ هزار ورهيہ اڳ جي وچ واري عرصي ۾ سموري

وچ ايشيا ۾ وکريل هئا. ڇا اسان اهو سمجهون تہ اِهي ماڻهو، جي پنهنجا ڳوٺ گهڻو ڪري پٿر مان جوڙيندا هئا سي اهڙيءَ آبهوا سان نوازيل هئا، جنهن ۾ رائي کي لڙهي وڃڻ کان روڪيندڙ بندن جي واهر ذاران ايتري گهڻي پوک ٿي سگهندي هئي، جو ان مان سندن پورت ٿي ويندي هئي؟ بيو تہ آبهوا پوءِ ايتريءَ حد تائين بگڙي ويئي هئي، جو ڪانئن پوءِ ايندڙ ماڻهن کي قوت ڪڍڻ لاءِ وڏا وڏا بند ۽ بڙاج ناهڻا ۽ ايين لاهين کي بنا (Terraces) ڏيڻا پيا هئا ۽ بهر حال، پنهنجي هستيءَ جي عملي طرح بي ڪا نشاني نہ ڇڏي اٿئون، سواءِ انهن بندن جي ڇا، جيڪي ماڻهو "احمد" ۽ پير "مناغره" (11) جهڙن شاندار بندن رڻڻ ۽ ناهڻ تي قادر هئا، سي اوڏڪين پتين ۽ جهاتر جي ڇنن ۾ رهڻ تي راضي ٿي وينا تي رهيا؟ جيترا اهي انومان اڻ ٽٺيا تا لڳن، تَيترو هيءُ نظريو وري بہ ناممڪن نٿو لڳي تہ تاريخ کان اڳ واري زماني ۾ جيڪي ماڻهو هن علائقي جي اڪيچار ڳوٺن ۾ رهندا هئا، اهي ساڳيا ماڻهو پوکي راهيءَ جا ماهر انجنير هئا ۽ اوسي پاسي وارين زمينن کي وڏي جاکوڙ ڪري اهڙو ناهيو هئائون، جو اُتي وڏ ۾ وڏ پوک ٿي سگهندي هئي.

هار گريوز، جنهن وچ جهالاوان ۾ نال ۽ ان جي پر پاسي جي باريڪ پرتال ڪئي هئي، سو اِن پوئين خيال جو هو (12). سر آريل اسٽائين انهيءَ ويچار جو هو تہ خاران ۾، خاص ڪري توجهيءَ وٽ، جيڪي گبربند ۽ ڳوٺ ماڳ (Village Sites) آهن، تن جو مول منڍ ساڳيو ۽ تاريخ جي لحاظ کان پاڻ ۾ گهاٽو ناتو آهي (13).

ان ڳالهہ جي سڌي ثابتي شايد اجا بہ ملي وڃي تہ اهي گبربند پهڻ ٽامي واري زماني[1] جي ماڻهن جوڙيا هئا. پر اهڙيءَ ثابتيءَ جو اجا تائين نہ ملڻ اسان جي مفروضي کي رد نٿو ڪري. هت ڪي رهڻ جون بستيون نہ، پر پوکي راهيءَ جون بنيون هيون. انهن جي پرسان فصل لڻندڙ لايارن، مال چاريندڙ چوڪرن، پاڻيءَ ۾ خطرناڪ چاڙهہ واريءَ منڊ ۾ بندن تان جاچ رکڻ وارن ۽ بند جي مرمت ڪرڻ وارن پنهجيون ڪي مخصوص شيون ڪيرايون بہ هونديون تہ اهي تعداد ۾ ڪي گهڻيون نہ هونديون. جيڪڏهن اهڙيون ڪي بہ وٿون اڳتي

---

[1] نئين پهڻ واري زماني ۽ پنگار جي وچ واري تمدن، جڏهن پهڻ ۽ ٽامو بيئي ڪم ايندا هئا. - (مترجم)



'گوهر بند'، گوزباني، تعلقو سيوهڻ.



ڪانڊي واهي، سيوهڻ تعلقي ۾ قبل از تاريخ زماني جي هڪ بستيءَ جا آثار.

هلي پر پاسي ۾ ملن ۽ انهن جو لاڳاپو هخمانشي يا ساساني بادشاهن جي زماني سان ثابت ٿئي، ته به اسان کي انهن جي بنياد تي گبربندن جي اڏاوت تڪڙ ڪري زردشتين جي نالي نه ليکڻ گهرجي. ڇا لاءِ ته اهو به ته ٿي سگهي ٿو ته زردشتين پاڻ کان اڳ وارن جا نهرايل زرعي بند قائم رکندي، پاڻ واپريا هجن. ويندي هاٿوڪا رهاڪو، جن لاءِ پوک گذران جو ثانوي وسيلو آهي، تن وٽ به ايتري سمجهه آهي جو انهن بندن کي، جي گهٽيءَ محنت کان سواءِ اجا به ڪم ڏيئي ٿا وڃن، جهڙي تهڙي مرمت ڪري ڪتب آڻيندا ٿا رهن.

تاريخ واري زماني کان اڳ جي ماڳن ۽ انهن کان ٿورو ئي پري گبربندن وارو ساڳيو تاجي پيٿو هاٿوڪيءَ سنڌ جي ڪوهستان جي ڪن ڀاڱن ۾ به نظر اچي ٿو. شايد بندن جو سڀني ۾ دلچسپ ميڙ کيرٿر ڇپر جي ڏاڪٽي ڇيڙي جي لڳ ڀڳ ۽ ڪوهتراش جي پر پاسي ۾ آهي. منجهانئن هڪڙو خاص ڪري وڏو ۽ ڀرو هڪڙو اونهي گهاري مٿان آهي. ان جو مقصد شايد پاڻي هڪڙي هنڌ گڏ ڪرڻ هو (14). ساڳئي نموني جو هڪڙو بيو شاندار بند ٽيهارو ميل اتر طرف کيرٿر ۽ نئن نئنگ جي مٿانهينءَ ماٿريءَ جي وچ ۾ گوزبانيءَ جي گوشائتيءَ ماٿر ۾ مليو ٿو. نگهند (Nighand) جي اوير پاسي واري اهڙن بنن جا نشان ڏسي سگهجن ٿا، جي پوک لاءِ اُپيءَ لاهيءَ کي وڏيءَ ڪاريگريءَ سان ڏنا ويا هئا. نگهند "وڃين ڇپر" جي چوٽين مان هڪڙيءَ جو نالو آهي ۽ سو ميل کن اتر ۾ سيتا ۽ ترپڻ (Trapan) نئن جي وچ ۾ آهي.

اهي سڀ بند قتل آهن ۽ هاٿوڪا رهاڪو انهن ڏانهن اشارو ڪري ڪيقدر ڪُرڪندي ساراهه ڪندا آهن ته ڪافرن، جي اسلام کان اڳ هن ڌرتيءَ جا ڌڻي هئا، ڪهڙا نه عجيب آڏاٽا اڏيا هئا استائين ڇوائيءَ، اهي اڏاوتون هنن بي هنر ڏنارن جي وت کان گهڻو مٿي آهن: ڪين اهو سمجهه ۾ نه ايندو آهي ته آخر ايتري ٿوري ظاهري فائدي لاءِ ايترو گهڻو پورهيو ڇو ڪيو ويو هو. بيشڪ، اهي پيچيديون رٿائون عمل ۾ ئي نه آنديون وڃن ها، جيڪڏهن اهڙيءَ آدمشماريءَ جي گهرجن جو پورائو نه ڪرڻو هجي ها، جا ايتري ته گهاٽي ۽ ٽِـرائتي هئي، جو ان جيتري اُن سرزمين ۾ تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ نه رهي آهي (15).

انهن اڏاوتن کي ڏسي هڪڙو بيو خيال به سجهي اچي ٿو. اهو هيءُ ته تن ڏينهين برسات هاٿوڪن ڏينهن کان وڌيڪ ججهي، يا گهٽ ۾ گهٽ وڌيڪ

نيمائتي، پونڊڙ هئي ۽ اهي اڈاوتون ان برسات مان فائدي وٺڻ لاءِ ڪڙيون ڪيون ويون هيون. پر هيءُ انومان شڪ کان آجو نہ آهي. دکن ۾ مرهٽو ڪڙمي ننديءَ ماٿر جي منهن کي يا ٽاڪرو ڳٽي کي ڇيڙي وٽ اڪثر پهڻ جي بندن سان بند ڪندو آهي، تہ جيئن رائو اندر گڏ ٿيندو رهي. اهي سنڌ وارن بندن جهڙا ٿي هوندا آهن. پر اڏاوت اڊنگي هوندي اٿن. مرهٽو ڪڙمي اهي بند انهيءَ پڪي آسري تي ٺاهيندو آهي تہ چوماسو مند تي ايندو ۽ جا وس وسائيندو. سا ہيو نہ تہ ويهن انچن کان متيري ضرور هوندي. سنڌ جي ڪوهستان ۾ برسات ساليانی سراسري ستن انچن ڪان ڪنهن بہ حالت ۾ متي نٿي وجي ۽ اها سراسري بہ ڇيھہ واري آهي. شايد ڏهن مان هڪڙو ورهيہ ويھ انچ ۽ بہ ورهيہ ٽي ٽي انچ يا ان ڪان بہ گھٽ برسات پوي. سنڌ ۽ بلوچستان اندر ايوسين دور جي پوين ڏينهن ۾ جيڪي ٽڪر ٺهيا هئا، تن جي پيچ پور، گرمي پد ۾ وڏيءَ گهاٽاواڌيءَ جي ڪري، دکن جي ٽڪر (Trap) کان وڏيڪ ٽڪڙي ٿي آهي، جتي جي آبهوا پوري پني آهي. ڪيرٿر متان جيڪي اوهيڙا وڏي پر مختصر چوهہ سان وسندا آهن، تن جي ڪري ٽڪرين جي هر پاسي تان ڳاڙهسريون ڇرون وهڻ لڳنديون آهن. انهن ڇرن اڳيان جتي بہ ڪا نهري رنڊڪ اچي، پاڻيءَ کي روڪي ٿي، اتي ڇگو چوڪو رائو ستجي وجي ٿو. هاڻوڪين حالتن جي لحاظ کان بہ گبربندن جو ايڏو قدبت بلڪل جائزو نظر ايندو، خاص ڪري انهن جو، جي ڇرن کي بند ڪن ٿا ۽ وهڪري کي اپين لاهين ڏانهن موڙين ٿا. سنڌ جي ٽاڪرو علائقي جي ڏاکڻي ڇيڙي جي سنوت ۾ بنين کي جيڪي مٽيءَ جا ڳرا بنا آيل آهن، تن ۾ اهڙا طوفاني وسڪارا ذري گهٽ هر پيري گهارا وجهي ڇڏيندا آهن.

اسين البت پاڻ کان هيءُ سوال پُڇي سگهون ٿا: سمجهو ڪٿي تہ اڄوڪا انجنير گبربندن جي مرمت ڪري اُنهن کي سندن اصل صورت ۾ آڻين ٿا ۽ پوءِ اُن صورت ۾ قائم رکن ٿا، ايتري مهلت بہ ڏجي ٿي، جيئن رائو وري ستجي وجي، تہ ڇا محنتي ڪڙمين جي آبادي هاڻوڪيءَ آبهوا ۾ ايتري پوک اُپائي وٺندي، جنهن مان هوند تاريخ کان اڳ واري زماني جي ٿرائتيءَ آدمشماريءَ جون گهُرجون پوريون ٿي جن؟ آءٌ سمجهان ٿو تہ اِن جو سِڌو سنون جواب اوس 'نہ' ٿيندو. منهنجي خيال ۾، اسان جو اهو اندازو ويلر جي لفظن ۾ بيان ٿيڻ گهرجي: "اُن زماني ۾ برسات اڄوڪي زماني کان وڌيڪ ججهي پونڊڙ هُئي، ۽

اُها ايتري بي يقيني بہ هئي جو ماڻهن کي اَن وري بہ سنڀالي رکڻو ۽ صرفي سان هلائڻو پوندو هجي" (16).

پر انهيءَ ڳالهہ لاءِ کوهستان جي اڳ تاريخي ماڳن مان جيڪا ثابتي ملي آهي، سا ايتري پختي بہ نہ آهي. پهرين ڳالهہ تہ گبربند تعداد ۾ نسبتاً ٿورا آهن، جڏهن تہ جن وسندين کي نسبتاً محدود ايراضيءَ اندر سُجاتو ويو آهي، تن جو تعداد ثابت ٿو ڪري تہ ينگار واري زماني ۾ اُتان جا رهاڪو هاڻوڪي زماني جي رهاڪن کان تعداد توڙي سڪونت ۾ سرس هئا. پر انهن مان گهڻن هنڌن جي ڀر پاسي واري زمين ايتري تہ کهري ۽ ٿوري آهي، جو بندن ۽ بنن کان سواءِ پوک ڏاڍي ڏکي ٿيندي هوندي. پوءِ پل تہ برسات اچ کان گهڻي ۽ باقاعدگيءَ سان پوندڙ چو نہ هُوندي هُجي. انت اسان کي اهو انومان ڪڏڻو ٿو پوي تہ اِن علائقي جون قديم قومون بنيادي طرح مالوند (Pastoral) هُيون، البت خانہ بدوش نہ هُيون. ۽ شايد گهربل انَ جو چڱو چوکو ڀاڱو ڪنهن ٻئي هندان هٿ ڪنديون هُيون. انهن قومن جي مکيہ مرڪزن مان ڪيترا قدرتي چشمن جي ڀر پاسي ۾ آهن. اهي چشما اچ بہ سوين ايڪڙ زمين آباد ڪري سگهن ٿا. هن پاسي جي جهونين وٽن جي پرتال سيني کان اڳ ۾ آنجهاني مسٽر اين. جي. مجمدار ڪئي هئي. مٿي ذڪر ڪيل "وڻجارڪي واٽ" جيڪا ڪوهستان منجهان ذري گهٽ سڌي ڏکڻ طرف هلندي، منڇر ڍنڍ کان ڪي ستر ميل پرتي اُن هنڌ تائين وڃي ٿي، جتي نئن باران ميدان ۾ داخل ٿئي ٿي، اُن واٽ جي سنوت ۾ ٻارنهن ٻارنهن پندرهن پندرهن ميلن جي وٿيءَ تي ڪئين منزل گاهون آهن. مجمدار کي انهن مان هرهڪ منزل گاهہ جي ويجهو هڪڙي تاريخي زماني کان اڳ جي وسندي لڌي هئي. پوئينءَ صديءَ جي ڇهين ڏهاڪي ۾ انگريزن ٽاڪرو روڊ کي سُڌارڻ وقت انهن منزل گاهن وٽ لانديون اڏايون هيون (17). اهي نوان پڙاءُ ڪين اهڙن هنڌن تي ناهڻا پيا هئا، جتي پاڻي هميشہ ملندڙ هو. آڳاٽن ماڻهن پڻ اهي هنڌ ساڳين سببن جي ڪري والاريا هئا. انهن کان سواءِ بيون بہ ڪيتريون والارون ننڍن چشمن ۽ نيئن جي مدامي وهڪرن کي بنهہ ويجهيون آهن. رڳو هڪڙي وسندي، ڪوهتراش بُـني، اهڙي آهي، جنهن جو وهندڙ پاڻيءَ کان پنڌ ٿورن والن کان مٿي آهي.

پر اِن هنڌ جي ڳالهہ بي آهي، ڇو جو پائنجي ٿو تہ ان کي بچاءَ جي خيال کان موزون ڏسي چونڊيو ويو هو. يعني اُتان بلوچستان ۽ سنڌ جي وچ ۾ هڪ مکيہ واٽ جي حفاظت ٿي پئي سگهي. ان واٽ جو ڪجهہ احوال اڳتي ايندو. ٿي سگهي ٿو تہ جهڙو ڪوهہ مجمدار عليمراد وٽ لڌو هو، تهڙو ڪوهتراش وٽ بہ ليپي پوي. اهو ڪوهہ بہ ساڳيءَ طرح جو بچاءُ مورچو آهي. يا شايد ماڻهو انهن بن گبربندن جي وچ ۾ هڪڙي تلاءَ مان پاڻي ڪڻندا هئا. جيڪي ڪوٽ ڏنل ٽڪريءَ کي مٿانهين پٽ سان ڳنڍين ٿا (18). هي جو اِن علائقي ۾ تاريخي زماني کان اڳ جا ذري گهٽ سڀ ماڳ دائمي پاڻيءَ جي پر پاسي ۾ ملن ٿا، تنهن مان لڳي ٿو تہ ڪنهن زماني ۾ هت ڪو چشمو بہ هوندو، جو ڪڏهوڪو سڪي ويل آهي. سنڌ جي ٽاڪرو علائقي ۾ بين بہ ڪيترن ئي هنڌن تي پاڻيءَ جا وسيلا ڌرتيءَ جي ڌوڏن سبب ائين سڪندا رهيا آهن (19). ڪجهہ بہ هجي، پائنجي ٿو تہ ڪوهہ تراش وٽ ڪوٽ جي پرسان چڱي پکيڙ واري وسنئن هئي. اسان تصور ۾ ماڻهن کي خطري وقت مال سوڌو ڪوٽ ۾ گڏ ٿيندي ڏسي سگهون ٿا. مکيہ هنڌ کان هيٺ ڪلئي ميدان ۾ وڏي پيماني تي رهائش جا نشان ملن ٿا. اهي نشان هڪڙن ڊگهن گبربندن جي پر پاسي ۾ آهن، جيڪي ظاهر آهي تہ ڪنهن زماني ۾ ڪيرٿر ڇپر جي پڇاڙيءَ هيٺان جهڪيءَ لاهيءَ تي ٻنين کي ڏنل هئا (20).

مجمدار جو سنڌ جي ٽاڪرو ملڪ ۽ بين علائقن جي پڙتال سان پهريون مقصد اهو معلوم ڪرڻ هو تہ سنڌوءَ يا هڙپا تهذيب جي پکيڙ ڪيستائين هئي. بين ڏينهين هڙپا، موئن جي دڙي ۽ موئن جي دڙي جي پر پاسي ۾ هڪ بن بين هنڌن بابت پتو هو تہ اهي انهيءَ تهذيب جا پد آهن. جهڙيون وٿون چوکي انداز ۾ موئن جي دڙي مان لڌيون ويون هيون، تهڙين وٿن جو ٽڪرن مان ڪيترن ئي هنڌن تان لڀڻ ان ڳالهہ جي ثابتي هو تہ ٻنهي جو پاڻ ۾ ويجهو ناتو هو يا اهو شايد ساڳيو تمدن هو: پر ٽڪرن اندر ۽ انهن جي پر پاسي وارين ڪيترين وسندين مان بلڪ بيءَ طرح جي ٺڪر جي ٿانون جي ٽُڪرٽوٽ پڻ لڌي ويئي هئي. اها ڳالهہ تہ اهي ٿانو موهن جي دڙي کان بہ اوائلي تمدن جا هئا، سا آمريءَ جي تهبنديءَ مان ثابت ٿيل ٿي لڳي. آمريءَ جو پد سنڌونديءَ ۽ لکي ڇپر جي ويجهو آهي: هت اِهي "عجيب" ٿانو ان کان بہ هيٺيانهين تهہ مان ڪوٺي

ڪڍيا ويا هئا، جنهن تهہ مان سنڌو تهذيب وارا مليا هئا. اُن دريافت کان سِتت پوءِ مجمدار کي ٿڪرن اندر ۽ انهن جي پر ۾ بين هنڌن تان "آمريءَ" ۽ "سنڌوءَ" وارا ٿانو (21) پاڻ ۾ رليل مليل مليا، ۽ ڪن هنڌن تي رڳو آمريءَ وارا يا رڳو سنڌوءَ وارا ٿانو ڏسڻ ۾ آيس: جن هنڌن تي رڳو هِن قسم جا يا رڳو هُن قسم جا ٿانو يا وري ٻيئي قسم رليل مليل مليا ٿي، تن جي هڪبئي جي نسبت سان بيهڪ اڻ رٿيل ۽ اتفاقي تي نظر آئي مجمدار کي هڪڙيءَ مند جي ڪم ۾ جيڪو مواد هٿ لڳي سگهيو، تنهن جي آڌار تي هن رڳو ايترو چوڻ واجبي ڄاتو تہ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ تهذيب جا مخصوص ڳاڙهي تي ڪاري رنگ وارا ٿانو ان علائقي ۾ ڳپل وقت چالو هئا ۽ آمريءَ جا بنهہ نرالا ٿانو ٿي سگهي ٿو تہ سنڌو تمدن جي اوائلي دور جا سهيوڳي هجن. هن جو خيال هو تہ آمريءَ جي ٿانو کي "سنڌو ماتريءَ ۾ حد دخلي ڪري ايندڙ عنصر ليکڻو پوندو". هن انهن ٿانون جي تن ٿانون سان زبردست جنسي هڪجهڙائيءَ ڏانهن ڌيان ڇڪايو، جي سر آريل اسٽائين مڪران ۾ ڪُليءَ وٽ ۽ اولهہ جهالاوان ۾ ميهيءَ وٽ ۽ ڪنهن حد تائين نال ۽ نندر (Nundara) وٽ، جي پڻ جهالاوان ۾ آهن، لڌا هئا (22).

مجمدار جي ان لکت کان پوءِ، سنڌ ۽ بلوچستان مان لڌل ٺڪر جي ٿانون جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪري، وري درجيبندي ڪئي ويئي آهي، جنهن موجب آمري ٿانون جي مشابهت نال نندر جي ٿانون سان آهي ۽ نہ ڪُلي ميهيءَ جو ٿانون سان. البت، پوئين قسم جي ٿانون جا نمونا الهندي سنڌ جي دڙن مان لڌا ويا آهن (23). هڪ ٻيءَ طرز جي ٿانون جون ٺڪريون بہ مليون آهن. ان طرز جي ٿانون کي "تو گاءُ" (Togau) سڏيو وڃي ٿو ۽ چيو وڃي ٿو تہ اهي ڪوئيٽا کان وچ مڪران تائين ۽ سنڌ ۾ ٺٽن گاج کان ويندي آمريءَ تائين رائج هئا (24). اهڙيءَ ريت، هوريان هوريان اهڙو مواد ڪٺو ٿيندو وڃي ٿو، جنهن جي آڌار تي سنڌ ۾ سرحد وٽ ۽ بلوچستان ۾ جي ڪڙمت ڪندڙ قومون هيون، تن جي ماهيت پروڙي سگهبي. شڪ ناهي تہ اڳاٽن اهڃاڻن جي علم جي نئين پرجهہ ۽ سڌاري سان اڳيئي لڌل مواد مان يا ماڳهين نين کوجنائن مان کي ٻيا تمدني نمونا بہ سامهون ايندا، شايد نوان ۽ وڌيڪ ڏورانهان تمدني ناتا سڄاتا ويندا. ٽَيتر (1961ع) تائين هٿ آيل ثابتين مان ڪچا انومان ڪڍڻ ئي واجبي ٿيندو.

سنڌو نديءَ جي اولهه وارن ٽاڪرو علائقن جي تاريخي زماني کان آڳاٽيءَ تهذيب جو جيڪو بيان هيٺ ايندو، تنهن جو واسطو گهڻو تڻو سنڌ بلوچستان جي سرحد جي ڀرسان ڀاسي وارن ماڳن مان خاص طرح لڌل ٿانون جي تفصيلات سان نه، پر انهن ماڳن جي عام خاصيتن مان هوندو. جتي تفصيل ضرور ڏسبو، اُتي آءٌ پنهنجا ڪي آزمائشي انومان ڇاڻائيندس. ان ڳالهه جو پورو پورو احساس اٿم ته متان ڪن نين کوجنائن جي ساک تي منهنجا اهي انومان لکت ۾ ايندي ئي ريتجي وڃن.

تاريخ جي زماني کان اڳ سنڌ بلوچستان سرحد واري ملڪ ۾ ماڻهن جون جيڪي وسنديون هيون، تن ۾ وڏي اڪثريت ننڍين ڳوٺن ۽ واهڻن جي نظر اچي ٿي، جتان جا رهاڪو گهڻو ڪري مال وند هئا. انهن ڳوٺن ۾ ننڍا مستطيل گهر هئا، جن جي پيڙهه ۽ عام طرح پتين جون پهريون به چار قطارون پهڻ جون هيون. متين اڏاوت تي سگهي ٿو ته چيروليءَ مان پختي ڪيل ڪچي (Rubble) جي يا اوڏڪي هجي ۽ چتيون ڪاٺ جي ڀاني متان رکيل پيس جي پترن جون هجن، جن تي گاري جو ليپو آيل هجي. پر اهو انومان ته متينءَ اڏاوت ۾ هي شيون ڪم آيل هونديون، سو اسان ان ڪري ڪريون ٿا، جو اهي شيون اڄڪلهه انهيءَ علائقي اندر ملندڙ آهي. ذري گهٽ سيني گهرن وارا هنڌ اُتي ۽ چوڌاري پيل پهڻ جي ٽوٽن ٽڪرن مان سڃاڻي سگهجن ٿا.

ڪن ڳوٺن ۾ گهر هڪٻئي سان ڳاهٽ تيل ۽ اڪثر ڪنهن قدرتي متانهين پٽ تي اڏيل هئا. جنهن جو متاڇرو لاڳيتيءَ رهائش جي ڪري هوريان هوريان متي تيندو ويو آهي، ۽ ڦٽڻ کان پوءِ واري وڏي مدي ۾ اهو ڪاڇندو ڪاڇندو، ٽڪر نوب جي مخروطي دڙي جي شڪل اختيار ڪري ويو آهي. ڪن ڳوٺن ۾ وري گهر ڏار ڏار چڱيءَ وڏيءَ ايراضيءَ تي پکڙيل آهن، جنهن مان لڳي ٿو ته اتان جا رهاڪو صلح سانت ۾ گذاريندڙ مالوند هئا. ڪانڌي واهي (Kandhi Wahi) اهڙيءَ طرح جي وسنديءَ جو چڱو مثال آهي. اهو هنڌ ڪيرتر جبر جي هينان هڪ متانهينءَ ماٿر ۾ آهي. هت جا شيءِ پهرين پهرين ڏيان ڇڪائي ٿي، سا آهي هڪڙي ننڍي پر نمايان مرڪزي رهائشي ايراضي. اِها هڪڙي قدرتي ماٿر تي بيٺل دڙي تي آهي. سڄي ايراضي مٽيءَ جي ڏڏڙ ۽ ٺڪرين جي ڀور سان ڍڪيل آهي. سمجهجي ٿو ته هت ڳوٺ جي

چگي مڙس ۽ سندس عزيزن جا گهر هوندا. چوٿائي ميل اندر، مختلف طرفن ۾، اڪيلن گهرن يا گهرن جي ميڙن جا نشان آهن، جي ڪافي ڪاچي پائجي ويا آهن ۽ پکل ٿانون ۽ چقمقي پٿر جي ڏار وارن اوزارن سان ڍڪيل آهن. اتان ويجهو ٽڪر تي ٿورو مٿي هڪڙي ويڪريءَ چپ تي چقمقي پٿر کٽي پچڻ جو هنڌ آهي. اوزار پڪ ئي پڪ اُتان جا هوندا. ان هنڌ پٿر ڪٽيندڙن جي گهرڙن جا پٿراوان بنياد، سندن ڪرت جي گڏ ٿيل ٽڪرٽوٽن جي پر پاسي ۾ ڏسي سگهجن ٿا. ان وسنديءَ جي وچان ئي وچان هڪڙو هٿرادو ڪڙيو لنگهي ٿو، جيڪو چقمقي پٿر ڪٽڻ واري هنڌ جي پاسي مان هڪڙي چشمي جو پاٽي هيٺ ميدان ۾ پوک جي ٽڪري کي پهچائي ٿو. ڌرتي ڄاڻ جي ماهر مسٽر فيڊن (Fedden) کي اسي ورهيه اڳ، اهو هنڌ نظر مان ڪڍي رايو ڏنو هو تہ چشمو جيترو جالارو اڳ هو، تيترو هاڻ ناهي (25). ڊسمبر 1942ع ۾ جڏهن آءٌ ڪانڌي واهيءَ ويو هئس، تڏهن مون اُتي جيڪو ڪٽڪ جو فصل ڏٺو هو، سو هوند هڪڙي ڪٽنب لاءِ بہ پورو نہ پوندو، ۽ نہ ئي اُتي ڪا مستقل وستي هئي (26).

اهڙي پڙ و پڙ قسم جي هڪ ٻي ڪشادي وسندي نئن باندٽيءَ جي ڪپر سان آهي. اُتي پڻ هڪڙو مرڪز رهائش جو دڙو ۽ هڪڙو چقمقي پٿر ڪٽڻ جو هنڌ آهي. هت نہ رڳو آبپاشيءَ جون سهولتون ڪانڌي واهيءَ کان گهٽيون سنيون آهن، پر اهو هنڌ هر لحاظ کان وڌيڪ ڪشش وارو آهي (27).

پيماني جي ٻئي ڇيڙي تي وري "وڏا ڳوٺ" آهن، جتي گهٽا گهر هڪ ئي يڪي ايراضيءَ ۾ ڳاهٽ ٿيل آهن. انهن مان سيني ۾ وڏا ڏنپ بُٺي (Damb Buthi)، تونگ، نئنگ ۽ ڪائي (Kai) آهن. منجهانئن هر هڪ جي پرسان جالارو چشمو آهي، جنهن تي اڄوڪي زماني ۾ بہ بہ ٽي سؤ ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهي ٿي، توئنگ ۽ نئنگ ۾ چشمن جا مهڙ چوڌاري بنا ڏيئي بند ڪيل آهن ۽ اُتي ضمني وسندين جا اهڃاڻ بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪائيءَ وٽ "ڳوٺ" کان ڪجهہ وال پرتي ايپي لاهيءَ وارن پاسن سان هڪڙي چپٽري متاڙ واري ٽڪري آهي، جنهن تي ڪوهہ تراش بنيءَ جهڙو گهير وارين پٿين سان ڪوٽ (Perimeter) اڏيل آهي. پانئجي ٿو تہ تاريخ واري زماني ۾ ڪائيءَ جا رهاڪو مصيبت وقت اِن ڪوٽ ۾ وڃي پناهہ وٺندا هئا. پر اتي پنگار واري زماني جي ٿانون جي نيڪرات بہ گهٽي انداز ۾ موجود آهي.



’مِيرِي‘ - توئنگ، محال ڪوهستان



رتن شاهه چشمي (توئنگ) وٽ شهر پناهه جا آثار



لُنڊي ٻُني، نيئگ جي پرسان، تعلقو سيوهڻ



ڪائِي ٻُني، تعلقو سيوهڻ

انهن ڇئن ئي ڳوٺن جا مڪيہ يا "گادي" دڙا ساڳين خاصيتن وارا آهن. توڻگ وٽ "ميري"، نئنگ وٽ "لکمير جي ماڙي" (Lakhmir Ji Mari) ۽ ڏنب بني، اهي ٽيئي پٽ کان گهٽ وڌ سٺ فوٽ اُتانهان آهن. ڪائيءَ واري بني قد ۾ گهٽي ننڍي آهي، پر پکيڙ ۾ ٽنهي جيتري وڏي اٿس. ڏسڻ ۾ سيني کان وڌيڪ هترادو توڻگ ۽ نئنگ آهن. ٻنهي هنڌ مٿاڇري تي وڏين گنل ڪاڏل اوسارين جا نشان آهن، جن جي ڇوڏاري پٿرن جا ڍڳ سٽيا پيا آهن. تر جا ماڻهو چوندا آهن تہ ميري ۽ لکمير جي ماڙي تنهن آڳاٽي زماني ۾ بادشاهن، بلڪ سردارن، جا محلاتي ڪوٽ هئا، جي ٽڪريءَ جي پاڙ وٽ هڪبئي جي پاسي ۾ پهريوارن ۽ ٻين خادمن جي ڪوٺين ۽ جاين ۽ طنبيلن مٿان ڪر ڪنيون بيٺا هئا. ماڻهن جو اهو چوڻ ڪجهہ مڙيوئي دل سان لڳي ٿو.

قلات جي نظاريدار ميري بہ 1935ع واريءَ ڌرتيءَ جي ڌٻڻ تائين اهڙي ئي هئي. لنڊي بنيءَ (Lundi Buthi) جي نالي سان هڪڙو اڳ تاريخي ماڳ نئنگ کان ميل کن ڏکڻ اوير ۾ آهي. ان جي اصلوڪي بناوت گهڻي وڌيڪ چٽي آهي. اهو مخروطي دڙو هڪبئي مٿان ٽن پٽرائين پٽين يا ٿلهن (Terraces) سان وڪوڙيل آهي ۽ چوٽيءَ تي ماڙيءَ جا نشان اٿس. ان مان ڄڻ جي ٿو تہ ان تي ڪو ڪوٽ نہ پر ميسوپوٽيما جي اهرام صورت عبادت گهر جهڙي ڪا جاءِ هئي. ٿي سگهي ٿو تہ توڻگ واري ميري ۽ نئنگ واري لکمير جي ماڙي بہ اهڙيءَ طرح جون جايون هجن، جيتوڻيڪ سندن لاهين تي ملندڙ وٽن جي وڏي تعداد ۽ گوناگونيءَ مان ائين ٿو لڳي تہ اهي، ٻيو نہ تہ، اُتان جي گهرن جو مرڪز ضرور هونديون. لنڊي بنيءَ ۾ بنيءَ کان هيٺ، جيڪو ٽَڪر جو ويڪرو ڇپٽرو ٽُڪر آهي، سو مڪيہ رهائشي ايراضي لڳي ٿو، ڇو تہ اهو پهڻ ٽُڪراٽن. پڳل ٽانون ۽ چقمقي پهڻ جي ذڪيل ٽڪرن سان اصل ڪارو لڳو پيو آهي (28). سو ان هنڌ جي عام بيهڪ ۽ بناوت ڏنب بنيءَ سان مشابهت رکي ٿي.

مڪاني عقيدو اِهو آهي تہ لنڊي بنيءَ جون پٽيون بچاءَ لاءِ ڪنيون ويون هيون. ۽ نئنگ ماڙيءَ وارن جون پيڙهين جون پيڙهيون خطري جي وقت ساڳئي قسم جي جاين ۾ وڃي گڏ ٿينديون هيون.

سنڌ بلوچستان سرحد جا تاريخ جي زماني کان اڳ وارا ماڻهو تهذيب جي ڪهڙيءَ منزل تي هئا. تنهن ڳالهہ جو اندازو اِنهن هنڌن تان هيلتائين لڌل وٿن

مان ٽورو گهڙڻو لڳائي سگهبو. هو ٽامي جي استعمال مان واقف ته هئا، پر معلوم ٿو ٿئي ته ان مان رڳو پنهنجي سينگار جون شيون ڪانٺا، منديون، مڻيا ٺاهيندا هئا ۽ نه اوزار (29). ٿي سگهي ٿو ته ڪوٺائي ڪندي ٽامي جون ڪهاڙيون ۽ ٻيا اوزار اجا به ليپي پون، اهڙا جهڙا هار گريوز کي نال وٽ ٻن دڙن منجهان لڌا هئا. پر جن اوزارن ۾ تکي ڌار يا چهنب ٿئي ٿي، سي گهڻو ڪري ٻاري يا چقمقي پهڻ مان ٺاهيا ويندا هئا. انهن ڪپن، ونڊڻن ۽ رنبين جي ڪاريگري تمام اُوچي آهي (30). انهن ماڻهن جا ڪاريگر نيم قيمتي پٿرن عقيق، سنگ يشم، سنگ سليماني توڙي فندق هنديءَ جو ڪم به ڪندا هئا ۽ انهن کي وڏيءَ اٽڪل سان اوجاريندا ۽ ونڌيندا هئا. اهي سڀ پٿر ڪوهستاني علائقي ۾ ليندڙ آهن.

پر سندن تمدن جو سهڻي ۾ سهڻو نمونو نڪر جا ٿانو آهن. آمريءَ وارا ڪنير ڪمال جي نفيس ۽ نرم ليٽي ڪم آڻيندا هئا. ڦڪي يا گلابي رنگ جي ليٽي هٿڻ سان ٿانو جي متاڃري تي اڪثر هلڪي اڇي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سائي ڇَٽ اچي ويندي هئي. هڪڙي ڦڪي يا هلڪي ڳاڙهي رنگ تي سنهي پٽي گهڻو ڪري ٿانو جي منهن يا ڪلهن وٽان ڪنيءَ طور هڻندا هئا: ۽ ان مٿان ڪاري يا ڀوڙهي خاڪي رنگ سان چٽسالي ڪندا هئا. ٿانون تي چِٽ ذري گهٽ هرپيري جاميٽريءَ جي شڪلين جهڙا هوندا هئا، مستطيل خانن جي اندر چورس خانا. آمريءَ وارن ٿانون تي گهڻيون شڪليون مستطيل خانن اندر چورس خانن جون آهن. ٻيون شڪليون هڪ ڪندا ۽ گهڻ ڪندا آهن. گولائيءَ واريون شڪليون، جهڙوڪ گول ۽ اڌ گول، پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. اجا ته آمري تمدن جا ڪي به اهڙا پڳل ٿانو هٿ نه آيا آهن، جن تي جانورن يا ماڻهن جون شڪليون نڪتل هجن. ڪن شڪلين جي وڻن يا پنن سان مشابهت شايد اتفاق آهي. انهيءَ قوم جي ڪنيرن ساهوارن جي دنيا کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ، نقش و نگار جي طرز پاڻ ايجاد ڪئي هئي.

آمري تمدن جي ٿانون وارن هنڌن جي وچ ۾ ڪي اهڙا ماڳ به وڪڙيل آهن، جتان جا ٿانو ٻيءَ طرح جي تمدنن سان واسطو رکن ٿا. انهن ۾ ڪي اهڙا به آهن، جن تي سرهه (جانور) توڙي پنن ۽ گلن جون شڪليون چٽيل آهن(31). سرهه کير تر ۽ ان جي ضمني ڇپرن تي اجا به عام ملي ٿو، ۽ مڪران ۽

جهالاوان ۾ پڻ. جتي پنگار واري زماني جا اهي بيا ڪڙمتي تمدن موجود هئا. سنڌ بلوچستان سرحد واري ٿاڪرو علائقي ۾ ڪي اهڙا ماڳ به آهن، جتي نال، ڪلي ميهي، يا سنڌو تهذيب سان واسطو رکندڙ ٿانون جي نيڪرات آمري تمدن وارن ٿانون جي نيڪرات سان گڏوگڏ. ڪڏهن ته پٺري وسنئن وارين ايرضين ۾ پڻ، ملي ٿي (32)، ۽ بين هنڌن تي وري پاڻ ۾ رليل مليل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. بن بن قسمن جي ٿانون وارن هنڌن (Duplex Sites) مان گهڻن تي اُڪريل چٽن سان سادا ٿانو به موجود آهن. انهن "حدخلين" جي اهميت تي اڳتي هلي بحث ڪبو.

اسان کي آمريءَ وارن جي ڪريا ڪرم جي رسمن بابت جيڪا به ڄاڻ آهي، سا مجمدار طرفان ڏنپ بنيءَ ۾ ڪيل کوجنائن مان ملي آهي(33). ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته هو لاشن کي "اڌپورو" پوريندا هئا. چا ڪندا هئا ته مڙهه کي ٽانگهن پٽر جي اوساري ٿيل ڪمرن ۾ پوري ڇڏيندا هئا ۽ ان سان گڏ ٿانو ٿپا ۽ سينگار جو سامان به رکندا هئا. انهن قبرن ۽ منجهن رکيل سامان جي هارگريوز طرفان نال وٽ اڳ کوٽي کڍيل قبرن (34) سان ايتري ته گهڻي مشابهت آهي، جو اسان بنان هٻڪ جي هيءُ انومان ڪڍي سگهون ٿا ته آمريءَ ۽ نال جا ماڻهو تمدني طرح پاڻ ۾ ويجها مائٽ هئا.

اجا ڪا ڳالهه اهڙي ناهي لڌي، جنهن مان پتو پوي ته آمريءَ وارا پوڄيندا ڇا کي هئا. منچر ڍنڍ کان ٿورو اُتر طرف ميدان ۾ ۽ آمري علائقي جي اتر اوير واريءَ حد تي هڪڙو "لاکيو" (Lakhiyo) نالي سنڌو تمدن جو ماڳ آهي. اتان ماتا ديويءَ (Mother Goddess) جون مورتيون لڌيون ويون هيون (35). ساڳئي نموني جون مورتيون ڪلي. ميهي تمدن جي خاصيت به آهن ـ ان تمدن جو مکيه علائقو جهالاوان جي ڏکڻ اولهه ۽ مڪران جي اوير ۾ آهي ۽ ان ۾ ڪيترا "نال" وارا هنڌ به اچي وڃن ٿا. ان علائقي بابت چئي سگهجي ٿو ته اهو آمري تمدن وارن جي الهندين حدن سان هم قدم هو. جيسين ڪا سڌي ثابتي ملي، تيسين ائين وسهڻ ۾ ڪو اهم ڪونهي ته آمريءَ وارا به ائين ئي پوڄا ڪندا هئا، جيئن سنڌن ڪلي ميهيءَ وارا پاڙيسري.

آمري تمدن وارن جو ڪو صدر مقام به هو ڇا؟ جي ها ته ڪٿي هو؟ منهنجي صدر مقام سان مراد ڪو موهن جي دڙي جهڙو شهر ناهي، بلڪ منهنجو اشارو هڪڙي ڳوٺ يا ڳوٺن جي جهڳٽي ڏانهن آهي، جنهن جي پکيڙ

اڪثر ڳوٺن کان وڏي هجي، جيڪو ماحول ۾ وڌيڪ نوازيل هجي ۽ جتي سڄيءَ ٻهراڙيءَ کان ماڻهو وقت بوقت شيءِ شڪل وٺڻ ۽ ٻين اهڙن ڪمن ڪارين سانگي ايندا ويندا هجن. اهو ته ظاهر آهي ته آمريءَ وارو علائقو گڏيل رهڻيءَ ڪهڻيءَ لاءِ موزون نه آهي، ڇو ته سنڌوءَ جي پٽ سان لاڳاپيل ڪاڇي جي ڪجهه پاڱي سميت ان جون متانهيون ماٿريون هڪٻئي کان کهرن جابلو ڇپرن سبب ڌار ٿيل آهن. عام خيال اهو آهي ته انِ ۽ ٻين پسگردائيءَ وارن علائقن کي اولهه کان هوريان هوريان لڏي ايندڙ ماڻهن وسايو هوندو. هنن جي لڏڻ جو سبب گهٽو ڪري شايد آدمشماريءَ جو زمين تي جيئڻ پوءِ وڌندڙ داٻ هو، جنهن داٻ کي آبهوا جي ڦير ڦار ويتر اگرو تي ڪندي ويئي. اهو پڻ سمجهيو وڃي ٿو ته آمريءَ وارو تمدن سنڌويءَ جي ڪڇي تائين ڦهليل نه هو. ڪڇي ۾ ان جو ڪوبه نشان (36) هيڪلو يا چانهونءَ جي دڙي جهڙن پڊن جي هيٺانهن تهن مان اجا تائين ناهي مليو. اهو دراصل بلڪل فطري آهي ته اولهه کان ڪوچ ڪندڙ مالوند ماڻهو سنڌ جو اپار متيهاڻو ميدان ڏسي ٿهي ويا هوندا ۽ ”منئي درياءَ“ جا ساليانا ريچڪ ڏسي هنن ان کي پال - پلاٽيندڙ نه پر راڳا ڪندڙ ڄاتو هوندو. سو هو پنهنجن ڏنل وائنل ٽڪرن ڏي موٽي ويا ۽ وڃي جاتل سڃاتل چشما ۽ اوتائتيون ماٿريون وسايائون، ۽ پنهنجا ڳوٺ سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي پهچ کان ٻاهر ٻڌائون ۽ جبلن جي پاسي ۾ ماٿري ۽ ڪاڇي کي ڇهنيا رهيا. هزارين ورهيه پوءِ بلوچ، جي تڏهن مال وند قوم هئا، اوپر ڏي لڏي هليا ته اهي پڻ ڪاڇي ۾ منزل وجهي ويهي رهيا، ڇو ته ڪاڇي ۾ ڌڻن لاءِ چارو ۽ پاڻي، ٻڌل ميدانن جي ظاهري سُڪر کان وڌيڪ پلو ۽ ججهو هو. جڏهن بلوچ مال ونديءَ کان پوک ڏي آيا، تڏهن ئي هو سڄيءَ سنڌ ۾ گهر ڪري ويٺا.

انهيءَ لحاظ کان ڏسبو ته سنڌ بلوچستان سرحد وٽ اُتر کان ڏکڻ وارين ماٿرين ۾ آمريءَ وارن ماڻهن جي ڳوٺن جي ”قطار“ ان کان وڌيڪ ظاهر نه ڪندي ته هنن اهو ڏيهه ذري گهٽ سمورو والاري ڇڏيو هو. باقي انهيءَ زماني کان پوءِ اُتي اندروني اچ وڃ جا ۽ اجا به پوءِ لانگهائو واپار جا مکيه رستا ٻڌجي ويا هوندا.

جڏهن سنڌ واري ڪوهستان جي آڳاٽن اُهجاڻن، صديءَ کان وڌيڪ مدو اڳ، انگريز عملدارن جو پهرين پهرين ڌيان ڇڪايو هو. تڏهن ڏنو ويو هو ته تر

جي ماٺهن انهن جي اڏاوت "وڏوان" (Wudwan) جي نالي تي ليکي. سر بارٽل فريئر کي اِن نالي جون معنائون "مهان" يا "جهونا" ماڻهو ٻڌايون ويون هيون. اِنهن وڏوان جي پوين بابت پڇيو تي ويو تہ انهن کي "محمد بن قاسم سنڌ جي سوپ وقت پاڙان پٽي ڪڍيو هو" فريئر کي ٻڌايو ويو تہ اِن قديم قوم جي گادي "حب سارونا" (Hubb Sarona) هئي، تہ سندن "شهر" ٻيلي ڪان بہ، "جنهن جي تاريخ تي هزار ورهيہ پراڻي آهي"، جهونو هو، ۽ اهو بہ تہ هو "ڪندراج" (Kundraj) وٽ ڪاٺين مان شيهو ڪڍندا هئا (37).

سارونا حب نديءَ واريءَ ماٿريءَ جي اُتر اولهہ طرف 26 ڊگريون 10 منٽ ويڪرائي ڦاڪ ۽ 26 ڊگريون 20 منٽ ويڪرائي ڦاڪ جي وچ ۾ آهي. فريئر جي مٿئين بيان کان ڪي پنجاهہ ورهيہ پوءِ هوزبلر سارونا جي ميدان ۾ سيني کان وڏيڪ پيچيده گبربند ڏٺا هئا. اهي بند حب نديءَ جي وچ واري وهڪري سان لڳو لڳ ملڪ جي نمايان خاصيت آهن. سارونا ماٿريءَ جي ڏاکڻي پاڳي ۾، جو ست ميل ڪن ويڪرو ٿيندو، پوک لائق زمين جو وڏي ۾ وڏو ٽڪو ٽڪرو آهي، جنهن جهڙو سچي ڏکڻ جهالاوان ۾ ٻيو ڪٿي بہ ڪينهي. ان ٽڪري جي پکيڙ اٽڪل روءِ اڌ لک ايڪڙ ٿيندي ۽ سمورو گاهن، ننڍن ننڍن وڻن ۽ ٻوٽن سان ڇانئيل آهي (38). اسان جو اهو انومان تہ تاريخ کان اڳ جي زماني ۾ ڪجهہ وڌيڪ برسات پوندڙ هئي، تنهن کي بہ ليکي ۾ آڻبو تہ پوءِ سارونا ماٿري هڪ شاداب زرعي مرڪز بہ ٿي سگهي ٿي. آڳاٽن رهاڪن ان جي قدرتي خاصيتن کي "احمد بند" جيڪو ذري گهٽ اڌ ميل ڊگهو ٿيندو، ۽ پير "مناغره بند" جهڙن عظيم الشان بندن سان وڌائي ڇڏيو هو. پوئين بند جي اوٽ ۾ رائي جي ست، هوزبلر جي ماپ موجب، 30 فوٽ ٿلهي هئي، هوزبلر کي ماٿريءَ اندر ۽ ان جي پرپاسي ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي "آڳاٽن شهرن"جا ماڳ ڏسڻ ۾ آيا هئا. جتان جون جايون طرز ۾ ظاهر ظهور انهن "پهڻ جي لوڙهن" جهڙيون هيون، جيڪي ڏاکڻي ڪوهستان جي نمايان خاصيت هئا. انهن کان نراليون گول اڏاوتون هيون، جن بابت ساڳئي صاحب جو انومان هو تہ اهي "دخما" يا "ماٺ جا نل" هونديون. شايد انهيءَ انومان ئي هن کي گبربندن جي اڏاوت جهونن (زردشتي) ايرنين جي نالي ليکڻ تي هر ڪايو هو. جنهن وقت هوزبُلر اهي احوال قلمبند ڪيا هئا، تنهن وقت، يعني ڪي پنجاهہ ورهيہ اڳ،

ڪنهن کي اهو معلوم نہ هو تہ هن تر ۾ ڪا تاريخ جي زماني جي سيپتا بہ هئي (انهن مڪاني ڏندڪٿائن کي ڇڏي، جي فريئر جي عملدارن لکت ۾ آنديون هيون). سو هوزبُلر کي ايراني زردشتين، هندستاني ٻڌن ۽ عربن مان ڪنهن هڪڙيءَ قوم کي چونڊڻو هو، جو اهي ئي قومون هيون جي اهڙين سائنسي رٿائن کي سوچي ۽ عمل ۾ آڻي ٿي سگهيون. اهو بلڪل سياڻپ آهي تہ هن گهڻ نمايان پڊن بابت مختصر بيان تي قناعت ڪئي. "ڪيترن ئي دڙن تي ٺڪر جا ٽانو گهڻي تعداد ۾ ڏٺا ويا، پر ضروري نہ آهي تہ انهن جو اڳوڻن رهاڪن سان ڪو لڳ لاڳاپو هجي، ڇاڪاڻ تہ اڳوڻي زماني ۾ جڏهن ملڪ تي جلهون ۽ ڪاهون پيون ٿينديون هيون، تڏهن لڳي ٿو تہ هڪڙو ئي مٿانهون هنڌ وري وري آڏبو رهندو هو، ڇو جو ان جي بيهڪ سلامتيءَ واري هوندي هئي" (39). هاڻ جيڪو ماڻهو ڇوڪ ڇڪاس تي نڪرندو تہ پهرين انهن دڙن کي ڪٽندو. اُن کي اسٽائين، هار گريوز ۽ مجمدار جي "ڪلهن تي بيهي"، اُها ڇڪاس ڪرڻ پوندي. انهن ٽن صاحبن، هوز بُلر جي مضمونن کان رڳو ويهہ ورهيہ پوءِ، بلوچستان ۽ سنڌ جي ٽاڪرو علائقن جي اڳ تاريخي تمدنن جون کوجنائون شروع ڪيون هيون (40). جيستائين انهن هنڌن جي ٽانون جي ٽپاس ۽ درجيبندي نٿي ٿئي، تيستائين اسين فقط ايترو چئي سگهون ٿا تہ مٿيون مختصر بيان انهيءَ علائقي جي بين بہ ڪيترن ئي اهڙن دڙن سان ٺهڪي ايندو، جن جو واسطو پنگار واري زماني جي هڪ يا ٻئي ڪڙمت واري تمدن سان ڏنو ويو آهي ۽ سارونا جي پٽ ۾ پڊن جو هجڻ فريئر جي لکت ۾ آندل اِن ڏند ڪٿا جي پنيرائي ڪري ٿو تہ ٽڪرن جي اڳ تاريخي رهواسين جي گاديءَ جو هنڌ "حب سارونا" هو.

اهو فرض ڪندي تہ احمد ۽ پير مناغره جهڙا آبپاشيءَ ۽ زمين جي حفاظت جا مهان بند انهيءَ قديم قوم ٺاهيا هئا، اسان تصور جي اک سان ميدان ۾ اَن جون ٻنيون ۽ ٻنين جي وچ ۾ گهرڙا ڏسي سگهون ٿا. اُتي ڪا اَن پڙي بہ هوندي، جتان پسگردائيءَ جي گهڻ نوازيل وسندين جا رهاڪو اچي ان داڻا وٺي ويندا هوندا. اوپر طرف پوک جا ننڍا ننڍا مرڪز بہ هئا. هوزبُلر "ڪوٽڙئي" (Kotrio) ۽ حب نديءَ جي ڪنڌيءَ سان ڪن هنڌن تي، ۽ اِن نديءَ جي اوپر طرف بهلور (Bahlur) جي ڪشادي ماٿريءَ جي سنهن وٽ پڻ، جيڪو ڪيرٿر

ڇپر ۾ سنڌ جي هاڙوڪيءَ سرحد جي هينان واقع آهي، گبربندن جي هجڻ جو ذڪر ڪري ٿو.

ٿاڪرو تر جا هاڙوڪا رهاڪو پنهنجن قديم وڏن جي جاين جي اهڃاڻن کي هميشہ "ڪوٽڙو" سڏيندا آهن، ۽ مٿيون ڪوٽڙو تہ "وڏڪا لوڪ" (4) يعني وڏا يا جهونا ماڻهو (فريئر جي ٻڌايل "وڏوان" جو مفهوم بہ رکي ٿو.

جن ڪاٺين بابت چيو وڃي ٿو تہ "وڏوان" انهن منجهان شيهو ڪڍندا هئا، سي سارونا ماتري کان ٽيهارو ميل اولهہ طرف ڪانراڄ (Kanrach) ماتر ۾ آهن. لسٻيلي جي گزيٽيئر ۾ ان هنڌ جي نشاندهي ڪيل آهي، جتي شيهو ليي ٿو ۽ ڪانراڄ ڪوٽ وٽ هڪڙي قديم شهر جو ذڪر بہ ڪيل آهي (42). جيئن تہ اِن هنڌ ٿامو بہ چڱي چوکي انداز ۾ ليي ٿو، سو ان هنڌ جي دلچسپي ٿاڪرو علائقي ۽ سنڌو ماتريءَ جي اڳ تاريخي تهذيبن جي حوالي سان هيڪاري وڌي وڃي ٿي. ڪانراڄ ماتر چڻني پاسن کان اڙانگن ٽڪرن ۾ وڪوڙيل آهي. اِن ڪري ان تائين پهچڻ ڪو اهڙو سهنجو ڪونهي. البت بہ گس اهڙا آهن، جي آهن تہ اڙانگا ۽ ورن وڪڙن وارا، تڏهن بہ انهن تان لاڏو اُٺ هلي سگهن ٿا. انهن مان هڪڙو زئي لڪ (Zai) کان ۽ ٻيو باروڙ (Baror) لڪ کان ٿيندو، ٻپ ڇپر لتاڙي، سارونا پهچي ٿو. انومان آهي تہ ٿاڪرو وسندين وارا جيڪو ڌاتو ڪم آڻيندا هئا، تنهن مان گهڻو شڪ ناهي تہ انهن گسن تان ايندو هو ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اتان ٿيندو، سنڌ جي ميدان وارن شهرن ڏانهن بہ ويندو هجي.

سارونا ماتر ۾ هاڙوڪيءَ سنڌ جي ٿاڪرو ملڪ جي وچ ۾ اچ وڃ نسبتي طرح سني هئي. اِن علائقي جي اڳ تاريخي تهذيب جي حالتن تي ڳڻ ڳوت وقت اهو ضروري آهي تہ هاڙوڪين سياسي سرحدن سان ڳنڍيل ويچار دماغ مان ڪڍي ڇڏجن. ميدانن جي رهاڪن کي شايد کيرٿر ڇپر هڪ ٿاهينڌڙ قدرتي سنڌو لڳي پرجهالاوان جي رهواسين لاءِ اهو ڇپر جبلن جي سلسلي جي اوير ۾ اٽيل پيڙ آهي، جا قد ۾ سيني کان ننڍي ۽ اڪرڻ ۾ گهٽ ڏکي آهي. جيڪو تر لڳ ڀڳ، منڇر ڍنڍ جي سامهون آهي، اُتان کيرٿر پاڻ وڌيڪ ننڍو ۽ اُڪرڻ ۾

سولو آهي، چو تہ اُتي، جيئن اڳيئي ٻڌائي آيا آهيون، ڪيترائي لڪ هڪٻئي جي ويجهو آهن. اهي لڪ سمنڊ جي مٿاڇري کان ٽن هزارن فٽن کان بہ گهٽ اتانهان ٿيندا. سارونا جو پٽ سمنڊ جي مٿاڇري کان ذري گهٽ هزار فٽ مٿي آهي. اُتان بہ مڪيہ واٽون "سنڌ" جي ٿاڪرو علائقي ۾ اچن ٿيون.

جيڪا واٽ اُتر ۾ آهي، سا هينانهين ۽ سهنجي ٽپوري (Trepuri) لڪ کان ٿيندي، ڪود (Khude) چيہر لتاڙي، حب ماٿري ۾ داخل ٿئي ٿي، جنهن نديءَ جي سامهون اُها مسافري (Musefari) لڪ کان ٿيندي، ڪيرٿر جو هڪڙو هينانهون ڏونگر پار ڪري ٿي. اِها واٽ پوءِ نئن لوئي (Loi) کان ٿيندي، ڪيرٿر اُڪري، وڃي گاڙ (Garre) لڪ وٽ پهچي ٿي، جتان اها انگائي (Angai) نئن جو پاسو وٺي منڇر ڍنڍ ڏي لهي وڃي ٿي. اڄڪلهہ اها واٽ پيش (ڦيش) نيڻ لاءِ ۽ خانہ بدوش بروهين جي سنڌ ڏانهن ۽ سنڌ کان مندائتي لڏپلاڻ لاءِ گهڻي واپرائجي ٿي.

ٻي واٽ سنڌ واري ڪوهستان جي ڏاکڻي پاڳي سان اچي ملي ٿي ۽ گهڻي وڏيڪ سٺائي ۽ سڌي آهي. اها سارونا ماٿر مان نڪري، اِن نالي واري نديءَ جي ڪنڌيءَ سان هلندي، اچي آري پير (Ari Pir) وٽان نڪري ٿي، ۽ حب ندي اُڪري، ان جي ڪابيءَ ڪنڌيءَ سان لهواري هلندي، ديوانا (Divana) لتاڙي، دريجيءَ وٽ پهچي ٿي. اُتان اها حب جي هڪڙي ڏن پرو نهر لتاڙي، بيلي ٿپ (Beli Thap) اچي ٿي، گز (Gaz) نالي هڪڙي ماٿري پار ڪري، توڻنگ وٽ نئن باران جي مٿانهينءَ ماٿر ۾ گهڙي ٿي. اُتر واريءَ واٽ جيان اِن ٽي پڻ جهالاوان کان هينئينءَ سنڌ ڏي پيش کڻي ايندڙ باريگن جي گهڻي اچ وڃ رهندي آهي. سنڌ ۾ ان کي سڏيندا ئي "پيش واٽ" آهن (43).

جيڪا هڪڙي وٽ، جنهن بابت اسان کي پڪ آهي تہ اها انهيءَ تر جي اڳ تاريخي اقتصاد ۾ مکيہ هئي تہ اها پيش آهي. ٻي ڪا اهڙي شيءِ ڪانهي، جا پڪن، اُجرن ۽ جهالو تڏن ناهڻ ۾ بندري ڪجيءَ جي انهن سڪل پنن سان مقابلو ڪري سگهي. پيش جا پکا اڄ بہ سنڌ جي گاري سان لتل چتين جو ضروري جز آهن. ان مقصد لاءِ گاهہ ۽ سَرَ تمام ڪسا ٿين. موهن جو دڙو ۽

سنڌ ۾ اِن تهذيب سان واسطو رکندڙ جي بيا شهر آهن، تن جا سنڌي ۾ سنا گهر پيش جي تڏن ۽ پکن سان پريل آهن. اهي تڏا ۽ پکا شايد جهالاوان کان ٽکر لتاڙي آندل پنن مان ترجا ماٺهو پاڻ ناهيندا هئا (44).

جنهن تر ۾ آمري تمدن واريون وسنديون هيلتائين لڌيون آهن، سو سمورو تر باريگن ۽ بين باري وهڻن لاءِ سٺائين واٽن جي ڪري اچڻ وڃڻ جهڙو آهي. بيا ڪيترا گس پيچرا بہ آهن، جيڪي ان تر ۾ ڪيترن ئي پاسن ڏي اچن وڃن تا. البت، سارونا جي اولهہ ۽ ڏکڻ اولهہ واري ڏيهہ سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ نسبتي طرح ڏکيو آهي.

سو، سڄي ليکي، جا صورتحال سامهون اچي ٿي، سا اهڙن امن پسند ۽ باعمل ماڻهن جي آهي، جي هن ڏکئي ڏيهہ پرتل هئا ۽ جن کي اِن مان گذران ڪرڻ لاءِ وڏا وس ڪرڻ پوندا هئا، جي پنهجن پاڙيسرين، خاص ڪري ميدان وارن، سان واپار تہ ڪندا هئا، پر سندن اٽڪي ويهڻيءَ جي ڪا بہ ڳالهہ نقل نہ ڪندا هئا. سچ پچ تہ اخلاقي ڳالهين ۾ هو پاڻ پرو، پر مادي ڳالهين ۾ ابترا نہ هئا. هو ڪجهہ اُن ضروري ميدان وارن کان شايد منجر علائقي وارن کان وٺندا هوندا ۽ ان جي عيوض ڏيندا هوندا اُن، ڏاس ۽ پيش، جي رڳو اُتانهن ٽڪرن تان ئي ملن ٿيون.

سو جيتہ ٺيڪ اڳ تاريخي ٽکر واسين جي بندن ۽ ساڳيءَ طرح جي بين اڏاوتن ناهڻ ۾ ڪاريگري ۽ اورچائي توڙي ڳوٺن ۾ سندن رهڻيءَ جو جٽاءُ، سندن جيئڻ جي ڏانءَ کي هاٺوڪن لڏ پلاڻ ٿي هريل رهاڪن کان الڳ ڪري بيهـ رين تا، پر سندن گذران جا وسيلا اوس ساڳيائي هوندا. چو تہ پوين پنجن هزارين ورهين اندر اِن ٽکرائتي تر جي نہ تہ قدرتي پيدائش م ۽ نہ ئي اِن پيدائش کي اُتان نيڻ جو وسيلن ۾ ڪا قيرقار يا سڌارو آيل لڳي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ تاريخ کان اڳ واري زماني ۾ آبهوا ٿوري وڌيڪ گهميل هجي، پر ٽکر جي سڄر هوا، نج پاڻي ۽ سگهہ ڏيندڙ گاهن ۽ سنڌوءَ جي ساڳين ڪسن گاهن ۾ اڄ جيڪو تفاوت ڏسڻ م اچي ٿو، سو تڏهن بہ ضرور موجود هوندو.

آمريءَ وارن جو نيٺ ڇا ٿيو؟ اِن سوال جي جواب لاءِ اسان کي پهريائين اِهو ڏسڻو پوندو تہ هي جو ٽڪرن ۾ آمري تمدن ۽ هڙپا تمدن وارا هنڌ هڪبئي سان گڏ ۽ وري "ڀٽي" تمدن وارا هنڌ ٿن ڌار ڌار صورتن ۾ ملن ٿا، تہ ان جي معنيٰ ڇا آهي. ڀٽي تمدن وارن هنڌن جون اِهي ٽيئي صورتون هي آهن آمريءَ ۽ لوهريءَ (Lohri) جي دڙن جي نرالي تهبندي، ڀنيءَ ۽ ڍال (Dhal) ۾ ڌار ڌار والاريل ايراضيون، ۽ الڳ نہ ٿي سگهندڙ مليل جليل تمدن، جهڙو پاٿيءَ جي ڪوٽڙئي توئنگ ۽ نئنگ ۾ آهي. پهرين سنڌوءَ جي ميدانن واريءَ سنڌو تهذيب تي هڪ نظر وجهڻ ضروري آهي.

# حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. مثال طور، راقم الحروف طرفان 1941ع ۾، ڏسو "سنڌ جي تاريخ واري سوسائٽيءَ جو رسالو"، جلد ڇهون، 2، ص 107.

2. مون کي پهرين 1941ع ۾ ڪئپٽن ريڊ ڊڪ (Reid Dick) انهن جي سنڌ ڏني هئي. هن صاحب ڊرگ روڊ جي ڏکڻ هڪ نالي جي پڪ تان انهن جا نمونا ڳولي ڪڍيا هئا. ڏسو س.ت.س.ر، جلد ڇهون، نمبر 2، ص 108. پيٽي ڏسو "هندستان ۽ پاڪستان ۾ هالوسين جا پهڻ جا هنر"، از ڪرنل ڊي.ايچ. گورڊن، جهونو هندستان، 1950ع، ص 64.

3. ايريئن، "انڊيڪي"، باب چوويهون ۽ اُڻتيهون اٿناباسس، ڇهون، 23.

4. مثال طور، ايريئن: "اٿناباسيس"، ڇهون، 23.

5. ايريئن، "اٿناباسيس"، ڇهون، 26-25.

6. سڪندر جي مڪران مان لنگهہ جي جيڪا واٽ سر آريل اسٽائين "جاگرافيڪل جرنل" (جلد سو بہ نومبر ڊسمبر 1943، ص 193 ۽ پوءِ وارا صفحا) ۾ ڏيکاري آهي، اُن جو مطالعو ڪجي. ڪولواتر جي اڳ تاريخي وٿن لاءِ ڏسو "هندستان جي سروي جون يادگيريون"، نمبر 43، "گيدروشيا ۾ آڳاٽن اهڃاڻن جو گشت"، 1928.

7. پائنجي ٿو تہ بارٿل فريئر جي وقت ٽڪرن جا رهواسي انهن بندن جي اڏاوت "وڏون" جي نالي ليکيندا هئا. ڏسو هن ڪتاب جوص 106.

8. "هندستان جي آڳاٽن اهجاڻن واري سروي جي ساليانی رپورٽ"، 4-1903 (ڪلڪتو 1906)، "بلوچستان جا گبربند"، از هوز بلر. پيٽيو سر پي. سائيڪس، "ايران جي تاريخ"، جلد پهريون، ص 7، فٽ نوٽ.

9. "لسبيلا گزيٽيئر"، ص 440 ۽ 176، "مڪران گزيٽيئر"، ص 304.

10. ڏيان ۾ رهي تہ اوريتائين بابت چيو وڃي ٿو تہ هو پنهنجن مُڙدن کي ڪليل رکي ڇڏيندا هئا. ڊايو ڊورس سائيڪيولس، سو پنجون.

11. هہ.آ.ا.س.س.ر، 4-1903، "بلوچستان ۾ گبربند"، از هوز بلر.

12. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 35: "بلوچستان ۾ کوٽايون"، 1925 ڪلڪتو 1929.

13. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 43: "گيدرو شيا ۾ آڳاٽن اهجاڻن جو گشت"، از سرآريل اسٽائين، (ڪلڪتو 1931)، پيٽيو پگٽ، "تاريخ جي زماني کان اڳ جو هندستان"، ص 70، 69 (پيليڪن، 1950).

14. ت.س.ر، جلد ستون، ص 3، 61.

15. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 43: "گيدروشيا ۾ آڳاٽن اهجاڻن جو گشت"، 1928، از سر آريل اسٽائين، ص 24، 25.

16. سر مارٽيمر ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 7.

17. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 48: "سنڌ ۾ چوڪ چڪاس"، از اين.جي. مجمدار، باب ستون ۽ اٺون.

18. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 48: "سنڌ ۾ چوڪ چڪاس"، از اين. جي. مجمدار، ص 134، پليٽ 46.

19. بلانفورڊ، "الهنديءَ سنڌ جي ارضيات"، ص 114، فٽنوٽ 2.

20. س.ت.ي.ر، جلد ستون، پاڱو ٽيون، ص 61-60.

21. ٿي سگهي ٿو تہ مجمدار سنڌ جي جابلو ماڳن تان جيڪي ٻاڙهي تي ڪاري رنگ وارا ٿانو لڌا هئا ۽ جن کي سنڌو سڀيتا سان واسطو رکندڙ ٻڌائي ٿو، تن کي پوءِ جا عالم ڪنهن ٻيءَ تهذيب جي نالي ليکين ٿا.

22. مجمدار، ص 150.

23. مثال طور، نئنگ وٽ: "جهونو هندستان"، جنوري 1949ع، "سنڌ ۾ وڏيڪ چوڪ چڪاس"، 1938ع.

24. "فن ۽ ادب" (هندستان، پاڪستان ۽ سلون جي شاهي سوسائٽي، لنڊن)، چوويهون، 1950ع، ص 54.

25. بلانفورڊ، "الهنديءَ سنڌ جي ارضيات"، ص 114.

26. س.ت.س.ر، جلد ستون، ياڳو ٽيون، ص 43.

27. مجمدار، ص 2- 120.

28. س.ت.س.ر، جلد ستون ياڳو ٽيون، ص 5- 64،

29. عارب جي ٿاٽي (Arab jo Thano) ۽ عثمان بنيءَ وٽ ٿامي جون چيٽيون لڌيون ويون هيون. مجمدار، 7-136، 141، 140.

30. چوٿري (Chauro) وٿان مون کي هڪڙو چقمقي پهڻ جو ڪپ هٿ آيو هو، جيڪو پنجن انچن کان وڏيڪ ڊگهو هو (سنڌ جي تاريخ واريءَ سوسائٽيءَ جو عجائب گهر).

31. مثال طور، ڪرچات (Karchat) ۽ شاهه جي ڪوٽڙي وٽ. مجمدار، ص 131، 129، 9- 137.

32. مثال طور، ڏنب بنيءَ وٿان. مجمدار، ص 115.

33. مثال طور، نئنگ ۽ توئنگ وٽ، س.ت.س.ر، جلد پنجون، ياڳو ٻيون، جلد ستون، ياڳو ٽيون.

34. مجمدار، ص 7- 115.

35. هه.آ.ا.س.ي، نمبر 43: "گيدروشيا ۾ اڳاٽن اهڃاڻن جو گشت"، ازسر آريل اسٽائين.

36. ٽرڙي گُجي کي لٺاشن ميدانن ۾ نه ڳٽيو وڃي. 'آمري' جي زماني ۾ اهو گهڻو ڪري سمنڊ جي ڪپر تي هو.

37. رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي بمبئيءَ واريءَ شاخ جو رسالو، جلد پنجون، (1857)، ص 342-349.

38. جهالاوان گزيٽيئر، ص 227.

39. هہ.آ.ا.س.ر، "بلوچستان ۾ گبربند"، از هوز بُلر، ص 200.

40. اها ڳالهہ ڌيان جوڳي آهي تہ نال سوهر ڏنپ (Sohr Damb) وٽان جيڪي وٿون پهرين پهرين هٿ آيون هيون، سي هوزبلر لڌيون هيون. ڏسو هہ.آ.ا.س.س.ر، 5- 1904ع، بلوچستان مان لڌل نئين نموني جا ڪنيار ڪا ٿانو.

41. ڏسو هندستان جي سروي وارو نقشو، پنو 368 (هڪ انچ ۾ ہ ميل).

42. "لسبيلا گزيٽيئر"، ص 175.

43. "جهالاوان گزيٽيئر"، ص 322. "لسبيلا گزيٽيئر" ص 7- 225 س.ت.س.ر. جلد پنجون، ص 3- 102.

44. مجمدار، ص 153. س.ت.س.ر. جلد پنجون، نمبر 2، ص 102، "جهالاوان گزيٽيئر"، ص 13، 323، 325. "لسبيلا گزيٽيئر"، ص 128، 129، 133، 226.

## باب ڇهون

# سنڌو تهذيب

## بيهڪ ۽ آبهوا

سنڌو ماٿريءَ جي تاريخي زماني کان اڳ جي مهان تهذيب جي اڀياس شروع ڪرڻ کان پهرين ان جي تڏهوڪي جاگرافيائي بيهڪ جو جائزو وٺڻ ضروري آهي، ڇو ته ان بابت ڪي وڏيون غلط فهميون موجود آهن.

منڍ ۾ ڪجهه انگ اکر. اٽڪل ٽي لک چورس ميل ايراضيءَ اندر، جنهن جو ذري گهٽ اڌ سنڌوءَ ۽ سنڌو گنگا جي ترائيءَ جي وچ وارين ننڍين ندين جي لٽاشي ترائيءَ تي مشتمل آهي (1)، هڪ تهذيب، جنهن جي اهڃاڻن جي هڪجهڙائيءَ اڄرج ۾ وجهي ڇڏي ٿي، عيسوي سن کان ڪي 15 سؤ ورهيه اڳ تائين موجود هئي ۽ هزار ورهيه ڪن موجود رهي. ان تهذيب وارن جو تمدن شهري نوعيت جو هو ۽ سندن 'سلطنت' شايد ٻن شهرن جي حڪومت هيٺ هئي. اهي شهر هڪٻئي کان 350 ميل پري هئا ۽ منجهانئن هرهڪ ذري گهٽ هڪ چورس ميل ايرضيءَ تي پکڙيل هو. ننڍا شهر ۽ ڳوٺ ميدانن ۾ پکڙيل هئا. ان اڳ تاريخي تهذيب جي ابتدائي کوج کان پوءِ جي پهرين ٽيٽيهن ورهين ۾ ان جا گهٽ وڌ 90 بيا ماڳ به لڌا ويا (2): يعني ان تهذيب جي والار هيٺ جا ڪل ايرضي فرض ڪئي ويئي آهي، تنهن جي هر ٽئي هزار چورس ميلن پويان هڪ ماڳ.

ان تهذيب جون بيون بينڪون به ضرور هونديون، جن مان ڪي ته شايد موجوده شهرن ۽ ڳوٺن هيٺان لڪل آهن، ڪن ڪي ٻوڏن يا واريءَ جي اُڏار دورياهن جي پائينڊڙ ميساري ڇڏيو هوندو ۽ بيون به ڪي اجا پوريءَ طرح ڇڪاس نه ٿيڻ جي ڪري نظر ۾ اچڻ کان رهجي ويون هونديون. اهو پڻ ڇئي سگهجي ٿو ته شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رهڻ وارن کان سواءِ چڱو چوکو تعداد ماتحت، گهڻو ڪري خانه بدوش، ماڻهن جو به هوندو، جي جهاتر جي پونگين ۽ تڏن جي اجهن ۾ رهندا هوندا. پر اهڙين حالتن کي ليکي ۾ آڻڻ کان اڳ، جن جي تڪ تور لاءِ ڪوبه اصول باقي نه رهيو آهي، اسان کي اهو ڏسڻ گهرجي ته سنڌو تهذيب واري زماني ۽ هاڻوڪي زماني جي ثابت ٿيل حقيقتن کي پاڻ ۾ ڀيٽڻ سان ڇا پرائي سگهجي ٿو.

ڪاٿو ڪيو ويو آهي تہ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي جا بئي "شهر" 'گهيري ۾ ٽن ميلن کان مٿي' هئا (3). ۽ پوئين نالي واري جي ڪوٽائيءَ مان پتو پوي ٿو تہ اهو گهاٽيءَ آدمشماريءَ وارو شهر هو. خاص ڪري پوئين دور ۾ جڏهن ان جا گهڻا گهر ننڍن ننڍن گهرڙن ۾ ورهايل هئا (4). سڀ کان هيٺينءَ سطح تي هڪڙي ننڍي گهر جي پٽ جي سراسري پکيڙ 27 ضربيان 30 فوٽ هئي. ڊاڪٽر مئڪي جو انومان هو تہ رهڻ جون توڙي هيون جايون گهڻو ڪري ٻہ ٻہ ٿي ٿي ماڙ اتانهيون هيون (5).

پوئين دور ۾ تہ موئن جي دڙي جي آدم شماري حد کان چڙهي ويئي هئي. پر ان کان اڳ ڪيتري هئي؟ عام استعمال جي جاين جو معقول تعداد ڇڏي، باقي جاين جي آذار تي ڪهڙو انگ ڪٿجي؟

سنڌ جي هڪ اتر اولهہ واري 'شهر' جا انگ اکر اسان جي سامهون آهن. اهو شهر پکيڙتوڙي سٽاءَ ۾ موهن جي دڙي وارين حالتن سان گهڻي قدر ملندڙ جاٽي سگهجي ٿو. اهو شهر آهي شڪارپور.

پوسٽنس اسان کي ٻڌائي ٿو تہ ان جي شهر پناهہ دڙي وارين حالتن سان گهڻي قدر ملندڙ جاٽي سگهجي ٿو. اِهو شهر آهي شڪارپور.

...شڪارپور اسان کي ٻڌائي ٿو تہ ان جي شهر پناهہ گهيري ۾ ذري گهٽ ٽي ميل هُئي. ان جي ويڪري ڍڪيل بازار اڌ ميل ڊگهي هُئي ۽ هڪ "صحيح ڳڻپ" موجب اُتان جي آدم شماري 22 هزار هُئي. اها ڳڻپ هن پاڻ 41 - 1840 ۾ ڪرائي هُئي. اڳتي هلي هو اِن سنڌي شهر جي اندر جو نقشو چِٽي ٿو: خاص ڪري اِهو تہ جايون "مٿانهن ڪمرن" واريون آهن. ڪمرا ننڍا ۽ هوا جي پوري بندوبست کان سواءِ آهن. گهرن جي وچ ۾ لنگهہ ايترا سوڙها آهن، جو "انهن منجهان لاڏو اٺن جو لنگهڻ بہ ڏکيو آهي" (6). جن بہ پوسٽنس جي زماني کان صدي کن پوءِ شڪارپور يا لاڙڪاڻي جا پراڻا محلا ڏٺا هوندا، سي ان ڳالهہ ۾ ضرور شامل راءِ ٿيندا تہ اِهي پڻ سوڙهي ۽ گهُٽ واريءَ رهائش جا اُهڙائي مثال آهن.

تاهم، سمجهيو ڪٿي تہ پوسٽنس جو انگ حقيقت کان ڪُجهہ گهٽ آهي. شايد ان ڪري جو اشراف ماڻهو پنهنجن گهر جي ڀاتين، خاص ڪري زناني آدم، بابت ڪجهہ ٻڌائڻ کان لهرائيندا آهن (7). ۽ 1941ع ۾ شڪارپور جي

آدم شماري در اصل ٽيهن هزارن جي لڳ ڀڳ هُئي. اهو پڻ سمجهو ڪٿي تہ موهن جي دڙي جي ٽن ميلن واري گهيري اندر شڪارپور ڪان ڪجهہ وڌيڪ ماڻهو 35 هزار ڪن رهندا هئا.

اهڙيءَ ريت، اسان اڳ تاريخي سنڌو تهذيب جي انهن ٻن شهرن موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي گڏيل آدم شماري، تلهي ليکي، 70 هزار ماڻهو وٺي سگهون ٿا. انهن شهرن جا رهاڪو مُلڪ جي ڪُل آدم شماريءَ جي ڪهڙي پتي هُئا؟ 1941ع ۾ حيدرآباد شهر جا رهاڪو، ڪراچيءَ کي ڇڏي، باقي ملڪ جي ڪُل آدم شماريءَ جي ٽيهين پتي (8) ۽ لاهور شهر وارا پنجاب، جي ڪُل آدم شماريءَ جي پنجاهين پتي هُئا. جيئن تہ هاڻوڪن سنڌ ۽ پنجاب پر ڳڻن ۾ آبپاشي ۽ زارعت تمام گهٽي سڌريل آهي، اِن ڪري اسان کي سنڌو تهذيب وارن شهرن جي ماڻهن جي ڪُل آدم شماريءَ سان نسبت وڌيڪ رکڻي پوندي. جيڪڏهن اسان ٻنهي شهرن جي رهاڪُن کي ڪُل آدم شماريءَ جي پنجويهين پتي سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ پوءِ انهيءَ ميدانن واري راڄ مهلچڻ جي ڪُل آدم شماري اٽڪل 2/1 17 لک هوندي يا سراسري طرح هڪ چورس ميل ۾ ڏهہ ماڻهو.

منهنجي صلاح آهي تہ اِن علائقي ۾ جيڪي گذران جا وسيلا موجود هُئا، تن جي واسطي سان ڪاٿن ڪرڻ وقت ڪو اهڙو ئي تلهي ليکي وارو انگ آڏو رکيو وڃي (9).

ويجهڙائيءَ وارن ليکڪن کي جيڪي ڳنڀير غلط فهميون آهن، سي سنڌو ماٿر جي قدرتي حالتن جي حوالي سان آهن. هڪڙن ٻين جي بيانن کي ٽيڪو ڏيئي ڪيترين پراڻين ۽ ڪن نين غلطين کي بدقسمتيءَ سان سند جي حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي. لٽاشي سنڌ کي "سنڌ جو ريگستان" سڏيو ويو آهي، جنهن ۾ "اِجوڪي آبپاشي نہ هُجي تہ هوند سڄو وارياسو هجي" (10). "لاڙڪاڻي جي چوڌاري اُجڙ مُلڪ" جو ذڪر ڪري ڪلراٺن پٽن جو اهڙو تہ اثرائتو نقشو ٺو چٽيو وڃي، ڄڻڪ اهي پَٽَ اِن تَرَ جي غالب خاصيت هجن (11). جيڪي ماڻهو ٻئراجي واهن جي وهڻ کان اڳ لاڙڪاڻي ۾ رهيا هوندا، تن کي انهن ساريال پوکن جي گهاٽي اٿسهائينڌڙ ساوڪ ياد هوندي، جيڪي نيڻ نهار تائين ڦهليل هونديون هيون. اهو ڏيک البت آگسٽ مهيني جو آهي (12). جديد آبپاشيءَ

جي آندل انقلاب بابت ايترو چئبو تہ بئراج جي واهن گهاڙ واريءَ وڏيءَ ساريال ايراضيءَ ۾ ڪو خاص سُڌارو ڪونہ آندو هو. ڇوتہ ان ۾ سُڌاري جي گنجائش خير ڪا هُئي. اِهو "سنڌ جو باغ" ڪا ڪالهوڙي ڳالهہ نہ آهي، ليفٽيننٽ هوجيمز 1847ع ۾ ان جي ساراه جا جيڪي ڏڪ پريا آهن، اهو باغ تنهن ڪان گهڻو اڳ اُتي پاڙون پختيون ڪري چُڪو هو (13).

اهو پڙهي تہ "هر سال بهار ۾ درياءَ جو وهڪرو وڏي وجي ٿو" (14)، سنڌوءَ جو اهو عظيم الشان منداٺتو چاڙهہ خيال ۾ ئي نہ ايندو. جيڪو وچ جُون کان وچ سيپٽمبر تائين، سياري جي پيٽ ۾، ويهوڻ ڪان چاليهوڻ ٿيو وڃي. ۽ جڏهن "آڳاٽين حالتن" جو ذڪر ڪيو ٿو وڃي، تڏهن اِهو چوڻ پلاٽينڊڙ آهي تہ درياءَ سکر ۽ ڪوٽڙي وٽان هتي نٿو سگهي. اِهو تہ ظاهر آهي تہ 1758ع ڌاري سنڌو حيدرآباد کان ڪي پندرهن ميل اوڀر ۾، يعني پنهنجي هاڻوڪي پيٽ کان ويهارو ميل پري، وهندي هُئي ۽ اهو وسهڻ جوڳو نہ آهي تہ ان سکر ۽ روهڙيءَ جي وچواري واٽ سنڌو تهذيب واري زماني کان ڪجهہ ٿوروئي پوءِ ورتي هوندي (15).

گذريل ويهن صدين اندر سنڌوءَ جي چُرپُر بابت جا معلومات اٿئون، تنهن جي روشنيءَ ۾ هيءَ ڳالهہ ايتري اچرج واري نٿي لڳي تہ موئن جي دڙي واري هنڌ جو ڪجهہ پاڳو بوڏن هڪ کان وڌيڪ ڀيرا لوڙهي ڇڏيو هو ۽ وري بہ ساڳيءَ رٿابنديءَ موجب ناهيو ويو هو. جيتري هيءَ ڳالهہ تہ اِهو شهر هزار ورهين جهڙو وڏو مُدو ذري گهٽ لاڳيتو وسيل رهيو هو. ڇاڪاڻ تہ سنڌ سان ويڌن سنڌوءَ ۾ پاٽي مڪاني طرح گهٽجي وڃڻ ڪري ٿيندي آهي ۽ نہ ٿورو وقتي چاڙهہ جي ڪري، ۽ اها ڳالهہ شڪ جوڳي آهي تہ سيوهڻ ڪي ڇڏي سنڌ جو بيو ڪوبہ موجود شهر ايترو گهڻو وقت لاڳيتو آباد رهيو هوندو، جيترو موهن جو دڙو. عيسوي سن جي ڏهين صديءَ جي عرب جاگرافيدانن جن بہ بين شهرن جو ذڪر ڪيو آهي، سي يا تہ سڃاڻپ ڪان نڪري ويا آهن يا ڦٽي ويا آهن. ڏهين صديءَ کان اڳ توڙي پوءِ اوڻهين صديءَ تائين جيڪي بہ شهر ڇڏيا يا وسايا ويا آهن، تن جو وڏي ۾ وڏو سبب سنڌوءَ جي رُخ ۾ ڦيريون گهريون رهيون آهن (16).

اِن ڳالهہ جا جيڪي دليل عام طرح ڏنا وڃن ٿا تہ سنڌو تهذيب واري زماني ۾ سنڌ جي آبهوا نسبتي طرح وڌيڪ سٺائي هُئي، تن مان گهڻن ڪان

سنڌوءَ جي رستي مٽ وارو دليلُ وڏيڪ وزنائتو آهي. سنڌوءَ جو پاڻي ڪُـٽي ويندو هو تہ تڏهوڪا ماڇهو رڳو برسات تي ايترو فصل اُپائي وٺندا هـُئا، جو ڪن ورهين جو قوت تي پوندو هون. انهيءَ حد تائين پروفيسر پـِـگٽ جي اِن بيان سان شامل راءِ تي سگهجي ٿو تہ "هـٽ آيـل وٺـن جي آڌار تـي جنهـن هڙاپا رياست جو انومان ڪري سگهجي ٿو، اُن جو وجود سنڌ جي هاڻوڪيءَ آبهوا ۾ شايد ئي ممڪن ٿي سگهي ها" (17).

هي جو سنڌو تهذيب وارن پنهنجين ذري گهٽ مڙني ميدان وارين جاين ۾ پڪيون سرون ڪم آنديون آهن، تنهن ڪي پڻ اِن ڳالهہ جـي ثـابتي ڄاڻـائي سگهجي ٿي تہ هو پنهنجن پوين جي پيٽ ۾ وڌيڪ گهميل آبهوا ۾ رهندا هئا (18). ٻئي طرف، اِن راءِ تي ڏيرج سان بحث ڪرڻ ڏکيو آهي تہ ايتري تعداد ۾ سرن پچائڻ لاءِ "ضروري آهي تہ ٻنن ۾ ٻارڻ جو ڪاٺ ان ڪان تمـام گهڻـو هجي، جيترو هـــن وقـت موجـود لئيـن ۽ ٻـيءَ وڻڪـار مـان ملـي ٿـو" (19). هاڻوڪيءَ آبهوا هيٺ بہ سنڌ جي ڪڇي وارن پنجاب جي حد کان وٺي موجوده ڊيلٽا تائين ڦهليل جبلن ۽ جهنگن ۾ جيڪو ڪاٺ ٿئي ٿو، تنهن مان ڪروڙيـن ۽ اربين سرون پچائي سگهجن ٿيون. سال 4-1903ع ۾ سنڌ جي ريلن ڪي هلائڻ لاءِ انهن ٻيلن جو هڪ ڪروڙ مڪعب فوٽ ڪاٺ واپرايو ويو هو. اُن ڪان سواءِ جنهـن ستر لک مڪعب فوٽ ڪـاٺ مـان اُن سـال جـون "مڪـاني گهرجـون" پـڻ پوريون ڪيـون ويـون هيـون، سو پـڻ سـاڳين ٻيلـن جـو هـو (20). سـاڳئي سـال عمارتي ڪاٺ جي پيداوار البت رڳي 2 لک 20 هزار مڪعب فٽ هئي. اهو انومان ڪري سگهجي ٿو تہ اڄوڪي زماني جيان موهن جي دڙي وارن ڏينهن ۾ بہ چڱو چوکو عمارتي ڪاٺ چوٽي هماليہ تان لڙهي هيٺ ايندو هوندو (21).

وڌيڪ گهميل آبهوا واري نظريي جي فائدي ۾ جيڪو ٻيو دليل ڏنو ويـو ٿو، سو سنڌو تهذيب وارن جي مورتي مُـهرن تي چٽيل ڪن جانورن جي شڪلين تـي ٻڌل آهي ۽ ان سان گڏوگڏ اُنهـن جـانورن جي هڏن جي سـڃاڻپ تـي پـڻ، جيڪي کوٽائيءَ وقت هڪ يا ٻئي هنڌان هٿ آيا هئا. "انهـن مـان اسين ڏسون ٿا،" پروفيسر پگٽ چوي ٿو، "تہ آبهوا اهڙي هئي جو اُن ۾ گينڊو ۽ چيتو توڙي مينهن ۽ هاٿي رهي پئي سگهيا. انهن مان ڪوبہ هاڻ اِن علائقي اندر جهنگلي جانورن جي حيثيت ۾ نٿو ملي (سواءِ چيتي جي، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن سنڌ ۾

ملي ٿو)" (22). هاڻ، جانورن جي جُوءِ جن ڳالهين تي مدار رکي ٿي، تن ۾ هڪڙي مکيہ ڳالھہ انهن ڏانهن ساڳيءَ جُوءِ ۾ رهندڙ ماڻهن جو رويو پڻ آهي. سنڌ ۾ آخري چيتو 1886ع ۾ گولي هڻي ماريو ويو هو. ان کان ڪي پنجاھہ ورهيہ اڳ جڏهن انگريز پهرين پهرين متيءَ سنڌ ۾ رهڻ لڳا هئا، تڏهن اُتي چيتو چگيرڙو عام هو (23). گينڊو پڻ ويندي 1333ع تائين سنڌ ۾ اٿليو نہ هو. زنگي سيلاني، ابن بطوطا، سنڌ مان لنگهندي بہ ڏٺا هئا. انهن مان پهريون سنڌوءَ جي ويجهو هڪڙي ڪانهن سان چانيل مجر ۾ ڏٺو هئائين. هن ان جا جيڪي پار پتا ڏنا آهن، تن مان ان جي گينڊي هجڻ ۾ ڪو شڪ نٿو رهي (24). ۽ اهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو تہ تنهن زماني ۾ سنڌ جي آبهوا تهڙي ئي هئي، جهڙي اڄڪلھہ آهي. سيپيٽمبر جي پڇاڙيءَ يا آڪٽوبر جي منڍ ڏاري جڏهن هو سيوهڻ ۾ هو، تڏهن هُن جي ساٿين پاڻ کي ٿڌڪارڻ لاءِ ور ور ڪري پنهنجن اگهاڙن پنن تي آلو لٽو پئي رکيو، ڇوتہ سخت خشڪ گرميءَ ۾ لٽو ترت سُڪي ٿي ويو (25).

البيروني ڪي ٿي سو ورهيہ اڳ پنهنجو سفرنامو لکندي ڄاڻايو تہ هندستان ۾ گينڊو عام جام آهي، خاص ڪري گنگا ساز اڳو لڳ. هن اِهو پڻ ڄاڻايو تہ گينڊي جي هيءَ جنس آفريڪي جنس کان نرالي اهي (26).

مينهن اهو صحيح آهي تہ پالي وچي ٿي اڄوڪي زماني ۾ بہ سنڌ اندر عام جام آهي. اها سنڌوءَ سان لڳو لڳ گهميل جهنگن ۾، ڊيلٽا ۾ ۽ سيني ساريال ٽڪرن ۾ ملي ٿي(27).

اِئين برابر آهي تہ جهنگلي هاٿي سنڌ جي موجوده نباتات تي (ماڻهوءَ جي پوکيل نباتات کي ڇڏي) ٽڪي نہ سگهندو. پر ڇا اسان لاءِ هيءُ انومان ڪڍڻ واجبي ٿيندو تہ جيڪڏهن سنڌ جي آبهوا ٿوري وڌيڪ گهميل هجي تہ اُن ۾ ٿيندڙ نباتات اُنهن علائقن جي نباتات جهڙي هوندي، جن ۾ جهنگلي هاٿي رهندڙ آهن؟ ڇا هيءُ انومان وڌيڪ واجبي نہ ٿيندو تہ موئن جي دڙي وارين مهرن تي اِن جانور جي سوڌپوڌ صورت جو چٽچٽ ظاهر ٿو ڪري تہ اُتان جا رهواسي هاٿيءَ سان اُن جي گهريلو حالت ۾ واقف هئا؟ سيني ۾ صاف ۽ چٽيءَ مهر تي ڏيڪاريل هاٿي سنجيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو (28).

اهڙيءَ ريت آب هوا جي سلسلي ۾، جانورن جي ثابتي چڱيءَ طرح غور ڪرڻ تي پوري نٿي بيهي، ۽ اهو گمان تہ سنڌو ماتر جي آبهوا، تاريخ واري

زماني جي پيٽ ۾، تاريخ کان اڳ واري زماني ۾ وڏيڪ گهميل هئي، گهڻي ڀاڱي انهن انومانن تي ٻڌل ڏسڻ ۾ ايندو، جي سنڌو تهذيب وارن شهرن ۽ ڳوٺن جي جاين ۾ ڪتب آيل سامان مان ۽ موئن جي دڙي جي آباديءَ جي طويل مدت مان ڪڍيا ويا آهن، جنهن جو ٻيو ڪو مثال ڪم از ڪم سنڌ ۾ ورلي ملندو! اسين هن انومان ڪڍڻ ۾ شايد صحيح هجون تہ ان زماني ۾ جهڙي آبهوا ميدانن جي هئي، تهڙي ٿاڪرو ملڪ جي بہ هئي (29). ساڳئي وقت اسين سرمارٽيمر ويلر جي انهيءَ چوڻ کي شدمد سان رد ڪنداسون تہ "شهر جي چڙي وجود لاءِ بہ اهو لازم آهي تہ تر جون زمينون، اڄوڪين زمينن جي پيٽ ۾، گهڻيون وڏيڪ پليون هجن"(30). ان جي رد ۾ اسين لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور جا مثال پيش ڪري سگهون ٿا، جيڪي انگريزن جي صاحبيءَ ۾ اچڻ کان اڳ بہ ترتيبوار 12 هزار ۽ 22 هزار آدمشماريءَ سان موجود هئا، يعني تڏهن جڏهن سنڌ پرڳڻو "اڻ سڌريل حالت" ۾ هو ۽ اُتان جي آبهوا اڄوڪي زماني کان ڪا گهٽ سٺائي ڪانہ هئي.(31)

اُن دور جي سنڌو رياست جو زرعي اقتصاد ڪهڙو هوندو؟ اِن سوال تي پهرين ان ڄاڻ جي روشنيءَ ۾ ويچار ڪبو، جيڪا اسان کي سنڌونديءَ جي هلت بابت آهي. آبهوا نرالي هجڻ واري ڳالهہ پوءِ ڪبي.

تاريخ کان اڳ واري زماني ۾ سنڌو ماتريءَ جو عام ڏيک ۽ حالتون ٽئين باب ۾ اڳيئي بيان تي چڪيون آهن. انهن کي اُنهن ماڻهن جي مشاهدن جي آڌار تي بيان ڪيو ويو آهي، جن هندستان جي وڏن لٽاسن دريائن جي ڀرپاس ۾ حياتي ڳاري ڇڏي آهي (32). اهو قبول ڪري سگهجي ٿو تہ اُن زماني ۾ نہ رڳو سنڌوءَ جو ڀرپاسو پر ان جي پيٽ جي ٻنهي پاسي اهي ويڪرا ميدان، جي سنڌوءَ جي موسمي ٻوڏ هيٺ ايندا هئا، الڳ الڳ پڪيڙ ۽ گهاٽائيءَ وارن ٻيلن سان ڇانئيل هئا (33). اهي ٽُڪرا هوندا تہ ڀلا هئا، پر ايترا پوک لائق نہ هوندا هئا. اِن جا بہ ڪارڻ آهن: پهريون تہ اُن زماني ۾ ٻوڏ تمام گهڻي ۽ ماڻهن جي ضابطي کان ٻاهر ايندي هئي، ۽ ٻيو تہ سخت ۽ پختي قدرتي اوٻڙ کي مناسب اوزارن کان سواءِ پاڙان پٽڻ ذري گهٽ اڻ ٿيڻي ڳالهہ هوندي. اهو گمان ڪري سگهجي ٿو تہ هڙاپا جي ڏينهن ۾ پوک ڪنڌيءَ وارن ٻيلن سان لاڳو ٽُڪرن ۾ ۽ هر منڊ تي پرجندڙ سائو گهارن جي سموريءَ سنوت ۾، ۽ سنڌوءَ جي ڪڇي ۾، ڪئي ويندي هوندي.

اِن مان ظاهر آهي تہ تاريخ کان اڳ جي زماني ۾ پوکي جي مکيہ ۾ مکيہ مند ربيع هوندي ۽ پوک جو گهڻي ۾ گهڻو واپرائجندڙ ڏانءُ سيلابي هوندو. سيلابي پوک ۾ چا ٿيندو آهي تہ جيڪي زمينون درياهہ يا ڪنهن ٻئي قدرتي يا (اڄڪلهہ) هٿراڏو واهہ جي پاڻيءَ هيٺ ايندون آهن، تن ۾ آبڪلاڻيءَ کان پوءِ ٻج ڇٽبو آهي ۽ مارچ يا اپريل ۾ فصل لڻبو آهي (34). ڪچي ۾ تہ هَرُ بہ ناهي ڏبو، (آءٌ هاڻوڪي نموني جي ڳالهہ پيو ڪريان) ۽ ڪٿي ڪٿي تہ پاڻ بہ ناهي ڏبو ۽ نہ ئي وري ڪو وڌيڪ پاڻي ايندو. البت ربيع جي فصل کي برسات کان چڱو فائدو ٿيندو آهي، جا هاڻوڪين حالتن ۾ جنوريءَ جي مند ڌاري پوي ٿي.

اهڙيءَ ريت، سڄيءَ ڪاروائيءِ ۾ نہ تہ ڪو گهڻو هنر ۽ پورهيو ٿو گهرجي، نہ ئي اوزار ۽ اها ڳالهہ حيرت جهڙي نہ آهي تہ هڙاپا وارن شهرن جي دڙن مان جي ان داڻا لڌا ويا آهن، سي ڪڻڪ ۽ جَونَ جا آهن، جي ٻيئي ربيع جا فصل آهن (35).

اُن دور ۾ خريف جي فصل جي بہ ثابتي ملي ٿي. انهن ۾ سڀني کان وڌيڪ دلچسپيءَ وارو فصل ڪپهہ جو آهي، جنهن جي پوک جو اندازو سوٽي ڪپڙي جي انهن ٽُڪرن مان لڳايو ويو آهي، جي موهن جي دڙي مان هٿ آيا آهن (36). گمان آهي تہ سنڌ ۾ توڙي هڙاپا جي پرپاسي ۾ تر بہ پوکيا ويندا هئا. البت، ترن جا داڻا هٿ رڳو هڙاپا مان آيا آهن. اهو فصل اڄوڪيءَ سنڌ ۾ عام آهي. تاريخ جي زماني کان اڳ خريف جي پوک جو ڪهڙو طريقو هو، تنهن جو اندازو ان نموني مان چڱيءَ پر لڳائي سگهجي ٿو، جنهن نموني ۾ اِها پوک پُراڻن سائو گهارن تي ۽ سنڌوءَ جي پر پاسي ۾ اڪين سان ٿيندي ڏٺي اٿئون. هنڌائتي زمين کي ٻنا ڏيئي، هڪڙي وٽي ڇڏي ڏيندا آهن، جتان درياهہ ۾ پهرين چاڙهہ اچڻ شرط پاڻي زمين ۾ اچي پوندو. پوءِ اها وٽي بند ڪري، هر ڏيئي، ٻج ڇٽي ڇڏيندا آهن. تيتر عام ليٽ شروع ٿي ويئي هوندي آهي. پوک جي چوڌاري ٻني کي سڄو سوگهو رکڻو پوي ٿو ۽ اُن ۾ پاڻي گهُرج آهر ڇڏيو وڃي ٿو. سيڪجهہ نيڪ ناڪ رهيو تہ جيتر پاڻي لهندو، تيتر فصل بہ زمين جهل ڪري ويندو ۽ مهينو سوا پوءِ لاباري لاءِ تيار هوندو. اهو محسوس ڪري سگهجي ٿو تہ اهڙي پوک ڪيتري نہ جوکائتي ٿئي ٿي. ليٽ گهڻي هوندي تہ ٻنا ٻوڙي ڇڏيندي يا لوڙهي ويندي، يا ٿي سگهي ٿو تہ ماڳهين اهو پاسو ڇڏي

ڪنهن ٻئي پاسي منهن ڪٽي ڪري، خريف جي فصل تيڻ جو وڏو آسرو اهڙن ڪناتا وهندڙ گهارن جي پر پاسي ۾ هوندو آهي، جتي آبادگار انهن گهارن منجهان ڪڙيا ڪسيون ڪڍي، پاڻيءَ ڪي تورو گهڻو هٿ وس رکي سگهن، چو ته اهي ڪڙيا ڪسيون ٻنين ڪي پاڻي ڏيڻ وقت کولي ۽ بند ڪري سگهجن ٿا. هي جو هڪڙي ليڪائين مورت ۾ هڪڙو ماڻهو (Shadoof) يا هُرلو هلائيندي ڏيکاريو ويو آهي، تنهن مان لڳي ٿو ته سنڌو تهذيب وارا پاڻي اٿانهينءَ تي پهچائڻ جي ڏانءَ مان به واقف هئا. پر اُن دور ۾ پوک لاءِ ان طريقي جي عام هجڻ جو امڪان ڪونهي.(37)

اسان جي موجوده ڄاڻ موجب، سنڌو تهذيب جي زراعت ۾ جيڪي ڌاتوءَ جا اوزار ڪم ايندا هئا، سي ڪهاڙي ۽ شايد ڏاتو هئا. چقمقي پٿڻ جي ڪن کهري ٽڪيل ٻٽي ڌار وارين شين بابت ڊاڪٽر مئڪي جو چوڻ آهي ته اِهي هر جو ڦار آهن (38). ڪوڏر يا ڪوٽڻ جي رنبي جهڙو ڪارائتو اوزار ضرور ڪاٺ جو هوندو (39). وٽن جيڪي ڪهاڙيون هيون، سي نرم ٽامي جون هيون. سو ڪين جهنگ صفا ڪرڻ لاءِ ضرور ساڙڻ تي ياڙٽو پوندو هوندو ۽ جيئن ته سنڌن ڪاٺيءَ جا اوزار ڪاٺ ڪان وڌيڪ سخت شيءِ جا نهيل نه هئا اِن ڪري هو سڄا سارا واهه کوٺه کوٽي سگهيا هوندا. سنڌو تهذيب جي ٻنين جي سرشتي جا ڪي به اهڃاڻ ميدانن ۾ کوٺه بچيا آهن. ان ڳالهه تي اسان کي ڪو ايترو عجب يا افسوس به نه ٿيڻ گهرجي، چو ته اهو اسان جو هاٺوڪيءَ سنڌ ۾ به هر هنڌ روز ٿيندڙ آزمودو آهي. جي جهنگ صاف نٿو ٿئي يا پيچ ڪافي نه آهي ته فصل پوکجي ئي کوٺه پر جي پوکجي به، ته به ترت سکيو ۽ وقتي لٽجيو وڃي.

سر مارٽيمر ويلر موئن جي دڙي مان کوٽ واري دڙي تي جيڪو وڏو پاندبو ڳولي لڌو هو، تنهن سان پڻ سنڌو رياست جي اقتصاد تي ڪجهه روشني پوي ٿي. اهڙوئي پاندبو اِن کان اڳ هڙاپا ۾ لڌو ويو هو. پڌرا انومان هي آهن ته گهٽ ۾ گهٽ ڏِل جنس ۾ ورتي ويندي هئي ۽ رياست جي عملدارن کي پگهار به جنس ۾ ڏنو ويندو هو. (40). اهو بندوبست هڪ بي ناٽي دور ۾ اٽتر ته هوئي، پر ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾ به سنڌ اندر اهوئي دستور هو. ويندي انگريزن جي صاحبيءَ جي پهرين ڏهن ورهين ۾ ڪنهن حدتائين اهو بندوبست هلندو رهيو هو (41).

هيءُ گمان پڻ ڪري سگهجي ٿو ته سرڪاري ڀانڊي جي هڪڙي اهميت اها به هوندي ته جڏهن درياهه جو پاڻي پورو نه پوندو هوندو يا ماڳهين فصل لوڙهي ويندو هوندو، تڏهن ڀانڊي ۾ پاسيرو رکيل اَنُ ورهائبو هوندو. موهن جي دڙي ۾ ان ڀانڊي جي فرش واريءَ جاءِ، واڌيءَ کان پوءِ، 12 هزار چورس فٽ هئي. جيڪڏهن اسان اُن جي اونهائي 10 فٽ ونون ته سڄي ڀانڊي ۾ 95 هزار بشيل (اٽڪل 85 هزار مڻ) ان ماپي ويندو هوندو. اهو ڀانڊو جڏهن سڄو ڀريل هوندو، تڏهن موهن جي دڙي جي ڪل آدمشماريءَ ۾، جنهن جو انگ اڳيئي اسان 35 هزار وٺي چڪا آهيون، هر ماڻهوءَ کي 200 پائونڊن کان مٿي (سوا به مڻ) ان ملي سگهندو هوندو (42).

هڙاپا ۾ وڏو ڀانڊو ڪوٽ واريءَ ايراضيءَ کان ٻاهر ان کان به سو وال ڪن پري آهي. اهو پڻ ٿي سگهي ٿو ته ٻنهي شهرن جا جي وڏا وڏا ڀاڱا اجا تائين کوٽيا نه ويا آهن، اتان انهن ڀانڊن کان سواءِ ڪي ٻيا ڀانڊا به لڀن. انهيءَ وچ ۾، اهو ڄاڻائڻ واجبي ٿيندو ته هي جو "سوڪهڙي لاءِ ڪو بندوبست ٿيل نظر نٿو اچي." اها ڳالهه ڪري ڊاڪٽر مئڪي هيءُ نتيجو ٿو ڪڍي ته سنڌو تهذيب واري زماني ۾ اڄوڪي زماني کان وڌيڪ برسات پوندڙ هئي، ان جو اشارو دراصل اهڙن واهن جي اهڃاڻن نه هجڻ ڏانهن هو، جيڪي ان زماني جا هجن. پر سر مارٽيمر ويلر جو اهو چوڻ درست آهي ته اهڙا ڪي واهه هوندا به سهي ته اهي گذريل ٽن چئن هزارن ورهين ۾سنڌوءَ جي پَٽَ جي لٽ سبب جيڪو چاڙهه ٿيندو رهيو آهي، تنهن ۾ ميسارجي ويا هوندا (43). تنهن کان سواءِ، جيئن اسين اڳيئي ڏسي چڪا آهيون، اٽين وسهڻ لاءِ ڪافي سبب آهي ته سنڌو تهذيب جي ڏٺين وٽ وڏي پيماني تي ڪاٺيءَ جا وسيلا ڪونه هئا. ته ڇا اسين ڊاڪٽر مئڪي جي دليل کي ابتو ڪندي هيءُ انومان ڪيون ته اهي وڏا ڀانڊا، جي ڊاڪٽر مئڪي جي لکڻيءَ وقت لڌا نه ويا هئا، تن جو هجڻ ان نظرئي کي رد ٿو ڏئي ته تاريخ کان اڳ واري زماني ۾ سنڌ اندر وڌيڪ جهجهي برسات پوندڙ هئي؟ هيءُ انومان هڪ ته ان ڳالهه جي ڪري وزنائتو نٿو رهي ته اَن ضرور مڪاني مٿا سٽا ۾ ڪارت جو وسيلو به هوندو. ٻي ڳالهه هيءَ آهي ته هڙاپا وارو ڀانڊو، جيڪو نه ته ڪوٽ جي اندر آهي ۽ نه ان کان سڌ پنڌ تي، تنهن کي سرڪاري بئنڪ يا خزانو سمجهڻ ڏکيو ٿو لڳي. اهي ادارا اهڙيءَ حڪومت

هيٺ، جهڙي اسان جو گمان آهي تہ سنڌوماتريءَ ۾ هوندي، ظاهر آهي تہ ڪوٽ جي اندر هوندا، جيئن موهن جي دڙي ۾. شايد هڙاپا ۾ ڪوٽ اندر بہ ڪو پاندو هجي، پر هاڻ سڃاڻڻ ۾ نٿو اچي، ڇو تہ اتي سرن جي لاڳيتي چوريءَ اڳوٽين جاين کي سڃاڻڻ مشڪل بنائي ڇڏيو آهي (44). تي سگهي ٿو تہ راويءَ جي پراڻي پيٽ سان ڪو مڪاني حڪومت جو يا برادريءَ جو نهيل پاندو هجي، جتي شهر وارا پنهنجي گهرج کان وڌيڪ اَن، پنهنجو اُپايل يا ڪمايل، امانت ڪري رکندا هجن تہ جيئن آئيندي واپرائي سگهن. ضرور پاندي منشي بہ هوندا، جي اَن توري وٺندا هوندا، رسيدون ڪڍي ڏيندا هوندا ۽ هر ڏر جو ڪاتو ڏار رکندا هوندا. اسان سنڌو تهذيب جي شهر وارن جي رهڻي ڪهڻيءَ جا جيڪي بيا نقشا چٽيا آهن، تن سان هي ڳالهيون ڪو اٹنهڪندڙ نہ آهن (45).

شهر کان ڏورانهين ايراضين جا ماڻهو پنهنجي اُپايل اَن مان يا بيءَ کنهن پيدائش جي عيوض مليل اَن مان پيٽ قوت ڪندا هوندا. اُن اَن جو وڏو حصو شايد سنڌوءَ جي پاڻيءَ کان سواءِ اُپايو ويندو هو. اوير بلوچستان ۽ سنڌ جي سرحد مٿان پوندڙ برسات جي چوکي انداز ۽ باقاعدگيءَ جو هڪڙو لازمي نتيجو هيءُ بہ ٿيندو تہ الهندن ٽڪرن جي نيَن ۾ وهڪرو وڌي بہ ويندو ۽ لاڳيتو بہ ٿي ويندو. انهن نين مان وڏي ۾ وڏي گاج آهي، جا هاڻ بہ ٽڪرن جي ٻاهرين ڇپرن سان ڳنڍيل ڪاڇي کي ريج لاءِ ٿورو پاڻي ڏئي ٿي، ۽ ان جي ليٽ کان پوءِ، جا بنين جا بنا لوڙهيو وڃي، اڪثر سيلابي پوک ڪئي وڃي ٿي. اِن ايراضيءَ ۾، ڪيترائي تاريخ جي زماني کان اڳ جا ماڳ سڃاتا ويا آهن^(٤٦) هوڏانهن، ڪنجي نئن تي لالڻ جي ماڙي، جا ٻاهرئين ڇپر جي اندر آهي، تنهن جي پڪيڙ مان اُئين ٿو لڳي تہ ان جي پر پاسي وارين زمينن تي ان کان گهڻي وڌيڪ ڪيڙ ٿيندي هوندي، جيتري هاڻ ٿي سگهي ٿي.

اهو اڪثر وساريو ٿو وڃي تہ سنڌ ۾ اڄڪلهہ چڱي چوکي ڪيڙ ڇڙي مينهن تي ڪئي وڃي ٿي. تہ، جيڪو هٽرادو آبپاشيءَ کان بنهہ وانجهيل آهي، اتي ذري گهٽ هر سال فصل اُپايا وڃن ٿا. البت انهن جي پلاڻ ۽ پڪيڙ جو دارومدار ان ڳالهہ تي رهي ٿو تہ برسات ڪيتري ۽ ڪٿي پوي ٿي. اتي مينهن عام ڪري سنڌو ماتريءَ ۽ الهندن ٽڪرن کان وڌيڪ ججها ۽ نيم سان پون ٿا. تڏهن بہ ڪاڇي ۾، جيڪو سنڌو ماتريءَ ۽ الهندن ٽڪرن جي وچ وارو ٽڪرو آهي، ۽

ڏاکڻي ڪوهستان جي پاسن سان لڳو لڳ باراني پوک جا دائمي سڃاڻ مٽيءَ جي مضبوط بندن جي شڪل ۾ موجود آهن (47). سنڌ ۾ ڪو نئون ماڻهو اچي رهي ۽ برسات بہ ٿي ورهيہ ساندهہ سراسريءَ کان بہ گهٽ پوي تہ هو انهن اڪيچار بندن کي ڏسي اهو بہ چئي سگهي ٿو تہ آبهوا انهن جي نهڻ پڇاڻا متجي ويئي آهي. دراصل، سنڌ ۾ برسات جو جيڪو مشاهدو گذريل هڪ صديءَ کان ڪيو پيو وڃي، تنهن مان لڳي ٿو تہ برسات جي گهٽ واڌ جا چڪر آهن، جن مان ڪوبہ پنجويهن ورهين کان گهٽ مُدي جو نٿو ٿئي. ان هيڏي ساري مُدي ۾ ڪي ڇهہ يا ست هيڪلا ورهيہ مس هوندا، جن ۾ زميندارن لاءِ انهن بنن بڌل بنين جي پوک مس پوري پوندي هوندي، پر جي برساتيون بہ ٿي ورهيہ لاڳيتيون وسيون تہ همراهہ هر سال پلا فصل لاهيندا.

جملي مينهن جي انداز ۾ پل توروئي واڌارو ٿئي، پر جي اُهو ان سان گڏوگڏ وڏيڪ نيم سان ۽ گهربل مند ۾ مهل سر پوي، تہ بہ هوند باراني خريف فصلن جي پوک ڪافي وڌي وڃي. سنڌ جي ميداني علائقي ۾ ربيع جا ڪي بہ فصل رڳو برسات تي نہ ٿيندا آهن. البت سرحد واري ٿاڪرو علائقي ۾ ۽ بلوچستان ۾ ڪٽڪ رڳو برسات تي بہ ٿئي ٿي. بنهي حالتن ۾ پوک جا طريقا سادي ۾ سادا ٿين ٿا ۽ سنڌو تهذيب جي ڏينهن کان ورلي ڦريل هوندا.

اهو نظريو تہ اوائل ۾ سنڌو ماتريءَ جي آبهوا نسبتاً وڏيڪ گهميل هئي، جيڪو هت نظر مان ڪڍيل 'ثابتين' مان اندازي مطابق اخذ ڪيل ڏنو ويو، تنهن کي آبهوا جي ڄاڻن بہ ڪجهہ هٿي ڏني آهي. هيءُ مفروضو تہ اُتر ائٽلانٽڪ وارو مينهن پٽو وڏيڪ ڏاکڻو رخ وٺندي، اُتر آفريڪا کان ويندي، اُتر اولهہ هندستان تائين هليو ويو هو، تنهن کي لڳي ٿو تہ اڳ تاريخي تهذيب وارين ايراضين جي سلسلي ۾ مصر ۽ ميسوپوٽيميا جي آڳاٽن اهڃاڻن جي شاهديءَ رد ڪري ڇڏيو آهي (48). البت هيءُ ويچار شايد وڏيڪ صحيح آهي تہ عربي سمنڊ جو ڏکڻ اولهہ وارو چوماسو جنهن ايراضيءَ تي هينئر وسي ٿو، سا اڳي اُتر ۽ اولهہ ۾ اجا اڳتي هلي ٿي ويئي. آءِ اڳيئي ڏيکاري آيو آهيان تہ سنڌ واري ٿر جي ڪاٺر ۾ جيڪي پٽون آهن، تن جي بناوت مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اڳين ڏينهن ۾ چوماسو اڄوڪن ڏينهن کان وڏيڪ سگهارو هو (49). وڏيڪ سگهہ سان ان جي ڪابي پاسي وارو ٻاهر پرو وراڪو هاٿوڪيءَ ليڪ کان ٿورو

اولهه طرف لڙيل هجي (50) تہ ان جو هڪ يقيني نہ پر امڪاني نتيجو والارجنڊڙ ايراضيءَ ۾ وڏيڪ برسات بہ ٿي سگهي ٿو. بئي پاسي، سرجان مارشل، ريورٽيءَ جي ’سنڌ جو مهراڻ‘ مان، جي تاريخي حوالا ڏنا آهن، تن ۾ مون کي گهٽيءَ يا ٿوريءَ برسات جو ڪوبہ ذڪر نہ مليو آهي. اهي حوالا ڄاڻائن ٿا تہ دريائن جي دڳ مَٽ سان ۽ ڌرتيءَ جي ڌٻڻ جي اثر هيٺ ايراضين ۾ کهڙيون ڦيريون ڦاريون اچن ٽيون.

سر مارٽيمر ويلر آبهوا جي ڄاڻن جي متين انومانن جو ڪيقدر مشروط بيان ڪري ٿو، جنهن ۾ آءُ ڪيس حق بجانب سمجهان ٿو. آبهوا ۾ جيڪا ٿوري گهٽي گهٽتائي آئي آهي، تنهن لاءِ هو صاحب ماڻهوءَ جي ڪوتهہ انديش ڪاروائين کي جوابدار سمجهڻ ڏانهن وڌيڪ لاڙو رکي ٿو (51). هن، آر. بي. وائيٽهيڊ جي حوالي سان، سواليڪ ٽڪرين جي ٻيلن جي بربادي جو جيڪو مثال ڏنو آهي، تنهن کي هتي ڏيڻ لاءِ اُتر، اولهہ واري سرحدي علائقي جي رهواسين وٽ اهڙيون ڪئين روايتون آهن تہ اڳي اُتي هاٿي ڪان تمام گهڻي وڏڪار هوندي هئي. اوائلي انگريز سيلانين ڪن ٽُڪرن جو جيڪو احوال لکيو آهي، تنهن کي جيڪڏهن انهن ٽُڪرن جي اڄوڪيءَ حالت سان ڀيٽي ڏسبو تہ انهيءَ راءِ جي پٺڀرائي ٿيندي. اِن بربادي جو هڪ سبب شايد هيءُ بہ آهي تہ انهيءَ ٽَر ۾ آدم شماريءَ جي وڌڻ سان ٻڪرين جو چرڻ بہ وڌي ويو آهي.

ان سلسلي ۾ هڪڙو رايو هيءُ بہ آهي تہ ممڪن آهي تہ ميدانن مان ٻيلن کي ناس ڪرڻ ۾ سنڌو تهذيب وارن شهرن جي ٻَڌن وارن جو هٿ هجي، جنهن جي ڪري آبهوا ۾ گهم گهٽجي ويئي هجي، پر اهو سبب خسيس ڄاٽي رد ڪري سگهون ٿا (52). ڇو نہ سنڌ جي آبهوا جي بگاڙ ٿوٽي ٻين مڪاني آفتن جو ڪارڻ سنڌوءَ جي رخ ڦيرائڻ واريءَ حالت ۾ ڳوليو وڃي. اُن لاءِ البت سنڌوءَ جي رخ ۾ ان ڪان وڌيڪ وڏو ڦيرو خيال ۾ آڻڻو پوندو، جنهن جي اسان کي هيلتائين ڄاڻ پئجي سگهي آهي، اهو خيال ڪو اهڙو اڻ سياويڪ بہ ناهي.

سنڌو تهذيب جي موهن جي دڙي، لوهم جي دڙي، چنهون جي دڙي وارين بينڪن توڙي ڪتاسر ۽ ڏجيءَ جي ٽڪريءَ وارين وسندين جو هجڻ ئي اهو ظاهر ڪري ٿو تہ تن ڏينهن ۾ سنڌوءَ جو مکيہ وهڪرو ضروري نہ آهي تہ هڪڙي ڦاٽ مان ان جي هاڻوڪيءَ ماڻريءَ يعني روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۽ ڪيرٿر ڇپر جي وچ

مان ٿي ڪنهن هنڌان لنگهندو هو. ٿي سگهي ٿو تہ سنڌوءَ ڪي پنهنجي وهڪري جي ان ڀاڱي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ٻکر واري چورلڪ منجهان وهڻ جي ضرورت نہ بہ پيئي هجي ۽ هُوءَ سکر وارين ٽڪرين جي اُتر کان لنگهي هجي. پر جي هوءَ ان هنڌ کان مٿي پنهنجي محور واري سَنڌر تان کسڪي، ڪاٻي پاسي لڙي وڃي، تہ ڪهڙو لازمي نتيجو نڪرندو؟ درياءُ وچي روهڙيءَ وارين ٽڪرين جي ڏکڻ کان نڪرندو. ۽ پنهنجي مکيہ ماترِيءَ ڏي موٽڻ لاءِ ان کي ڇينهون جي دڙي واريءَ ويڪرائي ڦاٽ کان هيٺيرو وڃڻو پوندو. اهڙيءَ ريت ڪٽ ڪبي، تہ سنڌو ماتريءَ جا ڪي ڏيڍ سو ميل پنهنجي درياءُ کان محروم ٿي ويندا.

ايترو وڏو ڦيرو ٻنهي ڇاٽايل هنڌن جي پسگردائيءَ ۾ وچواري ملڪ کي تباهہ ڪري ڇڏيندو. موئن جي دڙي جي سرچائيءَ کي ان کان گهٽو ننڍو ڦيرو ختم ڪري سگهيو ٿي. اسين سمجهون ٿا تہ موئن جي دڙي جي ڦُوهہ واري زماني ۾ سنڌو، جي پنهنجي هاٺوڪي وهڪري کان پري وهندي بہ هئي، تہ اهو پنڌ ڪو گهڻو پري نہ هوندو ۽ موهن جي دڙي جي حياتيءَ جو ايترو وڏو مدو ڏيکاري ٿو تہ درياءُ عام ڪري ساڳئي ئي هنڌان وهندو رهيو هوندو. ان جي ڪري درياءُ جو ترو مٿي ٿيندو ويو هوندو، تان جو، شايد، اهو ان حد کي وڃي پهتو هوندو، جتي ان جي رخ ۾ وڏا وڏا ڦيرا اچن ٿا (53). جيڪڏهن اِن تريِ چڙهہ جي نتيجي ۾ درياءُ ڪا چُرپر موهن جي دڙي کان ڪافي اوپارو شروع ڪري ۽ اها ان کي اوپر ۾ ڪجهہ پرپور خيرپور ميرواهہ واريءَ ليڪ جي پرپاسي ۾ وٺي وڃي، تہ درياءُ جو پيٽ موهن جي دڙي کان ٽيهہ ميل پري ٿي ويندو. ان سان منهنجو ڪو اهو مطلب ڪونهي تہ ان کان پوءِ ان جي ڦِٽل پيٽ مان پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڙو بہ نہ لنگهندو. گهٽ ۾ گهٽ ساليانی چاڙهہ وقت ليٽ جو ڪجهہ پاڻي ڪافي پنڌ ان پيٽ مان بہ وهندو. پر پاڻ کان گهٽي ويڪري پيٽ منجهان وهندڙ اها ذارا مکيہ درياءُ جي سرچيندڙ اُتل سان، جنهن تي موهن جي دڙي جي پوکيءَ راهہ جو گهڻو دارومدار اوس رهيو هوندو، ڪهڙو برميچي سگهندي ۽ جيڪڏهن سنڌو ويهارو ميل پرتي وڃي، ڪنهن چڱي هيٺانهين پيٽ منجهان وهڻ لڳي هوندي، تہ ان جي ليٽ ان کان پوءِ تہ شهر جي پر پاسي وارن ميدانن تائين بہ نہ پهچندي هوندي.

اهو اسان اڳيئي ڄاڻائي چڪا آهيون تہ جڏهن سنڌو قدرتي حالتن ۾ وهندڙ هئي، تڏهن جيڪا زمين هر سال آبڪلاٽيءَ وقت ٻڏندي هئي، اتي پاڻيءَ جي مقدار موجب گهٽ وڌ گهاٽا جهنگ ۽ بيلا ٿيندا هئا. اها قدرتي وٽڪار گهڻو ڪري هن ڪان ڳپل وڌيڪ ايراضي والاري ٿي. اوائلي زماني ۾ ايتريءَ جهجهيءَ وٽڪار ڪي، جنهن ڪي درياهہ جو لٽ تاتيندو هو، روڪڻ ماڻهوءَ جي وس ڪان ٻاهر هو. اهي بيلا هاڻي جيان اڄي بہ برسات تي منحصر نہ هئا. پر ڇڙو انهن جو هجڻ ئي قدري وڌيڪ ۽ نيمائتي برسات ڪي، جا بين شاهدين جي آذار تي اسان سمجهون ٿا تہ تن ڏينهن ۾ پوندڙ هئي، قائم رکڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو هو. جيڪڏهن اسين اهو انومان مجون ڪٿي تہ سنڌو، اُتر اولهہ سنڌ جو ڪو وڏو ٽڪرو ڇڏي، پرتي اوير ۾ وجي ڪنهن هنڌان وهڻ لڳي هوندي، تہ ان اُتر اولهہ واري ٽُڪري جي وٽڪار، ليٽ جي اڳ جيتري پاڻيءَ نہ ملڻ ڪري، گهٽجي وجي نيم ريگستاني بوٽن جي حد ڪي پهتي هوندي. جيڪڏهن اهي حالتون ڪيئي صديون (۽ ائين سمجهڻ ۾ ڪو اهم بہ ڪونهي) رهيون هونديون تہ ان تر مٿان برسات يا تہ توري گهٽ پوڻ لڳي هوندي يا وري بيقاعدي تي ويئي هوندي. تاهم، آبهوا تي اهڙو مڪاني اثر، ڏکڻ اولهہ واري چوماسي جي اَيرائيءَ جي پيٽ ۾، غير اهم تي وجي تو. اِن اَيرائيءَ جي ساک تريلي پٽن جي بناوت پري ٿي، پر اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي، جا ظاهر ڪري تہ چوماسي ڪي نِستي ٿيڻ ۾ ڪيترو وقت لڳو هوندو.

سنڌو تهذيب واري زماني ۾ ملڪ ڪهڙو ڏيک رکندڙ هو، تنهن سوال ڏانهن موٽندي، اسين هيءَ آس رکي سگهون ٿا تہ منڇر ڍنڍ جي پرپاسي ۾ پوک جي ڪامڪيہ ايراضي ضرور هوندي. اهو اسين اڳيئي ٻڌائي آيا آهيون تہ نہ فقط سنڌوءَ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ وارن وڏي ۾ وڏن سائو گهارن مان ڪن جو پاڻي وجي ان ڍنڍ ۾ پوندو آهي، پر ڳچ ڪوهستاني علائقي جي باراني ڇَرن جو ڇوڙ بہ اهائي ڍنڍ آهي. ان ٻني ڇوڙ جي ڪري، جو اڪثر جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ هڪ ئي وقت ٿيندو آهي، ڍنڍ جو پاڻي هاڻ اُتر ۽ اوير ۾ ڪيترن ئي چورس ميلن تي پکڙجي وجي ٿو. جڏهن درياهہ لهي ويندو آهي ۽ ڍنڍ جي اُتل جو پاڻي اڙل نديءَ رستي وهي ويندو آهي، تڏهن دڪڙو وڏو ٽڪرو ربيع جي پوک لاءِ نروار تي بيهندو آهي. هت سنڌو تهذيب جا ڪيترائي ماڳ، لکيو، لوهري ۽ شايد، بوبڪ (54) هئا، ۽ سنڌو تهذيب وارن ۽ سندن تاڪرو پاڙيسرين جي وچ ۾ مکيہ لاڳاپو

انومان اهي تہ هتان ئي ڪتان هو. ٿـڪر واسي وڏيڪ اَن گھڻو ڪري هتان ونئي پورٽ ڪندا هوندا، جو تہ منڇر وارو تـر ڪانئن وڏيڪ سـَرچو هو.

اِن ڍنڍ جي پسگردائيءَ ۾ جيڪي اڳ تاريخي ماڳ آهن، تن جي هڪ ڏيان جوڳي خاصيت هيءَ آهي تہ سڀ تمام گھڻ اُتانهينءَ تي آهن. مجمدار ڏنو تہ لال چتي Lal Chato ٿهڻي(ترهڻي) Trihni جو دڙو 8- ڊسمبر تي منڇر جي مٿاڇري کان رڳو 8 فوٽ مٿي هو ۽ پير مشاق Pir Mashak (شاهہ حسن) جي اوچائي بہ گھڻ وڌ ايتري ئي هئي. آبڪلاٽيءَ ۾ انهن ماڳن جو وڏو حصو پاڻيءَ هيٺ، اڃي ويندو هوندو ۽ روهندو Rohindo ۽ مادي بـُت Made But تہ سڄي جا سڄا ٻڏي ويندا هوندا. پير لوهري ۽پير لکيو، جي منڇر جي سياري واريءَ حد کان ڪي چار ميل پري آهن، سي پسگردائيءَ واري پـَٽَ کان اڃا بہ هيٺ آهن ۽ گھڻ ۾ گھڻ لوهري آبڪلاٽيءَ ۾ سڄي جو سڄو ٻڏي ويندو آهي (55).

مجمدار جو خيال آهي تہ پنگار واري زماني ۾ سنڌو هن ويڪرائي ڦـڪ ۾ هاڻي کان وڏيڪ اوير طرف وهندي هئي، منڇر ڍنڍ کي پنهنجي ذري گھڻ سموري پاڻيءَ لاءِ ڪوهستاني نين تي ياڙٿو پوندو هو ۽ ان ڪري اها تـڏهن اڄوڪي زماني کان ننڍي هوندي (56). جي اهو ائين هو تہ پوءِ اهي ماڳ، جي هاڻ رهڻ وٽان نٽا لڳن، تڏهن شايد وڏي ۾ وڏي ٻوڏ کان بہ چڱا مٿي هوندا. اهو پڻ تي سگھي ٿو تہ انهن جي چوڌاري بچاءَ لاءِ مٽيءَ جا بند آيل هجن، جي ڪڏهوڪر درياهہ جي ليٽ ۾ لڙهي ويا هجن. ٻوڏن رهائشي ايراضين کي بہ ذري گھڻ پاسي واريءَ زمين جي سطح تي آڻي بيهاريو آهي، ايتري تائين جو هاڻ اهي بہ سال جو ڳپل ياڱو پاڻيءَ هيٺ رهي سگھن ٿيون.

مجمدار هڪ ٻئي دلچسپ امڪان ڏانهن بہ اشارو ڪري ٿو. اُهو هيءُ تہ متان تاريخ کان اڳ جي زماني ۾ بيا نہ تہ لال چتو ۽ پير مشاق اهڙا ڳوٺ هجن، جن جون پونگيون، منڇر ڍنڍ جي هاڻوڪن مهاڻن جي مـَڏن جيان ڪاٺ جي ٻـُندن تي، پاڻيءَ جي مٿاڇري کان مٿيريون بيٺل هجن (57). اِن نظريي جو هڪڙو آڌار هيءُ بہ آهي تہ مجمدار کي انهن هنڌن جي کوٽائي ڪرائيندي اڏاوت جي عام سامان، سـِرن يا پهڻن جا ڪي بہ اهڃاڻ نہ مليا هئا ۽ نڪر جا ٽانوَ توڙي گھر جا ٻيا ٿپڙ ٽاڙي بہ نجي لٽ جي تهن مان کوٽي ڪڍيا هئائين. هت هيءُ واڌارو ڪري سگھجي ٿو تہ اڄوڪين حالتن ۾ انهن هنڌن تي اهڙيون

جايون ڏڪيون قائم رکي سگهيون. ٻئي طرف، لوهريءَ ۾ پهڻ جي پيڙهہ وارا گهر ناهيائي نہ وڃن ها، جيڪڏهن ڍنڍ جو ٻوڏ وارو متاڇرو اڄوڪن ڏينهن کان گهٽ هيٺ نہ هجي ها.

اِها ڳالهہ ڌيان جوڳي آهي تہ لال ڇتي ۽ مشاق جي "ٻيٺاون" ماڳن تان هڪ قسم جا نڪر ٽانو هٿ آيا آهن، جي ٿلهي ليکي جهڪر ۽ لوهم جي دڙن مان لڌل ٽانون جو سنُ آهن. پوريان ٻيئي دڙا، ڪوٺائي ڪرائيندڙ صاحب جي خيال ۾، سنڌو سڀيتا جي آخري دور سان واسطو رکندڙ آهن (58). خاص ڪري چنهون دڙي جي تنهان پوءِ ڪيل ڪوٺائيءَ جي روشنيءَ ۾ اهي ٽانوَ انهن ماڻهن جا ناهيل ڏسڻ ۾ ايندا، جن سُنڌو تهذيب وارا ماڳ ان جي زوال کان پوءِ وڃي وسايا هئا. انهن ٽانون جو جيڪو نمونو آهي، تنهن تي پروفيسر پگٽ هنن مختصر لفظن ۾ تبصرو ڪري ٿو: "انهن ۾ ڪيترائي عنصر آهن، جن مان ڪُلي ۽ شايد هڙاپا وارا وڌيڪ نمايان آهن۽ ٿوري گهٽي ڇَٽَ آمريءَ جي بہ اٿن" (59). چانهون دڙي جي 'جهڪر' وارن متاڇرن تان جيڪي ٻيون وٿون هٿ آيون آهن، سي سنڌو ماٿريءَ ۽ اوپر بلوچستان جي اڳتاريخي ماڻهن جي ناهيل ڪنهن بہ شيءِ سان تر جيترو ميل بہ نٿيون کائين. البت اولهہ ۾ اڃا اڳتي انهن جون مَٽُ شيون ڏَسڻ ۾ اچن ٿيون. انهن هٿ آيل شين مان لڳي ٿو تہ اهو هنڌ ڪن اهڙن ماڻهن جي والار ۾ هو، جي هلڪيءَ سنبت سان، شايد فاتحن جي حيثيت ۾ آيا هئا.

سپ ساڪون سهيڙيون تہ هينيون نقشو جڙندو، موئن جو دڙو پنهنجن پوين ڏينهن ۾ آدم سان ڳاهٽ ٿيل شهر هو، آدم شماريءَ ۾ واڌ جو سبب گهٽو ڪري پناهگيرن جي پالوٽ هئي، جي يا تہ وچ بلوچستان (60) کان يا سنڌ جي 'سنڌوءَ' وارن ننڍن ۽ گهٽ بچي سگهندڙ شهرن کان آيا هئا. 'سنڌوءَ' وارن شهرن مان ڪن کي اولهہ بلوچستان کان يا اولهہ ۾ اڃا بہ پري کان ڪاهي ايندڙن اچي والاريو هو. پانئجي ٿو تہ انهن نون ماڻهن آمريءَ ۽ سنڌو ماٿريءَ جي انهن هنرن ۽ ڪاريگرين کي پنهنجو ڪيو هوندو، جن تي سندن دل وري هوندي (61). ان لاءِ شايد ڪين مڪاني فنڪارن ۽ ڪاريگرن کي زوريءَ پرتي ڪرڻو پيو هوندو. خيال ۾ اهڙي 'وحشين' جي تصوير اُڀري ٿي، جن سهنجي سوپ پاتي هوندي ۽ جي پنهنجن ماري مڃايلن جيَ ڪارنامن کي ڌڪار جي نظر سان نہ ڏسندا هوندا.

پر موئن جي دڙي جي جنهن زوال هيءُ انقلاب برپا ڪيو، تنهن جو مکيہ ڪارڻ ڪهڙو هو؟ ڇا اهو ڪارڻ انهن وحشين جي برجستائيءَ ۽ هٿيارن جي برتريءَ ۾ ڳوليو وڃي (62)، جن جي اڳيان شهر وارن جو وڏو تعداد ٿوڙي هنر بہ ڪم نہ آيو؟ اها بہ پوري سمجهاڻي آهي، پر آءٌ گذارش ڪندس تہ جيڪڏهن اسين سنڌو تهذيب وارن جي آخرين ڪمزوريءَ جو ڪارڻ هڪڙو بيو انومان ڪري وٺنداسون، تہ جا تصوير اکين آڏو ايندي. سا پاڻ وڏيڪ ۽ سياويڪ دل سان لڳندڙ هوندي.

سمجهو ڪٿي تہ سنڌوءَ جي رخ ۾ سکر کان مٿيرو جنهن مصيبت آڻيندڙ ڦيري ڏانهن اڳيئي اشارو ڪيو اٿئون، سو سچ پچ اچي ويو آهي. ڦيري واري هنڌ ۽ سيوهڻ جي وچواري پَٽ کي ساليانی ليٽ جي پوري پاڻيءَ ملڻ جي بدران پراڻي پيٽ جي معرفت رڳو بيقاعدي ۽ عارضي وهڪرو ملي ٿو. انهيءَ ڦيري جو وڏي ۾ وڏو ڏک ان تر جي ڏکڻ واري تر کي لڳي ٿو. سو ان تر جا ماڻهو لڏي وڏيءَ گاديءَ ۾ ڳاهٺ ٿين ٿا. ان آسري ۾ (اتان جي پروهت راجا جي سڳورپ جي ڪري شايد) تہ اتي سندن پرجهل ٿيندي. شهر کي بچائڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي وڃي ٿي. پوکي ۾، جنهن جو آڌار هاڻ نين ۽ برسات تي وڃي رهيو آهي، واڌارو ڪيو وڃي ٿو، جتان ڪٿان اَن جا انبار گهرايا وڃن ٿا. درياءَ جي ديوتا کي ٻاجهہ ڪرڻ لاءِ جيڪي لڳاتار پرارٿنائون ڪيون وڃن ٿيون، تن جو ذڪر ئي ڪهڙو پر سڀ اجايو. ٺاڪرو ملڪ ۽ ڪاڇي جي چشمن ۽ نين جو وري قدر ٿيڻ لڳي ٿو، وڏا ياڳ چٽبا تن جا، جي اتي اجهو ڳولي سنڌوءَ ۽ ان جي ريچڪن کان اجا تي وڃن ٿا. هيءَ خبر پهاڙن جي آرپار پکڙجي ٿي وڃي تہ سنڌ جا چراگاهہ ان قوم جو انعام آهن، جا وارو ڪندي ۽ وارو ڪيو ٿو وڃي. اولهہ وارا وحشي ابهرا ڪوچ ڪندا چڙهي اچن ٿا ۽ پنهنجا اڏنگا ڇاپرا تياڳيل وستين ۾ کڙا ڪن ٿا. جنهن زمين هڙپا جي کڙمين جي دل ڪٽي ڪري ڇڏي هئي، تنهن زمين مان هڪ مال وند قوم، ڏڪئي سڪئي گذران ڪرڻ تي هريل هجڻ ڪري، چڱو قوت ڪڍي ويندي. هوڏانهن، موئن جي دڙي جي خلق جون قطارون اُتر اوير ڏي وڃي رهيون آهن، جتي سندن درياءَ ساڳي ئي پراڻي رنگ ڍنگ سان وهي رهيو هوندو. باقي کي ٿورا ماڻهو، هيٺا ۽ مسڪين

وجي بچن ٿا، جو نوان آيل جانغا. لُٽ ڦُر جي بُک کان ڇتا، حملي لاءِ سنبري اچن ٿا ۽ 'جيريڪو'[1] جُون پٽيون سُتت ئي نمي وڃن ٿيون.

هينيَءَ سنڌو ماٿر جي اِڳتاريخ ۾ آيل موڙ جي هِن اندازي (re-construction) ۾ ڏکيبازي برابر گهٽي آهي، پر اهو مجيو ويندو ته ان ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه ڪانهي، جا اڳاٽن اهجاڻن جي ٿوري گهٽي ساک سان يا سنڌوءَ جي طبعي خاصيتن ۽ وهنوار جي جيتري ڄاڻ اٿئون، تنهن سان اڻ نهڪندڙ هجي. سنڌو تهذيب سنڌ اندر پاڻ ۾ چڱيءَ پر پوتل هئي ۽ ان کي جن ماڻهن تباهه ۽ برباد ڪيو هو، تن پنهنجا ورلي ڪي نشان ڇڏيا آهن. اهڙن ماڻهن هٿان بربادي‌ءَ کان اڳ جيڪڏهن درياءَ جي رستي مٽ واري قدرتي آفت اچي ڪڙڪي، ته ان تهذيب جو اِئين ڦِتي ناس ٿيڻ اڻ ٽر ٿي وڃي ٿو.

بيون حقيقتون پنهنجي پنهنجي جاءِ وٺي بيهن ٿيون. جن ڳوٺن جا اهجاڻ منڇر ڍنڍ جي هاٽوڪي ڇيهه اندر لڌا ويا آهن (63)، سي سنڌ ۾ سنڌو رياست جي زوال واري دور جا يا ان کان ترت پوءِ جا لڳن ٿا. ترجي ماڻهن جو مکيه ڌنڌو اوائل کان ضرور مڇيون مارڻ هوندو: پر 'آمري' ۽ هڙپا وارا ماڳ اجوڪي رواجي پاٽي ليک کان چڱيرڙي پنڌ تي آهن. اِن جي پڌري سمجهاڻي هيءَ آهي ته جنهن زماني ۾ اوائلي ماڻهو اِن ڍنڍ ۾ مڇي ماريندا هئا، تنهن زماني ۾ اها ڪافي سُسي ويئي هئي. انهيءَ سوس جو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ اهو ٿو پائنجي ته ان کيَ سنڌوءَ جي ليٽ جو پاڻي نه ملندو هوندو. سکر کان مٿيرو درياءَ جي رستي مَٽَ جوقدرتي نتيجو اهو ئي ٿي سگهي ٿو (64).

۽ جي اسان سنڌو ماٿريءَ تي آيل انهيءَ قدرتي مصيبت جي اڳياڙي بڌائون ته منڇر ڍنڍ جي اولهه ۽ ڏکڻ ۾ ڪوهستاني ۽ ڪاڇي جي اڳاٽن اهجاڻن جي هڪ عجيب خاصيت جي خاطريءَ جوڳي سمجهاڻي ڏيئي سگهون ٿا. اها عجيب خاصيت آهي آمريءَ جي زماني وارن ڳوٺن (65) جي پسگرداٸيءَ ۾ سنڌو تهذيب وارن جي ٿاڪن (66) جي موجودگي، اهي ٿاڪ يا ته مذڪور ڳوٺن جي وچ ۾ پکڙيل آهن (67) يا وري انهن سان اِئين رليل مليل آهن، جو وري ڌار نٿا ٿي سگهن (68).

---

[1] ماني سمنڊ واريءَ ماٿريءَ (هاڻ اُردن ۾ آهي) جو هڪ اڳاٽو شهر، ڪنعانين جو پهريون شهر، جنهن تي بني اسرائيل حملو ڪري قبضو ڪيو هو. مترجم

خود آمريءَ ۾، لوهريءَ ۾ ۽ غازي شاهه ۾ چٽي تهبندي اهو ثابت ڪري ٿي تہ سنڌوءَ وارن اهي ماڳ آمريءَ وارن جي ڇڏي وڃڻ کان پوءِ شايد گهٽ، پوءِ والاريا هئا. اُها اهائي ثابتي آهي، جنهن تي آڳاٽن اهجاڻن جي ڄاڻن جي هيءَ راءِ بدل آهي تہ آمري تهذيب ميدانن جي مهان تهذيب کان آڳاٽي آهي. مجيوسين تہ ائين هوندو، پوءِ پلا هي جو بين هنڌن تي بنهي تهذيبن جي وچ ۾ لهہ وچڙ جا اهجاڻ ملن ٿا، تن جي ڪهڙي تاويل ڪجي؟ ڇا اهي ماڻهو، جن اڳتي هلي موهن جو دڙو ناهيو، سي ڏکڻ بلوچستان کان ٿيندا سنڌو ماٿريءَ ۾ گهڙيا هئا ۽ ڇا اِهي هنڌ سنڌن درجي بدر جي ترقيءَ جون عارضي منزلون هئا؟ يا جي سنڌو وارا ڪنهن بئي هنڌان آيا هئا تہ ڇا هنن پنهنجي گادي ميدانن ۾ رکندي، وڏي وجي ٽڪرن جي اوٽ ۾ بينڪون وڏيون هيون؟ بنهي حالتن ۾ هو آمريءَ وارن ... گڏجي جيئندا نظر اچن ٿا. پر اسين سندن ناتن بابت ڏکوئي هٿي سگهون ٿا. جيڪا ثابتي آهي، تنهن مان، يا ائين ڪٿي چئجي تہ برخلاف ثابتي نہ هجڻ جي ڪري (69)، ائين معلوم ٿو ٿئي تہ بنهي جي وچ ۾ رواداري هئي، پر ايتري ڊيگهہ نہ هئن، جو هڪبئي جي تمدنِ تي اثرانداز ٿي سگهن. شڪ ناهي تہ بنهي جي وچ ۾ مالُ مَتَ بہ ٿيندي هئي ۽ جيئن تہ سنڌو رياست وڏيڪ طاقت واري هئي، اِن ڪري تي سگهي ٿو تہ آمريءَ وارا سندن ڏنَ پروُ هجن (70).

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ سنڌوءَ وارن ڪوٽ عليمرادُ قوسي لڪ جي مُنهن جي بچاءَ لاءِ ناهيو هو. اهو لڪ وچ بلوچستان ۽ سنڌ جي وچ ۾ هڪ مکيہ واٽ آهي. پر هنن جون ڏکڻ طرف وارن ٽڪرن ۾ جي بينڪون آهن، سي رواجي ڪليل ڳوٺ آهن ۽ نہ حاڪمن جا ڳڙهہ. اها ڪهڙي ڳالهہ هئي، جنهن هنن کي اِن تاڪرو ملڪ ۾ آمريءَ وارن سان گڏجي رهڻ يا ماڳهين اِن ملڪ ۾ اچي رهڻ تي راضي ڪيو هو؟ ڪرچات ۽ شاهہ جي ڪوٺڙي وارا 'سنڌو' ٿاڪ چڻ تہ ڪي خال ٿا پرين، جي تاڪرو ملڪ مان اُتر کان ڏکڻ ويندڙ 'شاهراهہ' سان لڳو لڳ "آمري" بينڪن جي زنجير ۾ هجن. ان مان اهو انومان ڪڍي سگهجي ٿو تہ هو گڏجي جيئندا هئا. اها شاهراهہ سنڌونديءَ جي اولهہ پاسي، متينءَ ۽ هينيءَ سنڌ جي وچ ۾ ضرور هڪ سٺائي واٽ هوندي. ڇا اسين اهو پانيون تہ اِها واٽ ڪنهن ساموندي بندر تائين ٿي ويئي، يا اها اڳتي وڃي ۽ الهندن ملڪن سان

خشڪيءَ رستي ٿيندڙ واپار جي ڪنهن مڪيه واٽ سان ٿي ملي؟ چاٽايل هنڌن جي ڏکڻ ۾ ڏسوي (Desvi) نالي هڪ ننڍو سنڌو تهذيب جي زماني جو ماڳ آهي. اهو ماڳ تڏهن ٽرڙي گجي (Tharri Gujo) ڏانهن ويندڙ واٽ ۽ ان واٽ جي به واٽي واٽان هوندو. جيڪو عاملاڻو (71) (Amilano) ٽپندو، پابوڻي (Paboni) ناڪي، لسبيلي جي پَٽَ ۽ ان کان پرتي وڃي ٿو.

اهي چاٽايل نالن وارا هنڌ ضرور اِن واٽ سان وکر ڪٽي لنگهندڙ قافلن جي ڪري اُسريا هوندا، پر هڪ ٻي سمجهاڻي به آهي، جا نه رڳو انهن ننڍڙين وسندين ڪي پر سنڌ جي تاڪرو سرحد واري ڏيهه ۾ جي سنڌو تهذيب جا تاڪ هئا، تن سڀن ڪي به ليکي ۾ آڻي ٿي ۽ انهن بينڪن جي ساڳئي ڏيهه اندر آمري بينڪن سان لاڳاپي جي جا الڳ الڳ نوعيت آهي، تنهن جي پڻ وضاحت ڪري ٿي. اها سمجهاڻي هيءَ آهي ته سنڌوءَ وارن جون بينڪون سندن تهذيب جي پوڻائيءَ واري زماني جون آهن. ته اِن تهذيب وارن مان ڪي پَٽن ۾ پيٽ قوت نه ڪري سگهيا ته اُتان لڏا پٽي وڃي ٽڪرن ڪان نڪتا ۽ پنهنجن آمريءَ وارن پاڙيسرين جا مزمان ٿيا. پنهنجا اجها ڏنپ بُنيءَ ۽ ڊال ۾ آمريءَ وارين وسندين جي پير ۾ اڏيائون. توڻنگ ۽ نئنگ ۾ لڳي ٿو ته آمريءَ وارن ڪين پنهنجي ڳوٺ اندر ئي رهڻ ڏنو (72). ڪرچات ۽ شاهه جي ڪوٺڙي ۾ هنن پنهنجا ڳوٺ آمريءَ وارن جي ڳوٺن جي وچ ۾ جي خال هئا، اُتي ٻڌا. انهن سيني هنڌن تي اڄ به ٻارهوئي پاڻي ملي ٿوءِ ٿوري گهڻي پوک به ڪئي وڃي ٿي. اُتي اهي مَٽ جيترا لڏي آيل ڪم ڪري ۽ پراڻن ٿانيڪن رهاڪن جي پيٽ ۾ پنهنجي نئين حيثيت تي راضي رهندي هانو جهل جيترو قوت ته ڪڍي ٿي سگهيا.

درياءَ جي رستي مَٽَ واري اِها فرضي مصيبت نه به اچي ها، تڏهن به مٿينءَ سنڌ تي اُتر کان حملي ٿيڻ جي حالت ۾ پڻ ساڳي ٽڪرن ڏي لڏ پلاڻ ٿئي ها. يا ماڳهين اِئين به ٿي سگهي ٿو ته 'سنڌوءَ' وارن جا جيڪي ڳوٺ آمريءَ وارن جي ڳوٺن سان رليل مليل آهن، سي محدود پيماني تي بينڪن وجهڻ جا مثال هجن. اهي بينڪون متان گهڻو اڳ وڌيون ويون هجن. اجا به ڪا اهڙي ثابتي ملي سگهي ٿي، جا ظاهر ڪري ته جيڪي ماڻهو سيپتا جو سمورو ٽڪسات ڪٽي سنڌوءَ جي ميدانن ۾ اچي پرگهٽ ٿيا هئا، تن اِهو سيڪجهه نيٺ به پرايو ڪٿان هو. پر آءٌ نٿو سمجهان ته پوءِ ٽڪرن جي پاسن کان اهي هنڌ سندن سنڌ ڏانهن ڪوچ جُون آخري منزلون معلوم ٿيندا (72 الف).

هيءَ موئن جي دڙي جي پوين ڏينهن جو خيالي ناٽڪ رچايو اٿم، تنهن جي هڪ گهٽ پوئين ڏيک ۾ شهر وارن جي اڪثريت کي اُتر اوير ڏانهن لڏيندي ڏيکاريو اٿم ته جيئن وچي درياهه پيڙا ٿين، جو سنڌن شهر کان منهن مٿي ويو هو. انهيءَ خيال بابت ڪٿي چا به سوچيو وڃي، پر اسان کي گهٽ ۾ گهٽ اهو ويچار ته ڪرڻوئي آهي ته آخر موهن جي دڙي جي اڪيچار رهواسين ساڻ ڪهڙي ويڌن پئي هئي آيا سنڌن رياست جي تباهي هوريان هوريان آئي هئي يا اوچتي ۽ اها تباهي ڪنهن آسماني آفت جي ڪري آئي هئي يا انساني دشمن هٿان. "آخري ڪوس" جا جيڪي شڪار ڪوٺاين نروار ڪيا آهن (73)، سي ٿي سگهي ٿو ته رهيا کهيا بيحال شهرواسي هجن، جيڪي عام لڏپلاڻ کان پوءِ به پنهنجا ڪک نه ڇڏي سگهيا هجن شاهي آدم شماريءَ جا ڪٿا، جن ڪاهي آيل ڪنڪ سان پيڇاڙيءَ تائين ويڙهه ڪاڏي هوندي. جيتوڻيڪ اِن ڳالهه جي ڪا سڌي ثابتي ڪانهي ته موهن جي دڙي مان، ڏسيل مفروضي موجب ئي ڪا لڏپلاڻ ٿي هوندي، پر اُنهيءَ تر ۾ چقمقي پهڻ جا اوزار واپرائيندڙ ماڻهن جي والار جا انيڪ اهڃاڻ مليا آهن، جنهن تر مان آءُ سمجهان ٿو ته درياءَ جو مکيه وهڪرو اتر اولهه سنڌ جو تر تياڳي، وچي وهڻ لڳو هوندو. هيءَ حقيقت ته اِنهن مان گهڻا هنڌ ڏسڻ ۾ وڏي پيماني تي عارضي پڙاءَ ٿا اچن، سا حقيقت اِن نظريي جي فائدي ۾ آٿي سگهجي ٿي، توڻي جو پڳل قانون جي نڪرن جي گهڻ مان هيءُ انومان پڻ نڪري سگهي ٿو ته جڏهن جڏهن به ريٽي واهو اِن ترڪي ٻوڙيندو هوندو، اتان جا ماڻهو تڏهن تڏهن اجهي ونڻ لاءِ وچي اِنهن هنڌن تي چڙوچڙ ٿاڪ ڪندا هوندا. انهن آڳاٽن واهڻن جي سنوت ۾ اڪيچار پٿر ۽ پيٽن جي هلڪين اُتانهين تي جيڪي ٿانون جا نڪر ڦهليل آهن، تن ۾ چقمقي پهڻ جي ذار وارن اوزارن جو اڪثر ليڻ گهٽ ۾ گهٽ اهو ته ثابت ڪري ٿو ته جن هٽ ڏاہو ڪيو هو، تن ۾ تاريخ جي زماني کان آڳاٽا ماڻهو به هٿا. هنن مان گهڻا ماڳ ويجهي ۾ ويجهي چقمقي پهڻ واري ٽڪر کان به پنجاهه ميل پري آهن (74).

ساڳئي تر ۾ هڪڙي ٻي جاءِ، جا پڌري پٽ وڏيل ٿانيڪي ۽ ٽرائٽي وسندي هئي، سا آهي ڏب ڏيٽري (75). هيءَ ڏسڻ ۾ هيڪلي ويڳاڻي پٽ تي اچي، جا پٽ کان سو فٽ کن اُتانهين آهي ۽ ان جو متاڇرو، جو اڌ چورس ميل کن هوندو، سو نيڪراڻ سان ڍڪيل آهي. اولهه واري پاسي اِها نيڪراڻ



موهن جو دڙو - ٺُـل تان اولهہ ڏانهن ڏسندي.



’تـِيڙ‘ (Ther) ممڙو، تعلقي روهڙيءَ جي پرسان سنڌو دؤر جي هڪ بستيءَ جا آثار.

قدرتي ويجهڙائيءَ ۾اُڏري آيل واريءَ جي هينان لڪي ويئي آهي. ائين چئي سگهجي ٿو تہ ڊپ ڊيٽريءَ جا رڳو مٿيان تهہ واريءَ جا آهن ۽ ان جي هينان ڪو وڏو شهر پُوريل آهي؟ تُرت ڏکڻ اوپر واري پٽ تي هڪڙو کوهہ لڌو ويوهو، جيڪو زمين جي مٿاڇري کان ڪي چار فٽ هيٺتي هو. اهو کوهہ گهير ۾ پنج فٽ کن آهي، پر پاسن جي هر قطار ۾ رڳو نو سـرون اٿس، جي سڀ هڪ ئي ڪاڇي ۽ قالب جُون نہ آهن. اهي سرون اُڀيون نہ پر آڏيون گولائيءَ ۾ لڳل آهن ۽ پاسي کان ڏسڻ تي وَنگ جو ڏيک ٿيون ڏين. اوساريءَ جو اهو نمونو موئن جي دڙي جي انيڪ کوهن جي اوساريءَ کان بنهہ نيارو آهي.

وڌيڪ ثابتيءَ کان سواءِ ڊپ ڊيٽريءَ جي عمر ٻڌائڻ ممڪن نہ آهي. اميد ڪري سگهجي ٿي، تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن اتي پڻ کوٽائي ڪئي ويندي. ريٽي ماتري کان ڪي پنجاهہ ميل هينيرو ڏکڻ اولهہ ۾ هڪڙو ماڳ آهي، جو پڻ سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل ٿي سگهي ٿي. هيءَ هڪ دڙي آهي، جنهن جي پکيڙ ايڪڙ کن ٿيندي. ان جو مٿاڇرو پڻ ڪيترن ئي وٿن سان پريل آهي، جن ۾ چقمقي پهڻ جا ڏار وارا اوزار ۽ ٺڪر جا ٺُـڪر ٿانوَ بہ اچي وجن ٿا. کوٽائيءَ ۾ هڪڙيءَ جاءِ جي پت بہ نڪتي آهي، جا پڪين سرن جي آهي. ان دڙيءَ جو نالو ’ٿيڙ‘ Ther آهي ۽ ’ممڙي‘ کان ڪي ٽي ميل اوير ۾ هڪڙيءَ واهيءَ وٽ آهي، جيڪا ريٽي نديءَ ڏي وجي ٿي (76). ممڙي جي ويجهو بہ وڏيون اٿانهيون ايراضيون ٺڪرن سان ڇانيل آهن. هتان جهونا واهڙ هاڪڙي جون شاخون، جي سُڄ منجهہ ٻري ٻري نڪري ويون آهن، گڏجي نار جي وڌيڪ سوڙهيءَ ماتري ۾ ڏانهس وڌڻ شروع ڪن ٿيون.

مٿينءَ سنڌ ۾ سنڌوءَ جي اوير طرف هڪ ٻيو ماڳ آهي، جو ضرور ڪنهن اهميت وارو هوندو ۽ گهڻو ڪري سنڌو تهذيب سان واسطو رکي ٿو. اهو ماڳ روهڙيءَ کان اڍائي ميل کن ڏکڻ اوير طرف آهي ۽ هڪ صدي اڳ ناراواهہ جي کوٽائيءَ ڪندي زمين جي مٿاڇري کان ڏهہ ٻارهن فٽ هينان نڪتو هو ان جي انيڪ گهرن جا بنياد پڪين سرن جا هئا. اهي گهر اٽڪل پنج وال ڊگهي مفاصلي تي ڦهليل هئا. هڪڙو چئن فٽن کان وڌيڪ ويڪرو کوهہ بہ هو، جنهن کي کوٽي ڏنو ويو تہ ٻيا ٻارنهن فٽ اونهون نڪتو. هڪڙي پٽرائين اوساريءَ سان پت بہ لڌي ويئي ۽ ڪجهہ جهڙين شين ۾ ٺڪر جا ٿانو، وڏي تعداد ۾ ٻارن جا ٺڪر جا رانديڪا ۽ پهڻ جا تور وٽ بہ هٿ آيا (77).

ناري ماتريءَ ڪان ڪي اڍائي سو ميل هيٺ ڏکڻ ۾، جتي ڦاٽ وري هاڪڙو سڏجڻ لڳي ٿو. اسان کي سنڌو تهذيب جو هڪڙو بيو هنڌ مليو ٿو. اهو منهنجي تعلقي ۾ 'نهٽي' (Nuhto) جي پرسان آهي ۽ نالو "ڳاڙهو ڀڙو" (Garho Bhiro) اٿس. هينئين سنڌ ۾ تر جي الهندي ڇيڙي جي سنوت ۾ جي پٿون آهن، تن بابت آءٌ اڳيئي ٻڌائي چڪو آهيان (78) تہ اهي سڌي پٽ تان اٺين اُمالڪ اُٿن ٿيون، ڇٽڪ سمنڊ جي ڪپر سان اُپريل ڇپون. ڳوٺ نهٽي جي ويجهو بہ دڙا آهن. انهن مان هڪڙو ميدان ۾ اڳتي نڪتل ڀٽ تي آهي. بيو دڙو وري انهيءَ ميدان ۾ فرلانگ کن 'ڪپر ڪان اندر' بيٺل آهي، جيئن جهنگ جي سمنڊ ۾ ڪو بيٺ.

پٿن سان لاڳاپيل دڙي تي هڪڙي ڪوٽ جا چٽا اهڃاڻ آهن، جو نسبتي طرح نئين زماني جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، پر ان تي ڦهليل نڪرن ۾ اهڙا نمونا بہ آهن، جي الهنديءَ سنڌ جي اڳتاريخي تمدنن جي خاصيت آهن. هتي لڌل پيلي رنگ جي هڪ ٺِڪري تي سگهي ٿو تہ جهڪر واري زماني جي ٿانون جي هجي. 'بيٺ' جهڙو دڙو، ڳاڙهو ڀڙو، پٽ کان 25 فٽ کن اُتانهون ۽ پنجن ڇهن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. جيئن اِن جي نالي مان ظاهر ٿئي ٿو، اهو پڪل مٽيءَ جي دز ۽ ٿانون جي ٺڪراٺ سان لال لڳو پيو آهي.

مٿاڇري تان لڌل وٿون گهڻو ڪري سنڌوءَ جون آهن. جا ڳالهہ خاص ڌيان لهڻي، سان آهي ٿُنگر ٿانون جي گهڻ ۽ گونا گوني. نڪر جا ڪنگڻ، چقمقي پهڻ جا ڌار وارا اوزار، نيم قيمتي پهڻن جي ڇَلِ ۽ ٽامي جي ڪانٽن جا ٽوٽا توڙي ڳاريل پر اٽسُوڏيل ڌاتوءَ جا ننڍا ڳنڍا پڻ هٿ آيا آهن. چٽساليءَ وارن ٿانون جي نڪرين تي جيڪي شڪليون نهيل آهن، تن ۾ هڪڙي ڪجيءَ جي پن جهڙي آهي، ۽ اُڪريل ٿانو بہ چڳي خاصي تعداد ۾ آهن. اهڙا ٿانو پر واري 'اپبيٺ جهڙي' دڙي تي بہ نمايان آهن. انهن جو چوکو انگ رنگ جوگهاٽو خاڪي آهي ۽ جهانگاڙ (Jhangar ) وارن ٿانون سان ميل ڪائيندڙ لڳي ٿو (79).

هيل ٿائين هٿ آيل ثابتين مان ظاهر ٿو ٿئي تہ نهٽو سنڌو تهذيب جي زماني جي وسندي هئي، جنهن کي پوءِ، چنهون دڙي جيان، جهڪر ۽ جهانگاڙ وارن ماڻهن اچي والاريو. ان جي بيهڪ دلچسپيءَ واري آهي. جيڪڏهن اسين ميجر ريورٽيءَ جي نظريي کي قبول ڪريون تہ پوءِ اسان کي اهو سمجهڻو پوندو تہ نهٽو سمنڊ جي هڪ ڪاريءَ جي اپرندي ڪپر تي هو. اها ڪاري سنڌو تهذيب جي

ڏينهن ۾ اُتر ۾ گهٽو پري هلي تي ويئي. هينئر بہ نهتو سمنڊ جي متاڇري کان رڳو 25 فوٽ متي آهي. حالانڪ ڪڇ جي رڻ کان اُن جو مفاصلو پنجاهہ ميلن کان گهٽ ناهي ۽ اڄوڪي ڪليل سمنڊ کان بہ سو ميل کن پري ٿيندو. سمنڊ جي اڳتاريخي ڪپر ۽ ان جي لاڳاپي سان نهتي جي بيهڪ بابت ڪنهن راءِ قائم ڪرڻ ۾ تڪڙ نہ ڪرڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ تيستائين، جيستائين اسان کي اِها پڪ نٿي ٿي وڃي تہ هاڪڙي جي ڪنڌيءَ سان اڃا هينيرو ڀنگار واري زماني ۾ ڪابہ بي وسندي ڪانہ هئي. هيءَ ڳالهہ ڇاٽائڻ جوڳي آهي تہ نهتي کان اٺ ميل هيٺ، نئين ڪوٽ وٽ هڪڙو پڊ اهڙو بہ آهي، جيڪو شايد ٻوڏي زماني جو آهي. اهو دڙو هاڪڙي جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ تي يعني لٿاسي زمين ۾ آهي (80). ڪي ٿورا ميل اڃا بہ هيٺ ڊوري پُراڻ ۽ هاڪڙي جو دوآبو آهي.

جيڪڏهن نهتي واري بينڪ انهن ڏينهن جي آهي، جن ڏينهن ۾ سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ جو وڏو يا گهٽ ۾ گهٽ چڱو چوکو مقدار نيم سان هاڪڙي واري گهاري منجهان وهندو هو، تہ پوءِ تي سگهي ٿو تہ نهتو، درياءَ جي پتڻ هجڻ ڪري، موئن جي دڙي واريءَ رياست لاءِ ڪا اهميت رکندو هجي. جڏهن انهيءَ امڪان کي تہ مڪيہ اندروني اچ وڃ پاڻيءَ رستي ٿيندي هئي آڏو رکجي ٿو، تڏهن هيءَ ڳالهہ عجيب تي لڳي تہ اِن تهذيب جي اهڃاڻن ۾ ٻيڙين جا تمام ٿورا چِٽ مليا اٿئون. اُنهن ۾ جنهن نموني جون ٻيڙيون ڏيکاريل آهن، سي ساموندي تہ تي نٿيون سگهن، اهي رڳو ڊنڍن ۽ نديـن ۾ هلڻ جهڙيون هونديون. جيسين ڪي ٻيون ثابتيون هٿ اچن، تيسين اهو سمجهڻ واجبي ٿيندو تہ سنڌو تهذيب وارا سمنڊ جهاڳيندڙ قوم نہ هئا. ۽ جيڪڏهن هنن جو ڪو سمنڊ رستي واپار ٿيندو بہ هو تہ اهو ٻين جي هٿن ۾ هوندو (80 الف) ناري هاڪڙي جهڙا واهڙ، جن جا وهڪرا ڪي گهڻا ڦرندڙ گهرندڙ نہ هوندا، تن ۾ ٻيڙين هاڪارڻ لاءِ ڪنهن وڏيءَ اٽڪل يا ڪاريگريءَ جي ضرورت نہ پوندي هوندي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ هجڻ کپي تہ ڳاڙهي پـِـڙي تان جيڪي چقمقي پهڻ جا ذار وارا اوزار لين تا يا اهو پهڻ جنهن مان اهي اوزار نڪتل آهن، سي اوزار يا پهڻ اڍائي سو ميل پري اُتر ۾ روهڙيءَ جي ڀرپاسي کان پاڻيءَ رستي آندا ويندا هئا توڻي جو سُڪيءَ رستي اولهہ ۾ ان کان بہ اڌ پنڌ تان اِهو پهڻ اچي پئي سگهيو. اِئين وسهڻ لاءِ سبب آهي تہ ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ ناري هاڪڙي رستي

ساڳئي هنڌان اڏاوتي پهڻ آندو ويو هو. البت اِئين تنهن سال ٿي تيو هوندو، جنهن سال تمام وڏي ٻوڏ آئي هوندي (81).

جنهن ٻئي هنڌ بابت اسان کي پڪ آهي ته اهو به سنڌو تهذيب جي ڏينهن ۾ سمنڊ تي يا سمنڊ جي تمام ويجهو هو، سو آهي ٿرڙوگُــجو (Tharro Gujo, ) جو پڻ ڪوٽ اندر هو اهو هنڌ ٺٽي کان ڏهاڪو ميل اولهه طرف آهي. پر اهو بنيادي طرح هڪ 'آمري' بيٺڪ آهي ۽ اُتان جيڪي به ٿوريون گهڻيون سنڌو تهذيب جون وٿون آيون آهن، سي ايتريون اهم نه آهن (82).

اسان سنڌو 'رياست' جي ڏاڪڻي پاڳي جو هيءُ جيڪو جائزو پيش ڪيو آهي، تنهن مان ڪيترائي انومان ڪڍي سگهجن ٿا. اِن جائزي ۾ ڪيترا خال به آهن، جن کي حال في الحال قياس آرائيءَ سان ئي پري سگهجي ٿو. جيستائين اِها قياس آرائي لاڳاپيل ثابتيءَ سان نهڪي اچي ٿي، تيستائين ان کي ليکت ۾ آڻڻ ۾ ڪو اهم ڪونهي. آءٌ ڪِن ويچارن ڇاٽائڻ جو جوکو ته کڻان پيو، پر اها پروڙ اٿم ته متان ٻيون سمجهاڻيون وڌيڪ مناسب هجن، يا ماڳهين نيون کوجنائون منهنجن ويچارن کي غلط ثابت ڪري ڇڏين.

پائنجي ٿو ته چوماسي جُــون ڏکڻ اولهه واريون هوائون اڳتاريخي زماني ۾ هاڻي کان وڌيڪ سگهاريون هيون. ممڪن آهي ته اهي سنڌ جي اولهه ۽ اُتر اولهه تائين لڳنديون هجن، ۽ اهو تــه سنڌوءَ جي هيٺينءَ ماتر ۾ برسات شايد قدري سرسُ ۽ نيمائتي پونڌڙ هئي. توڻي جو تڏهوڪيءَ ۽ هاڻوڪيءَ برسات ۾ فرق ايترو گهڻو نه هو، جيترو ڪڏهن ڪڏهن ڇاٽايو وڃي ٿو. هي جو اَن وڏي شاهي پيماني تي ميڙيو ويندو هو، تنهن مان ڪنهن حد تائين ظاهر ٿئي ٿو تــه تن ڏينهن ۾ سنڌوءَ جو مکيه وهڪرو ضرور، اڄوڪن ڏينهن جيان، اُتر اولهه سنڌ جي گهٽ وڌ ساڳئي ئي تَر منجهان لنگهندو هوندو. ماڻهن پنهنجي گادي درياءُ جي پرپاسي ۾ ناهڻ جي پُل ڪانه ڪئي هئي، ڇو ته اتي ان کي سدائين درياءُ جي پائيندڙ وگهي ناس ٿيڻ جو ڊپ رهي ها. ٻئي طرف، سنڌوءَ جي وڏي اُتل مند مند تي سنڌن شهر ٻوڙي ڇڏيندي هئي، پر اِن کان هو ڪونه تي ڊنا. موئن جو دڙو ۽ ٻيا شهر ۽ ڳوٺ جن هنڌن تي وسايا ۽ ٻوڏن پڇاڻان وري وري نئين سر ٻڌا ويا هئا، تن هنڌن جي ڪشش هيءَ هوندي ته اهي ضرور اهڙين ڇوٽين ندين يا سائو گهارن جي پر پاسي ۾ هوندا، جن ۾ ورهين جا ورهيه ڪافي پاڻي رهندو هوندو، پر ايترو گهڻو به نه جو هاڃيڪار ثابت ٿئي.

اها ڳالهه گهگهر ۽ متئين هاڪڙي جي ڪنڌين سان 'سنڌو' بينڪن جي سلسلي مان چٽيءَ طرح پڌري ٿئي ٿي. پر جيئن ته انهن مان گهٽيون بينڪون انهيءَ متانهين ۾ متانهين هنڌ کان به مٿي آهن، جتان برف ڪائو ستلج ڪنهن سائو گهاري منجهان وهي وڃي گهگهر ۾ پوندي هجي (83). سو اسين اهو انومان ڪري سگهون ٿا ته متان جمنا پوءِ به پنهنجو واڌو پاڻي آٽي چيتانگ ماتريءَ ۾ اڇلائيندي هجي، يا وري ائين به ٿي سگهي ٿو ته انهن ڇوٽين ندين جي منهن واريءَ ايراضيءَ ۾ جيترو مينهن هاڻ پوي ٿو، تنهن کان ضرور وڌيڪ پوندو هوندو. بيشڪ هاڪڙو هنن اڪيچار ماڳن جي ميڙ کي اتر اوپر سنڌ ۾ ريڻيءَ جي پر پاسي وارن ماڳن سان ڳنڍيندو هو. پر انهن جي وچ ۾ ئي ته اها ميجرريورٽيءَ جي بيان ڪيل ايراضي آهي، جنهن جي سيني تي مهراڻ پنهنجي پرائيءَ ڦرٽي گهرٽيءَ هلت جا چٽي ۾ چٽا نشان ڇڏيا آهن.

اهوئي اهو ٽڪرو آهي، جتي سنڌوءَ جو ڪابي پاسي هلڪو لوڏو به سندس رخ ۾ اهو وڏو ڦيرو آڻي سگهي ٿو، جو، منهنجي انومان موجب، سنڌ جي اُتر اولهه ۾ سنڌو رياست جي ڦٽڻ جو مکيه ڪارڻ ٿي ٿي سگهيو: يعني سنڌوءَ جي گهڻي پاڻيءَ جو ڦيرو وڃي ناري ۽ هينئين هاڪڙي منجهان وهڻ. شايد هينئين هاڪڙيءَ جي ڪنڌي تي نهٽي جهڙيون وستيون اهڙي ڦيري جي نتيجي ۾ اُسريون هيون، توڻي جو ائين به ٿي سگهي ٿو ته جڏهن سنڌو پنهنجي اولهه واري پيٽ ۾ ئي وهندي هجي، تڏهن به اُن جي اُتل جو پاڻي ناري ۾ ايتريءَ باقاعدگيءَ سان وهندو هجي، جو سنڌ جي واديءَ جي ڏکڻ اوپر واري اُها ڪنڌ اُن سبب اوتري ئي سائي ستابي ۽ آباد رهندڙ هجي.

بهرحال اسان کي اهڙي امڪان کي رد ڪرڻ نه کپي ته سنڌو ندي سنڌ منجهان پنهنجيءَ هڪ منزل تي ٻن جدا جدا شاخن مان وهندي هئي، جيڪي هڪٻئي کان پري پري هيون ۽ ٻنهي مان ٿي سگهي ٿو ته هڪ، سال جو فقط هڪ حصو وهندي هئي.

حاصل مطلب ته اسان کي سنڌو تهذيب جي پراڻن هنڌن جي وڌيڪ کوٽاين جو انتظار ڪرڻو پوندو، ته جيئن اُتان هٿ ايندڙ معلومات منجهان اسين قديم زماني جي اُنهن گذري ويل ماڻهن جي گهرو زندگيءَ، سندن سماجي رسم رواج ۽ روايتن ۽ سندن ڌنڌن ۽ ڪاريگرين وغيره بابت پنهنجي ڄاڻ ۽ گهربل واڌرو

آٽي سگهون پر ايترو سو اهي تہ اُن سنڌو تهذيب جي اصلوڪن ماڻهن جي کاڌ خوراڪ، سماجي رهڻي ڪرڻيءَ توڙي اُنهن جي راڄ ۽ رياست جي طور طريقي متعلق اسين هِن لٽ پريل دائمي وهندڙ سنڌو درياهہ جي هاٺوڪي وهڪري، رخ رمز ۽ موج مستيءَ جي ڏسڻ ۽ جانچڻ سان بہ ڪافي ڪجهہ عام قسم جا نتيجا ڪڍي سگهون ٿا ۽ اِئين پنهنجي اُن علمي مشاهدي ۽ عملي تجربي منجهان پرايل معلومات جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن سنڌو تهذيب جي اُن قديم معاشري جو ڪو نقشو پنهنجي سامهون آڻينداسون تہ اُن ۾ شايد غلطين ۽ اٽپوراڻين جو امڪان گهٽ موجود هوندو.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. پنجاب، بلوچستان، سنڌ، ڪانياواڙ ۽ اُتر پرديش ۾ ان تهذيب جا جيڪي 'ٻاهرين ۾ ٻاهريان' ماڳ اڃ تائين سجاتا ويا آهن، تن ڪي نقشي تي ليڪ سان ڳنڍبو تہ جيڪو گهڻ ڪنڊو نهندو، تنهن جي اندرين پکيڙ پنجن لکن چورس ميلن جي لڳ ڀڳ وڃي بيهندي. سُڪتاجن ڊور (Suktagen dor) گهٽو ڪري 'سنڌو' رياست جي انتظامي حد کان ٻاهر هڪ وڻجارڪي چوڪي هو، ۽ اهو بنهہ اڻ ٽيڻو ٽو لڳي تہ ڪو الهندي راجپوتانا ۽ ايرنديءَ سنڌ واري ٿر ريگستان ۾، جيڪو پکيڙ ۾ ٽلهي ليکي هڪ لک چورس ميل آهي، 'سنڌوءَ وارن' جي والار هوندي.

2. انهن جو انگ سال بسال وڌندو رهي ٿو. سرمارٽيمر ويلرجي سنہ 1953ع واريءَ وڃور (سنڌو تهذيب)، ص 6-95) ۾ 62 ماڳ ڄاڻايل هئا. انهن ۾ اهي پنجويهہ کن ماڳ بہ شامل آهن، جي تڏهن اُتر بيڪانير ۾ تازو تازو سجاتا ويا هئا. سر مارٽيمر انهن مان رڳو ٻن جا نالا ٻڌائي ٿو. هن جي چوڻ موجب، اها وڃور گهٽي ياگي نڪر جي تانون جي ثابتيءَ تي ٻَڌل آهي ۽ ان ۾ شڪ جوڳا ماڳ شامل نہ ڪيا ويا آهن.

سنڌ جا هي ماڳ ڄاڻايا نہ ويا آهن: خاص الخاص 'لکيو' (مجمدار، ص 8-67)، 'عاملاٽو' (ايضاً، ص 143، پيٽيو پگٽ، ص 3-172، 212) بشرطيڪ 'الهڏنو' نالي ماڳ، جيڪو وڃور ۾ ٽيون نمبر آهي ۽ جيڪو صفحي 3 تي

ڏنل نقشي ۾ عاملاٽي واريءَ جاءِ تي ڏيکاريل آهي، سو ان نالي (عاملاٽو) جي بگڙيل شڪل نہ هجي؟ (هلندي هلندي، اهو بہ ڄاڻائي ڇڏجي تہ ڏيجي جي ٽڪريءَ جو نالو ڏيجي جي ٽڪري ڏنل آهي)، پاٽيءَ جو ڪوٽڙو، راجو ديرو ۽ نئنگ ("جهونو هندستان"، نمبر پنجون، جنوري 1949ع)، توئنگ، تيڙ، نهٽو ۽ س.ت.س.ر، جلد پنجين نمبر ٻئي (1941ع)، جلد ستين، ص 69-59 (1944ع) ۽ جلد ائين نمبر پهرئين (1946ع) ۾ بيان ٿيل ٻيا ماڳ بہ انهن سان شامل ڪري سگهجن ٿا.

1953ع ۾ "سنڌو تهذيب" جي ڇپجي پڌري ٿيڻ کان پوءِ ڪانياواڙ ۾ ان تهذيب جا ڪيترائي ماڳ لڌا ويا آهن. رنگپور واري ماڳ کي 1934ع ۾ ايم. ايس. وٽس M.S. Vats) سنڌو تهذيب جو ڪري سڃاتو هو (هہ.آ.ا.س.ي، 1934-35ع، ص 8-34). "جهونو هندستان" جي نمبر 3 جي صفحي 129 تي جا هڙپا وارن ماڳن جي مٿڪرائون واري فهرست ڏنل آهي، تنهن ۾ هيءَ ماڳ پڻ ڄاڻايل آهي. ويلر جي هڙاپا بابت رپورٽ (1946ع) ۾ اِها فهرست ضميمو 'ب' ڪري ڏني ويئي آهي. ويلر پنهنجي 1953ع واريءَ فهرست ۾ ان ماڳ جو نالو شايد ان رپورٽ جي ڪري نہ ڏنو آهي، جا ايچ.ڊي.ڊڪشت رنگپور ۾ ڪرايل کوٽاين بابت ڏني هئي ("دکن ڪاليج جي کوجنا واري اداري جو خبرنامو"، جلد يارهون، ص 55-2)، جيتوڻيڪ پگٽ 1950ع ۾ ("تاريخ جي زماني ان اڳ جو هندستان" ص 137) ان جو ذڪر ڪيو هو. اهو ماڳ سنڌو تهذيب جو هو، تنهن بابت سڀ شڪ شبها ايس. آر. رائو ("هندستان جا آڳاٽا اهڃاڻ"، 4-1953ع، ص 7) آخرين طرح دور ڪري ڇڏيا آهن.

سنڌو تهذيب جا ٻيا ماڳ گجرات ۾ تاپتيءَ ۾ نربدا جي ڇوڙن وٽ ۽ هڪڙو، اڪلينا، (Ukhlina) اُتر پرديش ۾ ميرٺ کان نو ميل اولهہ طرف لڌا ويا آهن. جيڪي ماڳ سنڌ ۽ بلوچستان مان شامل ڪرڻا آهن، سي آهن: جيڪب آباد کان 18 ميل اُتر اولهہ طرف جوڊيئر جو دڙو، ڪوٽ ڏيجيءَ واري قلعي (جو ڏيجي جي ٽڪريءَ کان جدا آهي) جي ترت اولهہ ۾ هڪڙو هنڌ، ۽ اهي هنڌ، جي مس بي. ڊي ڪارڊي (Miss B.D Cardi) 1957ع ۾ لڌا هئا، جهڙوڪ هرباب لڪ کان هيٺ پير ٽڪرين ۾ لڌل، ڪڇيءَ ۾ مولا لڪ ويجهو 'ڪوٽڙو' (Kotra) جي پرسان لڌل، 'جهان' وارو ماڳ، جو مولا لڪ جي اڌ ۾ آهي، ۽ جهالاوان ۾ اورناچ وٽ لڌل بہ ماڳ.

"هندستان جا آڳاٽا اهڃاڻ"، 58-1957ع، ص 14-13: سر مارٽيمر ويلر، "اوائلي هندستان ۽ پاڪستان"، ص 8-94: "السٽريٽيڊ لنڊن نيوز"، 24 مئي 1958ع، "پاڪستان نيوز"، 26 آڪٽوبر 1957ع، 11 مارچ 1958ع).

3. سرمارٽيمر ويلر، "سنڌو تهذيب" (1953ع)، ص 15.

4. ڊاڪٽر اي.مئڪي، "اوائلي سنڌو تهذيب"، ٻيو ڇاپو، 1948ع) پليٽ 34.

5. مئڪي، "اوائلي سنڌو تهذيب"، ص 26-25 پٽين جي ٽولهه مان ڪڍيل اِن انومان جو واجبي هجڻ شڪ جوڳو آهي. اهو به ته ٿي سگهي ٿو ته پٽيون ان ڪري ٽلهيون رکيون ويون هجن ته جيئن آرهڙ جي ڏينهن ۾ ٿڌڪار رهي.

6. "سنڌ بابت شخصي تاثرات" از ڪئپٽن ٽي. پوسٽنس، ص 34-32. رچرڊ برٽن، 1851ع ۾ لکندي، شڪارپور جي آدم شماري "اٽڪل 24 هزار رهاڪو" ڪٿي هئي. ("سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙ قومون"، ص 10)

7. ان ڳالهه جو ڪو مڪاني اثر هجي ته هجي، باقي 1851ع واريءَ ڳڻپ موجب سنڌ جي آدم شماريءَ ۾ زالن جي مردن سان نسبت، 1931ع جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هئي. ڏسو: "هندستان جي آدم شماري"، 1941ع، جلد ٻارهون، سنڌ ص 27، ۽ پڻ جدول بي، ص 7.

8. سنڌ، خيرپور رياست سُوڌي، ڪراچي کان سواءِ، "هندستان جي آدم شماري"، 1941ع جلد ڏهون ۽ ٻارهون. مون آدم شماريءَ جا 1951ع وارا انگ ڪم نه آندا آهن، ڇو ته انهن کي 1947ع دوران ۽ ان کان پوءِ هندستان کان لڏي ايندڙن جي زبردست پالوٽ بگيڙي ڇڏيو هو.

9. انگريزن جي قبضي کان اڳ سنڌ جي آدم شماري ٽلهي ليکي ڏهه لک ڪٿي ويئي هئي، يعني هڪ چورس ميل تي ويهه ماڻهو. ("سنڌ بابت شخصي تاثرات"، از ڪئپٽن ٽي. پوسٽنس، ص 69).

10. اسٽوئارٽ پگٽ، "تاريخ جي زماني کان اڳ جو هندستان"، 1950، ص 66، 67، 133 ويلر، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 5 پروفيسر پگٽ جو اهو رد ويچار (Anti thesis) سخت پلائيندڙ آهي تہ: "اڄ پنجاب ايشيا جي وڏي ۾ وڏن اَن اُپائيندڙ علائقن منجهان هڪڙو آهي، پر سنڌ ريگستان آهي، جنهن کي آبپاشيءَ جي وڏين وڏين رٿائن وسيلي وري پوک لائق بڻايو ويو آهي." پنجاب وڏو اَن اُپائيندڙ علائقو "آبپاشيءَ جي وڏين وڏين رٿائن" جي ڪري ئي بڻيو آهي، جيئن سنڌ. "سنڌ

ريگستان" وارو غلط تصور، جنهن کي خام مشاهدي جو يا ريگستان بابت ڪنهن عجيب سوچ جو نتيجوئي نهرائي سگهجي ٿو، سو، سڌارڻ جي هر ڪوشش جي باوجود، لڳي ٿو ته ابد تائين قائم رهندو. ڏسو: "سنڌ ۾ واهن رستي اوائلي آبپاشي"، 1937ع، س.ت.س.ر جلد ٽيون، ڀاڱو پهريون، ص 14.

11. پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 67 ويلر، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب ۾ ص 5 سر جان مارشل ("موهن جو دڙو ۽ سنڌو تهذيب"، جلد پهريون، ص 1) ڏيکاري ٿو ته موئن جو دڙو "سنڌ جي پلين ۾ پليس آن اپائيندڙ زمينن" جي وچ ۾ "هڪڙي ننڍڙي بٺ ٽڪري" تي واقع آهي.

12. راقم الحروف 1928ع کان 1930ع تائين لاڙڪاڻي جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر هو.

13. ب.س.د.ا، جلد سترهون، (نئون سلسلو) 1855ع، ڀاڱو ٻيو، "مٽيءَ سنڌ جي چاندڪا پرڳڻي بابت رپورٽ"، ص 4، 713 پيٽيو مئسن، "مختلف مسافرين جو احوال" وغيره، جلد پهريون، ص 461.

14. پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 7 سنڌ ۾ سنڌوءَ جو مشاهدي ۾ آيل گهٽ ۾ گهٽ وهڪرو 20 هزار مڪعب فوٽ في سيڪنڊ آهي. سر ڪلاڊ انگلس موجب، وڌ ۾ وڌ رڪارڊ ٿيل انگ 7 لک 30 هزار ڪيوسيڪ آهي. "سنڌ گزيٽيئر"، ص 12 "درياهن ۽ واهن جي هلت ۽ انهن تي ضابطو"، از سر ڪلاڊ انگلس، ص 183.

15. پگٽ ساڳيو ڪتاب، ساڳيو صفحو پيٽيو هئگ، س.ڊ.م، ص 30 جي سامهون ڏنل نقشو ۽ ص 9-118 سکر جي نسبت سان سنڌوءَ جي وهڪري لاءِ ڏسو ساڳئي ڪتاب جو باب ٽيون، ص 4-33، باب ستين جي ص 168 جو قلم تازو.

16. مثال طور، نصرپور. اهو شهر ارڙهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ وچينءَ سنڌ جي مکيه پڙي هو، پر 1758ع ۾ سنڌوءَ جي رستي مٽ کان پوءِ وري سنئين لڳين نه ٿي سگهيو آهي.

17. پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 134.

18. پر سر جان مارشل اِن بابت به خبردار ڪري ٿو (اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، جلد پهريون، ص 21). اسين ڏسون ٿا ته "بامبي ٽائيمز" اُن (گهٽو ڪري) هڙيا واري ماڳ بابت ساڳيا انومان ڪديا آهن، جيڪو ڪئپٽن ڪربيءَ

(Capt Kirby) 1855ع ۾ يا ان سال جي لڳ ڀڳ روهڙيءَ ويجهو اوچتو لڌو هو. "رائل ايشيائڪ سوسائٽيءَ جي بمبئيءَ واريءَ شاخ جو رسالو"، جلد پنجون، (1857ع)، ص 473.

19. پگٽ، ساڳيو ڪتاب، ساڳيو صفحو سر مارٽيمر ويلر بظاهر ان خيال جي پنيرائي ڪندي اهو پڻ چوي ٿو تہ: "جيڪي ماڳ وڏن دريائن جي ڪنڌيءَ تي يا انهن جي ڀر پاسي ۾ آهن، تن ڪي هاٿي جيان تڏهن بہ هماليا جي ٻيلن جو ڪجهہ ڪاٺ لڙهندو اچي ملي سگهيو ٿي." ("سنڌو تهذيب"، ص 5) پر، بهرحال مٿان ايندڙ اهو ڪاٺ سنڌ جي ٻنن ۾ ٻارڻ کان وڌيڪ قيمتي ٿئي ٿو. انهن ٻنن ۾ مکاني ٻَبُر، ڪنڊي ۽ لئي جون ڪانيون ٻاريون وڃن ٿيون. سنڌو تهذيب جي ڏينهن ۾ بہ قدرتي طرح ائين ئي ٿيندو هوندو.

20. "سنڌ گزيٽيئر"، 1907ع، ص 47 اهو ڪاٺ رڳو سرڪاري ٻيلن جو هو. انهن ٻيلائي زمينن ۽ جهنگن جي وڏين وڏين ايراضين جو ڪاٺ ليکيو نہ ويو آهي، جيڪي سرڪاري ٻيلات کان ٻاهر هيون.

21. پروفيسر پگٽ (اڳيئي ڇاٽايل ڪتاب، ص 135) ڇاٽائي ٿو تہ: "سِرنهن اجا بہ سنڌ ۾ ٿئي ٿو." جيتوڻيڪ اسسٽنٽ سرجن، جي-اي-اسٽاڪس (J.E. Stocks) 1948ع ۾ اِن وڻ بابت لکيو هو تہ: "اهو سنڌ جو سيني ۾ شاندار وڻ آهي، ۽ لاڙڪاڻي ۽ سيوهڻ ضلعن ۾ تمام قداوار ٿئي ٿو" (ب.س.د.ا. نمبر سترهون (نئون سلسلو)، ڀاڱو ٻيو، ص 596). تنهن هوندي بہ اُن ڪي عام طرح ديسي وڻ نٿو سمجهيو وڃي. ("سنڌ گزيٽيئر" 1907ع) ص 45.

22. پگٽ، اڳيئي ڇاٽايل ڪتاب، ص 134. پيٽيو: ويلر، "حيوانات قسم قسم جي ۽ اهڙي آهي، جنهن لاءِ جزوي طرح جهنگ يا مجر جو ڀر پاسي ۾ هجڻ ضروري آهي، جي هاڻ هن سوڪ ماريل تَر ۾ ڪونہ ٿين." (سنڌو تهذيب، ص 63). اڄوڪيءَ سنڌ ۾ ڪافي مجر ۽ جهنگ آهن: موئن جي دڙي جي پرسان ۽ ٻين هنڌن تي.

23. "سنڌ گزيٽيئر"، ص 48 "ننڍي مصر کان سُکل پَن" از: اڳوڻو سياسي (اي.بي. ايسٽوڪ)، (ڇاپو 1849ع)، ص 165.

24. "ابن بطوطا جون مسافريون"، (فرينچ ٻوليءَ ۾)، سي دفريميريءَ ۽ بي.آر. سانگينيني جو ترجمو، پئرس (1855ع)، جلد ٽيون، ص 100. ابن بطوطا گينڊي لاءِ عام عربي لفظ ڪتب آڻي ٿو، يعني ڪرڪدن.

25. ايضاً، ص 14 هيٺ پنهنجي مضمون، "ابن بطوطا سنڌ ۾" صحيح چيو آهي تہ: "اهو پڙهڻ ۾ 'چاليهو' يعني چاليهہ ڏينهن، تو لڳي، جيڪو ڏهين مئي ذاري شروع ٿيندو آهي." پر سنڌ ۾ منهنجيءَ چاڻايل مند ۾ بہ لڪون لڳنديون آهن. سيوهڻ نالي چڙهيو آهي ۽ ابن بطوطا کي پوري پني آبهوا وارن علائقن کان آئي کي تورا ڏينهن ٿيا هئا.

26. موسيو رينو، "هندستان سان واسطو رکندڙ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا اڻ ڇپيل احوال"، (پئرس، 1845ع)، ص 86، 190. البيروني هندي گيندي کي ڪرڪدن کان الڳ ڏيکارڻ لاءِ ڪنده سڏي ٿو، جيڪو هن سنسڪرت جي هڪ لفظ تان ڪنيو آهي.

27. "سنڌ گزيٽيئر"، ص 254.

28. مئڪي، "اوائلي سنڌو تهذيب"، پليٽ 17، نمبر 7، ص 63 ۽ 107 پڻ. پيٽيو پگٽ، ص 157، سر جان مارشل (اڳيئي چاڻايل ڪتاب، جلد پهريون، ص 2) ان ثابتيءَ جي اهميت مڃڻ ۾ بہ احتياط کان ڪم ورتو آهي.

29. ڏسو مٿي، ص 6-55 ("سنڌ جون تاريخ کان اڳ جون اوائلي تهذيبون").
پيٽيو: سر جان مارشل، اڳيئي چاڻايل ڪتاب، جلد پهريون، ص 3-2.

30. ويلر ، "سنڌو تهذيب" ، ص 6 جولاءِ کان سيپٽمبر تائين اهو ٽُڪرو ايترو تہ سرچو ٿئي ٿو، جو ان کي آڪٽوبر کان جون تائين ڏسبو تہ ويساهہ ئي نہ ٿيندو تہ هيءَ ڪا ساڳي ايراضي آهي.

31. جيمز، "چانڊڪا پرڳڻي بابت رپورٽ" وغيره، ب.س.د.ا، جلد سترهون، نئون سلسلو، ياڳو بيو، ص 72.

32. ڏسو مٿي، "سنڌ جا ميدان" وغيره، ص 8-27.

33. "هندستاني انجنيري"، از: ڊبليو. ايل. اسٽرينج، ص 149.

34. اجوڪيءَ سنڌ ۾ پوک جي طريقن لاءِ ڏسو "سنڌ گزيٽيئر"، 1907ع، ص 7-236. انگريزن جي 'سوپ' وقت جيڪي طريقا رائج هئا، تن لاءِ ڏسو 'نيري ڪتاب' ۾ سنڌ جي بندوبست تي رپورٽ، 1857ع، ص 79، 83.

35. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 62.

36. مئڪي "اوائلي سنڌو تهذيب"، ص 82، پگٽ، "تاريخ جي زماني کان اڳ جو هندستان"، ص 155.

37. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 79.

38. مئڪي، "اوائلي سنڌو تهذيب"، ص 132. مون کي اهو وسهڻ ڏکيو ٿو لڳي ته ڪو اهڙو ڪارج به هوندو. پيٽيو مارشل، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، جلد پهريون، ص 27. ڊي. ڊي. ڪوساسيءَ بلڪل صحيح واضح ڪيو آهي ته هڙاپا جو ڳوناٺو اقتصاد گهڻو ڪري واهن واريءَ نه پر بندن واريءَ آبپاشيءَ ۽ هر واريءَ نه بلڪ رونبي واريءَ پوک تي ٻڌل هو. ("هندستاني تاريخ جي اڀياس جي تمهيد"، بمبئي، 1956ع: ڏسو مخزن "جهونيون وٿون"، جلد ٻٽيهون، پرچو 125، مارچ 1958ع).

39. سنڌي ڪوڏر جو ڦر ڳن سان 60 ۽ 70 ڊگرين جي وچ واريءَ ڪنڊ تي رکيل هوندو آهي.

40. ويلر، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 24-21، 33-31.

41. "سنڌ سان واسطو رکندڙ پارليامينٽي ڪاغذ"، 1854ع، ص 68، 70، 71، 3-72، 102.

42. ٿلهي ليکي حساب هيءُ آهي: 10،000، 1 مڪعب فوٽ برابر آهن 95،708 بشيل جيترئ جاءِ جي، 95708 بشيل وندبان 35000 ماڻهو ته وند اُپت نڪتي 2.73 بشيل في ماڻهو يعني 218.4 پائونڊ في ماڻهو.

43. مئڪي، "اوائلي سنڌو تهذيب"، ص 132. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 62. پڻ ڏسو مٿي باب 1، ص 1.

44. ويلر، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 20.

45. هڙپا ۾ ننگهون (Pounding Pits) پانڊي ۽ ڪوٽ جي وچ ۾ اڏ پنڌ تي هيون، سو اهي ڪوٽ اندر ڪو بيو پاندو هوندو ان لاءِ پڻ ڪم اچي سگهنديون هونديون.

46. سنڌ گزيٽيئر، ص 6، 231.

47. سر مارٽيمر ويلر آمريڪا جي ريڊ انڊين ماڻهن جو مثال ڏئي ٿو، جن وٽ پڻ سيلابي پوک جو طريقو رائج آهي. ("سنڌو تهذيب"، ص 7). اِن ڏانءَ جو اڀياس سنڌ ۾ به سهنجائيءَ سان ڪري سگهجي ٿو: هت ٻنن آيل ٻنين جو گهڻو ڪري اهو پاسو ڪليل ڇڏيو ويندو آهي، جيڪو لاهيءَ ڏي هوندو آهي ته جيئن ان تان وهي ايندڙ پاڻي ۽ رائو ٻنيءَ ۾ اچي پوي.

48. سر جان مارشل، "موئن جو دڙو ۽ سنڌو تهذيب"، جلد پهريون ص 5-3، ۽ فوٽ نوٽ.

49. متي، باب 2، ص 11-10.

50. متي، باب ا، ص 5-6.

51. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 8-6.

52. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 8-7. ڏسو متي هن باب جو ص 73. سر مارٽيمر جي جنهن دليل ڏانهن هت اشارو ڪيو ويو آهي، تنهن کي هن پنهنجي ڪتاب، "اوائلي هندستان ۽ پاڪستان" (ص 3-112)، ۾ اپٽاريو آهي. لڳي ٿو ته ان ۾ سنڌوءَ جي وري آباد ڪرڻ جي ثابت ٿيل خاصيت کي ليکيو ئي نه ويو آهي. درياءُ ڪڇي جي ٻيلن ۽ جهنگن ۾ جيڪا تباهي انسان جي مٿان ايندڙ تباهيءَ کان گهٽي گهٽي وڌيڪ آڻندو آهي، تنهن کي وري پاڻ ئي ٿورڙي مدي اندر سنواري به ڇڏيندو آهي. (ڏسو متي، باب 3، ص 22-21). هيءُ معاملو اُتر الهندي ٽڪرن ۾ انسان (۽ ٻڪرين) جي هٿان جا وڍڪار جي تباهي ايندي آهي، تنهن کان بلڪل نيارو آهي، ڇو ته ٽڪرن ۾ برسات بلڪل ٿوري پوي ٿي، جنهن ڪري تيتري وڍڪار وري نٿي ڦٽي، جيتري وڌجي (يا ڪاٽجي) وڃي ٿي.

جيستائين سنڌو موئن جي دڙي کان سڌ پنڌ تي وهندي رهي هوندي، تيستائين شهر جي سمورين گهرجن جيترو ڪاٺ سولائيءَ سان ملي ويندو هوندو ۽ پري کان گهرائڻ جي گهرج نه پوندي هوندي.

53. اها هڪ پڌري حقيقت آهي ته سنڌوءَ جهڙيون لٽاسيون نديون جيترو گهٽو وقت ڪنهن خاص هنڌان وهنديون آهن، سندن رخ ۾ ڪنهن وڏي ڦيري اچڻ جو تيتروئي گهٽو خطرو هوندو آهي. هي جو سنڌوءَ کي بچاءَ بندن جي لاڳيتي سلسلي اندر بند ڪيو ويو آهي، تنهن جي ڪري بندن جي اندر واريءَ زمين جو متاڇرو هيڪاري تيزيءَ سان متي تي رهيو آهي ۽ سنڌوءَ جو وڏي ۾ وڏو چاڙهو، سرڪلاڊ انگلس، چاٽائي ٿو ته ان ڳالهه جو وڏو خطرو بلڪ پڪ آهي ته جيڪڏهن جوڳا اُپاءُ نه ورتا ويا ته اهو وقت گهڻو پري ڪونهي، جنهن وقت سنڌ اندر درياهه جي رخ ۾ ڪو وڏو ڦيرو ايندو. ("دريائن ۽ واهن جي هلت ۽ انهن تي ضابطو"، ص 274). سنڌوءَ جي رخ ۾ اهڙي ڦيري ۽ ان جي اثرات لاءِ ڏسو هيٺ، باب 7، ص 181، جتي اسٽرابو جي حوالي سان اريسٽوبولس جو بيان نقل ڪيو ويو آهي.

54. اِهو چگيرڙي اهميت وارو شهر آهي ۽ جيئن تہ اهو پاسي واري پٽ ڪان اتانهون آهي، ان ڪري تي سگهي ٿو تہ ان جي هيٺانئ ڪا اڳ تاريخي وسندي پوريل هجي.

55. مجمـــــدار، ص 68-60، پليـــٽ ڇهيـــن (الـــف)، (ب)، (ج) ۽ پليٽ پنجيتالهين.

56. ايضاً، ص 64.

57. ايضاً، ص 65 "خلاصتہ التواريخ" نالي ڪتاب ۾، جو 17 صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ۾ لکيو ويو هو، منڇر ڍنڍ جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو ويو آهي: "ڪيترائي مهاڻا مٿيءَ جا ٺلها ناهي انهن تي رهندا بہ آهن، تہ روز مڇي بہ ماريندا آهن" وغيره. ڏسو: "آرائش محفل"، ترجمو- از: ايچ ڪورٽ، ص 118 (ڪلڪتو، 1882ع).

58. مجمدار، ص 63-62.

59. پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 223.

60. پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 221-223.

61. مثال طور، "نِڪر ۽ ڪاشيءَ جي ٿانون ۽ ٻين وٿن تي ٿيل چٽسالىءَ جي طرز" پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 223-226.

62. ڇانهون دڙي جي جهڪر وارن تهن مان هٿ آيل ڳن جي تنگ سان ڪهاڙي ۽ موئن جي دڙي جي مٿين تهن مان لڌل واهولو 'سنڌوءَ' جا ماڻهو عام طرح جيڪي ڪهاڙيون ۽ ڪوڏرون ڪم آڻيندا هئا، تن ڪان گهٽا سنا آهن پگٽ اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 224-228.

63. مٿي، ص 6-105. 'مشاق' ۽ لال ڇتي مان هٿ آيل 'پونين' نڪر جي ٿانون جا مهاندا ظاهر ظهور 'آمري' وارا آهن، ۽ اهو انومان ڪڍڻ واجبي ٿيندو تہ اڳ تاريخي ڍنڍ واسي اُنهن ماڻهن سان لاڳاپيل هئا، جيڪي ان جي اوسي پاسي واري تر ۾ رهندڙ هئا.

64. شايد چگو وڏو پنڌ اوپارو، جو تہ منڇر ڪي پاڻي ڏيندڙ مکيہ سائو گهارا ڪشمور ۽ لاڙڪاڻي جي وچ ۾ آهن. ڏسو مٿي باب 3، ص 26.

65. ڏنپ بُـني، ڍال.

66. ڏسو مٿي باب 5، ص 79-78 هت دليل ۾ اهو فرض ڪيو ويو آهي ته ڄاڻايل هنڌن تان لڌل ٿانون ۾ ٻين وٿن جي نڪرن جي مجمدار طرفان ڪيل شروعاتي درجي بندي ته اهي سنڌو تهذيب جا آهن. پگٽ ۾ ٻين صاحبن طرفان ٻيهر ڪيل تپاس کان پوءِ به صحيح رهي ٿي.

67. ڪرچات، شاھ جو ڪوٽڙو.

68. نئنگ، تونگ، پاٿي جو ڪوٽڙو.

69. ڪانڌي واهيءَ جو مڪيه ماڳ لڳي ٿو ته باھ ۾ سڙي ويو هو. پر اهڙي ڪا ثابتي ڪانهي ته ان لاءِ سنڌوءَ وارا جوابدار هئا.

70. پيٿيو: ويلر، ”سنڌو تهذيب“، ص 52.

71. عاملاٽي لاءِ ڏسو مجمدار، ص 143، س.ت.س.ر، جلد ڇهون، نمبر ٻيو، ص 109، پگٽ، اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب، ص 173.

72. ساڳيءَ ريت، نئن گاج جي مُنهن وٽ ڪاڇي جي ڳوٺن ۾، ”جهونو هندستان“، نمبر پنجون، (جنوري، 1949

72 الف. هِت مون عبارت ائين ئي رهڻ ڏني آهي، جيئن 54-1953ع ۾ لکي هُيم.

ان کان پوءِ ڪيترين ئي دريافتون ڪيون ويون آهن (ڏسو مٿي حوالو 2)، پر انهن سان سنڌو تهذيب جي مول منڍ وارو منجهيل سُٽ سلجهيو ناهي. ڪانياواڙ ۾ گجرات ۾ سمنڊ ويجهو اِن تهذيب جي ڪيترن ئي ماڳن جي سڃاڻپ جي پيش نظر، ”ماڻهوءَ جو خيال“، سرمارٽيمر ويلر چواڻيءَ، ”قدرتي طرح ميسوپوٽيميا ڏي وڃي ٿو ته (سنڌو تهذيب جو) سرچشمو اِهو هوندو.“ پر هو وڌيڪ چوي ٿو ته: ”سنڌو تهذيب جي ٿانون ۾ اوزارن توڙي هٿيارن پنهوارن مان اهو بنھ نٿو لڳي ته اُها ڪا ٻاهريان آئي هوندي. ان جا ٿانوَ بنھ نرالي ڏانءَ جا هوندي به بلوچستاني ڳوٺن جي ڪن نڪرن جي ٿانون سان به ٿيترائي ملن ٿا، جيترا سُمير جي ٿانون سان.“ اڳتي هلي، هو ٻيون به ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون ڳڻائي ٿو، جي سنڌو تهذيب کي ميسوپوٽيميا جي تهذيب کان الڳ ڪن ٿيون.

سنڌ ۾ ڪوٽ ڏيجيءَ وٽ، جنهن بابت اهو ڄاڻائڻ واجبي ٿو لڳي ته اهو سنڌوءَ جي اوپر ۾ روهڙي ٽڪرين جي قطار واريءَ هڪ ٽڪريءَ تي آهي، ڊاڪٽر ايف. اي. خان هڪ نندي 'سنڌو' بينڪ جي هينان هڪڙو ڪوٽ آيل

شهر لڌو هو. جو ڪنهن وڏيڪ اوائلي تمدن جو هو. پانئجي تو تہ اهو باهہ ۾ سڙي ويو هو، جنهن ڪان پوءِ سنڌوءَ وارن ان متان پنهنجو ڳوٺ ٻڌو هو. ان اوائلي والار جا جيڪي نڪر جا ٺانو هٿ آيا هئا، تن جي آمريءَ، ڪُـلـيءَ يا ڏکڻ بلوچستان جي بين وسندين مان لڌل ٺانون سان ڪابہ مشابهت ڪانہ هئي، البت انهن کي ڏسي زوب جي پرياڻي گهنڊائيءَ Periano Ghondai جا ٺانو ياد تي پيا. اها ڳالهہ ڌيان جوڳي آهي تہ پرياڻي جهڙو نڪراٺ 1940ع ۾ هڙپا جي ڪوٺ هيٺان، کوٽائي ڪندي، لڌو هو. ان ڪوٺ ڏيجيءَ واري هنڌان پرياڻي جي ٺانون سان ملي ايندڙ ٺانون کان سواءِ ٻيا اهڙا ٺانو بہ مليا هئا، جن تي هڙپا جي ٺانون جهڙي چٽسالي ٿيل هئي. ڊاڪٽر خان جي لفظن ۾، "يا تہ ڪوٽ ڏيجيءَ وارن ۾ سنڌو تهذيب جون ڪي خاصيتون اڳيئي نـروار ٿيڻ لڳيون هيون... يا وري، جيئن وڌيڪ امڪان آهي، هو وڌندڙ ويجهندڙ سنڌو تهذيب سان اڳ ئي لهہ وچڙ ۾ هئا ۽ ڪن ڳالهين ۾ ان جو نقل ڪري رهيا هئا."

ڪوٽ ڏيجيءَ واري ماڳ جي عام نوعيت منديگڪ واري ماڳ سان وڏي مشابهت رکي ٿي. منديگڪ Mundigak افغانستان جي قندار پرڳڻي ۾ ارغنداب نديءَ سان هڪ پور وچوٺ ماٿريءَ ۾ آهي. اتان جي کوٽائي موسيوز ان ميري ڪاسل (Jean-Mraie Casal) ڪرائي هئي. کوٽائي ڪرائيندي ڏهينءَ والار واري دڙي وٽ اوچتو ئي اوچتو اهڙا ڳوٺ ملڻ بند ٿي ويا، جتان جو نيڪراٺ ڪوئيٽا واري نيڪراٺ سان مشابهت رکندڙ هو ۽ هڪڙو ڪوٽ آيل شهر ڏسڻ ۾ آيو. ان جي ڪوٽ جون پٽيون هيٺان اڏنگائيءَ سان ٺُـڪيل چورس پٿرن جون ۽ متان ڪچين سرن جون نهيل آهن. اوساري ڳچ گاري جي اٿن. ڪوٽ تي چورس بُـرج بہ آهن. ڪوٽ جو هيءُ نمونو اوائلي ڪوٽڏيجيءَ واري ڪوٽ سان گهڻو ملي اچي ٿو. ٻنهي شهرن ۾ جو نيڪراٺ گهڻو مليو آهي، تـن جي پاڻ ۾ وڏي مشابهت آهي. ساڳئي وقت ٻنهي هنڌن تي 'سنڌوءَ' جي چٽساليءَ جا ڪي نمونا بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. منديگڪ جي متين تهن مان هڪڙو پهڻ جو متو لڌو ويو آهي، جو موهن جي دڙي مان لڌل جڳ مشهور 'پروهت راجا' جي متئين ڌڙ جي مورتيءَ سان وڏي مشابهت رکي ٿو. منديگڪ مان هٿ آيل ٻيون وٿون زوب تهذيب وارن وٿن سان گهڻي قدر ملن ٿيون. پر موسيو ڪاسل انهن جي سُوسا ۽ ٻين ايراني ماڳن تان لڌل وٿن سان هڪجهڙائين ڏانهن بہ ڌيان ڇڪائي ٿو.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ منديگڪ ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ وارن جو پاڻ ۾ ويجهو ناتو هو ۽ انهن ٻنهي جو سنڌوءَ وارن سان بہ ڪو اڻ چٽو سبنڌ هو. اهي ٻيئي ڳالهيون برابر هيون، پر هيءُ پڻ ياد رکڻ گهرجي تہ ٻيئي هنڌ هڪٻئي کان، ڪانگ جي اُڏام تي، گهٽ ۾ گهٽ 550 ميل پري آهن ۽ وچ ۾ نہ رڳو نديون نارا اٿن پر جبل پڻ. سو سنڌن پاڻ ۾ ناتو اهڙو ويجهو ۽ اونهون تہ هوندو، جهڙو هڙاپا ۽ موهن جي دڙن وارن جو پاڻ ۾ درياءَ جي معرفت هو. قنڌار کي مٿينءَ سنڌ سان ملائيندڙ واٽن سان لڳو لڳ آڳاٽن اهڃاڻن جي پڙتال ڪئي وڃي، تہ ٿي سگهي ٿو تہ منديگڪ ڪوٽ ڏيجيءَ وارن جون ڪي ٻيون وسنديون ملي پون. هون لکٿيءَ تائين انهن واٽن سان جيڪي تمدن سجاتا ويا آهن، سي زوب، ڪوئيٽا ۽ توگاءُ جي نالن سان سڃاتا ۽ اِهي سڀ هيلتائين بولان لڪ سان لڏا ويا آهن، پر ان واٽ سان نہ. جيڪا ڪوئيٽا کان قلات وڃي ٿي ۽ اتان مُولالڪ کان ٿيندي هيٺ ڪڇيءَ ڏي اچي ٿي. ان پوئينءَ واٽ سان، لڪ جي اڏ پنڌ تي ۽ اتي جتي اِها واٽ جبلن مان نڪري ميدانن ۾ اچي ٿي، ويجهڙائيءَ ۾ سنڌو تهذيب جون وسنديون لڌيون ويون آهن. پر ان مان اهو نہ ڄاتو وڃي تہ ڪو سنڌوءَ وارن اها واٽ ورتي، وڃي اُتي پنهنجون بينڪون وڌيون هُيون. ڪڇيءَ جي اُتر، اولهہ ۽ وچ ۾ جيڪي اڪيچار پراڻا دڙا آهن، تن جي چوڪ چڪاس ۽ چلگريءَ وارن دڙن جي نئين سر تپاس سان گڏوگڏ خود بولان لڪ اندر (مثال طور، بيبي نانيءَ (Bibi Nani) جو پرپاسو) پرتال ڪئي وڃي، تہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ٻيا نتيجا نڪرن.

پر آءٌ هيءَ قياس آرائي ضرور ڪندس تہ سنڌو تهذيب وارا ماٺهو اُتر کان يعني ڪڇيءَ رستي سنڌ ۾ آيا هئا ۽ نہ اولهہ کان. آءٌ اهو پڻ چوندس تہ جهالاوان ۾ سنڌوءَ وارن جون جيڪي اورناچ جهڙيون بينڪون آهن، سي ظاهر ڪن ٿيون تہ اهي سنڌ کان ٻاهر ويندي وڌيون ويون هيون ۽ نہ سنڌ ڏانهن ايندي. البت، وچ ۾ جيڪي سارونا واريون وسنديون آهن، تن جي اصل جو اجا فيصلو ٿيڻو آهي.

(سر مارٽيمر ويلر، "اوائلي هندستان ۽ پاڪستان" ص 1107-1100، "ايشيا جا هنر"، 1954ع، جلد پهريون، نمبر، 3، ص 178-163، "پاڪستان جي ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو رسالو"، جلد ٻيو، ڍاڪا (1957ع)، ص 1، "السٽريٽيڊ لنڊن نيوز"، 7

مئي 1955ع، 24 مئي 1958ع، "پاڪستان نيوز" 26 آڪٽوبر 1957ع، 11 مارچ ۽ 1 جولاءِ 1958ع سارونا لاءِ ڏسو هن ڪتاب جو باب 5، ص 106-107.

73. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 92-91، پيلٽ 24 (الف).

74. س.ت.س.ر، جلد انون، ياڳو پهريون، ص 53-52.

75. هيءَ جاءِ يارولنڊ ۽ صاحب خان لنڊ جي وچ ۾ آهي.

76. س.ت.س.ر، جلد انون، ص 52-51.

77. ڪئپٽن جي.ايچ.ڪربي، جنهن اِن دريافت جي سُڌ ڏني، سو خوزه (سنڌيءَ ۾ "ڪوزو" يعني گهگهي يا صراحي)، (Water Spowts) پيئڻ جي پيالن ۽ ٺُوٺين جو ذڪر به ڪري ٿو. "رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي بمبئيءَ واريءَ شاخ جو رسالو"، جلد پنجون (1857ع)، ص 3-471.

78. متي، باب 1، ص 2.

79. س.ت.س.ر، جلد انون، ص 60-59.

80. ايضاً، ص 61.

80 الف. هتي پڻ عبارت أئين ٿي رهڻ ڏني آهي، جيئن 54-1953ع ۾ لکي هُيم. ڪانياواڙ ۽ گجرات ۾ سمنڊ جي ڪپر تي يا ان جي ويجهو جيڪي سنڌو تهذيب جون وسنديون لڌيون ويون آهن خاص ڪري انهن مان سيني ۾ مکيہ وسنديءَ، لوٿل (Lothal) جي، جا پوري کوٽائي ڪرائي ويئي آهي انهيءَ ڪري اِئين وسهڻ لاءِ ڪافي سبب ٿئي ٿو ته 'سنڌو رياست' جي ڏاکڻي ياڳي جا ماڻهو سمنڊ ۾ هلڻ جهڙا جهاز جوڙي، ايراني نار ۽ بين ملڪن سان واپار ڪندا هُئا.

سر مارٽيمر ويلر جو چوڻ آهي ته: "آڳاٽي هندستان جا وڻجارا ڪيترن ئي زمانن ۾ سمنڊ رستي به واپار ڪندا هُئا" ۽ ڊاڪٽر آر. ڪي. مُڪرجيءَ، "هندستاني جهاز رانيءَ" ۾، ان لاءِ ثابتيون گڏ ڪيون آهن ۽ انهن تي وڏيءَ لياقت سان بحث ڪيو آهي. "سُپارڪَ جَاتَڪ" نالي ڪتاب جي فصل ڏهين جي نمبر 463 (ايڊيٽر: اي.بي. ڪانويل، جلد چوٿون، ص 8-87) ۾ يَروُڪَچ (استرابو جو برگوسا ۽ هن زماني جو ڀڙوچ) جي هڪ تنديل يا مکيہ ناکئي جو نهايت ئي دلچسپ احوال ڏنل آهي. ڀڙوچ جي پاسي ۾ تازو سنڌو تهذيب جي ڏينهن جي هڪڙي وسندي لڌي ويئي آهي.

لوٿل جو بندر خود سنڌ جي ڪم ايندڙ هوندو. سو ڏکيو تو لڳي ۽ اهڙي بندر جا سنڌ ۾ ڪي به اهڃاڻ نه لڌا ويا آهن پر اِن پوئين ناڪاري حقيقت جو سبب اِهو به ٿي سگهي ٿو، جو باربريڪن (Barbaikon) جي اهڃاڻن نه ملڻ جو آهي يعني سنڌو نديءَ جي پاٽڻ ۾ لَٽڻ واري سگهه.

تڏهن به اِهو ٿي سگهي ٿو ته 'سنڌو رياست' جي حاڪمن جي، گهٽ ۾ گهٽ سنڌ اندر، اهائي حالت ٿئي، جا ڪاليڪٽ جي زموريئن (Zamorin) ۽ ملباري ڪپر جي بين حاڪمن جي تنهن وقت هُئي، جنهن وقت واسڪوڊي گاما وٽن پهتو هو. هو سمنڊ رستي ٿيندڙ واپار جا سرپرست هئا ۽ آسودا بہ ان واپار جي ڪري هئا، توڻي جو وڪر وهائيندڙ ذري گهٽ سڀ باهريان جهڙوڪ (15 صدي عيسويءَ ۾) عرب، ملايائي ۽ موپلا هئا يعني انهن 'پرڏيهي' سامونڊين جا پويان، جيڪي ڪئلڪٽ ۽ ايرنڊي ۽ الهندي واپار جي بين مرڪزن (Intrepots) جي پر پاسي ۾ آباد ٿي ويا هئا.

(لوٿل لاءِ ڏسو "السٽريٽيڊ لنڊن نيوز"، جلد 238، نمبر 6343 ۽ 6344 (25- فيبروري ۽ 4 مارچ 1961ع) "سنڌو ماتريءَ جي تهذيب تي نئين روشني.")

81. س.ت.س.ر. جلد انون، ص 9-58.

82. مجمدار، ص 22-20 س.ت.س.ر. جلد ڇهون، ص 11-109، پگٽ، ص 8-77.

83. ڏسو اسٽائين، "جاگرافيڪل جرنل" جي جلد چورانوي جو نمبر چوٿون (اپريل 1942ع)، پيٽيو. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 96.



Ancient SIND;
sites of the
PREHISTORIC AND BUDDHIST PERIODS.
(COASTLINE, COURSE OF INDUS, AND PROVINCIAL BOUNDARY AS IN MODERN TIMES.)
SANDY DESERT AND LAND OVER 1000 FT, SHADED.
SCALE IN MILES:- 10 5 0 10 20 30 40 50 60
Arabian Sea
H.T.L. fecit
KOTRA
JUDEIRJO DARO
Indus R.
LIMO JUNEJO
VINJROT
DRIBH DETHRI
MAHOTA
(Sukkur)
HAKRA
AROR
JHUKAR
KOTASUR
THER
DHAMRAHO JO DARO
KOT DIJI
DIJI JI-TAKRI
MOHENJODARO
LOHUM-JO DARO
PANDI WAHI
ALI MURAD
LAKHIYO
LOHRI
THUL MIR RUKAN
CHANHUDARO
AMRI
Nara
DEPAR GHANGURO
BAHMANABAD
KARCHAT
KHAJUR
SHAH JO KOTIRO
ARAB JO THANO
OTHMAN BUTHI
JHANGRI
MIRPUR KHAS
(Hyderabad)
(Umarkot)
SUDHERAN JO DARO
JHERRAN
BUDH-JO TAKAR
AMICAND
(Karachi)
NOHTO
NAUKOT
Hab R.
Indus

## باب ستون

# سنڌ آڳاٽي تاريخي زماني ۾

سنڌو تهذيب کان پوءِ ڪي ڏهاڪو صديون سنڌ جي صورت اسان جي اکين کان اوجهل ٿي وڃي ٿي. اهو سارو عرصو هن ڌرتيءَ تي ڇا ڇا وهيو واپرايو هو. سو اڃا ڳُجهه جي پردي ۾ آهي. رگ ويد جي اشلوڪن ۾ ور ور ڪري سنڌوءَ جو نالو اچي ٿو ۽ پنجاب جا سيئي درياءَ بہ ڄاڻايل آهن. (1) پر ڪا اهڙي ڳالهہ ٻڌايل ناهي، جنهن سان سنڌوءَ جي هينئنءَ ماٿريءَ جي تڏهوڪين حالتن جي ڪا پروڙ پوي. ويندي اِها ڳالهہ بہ شڪي آهي تہ رگ ويد جي زماني وارن آرين سمنڊ ڏٺو هو يا نہ. (2) پوءِ جي ڌرمي پستڪن مان مهاڀارت ۾ دروپدي سنڌوءَ کي هڪ آسودو ملڪ ڄاڻائي ٿي. پر جنهن نسبت* سان اِها ڳالهہ چيل آهي، تنهن کي ڏسندي ان جو ڪو خاص فائدو نٿو ٿئي. (3) 'ٻڌ جا گفتا' ۾ هڪ پراڻو حافظي جو منتر (Mnemonic Jingle) نقل ڪيل آهي، جنهن ۾ سُوُوير ديس جي گادي رورڪ ڄاڻايل آهي. (4) ڄاتڪن ۾ گاديءَ جو نالو رورو اچي ٿو. (5) جي اِن نالي مان مراد الور وٺجي تہ بيواجبي نہ ٿيندو. الور کي عام ڪري اروڙ سڏيو وڃي ٿو. سنسڪرت جي ڪُهنن (پراڻن) ڪتابن ۾ سوُوير اڪثر سنڌوءَ يا سئن ڌارا سان گڏ آيل آهي، جيئن وشنو پُراڻ ۾: پرڳڻن جا نالا گهڻو مکيہ قبيلي يا قبيلن جي نالن پٺيان رکيا ويندا هُئا. (6) سنڌوندي جن مُلڪن منجهان وهي ٿي، تن جي نالن جي "متسيہ پَراڻ" ۾ ڏنل فهرست ۾ اِهي بہ نالا بہ اچن ٿا، پر اِن فهرست جي ترتيب جاگرافيءَ واري ناهي. (7)

پارسيءَ جي پُراڻن ڪتابن ۾ ڪٿي ڪٿي سنڌ جو ذڪر بہ ملي ٿو. اهو پڙهي عجب ٿو لڳي تہ 'بندهش' موجب سنڌوءَ جي پوئين وهڪري کي تَر جا ماڻهو اُن ساڳئي نالي سان سڏيندا هئا. جيڪو ان کي اوائلي مسلمان جاگرافيدانن ڏنو هو: "واهہ (پلاري) ندي، اوير ۾ وهندي، سنڌ ملڪ مان لنگهندي، هندستان ۾ سمنڊ منجهہ چوڙ ڪري ٿي ۽ اتي ان کي مهرا سڏيندا آهن." (8)

سو، لٽي پٽي، سنسڪرت، پالي ۽ پهلوي لکڻين مان سنڌ جي جاگرافيءَ بابت جا ڄاڻ ملي ٿي، سا بنهہ نراسائيءَ جي حد تائين ٿوري آهي.

سنڌ وري اوائلي يوناني جاگرافيدانن ۽ سڪندر جي ڪاهن جي تاريخ لکندڙن جي تحريرن ۾ پر گهٽ تئي تي، پر اهڙي تہ اڻ چٽي ۽ جهڪي، جو پڙهندڙ سڪي سڪي رهجيو وڃي. پردو هڪڙي اسڪاءِ لئڪس (Skylax) نالي همراهہ پري ڪيو، جو اصل ايشيا مائنر جو وينل هو ۽ ايران جي بادشاهہ داريوش وستاسپ (Darius Hystaspes) وٽ نوڪريءَ ۾ هو. هو بيڙين جو آرماڙ ساڻ ڪري، ڪابل نديءَ جي ڪسپائتراس (Kaspytros) نالي گهاٽ تان هاڪاري هليو هو(9) ۽ سنڌو ندي جهاڳيندو، اڍائي ورهين جي ساموندي سفر کان پوءِ، مصر وڃي پهتو هو. يانئجي ٿو تہ هيءَ عجب جهڙي مسافري حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان اڳ 516-518 سن ڌاري ڪئي ويئي هئي. گهڻو ڪري سنڌو ماٿريءَ تي ايراني راڄ قائم ٿيڻ کان سنت پوءِ ۽ نہ ستت اڳ(10). اسڪاءِ لئڪس پنهنجيءَ مسافريءَ جو جيڪو احوال لکيو هو، سو ضايع ٿي چڪو آهي، پر ڏسجي ٿو تہ ساڳئي ئي زماني جي يوناني جاگرافيدان، هيڪاٽيوس (Hekataeus) اهو احوال پڙهي ڏٺو هو. خود هيڪاٽيوس جون لکيون بہ ٽوٽن ٽڪرن ۾ ملن ٿيون. هو اوپياءِ (Opiai) نالي هڪ قبيلي جو ذڪر ڪري ٿو، جيڪو "سنڌونديءَ تي آباد آهي ۽ جنهن وٽ شاهي قلعو آهي ۽ ڪانئن پرتي هڪڙو ريگستان آهي، جو 'هنديئن' تائين هليو وڃي ٿو"(11). هيروڊوٽس (Herodotus) پڻ اسڪاءِ لئڪس جي مسافريءَ جو حوالو ڏئي ٿو ۽ ڄاڻائي ٿو تہ 'هند' ايراني سلطنت جو ويهون پرڳڻو آهي ۽ سيني ۾ شاهوڪار ۽ گهڻيءَ آدمشماريءَ وارو آهي(12). جيتوڻيڪ ٿي سگهي ٿو تہ ان پرڳڻي ۾ مٿين ٽوٽي هيٺين سنڌو ماٿري شامل هجي، تڏهن بہ دارا جي اڃا موجود اُڪريل ليکتن کي پيٽڻ سان ظاهر ٿئي ٿو تہ 'هند' مان مراد اهو علائقو هو، جنهن کي هاڻي سنڌ سڏيو وڃي ٿو. هي علائقو دارا پاڻ فتح ڪيو هو، جڏهن تہ گنڌارا ۽ الهندو پنجاب، ٿتاگش (Thatagush) جي نالي هيٺ، ڪانئس اڳئين بادشاهہ، ڪمبوجيہ[1] (Cambyses)، جي ڏينهن ۾ سلطنت جا پرڳڻا هئا(13). ڊاڪٽر ونسينٽ سمٿ، ريورٽيءَ تي ويساهہ ڪندي، هيءُ انومان ڪدي ٿو تہ سنڌو ۽ ان جون ڏاني نديون تڏهن بہ هنڌان وهندين هيون، ان جي ڪري "سنڌ

---

[1] ڪمبوجيہ (521-529 ق.م) ۽ داريوش (485-521 ق.م) ايران جي هخامنشي گهراڻي (Achaemnied) جا بادشاهہ هئا. (مترجم)

۽ پنجاب جا ڪيئي وڏا وڏا ٽڪرا جي هاڻ سڃا آهن، تڏهن ساوا هئا"(14).

ڪتيسياس ٻهريون يوناني ليکڪ آهي، جنهن جا هندستان بابت احوال وڌيڪ ڏيان لهڻن. دراصل، اِن ليکڪ جهڙيءَ طرح بنا تڪ تور ۽ سمجهه جي بيهوديون ڏندڪٿائون ويهي بيان ڪيون آهن، تن تان ڪُهنن توڙي اڄوڪي زماني جي لکندڙن ڪيس سخت نِنديو آهي. جي هو پاڻ سائنس جو صاحب نه هجي ها ته سنڌس عجيب ۽ پراسرار ڳالهين لاءِ انهيءَ رغبت کان ايتري ٻچان نه اچي ها(15). ڪتيسياس کي شايد اها ملامت اِن ڪري پوڳڻي پيئي آهي، جو سنڌس تصنيف اختصارن ۽ اقتباسن جي شڪل ۾ ملي ٿي، جن ۾ ٿي سگهي ٿو ته سنڌس عقل کان بعيد ڳالهين جو نامنصفاڻو حصو اچي ويو هجي. پر جيئن لاسين (Lassen) ۽ ٻين ڏيکاريو آهي، جيڪي ڳالهيون ٻهرينءَ نظر ۾ نسورو ڪوڙ ٿيون لڳن، تن مان گهڻين ۾ سچ جو انگ لڪل ڏسڻ ۾ ايندو. اسان کي اِهو پڻ ڌيان ۾ رکڻ کپي ته ڪتيسياس هندستان جو جيڪو به احوال ڏئي ٿو، سو ايرانين کان ورتو هئائين ۽ اُن زماني ۾ اُنهن ۾ ڊاڙن هڻڻ ۽ وڌاءَ ڪرڻ جو اصل مرض هو.

ظاهر ظهور ڏند ڪٿائن کي ڇڏي، جا ڄاڻ ملي ٿي، سا هيءَ آهي ته سنڌوندي ويڪر ۾ تمام وڏي هئي، ان جي ڪنڌيءَ سان ڪانهن ۽ سَرن جي وڏي اوڙ هئي، ان ۾ واڳون هئا، جي مال ۽ اُنن کي ڇڪي ڪٺي اندر ڪندا هئا. ملڪ ۾ برسات ڪانه پوندي هئي، پر سڄو تر درياءَ جي پاڻيءَ تي ٽڪندو هو. اسين طوفان ۽ ڏوڙين بابت به پڙهون ٿا ۽ هيءُ به اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته سمنڊ بيشمار مٿل مڇيون لوڙهي آڻي ڪپر تي سٽيندو هو. ڪتيسياس کي اهو پڻ صحيح ٻڌايو ويو هو ته ڳاڙهي لاک به ساڳئي ئي وڻ (ٻير) تي ٿئي ٿي، جنهن ۾ ڪونر ٿئي ٿو. هو ڪپهه جي ڳالهه به ڪري ٿو. ڏيهي جانورن مان هو ٿلهي پڇ واري گهٽي يعني مٽينءَ سنڌ جي دنبي جو نالو وٺي ٿو ۽ جنهن هڪ سگي 'جهنگلي گڏهه' جي ڳالهه ڪري ٿو، سو ياٺئجي ٿو ته گينڊو هوندو.

آدم ذات جي ڳالهه ڪندي، هو جن افسانوي قومن ۽ سنڌن عجيب اسرارن جو بيان ڪري ٿو، سي گهڻو تڻو مهاڀارت ۽ سنسڪرت جي ٻين لکڻين ۾ ملن ٿيون ۽ انهن جي پاڻان گهڙڻ جو ڏوهه هن کي نه ڏيئي سگهبو. ٻئي طرف، هن جو اهو چوڻ ته ڪٺڪ رنگا هندستاني به آهي، توڻي جو اهي تورائيءَ

۾ آهن، بلڪل واجبي نظر اچي ٿو ۽ جڏهن اسين اهو پڙهون ٿا تہ "هندستان جي وچ ۾" هندستان مان مراد "سنڌوءَ جي ترائي" اٿس هڪڙيءَ ڍنڍ جي پرسان اهڙا ماڻهو رهندا آهن، جي ٽلها هلائيندا آهن ۽ تيراندازيءَ ۾ پڙ آهن ۽ باز سان شڪار ڪندا آهن. تڏهن ڇا اسان اهو نہ سمجهون تہ هن سنڌ جي منڇر ڍنڍ جي مهاڻن جي وڏن جو جيڪي احوال ٻڌو آهي، سو پيو بيان ڪري؟ انهن ڄامڙن جي بيحد ننڍي قدبت ۽ اُن ڍنڍ مان نڪرندڙ تيل جون ڳالهيون البت غلط فهميون آهن. جنهن تيل بابت اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ ڍنڍ جي اندر موجود هو، سو شايد مڇين مان ڪڍيو ويندو هو.

وري، اُتر پاسي جيڪي ماڻهو رڳو کير تي گذارو ڪندا هئا، تن جو تُل سنڌوءَ جي ڊيلٽا واري تر جا هاٺوڪا جَت آهن. اهي هاٺوڪا جت اُٺن جي کير تي ٽڳندا آهن ۽ ٻيو ڪجهہ ورلي واپرائيندا آهن(23).

سو ڪٽيسياس جي ڏند ڪٿائن ۾ ڪٿي ڪٿي سچيءَ سنڌ جي جهلڪ بہ نظر اچيو وڃي.

اولهہ جي ماڻهن کي هندستان جو اکين ڏٺو احوال انهن تذڪرن ۾ مليو، جي سڪندر اعظم جي انهن سپہ سالارن ۽ ٻين زير دستن ليکت ۾ آندا، جي اِن ملڪ تي ڪاهہ وقت ساڻس گڏ هئا. اهي تذڪرا بہ، هيڪاٽيوس ۽ ڪٽيسياس جي ليکتن جيان، اقتباسن جي شڪل ۾ ملن ٿا، جي پوءِ جي يوناني ۽ لاطيني مصنفن پنهنجين تصنيفن ۾ شامل ڪيا آهن. انهن ۾سيني کان سَنا تذڪرا ايرسٽوبولس (Aristobulus)، ٽالمي 'ساٽر' (Ptolemy 'Soter') ۽ نيارڪس (Nearchus) جا لکيل آهن. انهن ۾ ملڪ ۽ ماڻهن جو جيڪو نقشو چٽيل آهي، سو ڪيترن ئي ڏسن ۾ چٽو ۽ اُپٽار وارو آهي. پر تڏهن بہ اسان جي ڄاڻ ۾، خاص ڪري جاگرافيائي حالتن بابت، ڪيترائي وڏا وڏا خال رهجيو وڃن، جن کي پرڻ لاءِ ڪيترن ئي اڄوڪن عالمن کي وڏي دماغ سوزي ۽ عرق ريزي ڪرڻي پيئي آهي.

اوائلي جاگرافيائي تصنيفن مان سيني ۾ خاطريءَ جهڙي اسٽرابو (Strabo) جي آهي، جا عيسوي سن جي پهرئين يا ٻئي ڏهاڪي ۾ لکي ويئي هئي. هن جا ماخذ نهايت ئي معتبر آهن، هو ٻين جا بيان وڏيءَ خبرداريءَ ۽ تڪ تور کان پوءِ پنهنجن تبصرن سان نقل ڪري ٿو.

هن جو سڀ کان وڏيڪ دلچسپيءَ وارو بيان آبهوا بابت آهي. انهيءَ ڏس ۾ هو ايرسٽوبولس جو حوالو ڏئي ٿو، جيڪو هن جو سينڌي ۾ پروسي جوڳو ذريعو آهي. هن جي چوڻ موجب ايرسٽوبولس ٽڪرن جي اوٺ وارن ۽ ميداني علائقن جي آبهوا ۾ وڏو فرق ڏنو هو. تي سگهي ٿو ته سن 326 ق.م. جو اونهارو، جو سڪندر ٽڪرن جي پرسان گذاريو هو، سو اتفاق سان خاص ڪري مينهوڳيءَ وارو هجي، ڇو ته ايرسٽوبولس چوي ٿو ته اسين اجا ٽيڪسيلا ۾ هئاسون، جو برسات اچي لٿي ۽ اها اتان نڪرڻ کان پوءِ ته: "آرڪٽيورس تاري جي اُڀرڻ تائين" لاڳيتو پئي وسي، اهي مينهن بند وچي سيپٽمبر جي وچ ڌاري ٿيا. ٻئي طرف هو ڇاٽائي ٿو ته ميدانن ۾، يعني هينئين پنجاب ۽ سنڌ، ۾ مينهن پوي ئي ڪونه. "البت دريائن ۾ پاڻيءَ جو چاڙهه اٿلي، ملڪ ٻوڙيو ڇڏي." هو پڪ سان چوي ٿو ته جهلم، چناب ۽ سنڌوءَ منجهان مسافريءَ ۾: "اسان کي ڪٿي به مينهن نه پيو...واءِ ڏاڍو پئي لڳو، درياهه تار هئا ۽ ملڪ ٻڏو پيو هو تڏهن به نه" حالانڪ اها مسافري آڪٽوبر کان جولاءِ تائين سڄا سارا ڏهه مهينا هلي هئي، وچ ۾ ڪيترائي پيرا چڱو چڱو وقت ترسيا به هئا (24). نيارڪس جو چوڻ هو ته ميدانن ۾ مينهن اونهاري ۾ ته پوي ٿو، پر سياري ۾ نٿو پوي. هن شايد تر جي ماڻهن کان ٻڌل ڳالهه تي ڪئي ته اڪثر ڪري چا ٿيندو هو ۽ پاڻ صورتحال جو مشاهدو ڪونه ڪيو هئائين، ڇو ته اسٽرابو ڄاڻائي ٿو ته هن جي ۽ ايرسٽوبولس جي بيان ۾ بس اهوئي فرق آهي (25).

سنڌوءَ جي هينينءَ ماٿريءَ ۽ مصر جي وچ ۾ هڪجهڙائي انهن اوائلي لڪندڙن به محسوس ڪئي هئي. نيارڪس پروڙي ورتو هو ته اتر اولهه هندستان جا پَٽَ ٻوڏن جي وچايل لٽ منجهان جڙيا آهن ۽ ان ڪري اهي "درياءَ ڄاوا" آهن (26). انهيءَ مان هنن هيءُ نتيجو ڪڍيو ته دريائن کان سواءِ ملڪ رهڻ وٽان ئي نه هجي ها (27). سندن اِن بيان مان اسين هيءُ انومان به ڪڍي سگهون ٿا ته هينئين ملڪ ۾ مينهن باقاعدي نه پوندو هو.

اهي سڀيئي مکيه راوي ٻوڏن ۽ انهن جي راڳن جا جيڪي نقشا چٽين ٿا، سي هڪجهڙا آهن. اسان سوڌ ٻوڏ ساڳيو ناٽڪ ويجهڙائيءَ وارن ڏينهن ۾ وري رچندي ڏٺو آهي، مثال طور 1942ع ۾، جڏهن سنڌوءَ سکر کان مٿيرو ساڄي پاسي وارن بچاءَ بندن ۾ کنڊ وجهي، چڱو خاصو ملڪ ٻوڙي ڇڏيو هو "دڙن تي

بڌل شهر ہيٺ تي وڃن ٿا... زمين اڏ سڪي وڃي ٿي تہ رواجيءَ ۾ رواجي پورهيت ان کي ناهي تيار ڪري، ٻج پوکي ڇڏي ٿو. تڏهن بہ ٻوٽو پڇي راس ٿئي ٿو ۽ اُپت سني ٿئي ٿي"(28). نيارڪس آبڪلاٽيءَ جي ڏينهن ۾ سنڌ جي هڪ ٻي جهلڪ پسائي ٿو، جا اسان جي هاڻوڪي آزمودي سان بلڪل نهڪي اچي ٿي: وڏندڙ ٻوڏن کان ڊڄي، نانگن ۽ ٻئي جيت جڻئي جو متاهينءَ وارن ڳوٺن ۾ ڪاهي پوڻ: "ان ڪري ماڻهو پنهنجيون کٽون پَٽَ کان ٿورو مٿي ڪري سمهندا آهن"(29).

يونان وارن کي دريائن سان وڏي دلچسپي هئي ۽ آبڪلاٽيءَ ۾ سنڌوءَ ۽ ان جي ڏاني ندين جي جا پکيڙ ٿي وڃي ٿي، تنهن تہ هنن کي اصل منڊي ڇڏيو هو. درياهن جي ويڪر توڙي ڊيگهہ جا جيڪي انگ ڏنا اٿن. تن ۾ چڱي چوکي ڪتر ڪرٽي پوندي(30). اسٽرابو سڪندر جي ساٿارين کي ڳالهہ وڌائي ڪرڻ واريءَ عادت تان ڇنڊ ڪڍي ٿو ۽ پاڻ سيني ڏاني ندين جي ڇوڙ کان پوءِ سنڌوءَ جي ويڪر جو "وڌيڪ وچٿرو انگ" وٺي ٿو، جو آهي: "وڌ ۾ وڌ 50 اسٽيڊيئم ۽ گهٽ ۾ گهٽ 7 اسٽيڊيئم"[1] (31). جي اسان وڌ ۾ وڌ انگ آبڪلاٽيءَ جو ۽ گهٽ ۾ گهٽ انگ سانگهاري جو ڪري سمجهون تہ اهو ڪاٿو ذري گهٽ درست نظر ايندو.

سيني ۾ معتبر يوناني راوي پنجاب جي ندين جو ميلاپ ان ئي ترتيب ۾ رکن ٿا. جو اسان کي اڄ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ان ڳالهہ جي ڪري بہ اسان کي دلجاءِ ٿئي ٿي تہ سندن مشاهدو ضرور سچو هوندو (32). اهڙي سنگم جو اصل هنڌ لاشڪ مٿجي ويو هوندو. گهڻين حالتن ۾ اهو هنڌ، جيڪو سڪندر جي ڏينهن ۾ هو اڄڪلهہ جي هنڌ کان گهڻو هيٺ هوندو. اهو ان ڪري، جو انهن درياهن جي هيٺئين ڀاڱي سان لڳو لڳ ملڪ جو متاڃرو مٿي ٿيندو رهيو آهي ۽ نتيجي طور ڊيلٽا جي ڦهلجڻ ڪري سنڌوءَ جي ڊيگهہ وڌي ويئي آهي. جتان اهي درياهہ ڪليل ميدان ۾ داخل ٿين ٿا، اتان کان هينيرو سندن رخ ضرور ساندهہ ڦرندا رهيا هوندا.

---

[1] اڳاٽي يونان ۽ روم جو ڪاڇو. اسٽيڊيئم، اسٽيڊيئن ۽ اسٽيڊ کي هڪ ئي لفظ جون ٿي مختلف صورتون سمجهيو وڃي. ان پيماني جي وڌيڪ سمجهاڻيءَ لاءِ ڏسو هن باب جو حوالو 99. (مترجم).

اسٽرابو، ايرسٽوبولس جا جيڪي بيان نقل ڪيا آهن، تن ۾ سيني ڪان وڌيڪ دلچسپيءَ وارو اهو آهي، جنهن ۾ هو سنڌوءَ جي رخ ۾ وڏي ڦيري جو نتيجو بيان ڪري ٿو. "هو چوي ٿو تہ مون کي ڪنهن ڪم سان ملڪ اندر موڪليو ويو. اتي مون کي زمين جو هڪڙو ٽڪرو اهڙو ڏسڻ ۾ آيو، جتي هزار کان متي شهر ۽ انهن جا طفيلي ڳوٺ هئا، پر نہ ماڻهو هو، نہ ماڻهوءَ جي ذات. ٿيو چا هو تہ سنڌو پنهنجو اصل پيٽ ڇڏي، کابي پاسي لڙي، هڪ ٻئي وڌيڪ اونهي پيٽ منجهان آبشار وانگر ڪرندي، وهڻ لڳي هئي. هاڻ ساڄي پاسي واري جنهن ملڪ کي هوءَ ڇڏي آئي هئي، تنهن کي سندس ليٽ جو پاڻي نٿي مليو، چو تہ اهو پاسو نہ رڳو درياهہ جي متاڇري کان پر (نئين) ليٽ جي متاڇري کان بہ متي ٿي ويل هو" (33). بدقسمتيءَ سان اسان کي اهو نہ ٻڌايو ويو آهي تہ اِن تباهيءَ جو هنڌ ڪٿان هو، ۽ نہ وري اهو تہ اها ويجهڙ ۾ آئي هئي يا گهڻو اڳي. ٿي سگهي ٿو تہ اهو هنڌ سنڌوءَ ۽ پنجند (Akesines) جي ميلاپ واريءَ جاءِ کان ٿورو هيٺيرو هجي، چو تہ هتي سڪندر ڪريٽيرس (Craterus) کي سنڌوءَ جي کابيءَ ڪنڌيءَ تي منتقل ڪيو هو: "چو تہ هڪڙي وڏي هٿياربند لشڪر لاءِ اِن پاسي کان اڳتي وڌڻ سهنجو ٿي لڳو" (34). درياءَ جي وهڪري جو انهيءَ ميلاپ ۽ روهڙيءَ جي وچ وارو ڀاڱو، جو ڪانگ جي اڏام تي 150 ميل کن ٿيندو، سو خاص ڪري وڏن ڦيرن وهيٺو آهي ۽ ڪشمور کان هيٺ اسان درياهہ جي پراڻن پيٽن کي هاڻوڪي پيٽ جي ساڄي پاسي، چڱو پنڌ پري ڪشمور، ڪنڌڪوٽ، ايرندي شڪارپور ۽ سکر تعلقن منجهان ويندي ڏسون ٿا. پر اها ايراضي ميوزيڪانس (Musicanus)[1] جي حد ۾ هُئي، جن کي بيحد آسودو ڏيکاريو ويو آهي. اِن ڳالهہ کي ڇڏي، ائين وسهڻ لاءِ عام سبب آهن تہ سنڌو ڪشمور آڏو پنهنجي هاڻوڪي وهڪري واري هنڌ جي اوپر ۾ ڪانہ وهندي هُئي، جيئن اڳتي هلي ڏسبو. يونانين سنڌوءَ جي ڊيلٽا جو جيڪو احوال ڏنو آهي، تنهن کي هيٺينءَ سنڌو ماتريءَ جي مهاندن (Contours) سان ڀيٽجي ٿو تہ هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي وڃي ٿي تہ تنهن وقت سنڌو روهڙي ٽڪرين جي اوپر ۾ نہ وهندي هُئي، جيئن اڪثر سمجهيو وڃي ٿو.

---

[1] دوارڪا پرشاد روچيرام شرما موجب، "موچو ڪرڻ" ڏسو "سنڌ جو پراچين اتهاس" (1944ع) ڀاڱو ٽيون، ص 11، رحيمداد خان مولائي شيدائي ان کي سنسڪرت جي لفظ "موشيڪا جو مخفف" ڄاڻائي ٿو. ڏسو "تاريخ تمدن سنڌ"، ص 109. (مترجم)

تہ ڇئبو تہ ايرسٽوبولس جيڪو اجڙيل ملڪ ڏٺو هو، سو گهڻو ڪري مٿينءَ سنڌ جي هاٺوڪيءَ حد کان مٿيرو هو(35). اِن علائقـي جـي اوپـر ۽ اُتـر اوپـر ۾ اڄوڪي مسافر کي هڪڙو ٽُڪرو ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن جو ڏيک گهڻي ياڳي ساڳيو هوندو. اهو ٽڪرو بهاولپور ۾ هاڪڙي جي سُـڪل پيٽ سان لڳو لڳ آهي. اهو سجو ٽُـڪرو اهڙن شهرن جي اهڃاڻن سان جَـڙيل آهي، جي اڳـي وسندڙ هُـئا. ان ٽُـڪري جي ڦِـٽي وڃڻ جو بہ لاشڪ ساڳيو ئي ڪارڻ هو، يعني ستلج جو اُهو پيٽ ڇڏي، اجا اولهہ ۾ پريرو وڃي وهڻ، جو هاڪڙي ۾ وڃي ڇڙندو هو (36).

سڪندر جي ساٿين ستلج جو ذڪر ئي ناهي ڪيو، جو هُـو اوپر ۾ بياس جي ڪنڌين کان اڳتي وڌيو ئي ڪين هو. ڇيو وڃي ٿو تہ هن پورس[1] ۽ بين کان بياس جي پرار واري ڏيهہ بابت گهڻي معلومات ورتي هُـئي ۽ ڪيس ضرور اهو پتو هوندو تـہ پنهنجيءَ منزل يعني گنگا جي ماٿر تائين پڄڻ کان اڳ ۾ ڪيس هڪڙو بيو وڏو درياهہ بہ اُڪرڻو پوندو. پر جنهن وقت هُـن تقرير ڪري، پنهنجي لشڪر کي اڳتي هلي، وڏيڪ سوين ماڻڻ لاءِ ڇيو هو، تنهن وقت شايد هن جو سڄو زور واٽ جي اهنجن کي گهٽائي پيش ڪرڻ تي هو ۽ رڳو ايترو چيو هُـئائين تہ گنگا ڪا گهڻي پري ڪانهي (37). سـڪندر جو آرمـاڙ دريـاهن ۾ لهـوارو هاڪاري هلي ٿو ۽ جڏهن اسين ان هنڌ پهچون ٿا، جنهن هنڌ اسان کي آس هئي تہ ڪابي پاسي کان ستلج جي اچڻ جو ذڪر ٿيندو، تڏهن اسان ان جي بدران بياس جو نالو ڏسون ٿا، هن سلسلي ۾ تہ جنهن وقت چناب، راويءَ ۽ جهلم جو پاڻي ڪٺي، ان هنڌ پهچي ٿـي، تنهـن وقـت بيـاس بہ اچي ان ۾ ڇـڙي ٿـي ۽ پوءِ چناب وڃي سنڌوءَ ۾ پوي ٿي(38). اسان کي اها تہ سُـڌ آهي تہ ڪنهن زماني ۾ بياس، ستلج کان ڌار، پنهنجي سـر وهندي هُـئي ۽ ٻئي ڌار ڌار وڃي چناب ۾ ڇـوڙ ڪنديون هُـيون. جيئن تہ سڪندر جي تاريخ نويسن ستلج جو ڪو ذڪر نہ ڪيو آهي، سو اسين اهوئي انومان ڪڍي سگهون ٿا تہ يا تہ اها ندي سنڌوءَ کان الڳ پنهنجي ليکي هاڪڙي جي پيٽ منجهان وهندي هئي، يا وري اها بياس سان ان هنڌ کان هيٺيرو ڳنڍبي هُـئي، جنهن هنڌ بياس جي ڪناري تي لشڪر ڏابو ڪيو هو ۽ اتان اهو گڏيل وهڪرو چناب ۾ ڇوڙ تائين يونانين جي ڄاڻايل نالي سان يعني بياس سڏبو هوندو.

---

[1] دوارڪا پرشاد روچيرام شرما موجب، پوئرش. ڏسو اڳيئي ڄاڻايل ڪتاب جو ص 38. (مترجم)

ٻي ڳالهه وڌيڪ سياويڪ ٿي لڳي. جيتوڻيڪ رڳو ان جي ابتڙ ثابتيءَ جي عدم موجودگيءَ تي پاڙڻ ٻي واجبي آهي، تڏهن بہ اهو وسهڻ ڏکيو ٿو لڳي تہ سڪندر هڪ اهڙي درياهہ بابت نہ ٻڌو هجي، جيڪو پنهنجي سر سنڌوءَ جي پڇاڙيءَ واري وهڪري سان پور وچوٽيءَ تي ۽ ڪن هنڌن تي تہ ان پنجاهہ ميلن کان گهٽ مفاصلي تي وهندو سمنڊ ڏي ويندو هُجي، بشرطيڪ اهڙو درياءُ سچ پچ موجود بہ هجي ها! سنڌو وارين مهمن دوران اهڙا ڪيترائي موقعا هُئا، جو هُو ان معاملي جي ڇڪاس ڪرائي پئي سگهيو ۽ هن جا تاريخ نويس ان ڳالهہ جو ذڪر ضرور ڪن ها.

اهو نظريو تہ هڦاسيس (Hyphasis) ندي آڪيسينيس (Akesines) نديءَ سان ميلاپ وٽ دراصل ستلج ۽ بياس جو گڏيل وهڪرو هُئي، تنهن تي وڏو اعتراض هيءُ ٿو ڪيو وڃي تہ اها ڳالهہ آئڙي نٿي تہ اهڙي گڏيل درياءُ تي نالو وري ٻنهي مان ننڍيءَ نديءَ جو هُجي. پر انهيءَ اعتراض ۾ انهن دريائن جي ميلاپ جي اصل حالتن ۽ تازي تاريخي زماني اندر انهن جي ڇُر پُر جو ڌيان نہ رکيو ويو آهي. بياس ستلج ۾ چوڙ ڪونہ ٿي ڪيو، بلڪ ستلج بياس جي هڪ اڳوٽي پاڻ وهيٽي پيٽ جو هينيون پاڳو وجي والاريو هو. هيءُ ميلاپ ٻيو ڪجھ هجي نہ هجي پر جٽادار اصل ناهي ۽ اڄ ڏينهن تائين گڏيل وهڪري جي ڪنڌين سان رهندڙ ماڻهو ان کي ستلج نہ پر 'گهارو' سڏيندا آهن(39).

سڪندر پاڻ ان پوئين ميلاپ جي مٿان سنڌوندي وٺي، سمنڊ ڏي هاڪاري ويو هو، ۽ ان مهم جي تذڪرن ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ ڪانهي، جنهن مان سمجهجي تہ ڊيلٽا جي منڍ تائين هڪ ٻئي وهڪري جي شڪل ۾ نہ وهندي هئي. ايريئن چوي ٿو، "شڪ ناهي تہ اِن هنڌ (پنجند جو سنڌوءَ سان ميلاپ) کان ان هنڌ تائين، جتي اها ڊيلٽا ناهڻ لاءِ دوشاخي ٿئي ٿي، سنڌو (ويڪر ۾) 100 اسٽيڊئيم ۽ شايد وڌيڪ آهي (40)، اتي اها درياءُ کان وڌيڪ ڍنڍ وانگر پکڙجي وڃي ٿي." ياد رهي تہ سڪندر بادشاهہ سنڌوءَ منجهان لهواري مسافري آهستي آهستي ڪئي هئي (41). آرماڙ ڏينهن جا ڏينهن لنگرانداز رهندو هو ۽ لشڪر جا جٿا اتر جي حاڪمن سان ڇڪريون ڪائيندا يا شهر ٻڌندا يا پٽڻ جوڙيندا رهندا هئا. جهلم، چناب ۽ سنڌوءَ منجهان ڊيلٽا جي منڍ تائين مسافري سڄا سارا نو مهينا ڪائي وئي هُئي (42). سڪندر 326 ق.م. جي سرءُ جي پوين ڏهاڙن ۾ هاڪاري هليو

هو. جڏهن درياهن ۾ پاڻي گهٽجڻ لڳو هوندو.[3] هن جي مَـلي لوڪـن (Malli)[1] سـان لڙائـي ضـرور سـياري ۾، ۽ آڪزيڪـانس (Oxykanus) ۽ سـامبس لوڪـن (Sambus)[2] سان بهار ۾ لڳي هوندي. مسـافريءَ جي پوئيـن مرحلي ۾، يعني ميوزيڪانس جي ملڪ کان هيٺ ويندي پاتل تائين، سڪندر جي آرماڙ کي سنڌوءَ جي پوري چاڙهه منجهان هاڪارڻو پيو هو.

بدقسمتيءَ سان سڪندر جي ڪاهه جي تذڪرن ۾، جيئن اهي اسان تـائين پهتـا آهـن، ان مرحلـي ۽ پـوءِ واري مرحلـي يعنـي مٿيـنءَ ۽ وچيـنءَ سـنڌ جـي جاگرافيائي حالتن جو ذڪر خير ڪو اچي ٿو. پر ان معلومات جي گهٽتائيءَ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. پهريون ڪارڻ آهي اڳيئي لتاڙيل ملڪ جـي پيـٽ ۾ هيٺينءَ سنڌوءَ جي ميدانن جو بُسو (featureless) ڏيک درياءُ رستي سفر ڪرڻ وارن کي تہ اهو هيڪاري اگرو لڳندو: هنن کي ڏينهن جا ڏينهن پاڻيءَ جي اٿاهہ اُڃ کان پرتي سواءِ لاڳيتي جهنگ ۽ اڏ ٻڏل وڻن جي ٻيو ڪجهہ نظر نہ ايندو ۽ وڻن کان پري جو ڏيک وري دسترَ جي لڙاٽ جي ڪري ڏسڻ ۾ ئي نہ ايندن. اهو پڻ وسارڻ نہ گهرجي تہ سنڌو جڏهن جوبن ۾ هوندي آهي، تڏهن ان منجهـان لهواري وجڻ لاءِ بـہ بيڙيـون ۽ ڊونـديون وڏي مغـز ۽ سـجاڳيءَ سـان هلائڻيـون پونديون آهن. ان ۾ نہ رڳو خطرناڪ ڪُن هوندا آهن، پر سـچا سچا وڻ اڏ ٻڏل لڙهندا، اچي ڪن ڪن هنڌن تي اڙجي پوندا آهن تہ زبردست رنڊڪ ٿي پوندا آهن. نيارڪس ۽ سـڪندر جـي ٻيـن اديـب سـاٿين کـي ان جوکـائتي دريـائي مسافريءَ دوران سڪي جي خير ڪا خبر رهي هوندي.

لشـڪر جا جيڪي جٿا درياهہ جي ٻنهي پاسي چڙهي ٿي ويا، تـن برابـر سَرس ڏنو هوندو، پر ٻوڏن جي ڪري سندن دڳ پيچدار، انگڙ ونگڙ، ڪُـنن ڪڙين ۽ ٻڏل زمينن سان گهٽا رنڊيل هوندا. هڪ رستي جا اهنج، ٻيو بادشاهہ جي چُـرپُـر سان پوري رهڻ جي ڳڻتي، سو سردار ويچارا بادشاهہ لاءِ لتاڙيل ملڪ جي مهاندن بابت پنهنجي تاثرات جو احوال مختصر طور ئي مس لکي سگهيا هوندا. ان کان وڌيڪ ڪاٿڻ پڳو ئي نہ هوندو.

---

[1] لئمبرڪ پنهنجي ڪتاب "سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ"، (ص 82)، ۾ ان جو اصل ملو ڄاڻائي ٿو. (مترجم)
[2] دوارڪا پرشاد شرما (اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص ص 58، 59) موجب ترتيبوار ڪيتري ۽ سواس. (مترجم)

البت اهو سو ڏک اٿئون تہ سڪندر جي سڄي لشڪر ميوزيڪانس جي گاديءَ وٽ ڇگو ڍگهو پڙاءُ ڪيو هو، تڏهن بہ متينءَ سنڌ جي ان ڏيهہ جو ڪو گهڻو احوال نہ ڏنو اٿن. اهو 'هند' جو سيني ۾ آسودو ڏيهہ هو: بادشاهہ ڪي بڌايو ويو هو تہ سندس اڃڻ ڪان اڳ ائين هو ۽ "ايريئن" صاف صاف چوي ٿو تہ بادشاهہ ڪي ملڪ توڙي گادي ٻيئي وڃيا هئا. گاديءَ ۾ هڪڙو ڪوٽ بہ هو، جنهن ڪي سڪندر پختو ڪرائي ان ۾ لشڪر رکيو هو، چاڪاڻ تہ ڪيس پسگردائيءَ وارن قبيلن ڪي ڏهڪائڻ لاءِ اهو هنڌ سٺائو نظر آيو هو. پانئجي ٿو تہ هن ان هنڌان ئي ڪريٽرس ڪي لشڪر جو هڪڙو وڏو جٿو ۽ هاٿي ساڻ ڏيئي، ملڪ فارس ڏي اماڻيو هو. هُو آرڪوسيا (Arachosia) وارن ۽ زرنگيا (Zarangia) وارن جي ڏيهہ منجهان يعني ڪيچي، بولان يا مُولا لڪ ۽ هيمند ڪان ٿيندو اوڏانهن ويو هو(44).

جيتوڻيڪ ان جي ڪا پڪي ثابتي ڪانهي، پر عام انومان آهي تہ ميوزيڪانس جي گادي اروڙ هُئي (45). اسين پڻ اهو انومان وني سگهون ٿا. اروڙ جو قِتل شهر روهڙيءَ جي هاٿوڪي شهر ڪان ڪي پنج ميل ڏکڻ اوڀر ۾ چن پٽر وارين ٽڪرين جي ايرندي ڇيڙي وٽ آهي ۽ هيٺ ميدان تائين ڦهليل لڳي ٿو. اهو پڊ ٽڪرين مٿان آهي. پانئجي ٿو تہ سنڌوءَ جي ڪا ڇاڙ ان وٽيءَ منجهان لنگهندي هُئي. ۽ وسهڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ اها ڇاڙ تنهن زماني ۾ وهندڙ هوندي ۽ شهر جي اتر واري پاسي جو بچاءُ ڪندي هوندي (46). ميوزيڪانس جي ملڪ جو ايڏو آسودو ۽ سرچو هجڻ ظاهر ڪري ٿو تہ اتي پاڻي جام هوندو. ائين وسهڻ واجبي ٿيندو نہ واهواندو، ريٽي ۽ ٻيا سائو گهارا، جن جا سڪل پيٽ اروڙ جي اُتر اوڀر واري تر ۾ اڃ بہ موجود آهن، سي تن ڏينهن ۾ نيم سان وهندڙ هوندا ۽ درياءُ جي ليٽ ڪي ڇگيءَ وڏيءَ ايراضيءَ تي ڦهلائي ڇڏيندا هوندا.

هت اسان اهو پڇڻ ڪان سواءِ رهي نٿا سگهون تہ مقدونيا وارن جو آر ماڙ سنڌوءَ جي جنهن مکيہ پيٽ منجهان لنگهيو هو، سو تن ڏينهن ۾ ڪٿان هو؟ جيڪڏهن سنڌو تن ڏينهن ان سوڙهيءَ وٽيءَ منجهان، جا سکر ۽ روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۾ آهي، لنگهندڙ هئي، تہ پوءِ سڪندر جن همراهن سندس هندستان تي ڪاهہ جا احوال لکيا آهن، سي ضرور ان جو ذڪر ڪن ها؟ اهو آئڙي نٿو تہ

ڪو ڪانئن انهيءَ سوڙهي لنگهه منجهان سنڌوءَ جي اڻ ڇتايل وهڪري جو احوال ڏيڻ رهجي ويو هوندو. اسان وٽ به انومان ئي رهجي وڃن ٿا. درياءُ يا تہ سکر وارين ٽڪرين جي اُتر ۾ وهندو هوندو، يا وري روهڙيءَ وارين ٽڪرين جي اوپر ۾. جيئن اڳيئي ڇئي چڪا آهيون، پوئين ڳالهہ اڻ ٿيڻي آهي. "پاتل" جي بيهڪ تي ويچار وقت اها ڳالهہ هيڪاري ڇٽي ٿي ويندي.

البت ايترو سو ڇئي سگهون ٿا تہ سنڌو اُن هنڌ کان اولهہ ۾ گهڻو پري ڪانہ وهندي هوندي، جنهن هنڌان اها (ترجيح ڏنل انومان موجب) سکر وارين ٽڪرين جي اُتر ۾ لنگهندي هوندي باقي گورنر آڳزيڪانس ۽ سامبس، جن کي سڪندر سيکت ڏني هُئي، تن جا پرڳڻا ضرور ميوزيڪانس جي گاديءَ جي اولهہ طرف هوندا. چاڪاڻ تہ سڪندر سامبس کي 'هندي ڪوهستانن جو امير' مقرر ڪيو هو (47). جيڪڏهن هنن تي پاڻيءَ رستي چڙهي وڃڻ ممڪن هجي ها تہ سڪندر ضرور اهوئي سيني ۾ سولو ۽ تکو رستو اختيار ڪري ها. پر اسان کي صاف صاف ٻڌايو ويو آهي تہ سڪندر آڳزيڪانس خلاف ڪوچ ڪري وڃي ڪيس ۽ سندس شهرن کي قبضي ۾ آندو هو ۽ اُتان سڌو سامبس تي ڪاهي ويو هو. ان مان اهو نہ ڄاتو وڃي تہ ڪو انهن سردارن جي ملڪ منجهان سنڌوءَ جي ڪا شاخ وهندڙ ڪانہ هُئي، پر ائين سمجهي سگهجي ٿو تہ اهڙي ڪا شاخ تنهن مند شايد 325 ق.م. جي بهار ۾ اُها ٻيڙن جي لنگهڻ لاءِ سٺائي نہ هُئي.

اتفاق سان ائين وسهڻ لاءِ سبب بہ آهي تہ سنڌو پنهنجن پاسن کان شاخون ڪڍندي هُئي. ميگاسٽينيز، جيڪو سڪندر جي ڪاهہ کان رڳو ويهہ يا ٽيهہ ورهيہ پوءِ هندستان آيو هو ۽ چندر گپت جي دربار ۾ ڳپل وقت رهي چڱي چوکي معلومات گڏ ڪئي هُئائين، سو چٽيءَ طرح ڄاڻائي ٿو تہ درياءُ "هڪ تمام وڏو ٻيٽ پرسياني (Prasiane) نالي ۽ هڪڙو ننڍو ٻيٽ پاتل (Patale) نالي ناهي ٿو" (48). ڪُئنٽس ڪرٽيئس انهن ٻنهي مان وڏي "ٻيٽ" کي ڳولي لهڻ ۾ اسان جي واهر ڪري ٿو. هو چوي ٿو: "ميوزيڪانس کي مات ڪرڻ کان پوءِ سڪندر سندس گاديءَ ۾ ڪُجهہ لشڪر ڇڏيو ۽ اتان هڪ ٻئي هِندي قبيلي، پريستيءَ (Praesti) جي مُلڪ تي چڙهي ويو. سندن بادشاهہ پورٽيڪانس (Porticanus) هو...." (49). هيءُ اهوئي پرڳڻي جو امير آڳزيڪانس آهي ۽ قبيلي جو نالو سنسڪرت جي لفظ پرسٿ تان ڪنيل آهي،

جنهن جي معنيٰ آهي سنئون پٽ. اهو ٽڪرو الهه آباد واري نَل تي اُڪريل نالو پَرجـُڻ (Prajuna) بہ ٿي سگهي ٿو. پلاٽني (50) اِن بيٽ کي پَرسياڪي (Prasiake) سڏي ٿو. ٽالمي سنڌوءَ جي ڪيترين ئي شاخن (51) جو ذڪر ڪري ٿو. جن مان هڪڙي اربيتا (Arabita) جبلن ڏانهن وينڌڙ هئي. اسين اڳتي هلي ڏسنداسون تہ انهن جبلن مان هُن جي مراد سنڌ جوڪوهستان آهي.

جيتوڻيڪ انهن پوءِ جي لکندڙن جا بيان ڪنهن حد تائين سهيوڳي معلومات تي ٻڌل هُئا، پر هنن گهڻو تڻو ميگاستينيز ۽ سڪندر جي ساٿارين تي تي ياڙيو. جنهن زماني ۾ سڪندر جي ساٿارين سنڌوءَ تان ٻيڙا هاڪاريا هُئا، تنهن زماني ۾ ان درياءَ جون ڪي شاخون موجود هُيون تہ پوءِ ايريئن ۽ ٻين انهن جو ذڪر ڇو ناهي ڪيو؟ ان جو جواب هيءُ آهي تہ موزيڪانس جي گاديءَ کان مٿي ڪي پاسائيون شاخون مکيہ وهڪري کان ڇڄي، ڏار وهنديون بہ هُيون تہ اهي گهڻو ڪري نظر نہ آيون هونديون، ڇو تہ جنهن مند ۾ آرماڙ انهن وٽان لنگهيو هوندو، تنهن مند ۾ اهي سُڪل هونديون. جيڪو بہ شخص سکر بئراج ۽ ان جي واهن جو چالو ٿيڻ کان اڳ سياري ۾ سنڌوءَ منجهان ٻيڙيءَ تي آيو ويو هوندو، تنهن کي چڱيءَ پر پروڙ هوندي تہ گهاڙ ۽ الهندي ناري اڳوڻين قدرتي شاخن جهڙا واهڙ، جي جهازرانيءَ لائق ٿاٽ منجهان هردم ڦٽندا ۽ وري ڳنڍبا رهندا هئا، انهن جا مُنڍ نمايان طرح ڪي اهڙا ظاهر بہ نہ لڳندا هئا. سڪندر جڏهن آگزيڪانس ۽ سامبس کي سيکت ڏيئي، درياهہ جي ڪنڌيءَ سان لڳل چانوٽيءَ ۾ موٽي آيو، تہ اتان ٻيڙن تي سنڌن مسافري وري شروع ٿي. جيئن تہ اها آبڪلاٽيءَ جي مند هئي، ان ڪري اها ڳالهہ اچرج جهڙي نہ آهي تہ اهڙين ڪن بہ شاخن جو ذڪر نہ ڪيو ويو آهي، جي درياهہ جي ساڄي پاسي کان ڦٽي، بادشاهہ جي اڳيئي لتاڙيل ملڪ ڏانهن وينديون هجن. ايريئن موجب، آرماڙ ٽيئي مرحلا پورا ڪيا، جن بابت چئي سگهجي ٿو تہ اهي ننڍا ننڍا آرماڙ هوندا تہ جيئن ٻنهي پاسن کان پيشقدمي ڪندڙ جٿا آرماڙ سان ٻٽو ٻٽ رهي سگهن. اتي اهڙيون خبرون پهتيون، جو سڪندر ڪي پاتل (52) تي چڙهائيءَ جي رفتار تکي ڪرڻي پئي. آءٌ ائين وسهڻ واجبي ٿو سمجهان تہ اهو پويون مرحلو هڪڙي ڏينهن جي تکيءَ جهاز رانيءَ کان وڌيڪ نہ هو.

ايريئن موجب، پاتل جو شهر اُتان هو، جتان ڏيلٽا جون "ٻيئي وڏيون شاخون ڌار ٿين ٿيون ۽ ٻنهي جو نالو ويندي سمنڊ تائين سنڌو ئي رهي ٿو"(53). پر چوڌاري جيڪو ملڪ هو، سو پاڻيءَ جي ته ميوزيڪانس جي سرچي ڏيهه کان گهڻو گهٽ هو. سڪندر ڪوٽ جي مورچيبنديءَ جو حڪم ڏيئي، پاسي واري تر ڏي، "جتي پاڻي ڪونه هو" ماڻهو اُماڻيا ته وڃي کوهه کوٽيو ۽ ملڪ کي ماڻهن جي رهڻ جهڙو ڪريو. انهن ماڻهن کي ڪي ڏيهي "وحشي" ڦِري آيا، پر اُهي مات کائي، "رڻ ڏي ڀڄي ويا." اسٽرابو ايرستوبولس جو جيڪو بيان نقل ڪيو آهي ته آرماڙ جولاءِ مهيني ڌاري پاتل پهتو هو (54)، سو اسان کي قبول ڪرڻ گهرجي. ان مهيني ۾ سنڌوءَ جو پاڻي پنهنجي وڌ ۾ وڌ چاڙهه تي هوندو، پهرينءَ نظر ۾ اهو عجيب ٿو لڳي ته شهر جي ڀر پاسي واريءَ پٽڪ ۾ "پاڻي ڪونه" هو. پر اسان کي اهو ذهن نشين رکڻ کپي ته درياهه، قدرتي حالت ۾ پنهنجيءَ سموريءَ ڊيگهه جي سنوت ۾ ڪنڌين تان اٿلندو ڪونه هوندو. دراصل، پوئين وهڪري جي مٿئين پاڳي ۾ اُتل وڌيڪ ٿيندي، جنهن جي نتيجي ۾ هيٺين پاڳي ۾ پاڻيءَ جو مقدار گهٽجي ويندو.

دليل ڏنو ٿو وڃي (55) ته ايريئن جنهن صورتحال جو احوال ڏنو آهي، سا تڏهن پاڻ وڌيڪ لاڳو ٿيندي، جڏهن اهو فرض ڪبو ته سنڌوءَ لڳ ڀڳ ناري وارو دڳ ورتو هوندو ۽ دوشاخو جمڙائو هيڊ (Head) يا منڙائوءَ وٽ نهيو هوندو. هيٺيون نارو ۽ هاڪڙو ايريئن جي ڪابي پاسي واري شاخ هوندي، ۽ ساڄي پاسي واري شاخ ڏکڻ اولهه طرف حيدرآباد ڏانهن ويندي هوندي. پاتل اهڙيءَ ريت ٿر واري رڻ جي ويجهو هوندو ۽ ان جي ترت ويجهيءَ چَڪ ۾ ٿوري انداز ۾ پوکيل زمين هوندي.

پر ان نظريي کي وچينءَ ۽ هيٺينءَ سنڌ جي مهاندي جون ليڪون ريٽي ڇڏين ٿيون. اهو مڃجي به ڪٿي ته سنڌوءَ وچينءَ سنڌ مان لڳ ڀڳ ناري وارو دڳ ورتو هوندو ۽ ريگستان ٽپڻ کان پوءِ ڪنهن هنڌ ٻن شاخن ۾ ورهائجي ويئي هوندي، تڏهن به ساڄي هٿ واريءَ شاخ کي، کابي هٿ واريءَ شاخ جيان، وهي ڪڇ جي رڻ ۾ وڃڻو پوندو (56). ملڪ جي ان پاڳي جو لاهه، جيئن اڳيئي چاٽايو اٿئون، سڄوئي ڏکڻ اوير طرف آهي ۽ جيتوڻيڪ مڪاني هيٺ مٿانهينءَ جي ڪري هڪڙيءَ قدرتي شاخ ۾ اولهه طرف ننڍا ننڍا وڪڙ اچي سگهن ٿا، پر تڏهن به ان جو عام محور اوس زمين جي لاهه سان نهڪي آيو هوندو.

ڏکڻ الهنديءَ سنڌ جي ميدانن جي اها بناوت، جيئن ان جي ظاهري طبعي ڏيک مان ظاهر ٿئي ٿو، ضرور سڪندر جي ڏينهن کان گهڻو اڳ جي هوندي. ان مان اهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو ته ايريئن جن ٻن شاخن جو بيان ڪيو آهي ساڄي پاسي واري شاخ ذري گهٽ ڏکڻ اولهه ڏي وڪڙ تي ڪاڏو ۽ اهڙيءَ ريت اُها چوماسي جي ٻنهه منهن ۾ هئي تن جي ڏار ٿيڻ وارو هنڌ شهدادپور جي اوير ۾ ٿي ٿي نتي سگهيو. بلڪ اهو هنڌ گهڻو ڪري ان شهر کان قدري اتر اولهه ۾ هوندو (57). ريگستان جو اهو ڀاڱو، جيڪو ناري ماتريءَ جي اولهه ۾ آهي، تنهن کان اهو هنڌ ويهن ميلن جي اندر آهي. جنهن هنڌ منهنجي خيال ۾ پاتل هو. يعني نوابشاهه تعلقي جي ڏکڻ ۾، پر دراصل اِتي ڪم آندل يوناني لفظ، جنهن جو ترجمو اسين قدرتي طرح 'ريگستان' ڪريون ٿا، تنهن جو مطلب هرويرو سُڃو وارياسو نه آهي. ايريئن اهو لفظ پنجاب جي ندين جي وچوارن غيرآباد ايراضين لاءِ به ڪم آڻي ٿو. اهي غيرآباد ايراضيون گهڻو ٿڻو سخت ۽ کهري پٽ واريون آهن ۽ هاڻي پرپور آبپاشيءَ پوک لائق ڪري ڇڏيون آهن. ٿي سگهي ٿو ته پاتل جي ويجهو ڪا اهڙي غير آباد زمين هجي، جنهن تائين سنڌوءَ جي اُتل جو پاڻي نه پهچندو هجي.

ائين وسهڻ لاءِ هڪڙو ٻيو به سبب آهي ته درياءَ جي ٻوشاخي ٿيڻ جو هنڌ ٿورو مٿيرو هو. الهندي شاخ، جنهن جو اسان وٽ وڌيڪ تفصيلي احوال آهي، سا لڳي ٿو ته ڊيگهه ۾ چڱي وڏي هئي. انهيءَ شاخ منجهان بادشاهه جي مسافريءَ ڪي ڪرنيئس چڱيءَ اپٽار سان بيان ڪيو آهي (58). هو چوي ٿو ته بادشاهه کي 45 ميل هاڪاري آيو، جو ڪيس ترجي ڪِن ماڻهن ٻڌايو ته هو "ٽئين ڏينهن تي" کاري پاڻيءَ ۾ داخل ٿيندو ۽ واقعي ٽئين ڏينهن تي وير جو اثر محسوس ڪيو ويو. ياد رهي ته اها مسافري سنڌوءَ جي چاڙهه واريءَ مند ۾ ڪيئي ويئي هئي، جڏهن وهڪري جي رفتار 8 فٽ في سيڪنڊ يا ڪلاڪ ۾ پنجن ميلن کان به وڌيڪ هوندي آهي. اهڙيءَ ريت ٽن ڏينهن جي مسافريءَ ۾ (رات جو ٻگهه ٻڌي به ڇڏجن) ته 200 ميل به ڪري سگهجن ٿا. جيتوڻيڪ اسان وٽ 325 ق.م. ۾ سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي ڪپر ليڪ (Coastline) مقرر ڪرڻ لاءِ مواد تمام ٿورو آهي، تڏهن به آءٌ اهو ڏيکارڻ جو اُدم ڪندس ته ايريئن جي لکڻيءَ ۾ ان جا ڪي اشارا موجود آهن. انهيءَ وچ ۾، اهو مڃڻو پوندو ته اسان کي سنڌوءَ جي پرڪارن

جي جيڪا ڄاڻ آهي، تنهن ۾ ائين ٿو ڏسڻ اچي ته تڏهن ڊيلٽا جي ڪپر ليڪ اڄوڪيءَ ڪپر ليڪ کان گهڻي اندر تي هئي.

جن صاحبن سڪندر جي ڪاهه جا اکين ڏٺا احوال لکيا آهن، تن ڊيلٽا جي پکيڙ الڳ الڳ ڪٿي آهي. ايرسٽوبولس جو خيال هو ته سنڌوءَ جا ٻه مختلف مُنهن هڪٻئي کان هزار کن اسٽيڊيئم پري آهن. نيارڪس اهو مفاصلو وڌائي ارڙهن سو اسٽيڊيئم ڪري ٿو، ۽ اونيسڪريٽس (Onesicritus) ڄاڻائي ٿو ته سيئي شاخون ۽ سندن وچ وارو ڪپر سڀ ملائي ڪي ٻه هزار اسٽيڊيئم ٿيندا (59). انهن ٽنهي منجهان پهرين ڪٿ ترجيح لائق آهي، جو اها هينئينءَ سنڌو ماتر جي وڏ ۾ وڏ ويڪر سان گهڻي قدر نهڪي اچي ٿي، يعني تنهن ويڪر سان، جا ٺَر جي اپرنڊڙ زمين ۽ ڪوهستان جي ماتر جي وچ ۾ موجود آهي.

پر هت اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته ٻنهي مُنهن جي وچ واري مفاصلي بابت يونانين جا اهي ڪاٿا مڪاني ماڻهن کان ٻڌل ڳالهين تي ٻڌل هئا ۽ نه ڪنهن پختي بنياد تي. هو ٻنهي شاخن جي ڏيگهه ڪي پنهنجي يا پنهنجن ساٿين جي مشاهدي سان پيٽي تي سگهيا، پر لڳي ٿو ته منجهانئن ڪوبه سمنڊ يا سُڪيءَ رستي هڪڙي منهن کان ٻئي منهن تائين ڪونه ويو هو. ٻئي طرف، اسان کي سُڌ آهي ته سڪندر کي پاتل جي حاڪم جيڪي ٻڌايو هو، تنهن مان هُن ڄاڻي ورتو هو ته سنڌوءَ جو ناهيل ڊيلٽا مصر جي ڊيلٽا کان گهڻو وڏو آهي(60).

اِئين وسهڻ ۾ ڪو اهم ڪونهي ته نه رڳو ڪاٻي هٿ واري شاخ، پر ساڄي هٿ واري پڻ، حيدرآباد جي هاٿوڪي هنڌ ۽ گنجي ٽڪر جي اوير ۾ وهندڙ هُئي (61). ساڄي هٿ واريءَ شاخ جو عام رخ ضرور ڪافي پنڌ اوريان ئي تلهي ليکي ڏکڻ اولهه وارو رهيو هوندو، ڇو ته ايرينءَ اسان کي ٻڌائي ٿو ته اُسهڻ کان هڪ ڏهاڙو پوءِ جنهن هوا آرماڙ کي کنيو هو، سا وهڪري جي ٻنهه اُبتڙ ٿي لڳي (62). اها هوا ضرور ڏکڻ اولهه واري چوماسي جي هوندي. اڃا هينيرو جتي درياءَ ويڪرو ٿيو ٿي ۽ هُنن جو ويرين واري پاڻيءَ (Tidal waters) ۾ گهڙڻ ٿيو، اُتي هنن کي هوا جو سمورو ڇوهه آڏو آيو. آڪري پاڻيءَ کان بچڻ لاءِ هنن جنهن "واهه" ۾ پگهه هنيا هئا، سو ضرور ڪا ڪاري يا ڪو ڦاٽ هوندو.

سڪندر جيڪي ڏيهي ماڻهو سونها ڪري پاڻ سان ڪنيا هـُئا، تـن ڪيس ٻڌايو تـہ درياءَ جي اصل منهن وٽ پهچڻ کان اڳ ۾ هڪڙي ٻيٽ تـي وري ٻگهہ هٽڻا پوندا ۽ هن جيڪي ماڻهو جاچ لهڻ لاءِ موڪليا هئا، تن اچي ٻڌايس تہ اهو ٻيٽ چڱو وڏو آهي ۽ نالو ڪـِلـُوٽا (Killuta) اٿس. ٻيٽ تـي پاڻي بـہ آهي تـہ پتڻ بہ. تنهن تي هـُن سونهن جي صلاح مجي پوءِ هـُو پاڻ سـُني ۾ سـُنا غوراب ڪٽي وڏيڪ جاچ لهڻ لاءِ اڃا اڳتي ويو. ”۽ ٻهرئين ٻيـٽ ڪـان ڪـي بـہ سـو اسٽيڊيئم پري نڪري آيا تہ هڪڙو ٻيو ٻيٽ ڏٺائون، جو چڱو پنڌ سمنڊ اندر هو.“ بادشاهہ موٽـي آيـو ۽ آرمـاڙ ڪـي ڪـِـلوٽا جـي آخـري ڇيـڙي وٽ آڻـي بيهاريائين ۽ ٻئي ڏينهن اُتان وڃي هاڪاري وڃي ٻئي ٻيٽ تـي لنگرانداز ٿيـو، جنهن ٻيٽ بابت اسـان کي وري ٻـُڌايو وڃي ٿـو اهو ”اونهي سمنڊ ۾ هـو.“ آءٌ سمجهان ٿو تہ اهو تفصيل انهن ڪارگذارين جي هنڌ جو پڪو ڏس ڏئي ٿو.(63)

هڪڙو ٻيٽ، جو سنڌوءَ جي هڪڙي ڇوڙ کـان پرتـي ڪليـل سمنـڊ ۾ چڱو اندر هـُجي، سو انهن گپ دڙن ۽ ريٽن کان تہ وڏيڪ پختو ۽ نهرو هونـدو، جي خشـڪي (mainland) کان ڪارين رستي ڏار ٿيل هـُئا ۽ جي هاٿوڪي ڊيلٽا جـو سمنڊ وارو پاسو نـاهين ٿـا. تنهـن کـان سواءِ، اسان جي سيني ۾ معتبـر راويءَ موجن، سڪندر جي ڏينهـن ۾ ڊيلٽـا جي الهندي پـاڳي جـو ڪپـر، جي ڏکـڻ ۾ مڪلي (Makli) ٽڪرين ۽ پير پٺي (Pirpatho) کان پرتي ويندو بـہ هونـدو، تـہ گهٽو نـہ. هاڻي پير پٺي کان اٽڪل يارهن ميل ڏکڻ اوير ۾، ذري گهٽ اٿهنيـنءَ ڊگهائي ڦاڪ تي، ابن شاهہ (Abanshah) نالي هـڪ هيڪلي ٽڪري آهي، جا ڏيڍ ميل کن ڊگهي ۽ اڌ ميل کن ويڪري آهي ۽ پٽ کان ڪي 75 فٽ اتـانهين ٿيندي (64). آءٌ سمجهان ٿو تہ اهائي اهو اونهي سمنڊ اندر ٻيٽ هو، جنهن تـي سڪندر ٻگهہ ٻڌا هئا.

ڪـِلوٽا انهيءَ هنڌ کان اتر اوير ۾ ميرپور ٻٺوري (Mirpur Bathro) جي ٿورو ڏکڻ ۾ هوندو. ڪتاب ۾ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي، جنهـن مـان سمجهجي تہ اهو درياهہ جي وريچ سبب ٻيٽ ٻڻجي ويل سنئون پٽ نـہ پر ٻيو ڪجهہ هـو. ان جا ”پتڻ“ ڪارين کان وڏيڪ ڪـُجهہ نـہ هوندا، جي هوا کـان محفوظ هونديـون ۽ جن ۾ ڪي بہ ڇوهيون ڏارائون نـہ هونديون ۽ منو پـاڻي، تـہ اُتـي آبڪلاٽـيءَ جي منڊ ۾ سولائيءَ سان ملي سگهيو ٿي.

سڪندر پاتل موٽي آيو ۽ پوءِ ڪاہي پاسي واريءَ يا ايرندي شاخ جي جانچ لهي ڏنائين. ان جو احوال وڏيڪ مختصر آهي. اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ ڪجهہ پنڌ هاڪارڻ ڪان پوءِ (65) هو درياءَ جي ڇوڙ وٽ هڪڙي وڏيءَ ڍنڍ ۾ اچي نڪتا. اها ڍنڍ درياهہ جي پکڙجڻ ڪري نهي پئي هئي، ”يا شايد ير پاسي تان وهي ايندڙ پاڻي ان کي وڏو بڻائي ٿو. ايترو وڏو جو اها بنهہ اهڙي ٿي لڳي، جهڙي ڪا سامونڊي نار.“ بيو تہ نهيو، ان ۾ سامونڊي مڇيون بہ هيون، جي ايگيئن (Aegenan) سمنڊ جي مڇين ڪان بہ وڏيون هيون. سڪندر ڍنڍ ۾ آرماڙ جا پڳهہ اتي ٻڌڻ جو حڪم ڏنو، جتي سونهن چيو. ۽ پاڻ ڪجهہ ٻيڙا ساڻ ڪري ڪلئي سمنڊ ڏي هاڪاري ويو. اسان کي اهو نتو ٻڌايو وڃي تہ ڍنڊ ڪان اڳتي درياءَ سوڙهو ٿيو ٿي يا نہ. ۽ نہ ئي وري اهو تہ ڍنڍ جو پاڻي منو هو يا کارو: پر جيئن اڳيئي ڏسي چڪا آهيون. آبڪلاٽيءَ جي ٿوهہ وقت سنڌوءَ جو وهڪرو ايترو تہ گهٽو ٿئي ٿو. جو ان جي ڇوڙ (Outfall) ڪان بہ ڪجهہ پنڌ پرتي مٿاڇري جو پاڻي منو رهي ٿو.

ايريئن هت هڪڙي عجيب ڳالهہ ڪري ٿو. اها هيءَ تہ بادشاهہ پڳهہ ٻڌائي، ٿورا سوار ڪٺي، ڪپر وني، ٽن ڏينهن جو پنڌ ڪري، اهو ڏسڻ ويو تہ اهو ملڪ ڪپرائتي مسافري (Coasting Voyage) لاءِ سٺائو ٿيندو يا نہ ۽ واٽ تي کوهن کٽڻ جا حڪم بہ ڏيندوآيو: ”تہ جيئن خلاصين کي پيئڻ جو پاڻي ملندو رهي.“ اهو پڻ چيو وڃي ٿو تہ هن پاتل موٽي وڃي لشڪر جو هڪڙو ڀاڱو اوڏانهن ڏياري موڪليو تہ وڃي اهي حڪم پورا ڪن. جنرل هئگ آبڪلاٽيءَ ۾ ديلٽا تان سڪيءَ جي ان مسافريءَ کي چسي ڏند ڪٿا ٿو ڪوني. ان منڊ ۾ کوهن جي کوٽائي بہ اجايو احتياط هئي ۽ اهو پڻ اڻ ٺيٺو ٿو لڳي تہ ڪو انهن کوهن جو پاڻي درياءَ جي لهڻ ڪان پوءِ بہ منو رهيو هوندو. ٿي سگهي ٿو تہ هيءَ ڪهاڻي سڪندر جي همہ گير دوراندیشيءَ لاءِ گهڙي ويئي هجي، پر ايريئن اهڙي قسم جي بلوسيءَ مان ڇاڻندو ئي ڪونہ هو (66). اسٽرابو جي لکڻ موجب، اونيسڪريٽس سمنڊ جي ڪسر کي گپ، ويرين ۽ سمنڊ ڪان لڳندڙ هوائن جي ڪري ڏٽين وارو ڄاڻائي ٿو، خاص ڪري دريائن جي ڇوڙن وٽ (67).

نيارڪس جي سامونڊي مسافريءَ جو جيڪو احوال ايريئن نقل ڪيو آهي، تنهن ۾ خوش قسمتيءَ سان سنڌ بلوچستان جي ڪپر جو بيان هنڌن ماڳن

(Topographical) جي تفصيلات سان ڀريل آهي. پر ان جي تاويل ۾ ڪئين مشڪلاتون درپيش اچن ٿيون. پهرين هيءَ آهي ته نيارڪس روانو ڪٿان ٿيو هو؟

بادشاهه سڄي سنبت انهيءَ خيال کان ڪرائي هئي ته ساموندي سفر سنڌوءَ جي ايرندي ڇوڙ وٽان شروع ڪبو، ڇو ته هن اها خاطري ڪري ورتي هئي ته اتان لنگهڻ وڌيڪ سولو ٿيندو. هن ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي بندر ٺهرايو هو، باروت خاني جو بندوبست ڪري ڇڏيو هو ۽ لشڪر پڻ ويهاري ڇڏيو هئائين. تڏهن به جيتوڻيڪ نيارڪس اسان کي ٻڌائي ٿو ته هو هڪڙي گهاٽ (Naval Station) تان روانو ٿيو هو، سندس گهاٽ اهو نٿو لڳي، جو بادشاهه انهيءَ مقصد لاءِ تيار ڪرايو هو. نيارڪس جي پنهنجيءَ ڪٿ موجب ايرندي ڇوڙ ۽ الهندي ڇوڙ جي وچ ۾ مفاصلو 1800 اسٽيڊيئم هو (68). اها ڪَٿ ٻيو نه ته ان ڳالهه جي ساک طور مڃي سگهجي ٿي ته هو هڪڙي ڇوڙ کان ٻئي ڇوڙ ڏي ڪونه ويو هو، ڇو ته جيڪڏهن هو ڪپر ڏيئي، پنهنجو هاڪارڻ وارو سفر ايرندي ڇوڙ وٽان شروع ڪري هئا، ته پوءِ کيس اوس ٻئي ڇوڙ ڏي اچڻو پوي ها.

اسان کي پتو آهي ته نيارڪس جڏهن آرماڙ جو امير مقرر ٿيو هو (69)، تڏهن کيس پنهنجي جوابداريءَ جو ڪيترو نه ڳوڙهو احساس هو ۽ اسان کي هيءُ به معلوم آهي ته سڪندر کي نيارڪس واري مهم جي ڪاميابيءَ جي نه رڳو تياريءَ وقت پر مهم دوران به، جڏهن هو پاڻ وڏيءَ مشڪلات ۾ هو، ڪيتري نه ڳڻتي هئي. جيڪڏهن نيارڪس بادشاهه جي ڪيل بندوبست ۾ پنهنجي منهن ڪا ڦيرڦار ڪئي هوندي ته ضرور ڪنهن ڳري سبب جي ڪري ائين ڪيو هوندائين.

اسٽرابو اسان کي ٻڌائي ٿو ته نيارڪس کي، هن جي پنهنجي چوڻ موجب، ڏيهي ماڻهن ۾ اڳرائيءَ جا اهڃاڻ ڏسي، تڪڙو اسهڻو پيو هو، ڇو ته "بادشاهه کي اسهيل ڏسي هنن جو من وڌي ويو... ۽ مٿن چڙهي آيا ۽ کين ملڪ مان تڙي ڪڍڻ جي ڪيائون" (70). يانئجي ٿو ته ان واقعي وقت نيارڪس پنهنجي آرماڙ سان ڍنڍ تي تازي ناهيل گهاٽ تي ڪونه هو، نه ته جيڪر هو اتان ئي ٻيڙي چوڙي روانو ٿي وڃي ها ۽ پوپان بادشاهه جو نائب، پيٿان (Peithon)، ٻيو بغاوت سان مُنهن ڏئي ها (71). سنڌوءَ جي لهندڙ پاٽيءَ ۾ اوپارو وڃڻ ۽ وڃي ڪکر ۾ ڪڙو هٽڻ وڏي جو ڪم جو ڪم ٿئي ها. کيس بادشاهه جو حڪم

هو تہ ڪپر جي چڱيءَ طرح پرتال ڪئي وڃي تہ جيئن، ظاهر آهي تہ، سلطنت جي ڪپر واري پرڳڻن جي وچ ۾ باقاعدي لهہ وچڙ جو بندوبست ڪري سگهجي. ڪيس بيواجبي جو ڪم نہ ڪٿنا هئا (72).

اسان کي، انهيءَ ڪري، ائين وسهڻو پوندو تہ نيارڪس اوڏيءَ مهل پاتل ۾ هو. بادشاهہ ايرندي شاخ جي پرتال ڪرڻ کان اڳ هفائيشن (Hephaestion) کي حڪم ڏنو هو تہ "گهاٽ جي مورچيبنديءَ ۽ گودين جي اڏاوت جو جوڳو انتظام ڪيو وڃي، جو تہ هن پهہ ڪيو هو تہ پاتل شهر جي ويجهو، جتي سنڌو ندي ٻوشاخي ٿئي ٿي، اتي ڪجهہ جهازن جو آرماڙ ڇڏي وڃجي." مون کي ائين ٿو وسهڻ ۾ اچي تہ ڊنڊ وارو گهاٽ اجا راس ٿيو هوندو ۽ ٻيڙا اجا پاتل وٽ گڏ ٿيل هوندا. جو ڪا اهڙي ڳالهہ ٿي هوندي، جنهن جي ڪري سموري رٿا بدلائڻي پيئي هوندي. ڳالهہ رڳو تر جي ماڻهن جي اڳرائي واري روش جي هجي ها، تہ نيارڪس وري ايرندي شاخ ۾ گهڙي وڃي ها بادشاهہ بہ تہ ان ئي رستي لاءِ تياريون ڪرايون هيون.

انت اهوئي نتيجو ڪڍڻو پوي ٿو تہ درياهہ شاهہ دادلي کي وري جوڪي آئي هوندي ۽ پاڻيءَ لهڻ کان پوءِ اوير واري شاخ جهاز رانيءَ جوڳي نہ رهي هوندي. ٻوڏن واريءَ مند جي پڇاڙي اهو وقت هوندو آهي، جنهن وقت سنڌو، ائين ڪٿي چئجي تہ اهو 'فيصلو' ڪندي آهي تہ هوءَ ايندڙ سانگهاري جي مند ۾ کهڙو ڦاٽ ڇڏيندي ۽ کهڙو وٺندي، جو تہ سانگهاري جي مند ۾ هوءَ هڪ کان وڌيڪ ڦاٽن مان نہ وهندي آهي (73). ياد رهي تہ سڪندر شاخ جي پرتال چاڙهہ جي مند ۾ ڪرائي هئي ۽ نيارڪس چاڙهہ جي لهڻ کان پوءِ روانو ٿيو هو. انهيءَ مختصر مدي اندر عام طرح ڪئين ڦيريون ڦاريون رونما ٿي ويندي يون آهن.

جو نہ ڪا اهڙي صورتحال ڌيان ۾ آڻجي، جا هاڻوڪيءَ سنڌ ۾ وقت بوقت رونما ٿيندي رهي ٿي سڪندر جي وڃڻ کان پوءِ جيڪي ڏيهي ماڻهو ٻنهي شاخن ۾ سندس سونهان ٿيا هئا. سي ادب سان نيارڪس کي وڃي هيئن چون: "اسين توهان جي بادشاهہ کي تہ ڪجهہ ڪونہ چئي سگهياسون، جو هو ديوتائن سمان آهي. پر توهان کي اسين هيءُ ٻڌائڻ جي جرئت ڪريون ٿا، جو متان اسان تي ميار اچي، تہ توهان جنهن اوير واريءَ شاخ سان اسهڻ تي سنبريل آهيو، سا مهيني کن ۾ سُڪي ويندي."

نيارڪس جي مسافريءَ جو جيڪو احوال ايريئن ڏنو آهي، تنهن موجب هو "ڳهاٽ کان سنڌونديءَ وني لهوارو هاڪاري هليو هو" (74) ۽ ٽن ننڍن مرحلن ۾ سمنڊ کان وڃي نڪتو. ٿي سگهي ٿو تہ اهو گهاٽ هن پاڻ الهنديءَ شاخ تي ڪنهن هنڌ تڙ تڪڙ ۾ نهرايو هجي، پر سڪندر سان ڳالهہ نہ ڪئي هجئين، ڇو تہ بادشاهہ هن جي اوپر واريءَ شاخ واريءَ مهم جي ڪاميابيءَ لاءِ ايتري تڪليف ورتي هئي ۽ متس ايترو ڀروسو ڪيو هُئائين.

هي جو نيارڪس جي ڏنل احول ۾ ڪلوٽايا اُن ٻيٽ جو، جيڪو سڪندر اعظم پاڻ الهنديءَ شاخ جي پرتال ڪندي سمنڊ ۾ اندر ڏنو هو، ڪو مذڪور ڪونهي (توڻي جو ڪيترائي ٻيا نوان نالا هن جي سفر جي احوال ۾ آيل آهن). سو متئين انومان کي آڏو رکڻ سان سمنڊ ۾ اچي وڃي ٿو. پر قياس آرائيءَ کي ايترو ٻري ڇڪڻ جو ڪو خاص ضرور ڪونهي. اسان کي اهو ياد رکڻو آهي تہ جڏهن نيارڪس پنهنجا ٻيڙا هاڪاريا هئا، تڏهن چوماسي ۾ هڪ منجهائيندڙ ٺاپر هئي (75) ۽ آبڪلاٽي پوري ٿيڻ تي هئي. ياڻئجي ٿو تہ هُو سمنڊ ڏي ڪو ٻيو واهڙ وني ويو هو ۽ نہ اهو جيڪو بادشاهہ ورتو هو، شايد ان ڪري جو بادشاهہ وارو واهڙ ڪنهن سبب وڏيڪ ڏکيو يا جوکائتو ٿي ويو هو (76). جو واهڙ هن ورتو هو، سو ڪو منهن وٽ لٽجي ويو هو، سو خلاصين کي ان منجهان واهہ ڪڍڻو پيو (77). اهو واهہ ضرور سمنڊ جي ويرين چڙهڻ ڪري ڪجهہ ويڪرو ٿيو هوندو. نيٺ هو ٻيڙا ان واهڙ منجهان تاري سمنڊ منجهہ وني آيا. ائين وسهڻ بيواجبي نہ ٿيندو تہ اهو واهڙ ڪلوٽا واري وڏي ٻيٽ وٽان انهيءَ ٻئي واهڙ جي ٻيءَ پر تي هو، جنهن رستي سڪندر سمنڊ تائين پڳو هو. آءُ ڪن ڳالهين جي ڪري، جن جي اپٽار سگهوئي ڪبي، اهو پڻ چوندس تہ اهو نيارڪس وارو واهڙو ڪابي پاسي ڏکڻ ڏانهن ٿي ويو، جڏهن تہ بادشاهہ ساڄي هٿ وارو واهڙ ورتو هو، جيڪو اولهہ يا ڏکڻ اولهہ طرف ٿي ويو.

هاڻ اچو تہ ان مسافريءَ جي وڌيڪ ڇڪاس ڪريون، جيئن ايريئن پنهنجي ڪتاب ۾ ان کي بيان ڪيو آهي. آرماڙ 'لنگرگاهہ' ڇڏي ڏنو ۽ ننڍن ننڍن مرحلن ۾ سمنڊ ڏانهن راهي ٿيو. انهن مان ٻئي مرحلي تي، جو منڊ کان اوستائين چڙا پندرهن ميل هو، وير ڏسڻ ۾ آئي، جنهن جي آلڙ کان پوءِ بہ دريا ء جو پاڻي کارو رهيو. ڇيو وڃي ٿو تہ اهو هنڌ خود سمنڊ کان ٽن ميلن کان ٿورو

وڏيڪ پري هو: تيڻ تہ ائين گهربو هو تہ گهٽ ۾ گهٽ وير جو اثر اجا متيرو محسوس ڪيو وڃي ها. توڙي جو ائين بہ آهي تہ جيڪڏهن درياءَ جو چاڙهہ اجا ڪجھہ موجود هو، تہ پوءِ ڪم از ڪم ان هنڌ تائين، پاڻي منو رهي ها. جن ٽن هنڌن تي آرماڙ پڳهہ ٻڌا، تن جا نالا چاٽايا ويا آهن اِسٽُورا (Stoura)، ڪئومارا (Kaumara) ۽ ڪوريسٽيس (Koreestis). انهن جي سڃاڻپ جي ڪوشش اجائي ٿيندي. نيارڪس چوي ٿو تہ اسان سفر جي شروعات ڪان پوءِ هڪڙي ڏينهن جي پنڌ تي هڪڙو وڏو "واهہ" ڏٺو ۽ هڪڙو ٻيو واهہ وري ٻئي مرحلي ۾ ان هنڌ ڏٺوسون، جنهن هنڌ اسين وير جي اثر ۾ آياسون. هُو يا هن جو سمپادڪ ايريئن هڪڙو لفظ (78) ڪتب آڻي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي "وڏو واهہ" پر تي سگهي ٿو تہ هن ڪي ڊيلٽا جي قدرتي شاخن جي سڏائي ڏسي اهڙو گمان ٿيو هُجي. هاڻوڪي زماني اندر ڊيلٽا خاص ۾ ڪي بہ هترادو واهہ ڪين آهن ۽ نہ ئي وري ڪڏهن اڳي هوندا، چو تہ ساليانو ٻوڏ پٽ جي سموري مٿاڇري تي پکڙي وڃي ٿي ۽ ان ڪي سنوت ۾ آڻي ڇڏي ٿي. پر دريائي رستا (Waterways) ڪيترائي هُئا ۽ پاڻئجي ٿو تہ نيارڪس ڪان سٽائي ۾ سٽائو رستو ڳِسي ويو هو، چو تہ جيڪو رستہ هن ورتو هو، سو، جيئن اڳيئي چاٽايو اٿئون، مُنهن وٽ بند هو. لنگر گاهہ ڪان ڪليل سمنڊ تائين جهاز رانيءَ جو ڪُل مفاصلو چڙا ارڙهن ميل چاٽايو ويو آهي.

خود سمنڊ ڀرئين ڏينهن جي مسافري "تيڙن ۽ ڦيراٽين" (79) سوڏي 150 اسٽيڊيئم يعني 2/1 17 ميل ڪٽي ويئي، جنهن پڄاڻا هُو ڪروڪَل (Krokala) نالي هڪڙي واريا سي ٻيٽ تي وڃي لنگرانداز ٿيا. ارڙهين صديءَ عيسويءَ ۾ ڊيلٽا جي الهندي ياڳي ۾ هڪڙي علائقي جو بہ اهڙوئي نالو هو. جن صاحبن ايريئن تي شروع شروع ۾ ٽيڪائون ڪيو هيون (80)، تن نالن جي اِن مشابهت ڪي چڱو ڪنيو هو، پر اها مشابهت شايد اتفاقي هئي ۽ بس.

مسافريءَ جي ٻئي مرحلي ۾ جن هنڌن جو ذڪر اچي ٿو، تن ڪي سڃاڻڻ گهڻو ڏکيو نہ ٿيندو. "اُتان هاڪاري هليا تہ سنڌن ساڄي هٿ تي اُتانهيون هيون، جن ڪي هُنن ايروز (Eiros) تي ڪوٺيو ۽ سنڌن ڪابي پاسي هڪڙو ٻيٽ هو، جيڪو سمنڊ سان لڳو لڳ هو. اهو ٻيٽ ڪپر جي سنوت ۾ ائين ڦهليل هو، جو اتي هڪڙي نار نهي پيئي هئي. اها نار اُڪري، هو هڪڙي بندر ۾

وجي نڪتا، جتي هڪڙو سٺائو هنڌ ڏسي، ڀڳهه ڪٺي ٻڌائون. نيارڪس ڪي اهو بندر ايترو ته وڏو ۽ سنو لڳو، جو هن ان جو نالو ئي ڪٺي سڪندر جو بندر رکيو. بندر جي منهن واري پاسي، ٻه اسٽيڊيئم پريرو هڪڙو ٻباڪتا (Bibakta) نالي ٻيٽ آهي. پر اهو سڄو علائقو سنگد (Sangada) سڏجي ٿو. اهو بندر انهيءَ ٻيٽ جي ڪري ئي وجود ۾ آيل هو، جيڪو ڪجهه اندر سمنڊ ۾ ٻينل هو.

سڪندر جو بندر عام طرح ڪراچيءَ کي سمجهيو وڃي ٿو، ايروز واريون اتانهيون- گذري ۽ ڪلفٽن جون ٽڪريون آهن. سمند سان سنئون ٻيٽ ٿيو ڪياماڙي ۽ ٻباڪتا ٿيو منهوڙو (81). اهي سڄاڻپون منهنجي خيال ۾ بلڪل غلط آهن، جا ڳالهه آءٌ اميد ته ايرئين جي ليکت مان ثابت ڪري ڏيکاريندس. حوالا اهڙن هنڌن جا ڏيندس، جن بابت ائين وسهڻ بيواجبي نه ٿيندو ته اهي چوٿين صدي قبل مسيح کان خيرکي مَتيا هوندا ۽ نيارڪس جا ڄاڻايل مفاصلا به ليکي ۾ آڻندس.

منڍ ۾ اهو ڏسڻ کپي ته 325 ق.م. ۾ سنڌ جي سامونڊي ڪپر جي پرسان ۽ سنڌوءَ جي ڊيلٽا سان لڳو لڳ اهو ڪهڙو هنڌ هو، جنهن کي "اتانهيون" جي نالي سان سڏڻ واجبي ٿيندو. جيڪڏهن اسين ملڪ جو ارضياتي نقشو ڪٺي جاچينداسين ته اسان جي نظر هڪدم مڪلي ٽڪرين ڏانهن ڇڪجي ويندي. اهي ٽڪريون اولهه سنڌ جي مکيه ٽڪرن جي ڇڳو ڏکڻ ۾ ۽ انهن کان ڌار ٻينل آهن ۽ ساڳئي وقت هاڻوڪي ڊيلٽا ۾ منهن جي لڳو لڳ آهن (82). مسافريءَ جي ڪنهن مرحلي ۾ اهي ٽڪريون نيارڪس ۽ سندن ساٿين کي چٽيءَ ريت نظر آيون هونديون.

هاڻوڪي زماني ۾ مڪلي ٽڪرين جي اُترئين ڇيڙي کي ان متانهين ٽاڪرو پٽ کان لٽاسي پٽ جا اٽڪل ٽي ميل ڌار ڪن ٿا، جيڪو عام طرح الهندو طرف وڻندو ڪراچيءَ ۽ راس مانزي (Cape Monze) تائين هليو وڃي ٿو. سنڌونديءَ جيڪو الهندي ۾ الهندو ڦاٽ وني، سمنڊ تائين پهچي سگهي ٿي، سو ان وٽيءَ منجهان لنگهي ٿو ۽ ان کان اوريون ڦاٽ مڪلي يا پير پٺي وارين ٽڪرين جي ڏاکڻي ڇيڙي وٽان لنگهي ٿو. اهي اتانهيون ۽ انهن جي پاسن کان متانهون پٽ آءٌ سمجهان ٿو ته ڪلوٽا ٻيٽ جي اتر اولهه ۾ ڪي گهٽو پري

نہ هوندا ۽ ساموندي ڪپر سان لڳل هوندا، پريان سمنڊ ۾ هڪڙي ريٽ جي ساڳي ڪروڪَل واري بيهڪ هوندي. هن نظريي موجب، ڪروڪَل، ڪـلـُوٽا بيٽ جي ڏاکڻي ڪپر جي پريان ۽ جنهن واهڙ ڪان نيارڪس هاڪاري آيو هو ۽ جنهن واهڙ مان سڪندر لنگهيو هو، تن ٻنهي جي وچ ۾ پر پوئين واهڙ کي قدري ويجهو هوندو. ڪروڪل تان لنگر کڻڻ کان پوءِ آرماڙ درياهہ جو چوڙ پار ڪيو هوندو، جتان بادشاهہ اونهي سمنڊ واري بيٽ ڏانهن هاڪاري ويو هو. اهو بيٽ منهنجي خيال ۾ ابن شاهہ هو: اهو ڪروڪل جي الهندي ڇيڙي وٽان ڦرڻ وقت ڪانئن ڪئين ميل ڪابي طرف تي سگهيو تي. نيارڪس کي اوڏانهين وڃڻ جو ڪو ضرور ڪونہ هو. ڇاڪاڻ تہ سڪندر اڳيئي اتان تي ويو هو.

منهنجو خيال آهي تہ نيارڪس اتر اولهہ ڏانهن ويندي آرماڙ کي هڪڙي ڳچي سمنڊ منجهان هاڪاريندو، هڪ اهڙي هنڌ وٺي ويو، جيڪو هاٺوڪي 'گجو' (Gujo) نالي ڳوٺ کان گهٽو پري نہ هو. سندس ساڄي هٿ تي پر پٺي ۽ مڪلي ٽڪرين جو ڏکڻ اولهہ وارو پاسو ۽ کابي هٿ تي هڪڙو دڙو هو، جيڪو ٽڪرين سان پور وچوٺيءَ تي هو. هتان شايد سنڌوءَ جي الهندي شاخ منجهان هڪ ٻي ڪاري ايروز جي اترينءَ ڪنڊ وٽان ڦرندي ٻاهر تي آئي. انهيءَ ڇاڙ وٽ چڱو وڏو ۽ پلو لنگر گاهہ موجود هوندو، جنهن جي منهن وٽ ٻباڪتا جو بيٽ هو. اهو بيٽ، آءٌ سمجهان ٿو تہ انهن ٽاڪرو اتانهين مان هڪڙو هو، جيڪي انهيءَ پسگردائيءَ ۾ آهن ۽ شايد گڏيل نالو ٽرڙي گـُجو (Tharri Gujo) اٿن. منهنجي خيال ۾ "سڪندر جي بندر" جي بيهڪ اجها اِها هئي. هتان وارو لٽاسو پٽ سمنڊ جي مٿاڇري کان ٿورو مٿي آهي ۽ گمان آهي تہ گڏريل ٻاويهن صدين اندر نهيو هوندو.

آءٌ انهيءَ مفروضي تي اڳتي وڌندس تہ سڪندر جو بندر هاٺوڪي ڳوٺ گجي کان گهٽو پري ڪين هو. ان هنڌ کان گهاري تائين ڏهاڪو ميل اولهہ طرف، هاڻ ساڳيو لٽاسو پٽ مٿيءَ جي دڙن ۾ واريءَ جي ڍبن سا چانيل آهي ۽ ان جي سمنڊ جي مٿاڇري کان سراسري اتانهين چڙا ويهہ فوٽ ٿيندي. هاٺوڪي شاهي رستو گهاري پهچڻ کان اڳ اتر ڏي لڙي ويرن واري ڪاري ٽپي ٿو. اها ڪاري ڪلري واهہ جي سنوت ۾ سنڌو ڊيلٽا جي پراڻن ڦاٽن مان سيني ۾ الهندو ڦاٽ آهي. شاهي رستو اتان هڪدم مٿانهين پٽ وٽ اچي نڪري ٿو، جيڪو

چن پٽر جي ٽڪرين سان چانيل آهي. اهو مٿانهون پٽ ڪوهستان جون پير ٽڪريون آهن. ان هنڌ کان گهاري واري ڪاريءَ جي ساڄي ڪنڌيءَ عام ڪري ٽاڪرو آهي ۽ گهٽڻ هنڌن تي اُپيون چپيون اٿس. جيڪو ڪابي هٽ وارو هيٺانهون لٽاسو پٽ ڏکڻ ۾ ميرپور ساڪري ۽ ان کان اڳتي هليو وڃي ٿو. سو سٽت ئي ريٽن ۽ تمر وڻ سان چانئيل ڊيٽين ۾ منجهي وڃي ٿو. اهي ريٽ ۽ ڊيٽيون ويرن جي پهچ اندر آهن.

ريورٽي ڊيلٽا جي هاٽوڪي الهندي پاڳي کي ويجهڙائيءَ ۾ نهيل سمجهي ٿو ۽ شڪ ناهي تہ گهارو ڪڏڙو (Gharo Kudro) ڪارين جي ساڄي پاسي واري اتانهين ڪنڌي، گهاري ۽ ابراهيم حيدريءَ جي چوڙ جي وچ ۾ پورن ٽيهن ميلن تائين، نيارڪس جي ڏينهن وارو ساموندي ڪپر هئي. جيڪو دڳ گهاري ۽ گجي کي ڳنڍي ٿو، تنهن جي اُتر واري پٽ جو ڪجهہ پاڱو شايد سمنڊ جي هيٺان هو. ڏکڻ اولهہ وارو سمورو تر تہ سمنڊ ئي سمنڊ هوندو.

اهڙيءَ ريت، ڪناري جو عام رخ ذري گهٽ اوير ۽ اولهہ رهيو هوندو. جي سچ پچ ائين هو تہ پوءِ اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي تہ نيارڪس چو سڪندر جي بندر ۾ تيترو وقت ترسيو پيو هو، جيترو وقت ڏکڻ اولهہ وارو چوماسو لڳندو رهيو.

سڪندر جي بندر مان نڪرڻ کان پوءِ مسافريءَ جو پهريون مرحلو ننڍو هو، يعني 60 اسٽيڊيئم. منهنجي ڪاٿي موجب، اهو مفاصلو اڪرڻ کان پوءِ آرماڙ اهڙي هنڌ اچي پهتو هوندو، جتان گهارو ڪي ٽي ميل پري هوندو. هت ڪپر وارياسو هو ۽ پرسان ڊومائي (Domei) نالي هڪڙو غير آباد ٻيٽ هو. اهو ٻيٽ لهر ٽوڙ (Breakwater) جي حيثيت ۾ چڱو ڪارائتو هوندو (سمنڊ ضرور مست هوندو، چو تہ چوماسو اجا هينئر ئي پورو ٿيو هو). ڪپر تي تہ پاڻي ڪونہ هو، البت ويهارو اسٽيڊيئم ٻيٽ ۾ اندر وڃڻ تي هنن کي پاڻي هٿ آيو هو. آءٌ ان کي ملڪ جي موجوده ڪيفيت جو بيان سمجهان ٿو، جو اهو ان سان بلڪل نهڪي اچي ٿو. مسافريءَ جو ٻيو مرحلو سارنگ (Saranga) تائين هو. ان جو ڪل مفاصلو 300 اسٽيڊيئم ڪٿيو ويو آهي. آرماڙ ڪپر جي ويجهو پڳهہ ٻڌا ۽ پاڻيءَ لاءِ 8 اسٽيڊيئم سڪيءَ اندر وڃڻ پيون. اتان هو ساڪل (Sakala) هاڪاري ويا، جيڪو غيرآباد هو ”۽ اتان هليا تہ ڪين ٻن

چپن جي وچ مان لنگھٽو پيو. جي هڪبئي کي ايتريون تہ ويجهيون هيون، جو بنهي پاسي ونجهہ چپن سان ٿي ٽڪريا ۽ 300 اسٽيڊيئم ڪري وجي مورنتوبار (Morontobara) ۾ لنگرانداز ٿيا."

منهنجي خيال ۾ سارنگ ۽ ساڪل ترتيبوار وتيجي ۽ ابراهيم حيدري آهن. پويون هنڌ هن ويران ٽاڪرو ڪپر جي آخري ڇيڙي تي هاٿوڪي ڪاريءَ جي مٿان آهي. گذري ڪاري، جا ملير نديءَ جو ڇوڙ (Estuary) آهي، سا بہ هتي اڃي ان ڪاريءَ سان ملي ٿي.

مورنتوبار ضرور ڪراچيءَ جو بندر هوندو.

چاٿايل رستي جو يعني گجي ڪان وٺي ڪراچي بندر جي منهن تائين اصل مفاصلو 50 ميلن ڪان ڪجهہ وڌيڪ آهي ۽ ڪپر جي وڪڙن کي ڏسندي اهو مفاصلو ڪجهہ وڌائي سگهجي ٿو. نيارڪس جي ڪٿ موجب، سڪندر جي بندر ڪان مورنتوبار تائين مفاصلو 660 اسٽيڊيئم يا 73 ميل هو. جيڪو هن ٽن مرحلن ۾ پورو ڪيو. اها ڪٿ شايد 38 سيڪڙو وڌيڪ آهي، پر حالتن کي ڏسندي اها وڌ ڪٿ قدرتي هئي. جن مرحلن جا روانگي ۽ پهچ وارا هنڌ اسين وڌيڪ خاطريءَ سان سڃاڻي سگهون ٿا، تن مان ڪن جو مفاصلو بہ ساڳيءَ طرح وڌيڪ ڪٿيل آهي.

مورنتوبار جي ڪراچي بندر سان مشابهت پهرين پهرين هڪ صدي اڳ جاگرافيدان، هينري ڪئپرٽ (Henry Kierpert)، ڏيکاري هئي. هو آڳاٽي هندستان جو اولين نقشي نويس (Cartographer) هو (83). آءٌ هيٺ اهي سبب چاٿايان ٿو جن مون کي پڻ ساڳئي نتيجي تي پهچايو آهي.

اهو ويچارڻ وقت تہ ٻاويهہ صديون اڳي جو ڪنارو اڄوڪي ڪناري سان ڪيتري قدر ملندڙ يا اُن ڪان ڦريل هو، اسان کي اهڙن ٽڪرن تي ڌيان ڏيڻو پوندو، جيڪي آتشي (Volcanic) نہ آهن. انهن ٽڪرن ۾ ورلي ڪا ڦيرڦار آئي هوندي، توڻي جو سمنڊ جي سطح انهن جي نسبت سان ٿي سگهي ٿو تہ مٿجي ويئي هجي.

ايريئن اسان کي ٻڌائي ٿو تہ مورنتوبار تي لنگرانداز ٿيڻ ڪان اڳ آرماڙ کي "ٻن چپن جي وچ مان لنگھٽو پيو. جي هڪبئي کي ايتريون تہ ويجهيون هيون، جو بنهي پاسي ونجهہ چپن سان ٿي ٽڪريا" ۽ ڪين: "انهن چپن جي وچان

لنگهندي وڏيون وڏيون لهرون آڏو آيون ۽ سمنڊ جي ڌارا چوهي هئي: ائين ٿي لڳو، ڄڻ انهن ڇپن منجهان اکري پار پوڻ کا وڏي مهر هجي."

هاڻ کو آرماڙ ابراهيم حيدريءَ کان نکري، گذري ٽپندو (هي ٻه ٻه انهن جتاءِ کنڊڙ هنڌن مان آهن، جن جو اڳيئي اشارو کيو اٿئون)، ڪپر جي سنوت ۾ هاڪاريندو هلندو، ته ان کي واري پهڻ جا ٻه ننڍا بيٽ، جي هاڻ آئسٽر ٽڪر (Oyster Rocks) سڏجن ٿا، واٽ روڪيندا نظر ايندا. انهن مان هڪڙي جي تراڪڙي چوٽي پکيڙ ۾ ٻه يا ٽي ايڪڙ ٿيندي. پاسن کان اپيون ڇپون اٿس، جي سمنڊ کان کي پنجاهه فٽ مٿي آهن. ٻيو بيٽ مخروطي شکل جو آهي ۽ اوچائيءَ ۾ اجا ٻه وڌيک ٿيندو. چيو وڃي ٿو ته اهي بيٽ کنهن زماني ۾ هڪڙو ئي يکو ٽکر هئا، جيکو کلفٽن کي منهوڙي سان ڳنڍيندو هو ۽ سمنڊ ان کي پائي پائي ٻه اڌ کري ڇڏيو (84). کراچي بندر جي پهرين سائنسي پڙتال 1836ع ۾ ليفٽيننٽ کارليس (Lieut Carless) کئي هئي. ان پڙتال کان هاڻي تائين کا خاص تبديلي آيل نٿي لڳي. پر ٽکر جي نوعيت کي ڏسندي ائين وسهڻ بيواجبي نه ٿيندو ته انهن بيٽارين جي وچ وارا لنگهه سکندر جي وقت کان پوءِ ضرور ويکرا ٿي ويا هوندا.

يوناني سچي ڏينهن جي مسافريءَ کان پوءِ، جنهن جو مفاصلو 35 ميل کٿيو ويو آهي، کنهن بندر جي ڀاڙ ۾ هئا. سندس مرضي هوندي ته منهوڙي واري اٿانهين ٽکر جي اندرين پاسي رهون. سو هو ونجهه هڻندا سڌا انهن بيٽارين جي وچ واري سوڙهي لنگهه ۾ ڌوکي پيا. شايد انهيءَ آسري ۾ ته انهن جي پريان کو محفوظ ۽ اوٿائتو لنگر گاهه هوندو. آرماڙ اولهه واري پاسي کان ٻاهر نکتو ته سنت ئي ڌارا ۾، جا پريان ڦهليل اپار سمنڊ ڏانهن ٿي ويئي، وير جو اثر محسوس کيائون. نيارکس ان جو بيان هيئن ٿو کري: "بندر چڱو وڏو، گولائيءَ تي، اونهو ۽ لهرن کان محفوظ هو ۽ ان ۾ داخل ٿيڻ جو لنگهه سوڙهو هو." مڃڻو پوندو ته اهو بيان کراچي بندر جي هاڻوکين قدرتي خاصيتن سان نهکي اچي ٿو. اهي خاصيتون اوپر کان اڄڻ تي نظر اينديون. پوءِ جو بيان ته ان هکجهڙائيءَ کي پاڻ وڌيک اجاگر کري ٿو. ايرين وڌيک ڄاڻائي ٿو: "ٻئي ڏينهن هنن سڙهه سنباهيا ته سندن کابي هٿ تي سمنڊ طرف هڪڙو بيٽ آيو، جو کپر سان ايئن ڳنڍيل هو، جو هوند بيٽ ۽ کپر جي

وچ واري لنگهه کي واهڙ سڏجي. اهو لنگهه 7 اسٽيڊيئم ڊگهو آهي. ڪپر تي
گهاٽا ۽ پنن وارا وڻ هئا ۽ بيٽ هرقسم جي جهنگ سان ڇانيو پيو هو. پرهه
ڦٽڻ تي هو ان ڪچي سمنڊ جي گجيءَ منجهان جهاڳيندا بيٽ ٽپي ويا، ڇو ته
هنن وير جي آلڙ تي بيڙا ٽي هلايا."

هيءَ ٽڪرو چٽيءَ ريت ڏيکاري ٿو ته نيارڪس مورنتوبار کان اسهڻ لڳو
هو ته اهو رستو نه ورتو هئائين، جنهن کان آيو هو، بلڪ بندر جي مٿئين پاڱي
ڏي وڃي، ڪو پيو لنگهه ڳولي لڌو هئائين.

هيءَ جهڙو ڪر اڄوڪي ڪراچي بندر جي مٿئين پاڱي جو احوال هجي،
جنهن کي بعضي بعضي الهندو مانو پاٽي (Backwater) به سڏيو وڃي ٿو.
منهوڙي واري ٽاڪرو بيٽ خشڪيءَ (Mainland) سان هڪ سوڙي ريت
(Sandspit) رستي ڳنڍيل آهي. اهوريٽ اٺ ميل ڊگهو ۽ ذري گهٽ اتر اولهه
واري رخ سان آهي. انهن جي اندر تمر وڻن سان گهاٽيون ڇانيل ڊٻيون آهن.
ڊٻين ۾ وري ساموندي ڏارائون پيهي وڃن ٿيون، جن ۾ لڪل لسا گپ دڙا وير
جي آلڙ وقت نروار ٿي بيهندا آهن. ريٽ جو جيڪو خشڪيءَ طرف ڇيڙو آهي،
مکيه کاري ذري گهٽ اوستائين هلي وڃي ٿي. ۽ شمس پير (Shamspir) نالي
هڪ ٽاڪرو بيٽ کي ڦري اچي ٿي. اهو بيٽ منهوڙي کان ڇهه ميل ڪن ٿيندو ۽
سمنڊ جي مٿاڇري کان ويهن فٽن کان وڌيڪ اتانهون آهي. ٿورو اڳتي کاري نئون
نڙ (Nawa nar) نالي بيٽ کي وڃي وڪوڙي ٿي (85). ان هنڌ اڙهين صدي
عيسويءَ جي وچ تائين مٿئين بندر ڏانهن وڃڻ لاءِ هڪ پيو به لنگهه هوندو هو.

اهو ته پڌرو آهي ته اٺ ميل ڊگهي ريٽ ۽ تمروڻن سان ڇانئيل کاريءَ کي
ساموندي ڪپر جا مستقل انگ نتو چئي سگهجي، جيئن منهوڙو ۽ آئيسٽر ٽڪر
آهن. شمس پير ۽ نئين نڙ وارا بيٽ ڪٽي ٿورا هيٺانهان آهن، تڏهن به آهن ٽاڪرو ۽
انهن وٽ کاريون به اونهيون آهن. اتان جي نباتات بابت پلائني لکي ٿو ته نيارڪس
يا سندس عملدار هڪڙي وڻ جو خاص ذڪر ڪن ٿا: "جنهن جا پن پاٽيءَ اندر ته
ساوا رهن ٿا، پر باهر ڪيڻ تي سڪي لوڻ ٿيو وڃي"(86) اهو وڻ ظاهر ظهور تمر
آهي، جيڪو هنن پهرين پهرين ضرور ديلٽا جي کارين ۾ ڏٺو هوندو. هن مورنتوبار
کان نڪرڻ تي مسافريءَ جي پهرئين مرحلي ۾ جيڪي گهاٽا ۽ پنن وارا وڻ (87)
ڪپر تي بيٺل ڏٺا هئا، سي ڪي بيا نه پر اهي ئي تمر جا وڻ هوندا. توڻي جو شمس
پير تي اڄ به لئي ۽ ڪجي ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

هاڻوڪو ڏيک نيارڪس جي بيان سان ايترو نہ ملي اچي ٿو، جو ان جي هنڌن ماڳن جي سڃاڻپ تي اعتراض اٿاري سگهجي ٿو تہ اهي انگ ابترو گهڻو وقت بنان مَٽ سَٽ جي رهي نٿا سگهن. منهنجو اهو مطلب هرگز نہ آهي تہ ڪابہ تبديلي ناهي آئي، بلڪ منهنجو چوڻ هيءُ آهي تہ تاڪرو هنڌن جي دائمي تاجي پيٽي اندر جيڪي ڳالهيون قدرتي سببن جي ڪري ڦري وڃڻ ڏانهن لاڙو رکن ٿيون، سي پنهنجي پنهنجي وقت تي وري وري ساڳيون رونما ٿين ٿيون. هت بنيادي تبديل جو هڪڙو وڏو سبب، يعني لٿاشي درياهہ جي وهڪري وارو سبب، جنهنڪري زمين نڪرندي رهندي آهي گهٽ ۾ گهٽ اهو موجود نہ آهي.

نيارڪس جي آرماڙ مورنتوبار ڪان اسهڻ ڪان پوءِ جنهن هنڌ وڃي پهچهہ بڌا هئا، تنهن هنڌ کي اتفاق سان پڪيءَ طرح سڃاڻي سگهجي ٿو. ان هنڌ ڪان پنتي اچبو تہ اها ڳالهہ پڌري ٿي پوندي تہ مورنتوبار جي بيهڪ ساڳي ڪراچي بندر واري هئي. نيارڪس اسان کي ٻڌائي ٿو تہ مورنتوبار کي تر جي ٻوليءَ ۾ "زالاڻو بندر" سڏيو ٿي ويو، "ڇاڪاڻ تہ ان هنڌ پهرين هڪ زال راڄ ڪندي هئي." ٽالمي، هيراڪليا وارو مارشيئن (Marcian of Heraclea) ۽ ايميانس مارسيلينس (Ammianus Marcellinus) بہ ان ئي نالي هيٺ ان کي ڪپر جو مکيہ بندر ڪري ڄاڻائين ٿا ۽ نيارڪس جي ڏڱهي فهرست ۾ جيڪي بيا هنڌ آهن، تن مان هڪ اڌ کي ڇڏي، ڪنهن کي بہ ايترائي اهميت وارو نہ ڏيکاريو اٿن(88).

مون ٻڌايو آهي تہ نيارڪس مورنتوبار کان 70 اسٽيڊيئم پري جنهن گجيءَ واري سوڙهي ڳچي سمنڊ منجهان لنگهيو هو، سو شايد ڪراچيءَ جي مٿئين بندر يا الهندي مانڊي پاٽيءَ ڏانهن ويندڙ نئين نڙ وارو پراڻو لنگهہ هو. ٻيو مرحلو 120 اسٽيڊيئم جو هو، جنهن جي پڇاڙيءَ تي هنن "اربيس (Arabis) نديءَ جي ڇوڙ وٽ" پڳهہ ٻڌا. "ڇوڙ جي ويجهو هڪڙو وڏو ۽ سنو بندر هو. پاڻي پيئڻ جهڙو نہ هو: ڇالاءِ جو ڇڙيل پاڻي سمنڊ جي پاڻيءَ سان ملي ويو هو." سو هنن کي 40 اسٽيڊيئم سڪيءَ اندر وڃڻ کان پوءِ هڪڙي تلاءَ ۾ پاڻي هٿ آيو. "بندر جي پرسان هڪ اتانهون غيرآباد ٻيٽ آهي، جنهن جي چوڌاري سپون ۽ هر قسم جي مڇي ماري وڃي ٿي. هيستائين اربيتي (Arabiti) لوڪ رهندڙ هئا، جي هندستان جي الهندي پاسي جي آخري قوم آهن، هتان اڳتي اورئتي (Oreiti) لوڪن جي والار هئي."

اربيس ندي بنا شڪ شبهي جي حب ندي آهي. اها راس مانزي جي پرئين پاسي سمنڊ ۾ ڇڙي ٿي ۽ سنڌ جي هاٺوڪي سرحد ناهي ٿي. آلڙ وقت ان نديءَ جي ڇوڙ وٽ ويڪر اڌ ميل کن ٿئي ٿي. ميل کن اوپارو ٻه ايتري ئي ويڪر هوندي اٿس. ان جو پنهنجو پاڻي وير جي اثر واري هنڌ کان ٻه ڪئين ميل مٿي ڏاڍو ٻاڙو ٿئي ٿو: هيءَ ڳالهه ڏيان جوڳي آهي ته تازي ۾ تازو نقشو (89) جنهن ويجهي ۾ ويجهي هنڌ تي "منو پاڻي" ڏيکاري ٿو. سو هنڌ ٻه لنگر گاهه کان چارميل پري ٿئي ٿو.

ڇيو وڃي ٿو ته ارڙهين صدي عيسويءَ جي منڍ ۾ ان نديءَ جي ڇوڙ وٽ هڪڙو کارڪ بندر (Kharakbandar) نالي بندر هوندو هو. ان کي لٽجي وڃڻ ڪري ترڪ ڪيو ويو هو (90)

نديءَ جي ڇوڙ کان پنجن ميلن تي هڪ بيٺاري چرڻ (Churna) نالي آهي، جا پاڻيءَ جي چاڙهه واري نشان کان 609 فوٽ اتانهين آهي. اربيس جي ڇوڙ وارو بيٽ ان ساموندي مسافريءَ ۾ ملندڙ هنڌن مان پهريون اهڙو هنڌ آهي، جنهن کي ايريئن "اتانهون" سڏي ٿو (91). هو اهو لفظ نه ته ايروز لاءِ ڪتب آڻي ٿو ۽ نه ئي مورنتوبار جي لنگهه وٽ ٽڪرن لاءِ. ظاهر آهي ته اسان کي نمايان اتانهين ڳولڻي پوي ٿي ۽ ان ڪپر تي بيو ڪٿي به ڪوئي بيٽ اهڙو نديءَ جي پر پاسي ۾ نه آهي، جنهن جي ڇوڙ وٽ آرماڙ اجهو وڃي سگهي.

نيارڪس ضرور راس مانزي جي ڇوڏاري ڦريو هوندو. تڏهن ٻه هن انهيءَ راس جو ڪو ذڪر ناهي ڪيو ۽ نه ئي وري هن اهو ڄاڻايو آهي ته راس ٽپڻ کان پوءِ ڪپر جو رخ اولهه کان اتر ٿيو وڃي. نيارڪس جون اهي ڳالهيون رهائي وڃڻ تي شايد اچرج لڳي. پر اسان کي ياد رکڻ گهرجي ته اسان جي اڳيان جيڪا عبارت آهي، سا نيارڪس جي روزنامچي جو سڌاريل نسخو آهي. پتو ناهي ته ان روزنامچي (log) ۾ بيو ڇا ڇا هوندو.

مورنتوبار واري لنگهه کان اربيس نديءَ جي ڇوڙ وٽ لنگر گاهه تائين مفاصلو 120 اسٽيڊيئم يا اٽڪل 14 ميل ڏيکاريو ويو آهي. ڪراچي بندر جي ماني پاڻيءَ جي نئين نڙ واري پراڻي لنگهه کان هلي راس مونزي جي ڇوڏاري ڦري حب نديءَ جي ڇوڙ تائين وڃبو ته ڪل مفاصلو 20 ميل کن ٿيندو. جيڪڏهن مورنتوبار جي ڪراچي بندر سان ڏيکاريل ساڳوٽائي صحيح آهي ته

پوءِ نيارڪس ڪان مفاصلي ڪٽڻ ۾ ضرور پل تي هوندي، جيتوڻيڪ هن اهڙيون پُلون ورلي ڪيون آهن.

آرماڙ اربيس جي چوڙ ڪان هليو، ته 200 اسٽيڊيئم ڪري وجي ڪناري جي پگل (Pagala) نالي ڪنني (Beach) ويجهو هڪڙي سٺائي هنڌ تي لنگرانداز ٿيو. اتي پاڻي آڻڻ لاءِ ماڻهو لاٿا ويا. پئي ڏينهن سمنڊ جي پاسي کان سخت طوفان اچي لڳو. ٻه جنگي جهاز ۽ هڪڙو هلڪو بيڙو ٻڏي ويا، پر انهن جو عملو تري وجي سڪيءَ تي پهتو، جو ته هو ڪپر ڏيئي مسافري ڪري رهيا هئا. سڄي ڏهاڙي جي مسافريءَ ڪان پوءِ، جا اٽڪل روءِ 400 اسٽيڊيئم هئي، ڪننو اجا ٻه لهرن جي لپيٽ ۾ هو ۽ هنن اونهي سمنڊ ۾ ٿي پگهه ڪٽي ٻڌا. ان هنڌ کي هنن ڪابن (Kabana) ڪوٺيو. اتان هنن اڏ رات جو لنگر کنيا ۽ 200 اسٽيڊيئم جهاڳي وجي ڪوڪل (Kokala) ڪان نڪتا.

مسافريءَ جي انهن ٽن مرحلن جو مفاصلو، ليڪت موجب، 800 اسٽيڊيئم، يا اٽڪل 94 ميل، ٿئي ٿو. اهو حب جي چوڙ ڪان سونمياڻيءَ (Sonmiani) تائين اصل مفاصلي جي بيڻ ڪان ٻه سرس آهي. مفاصلي جي اندازي ڪرڻ لاءِ سونمياڻي ڏانهن لنگهه بيو سٺائو هنڌ آهي، پر ان کي حب جي چوڙ جيان ڪپر جو دائمي نشان نٿو سمجهي سگهجي.

حب جي چوڙ ڪان اتر رخو ڪپر ناڪرو آهي ۽ پنيان ويهن ميلن تائين ٽڪريون اٿس. ان ڪان اڏ پنڌ تي ڪائيو (kaio) جي بيٺاري آهي، جا سمنڊ جي مٿاڇري ڪان 123 فٽ اتانهين ۽ ڪپر ڪان سوا ميل ڪن پرتي سمنڊ اندر آهي. ان غير اهم هنڌ کي نيارڪس، سندس سمپادڪ ايريئن، ذڪر لائق نه چاڻي ڇڏي ڏنو آهي.

پگل ۽ ڪابن جي وچ وارا حادثا ظاهر آهي ڪپر جي تمام ويجهو هاڪارڻ جي ڪري پيش آيا هئا. چاڪاڻ ته هنن کي خوش فهمي هئي ته چوماسي واري پاسي ڪان وري هوا نه لڳندي. ان حادثي سان انهيءَ انومان کي ٻه هٿي ملي ٿي ته آرماڙ اهڙي ڪپر سان هاڪاري رهيو هو، جيڪو، هِن ئي ڪپر جيان، اتر يا اتر اولهه طرف ويو ٿي.

هنڌن ماڳن جي هاڻوڪي بيهڪ (Topography) موجب ڪوڪل تائين 23 ميلن وارو ٽيون مرحلو آرماڙ کي سونمياڻيءَ واري اپسمنڊ جي اڏ تائين يا

مياڻي هور (Miani Hor) ۾ اندر وڃي وڃي ها. ٻنهي مان ڪوبہ انومان وسهڻ جوڳو نہ آهي. ليڪن مان ائين ٿو سمجهان ۾ اچي ٿي تہ ڪپر لو ۽ بي انگ (Featureless) هو ۽ ڪوڪل ۾ اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ جهاز سمنڊ اندر لنگرانداز هئا. جنهن مان پانئجي ٿو تہ هيءُ ڪو بندر نہ پر فقط لنگر گاهہ هو. هاڻي بہ مياڻي هور، ايترو مشهور نہ آهي، پر ننڊين ٻيڙن ۽ غورابن جو وڏي ۾ وڏو قدرتي بندر آهي، جنهن جهڙو بندر ڪپر جي ٻنهي پاسي چڱو پري تائين ڪونهي. اهو بندر لنگهہ وٽ بہ ميل ويڪرو ۽ ريٽ سان رڪيل آهي. اتان اهو ويڪرو ٿيندو، اولهہ طرف ڦرندو، تيهن ڪان بہ وڌيڪ ميل ڪليل سمنڊ سان پور وڃوٽ هليو وڃي ٿو. هڪڙو وارياسو اپبيٽ ان کي ڪليل سمنڊ ڪان بچائي ٿو. اهو وارياسو اپبيٽ ڪٿي هڪ تہ ڪٿي پنج ميل ويڪرو آهي ۽ براڙ (Birar) جي نالي سان سڏجي ٿو. جيڪڏهن اهو هنڌ، ڪنهن بہ شڪل ۾، نيارڪس جي زماني ۾ موجود هجي ها تہ ايريئن پنهنجي تصنيف ۾ ان جو ذڪر ضرور ڪري ها (92).

هتي زمين سموري لٽاسي آهي ۽ براڙ جو اپبيٽ واريءَ جي پٽن ڪان وڌيڪ نهريءَ شيءِ جو نهيل نٿو لڳي. جيتوڻيڪ هڪڙي هنڌ انهن پٽن جي سمنڊ جي مٿاڇري ڪان اوچائي 35 فوٽن کي وڃي پهچي ٿي، تڏهن بہ لڳي ٿو تہ اهي نسبتاً ويجهڙائيءَ ۾ نهيون هونديون. اتر پاسي هور سان لڳو لڳ زمين ڪئين ميل اندر تائين پٽن سان چانيل آهي، جنهن مان پانئجي ٿو تہ اڳي هت ڪو ساموندي ڪپر هو. انهن پٽن جي پنيان وارو ڪنيل ملڪ هينانهون آهي. اتر ۾ پرتي لياريءَ (Liari) تائين مٿاڇرو سمنڊ ڪان رڳو 28 فوٽ مٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿو (93). ڌرتي چاڙهو ان تر کي تمام ويجهڙائيءَ ۾ نهيل ڄاڻائيندا. پر اِن درجيبنديءَ جو تاريخ واري زماني جي جاگرافيءَ تي ڪو خاص اثر نٿو پوي. پرتي ڏکڻ ۾ گڏاڻيءَ (Gadani) ويجهو جيڪي چپرون هاٽوڪي ڪپر ڪان پنيريون بيٺل آهن، سي سمنڊ جا پراڻا ڪنڻا آهن. ورينڊنبرگ (Vrendenburg) انهن ڪنڻن کي پلئسٽوسين جُڳ جي پڇاڙيءَ ڌاري جڙيل ڄاڻائي ٿو (94). پر منهنجي خيال ۾ اسان جو هيءُ انومان ڪڍڻ بيواجبي نہ ٿيندو تہ وارياسي براڙ جي بناوت تاريخي مفهوم ۾ هاٽوڪي آهي ۽ 325 ق.م. وارو ساموندي ڪپر مياڻي هور جي اترئين ڪپر وٽان هو. اسان کي اوس ائين وسهڻو پوندو تہ ڪوڪل هتي هن تر ۾ ڪنهن هنڌ هو. تي سگهي ٿو اهو

گاگوءَ (Gagu) کان ٿورو اولهه ۾ اتان هجي، جتان، لسٻيلي جي گزيٽيئر موجب، چيو وڃي ٿو تہ هڪڙي آڳاٽي شهر جو ماڳ آهي، جيڪو هور جي ڪنڌيءَ وٽ هو (95).

تڏهن بہ، اربيس کان ڪوڪل تائين مسافريءَ جي ايريئن وارن ٽن مرحلن جو مفاصلو - 800 اسٽيڊيئم اصل مفاصلي کان ذري گهٽ ٽين پتي وڌيڪ آهي. حب نديءَ جو ڇوڙ کان متي ڄاڻايل ماڳ تائين اصل مفاصلو 60 ميل ٿئي ٿو.

پائنجي ٿو تہ ڪوڪل اورٽي لوڪن جي ڏيهہ جي گاديءَ کان ٿوري پنڌ تي هو. اورٽي لوڪن جو ڏيهہ شايد هاڻوڪو لسٻيلو يا ان جي پرپاسي ۾ هو. سڪندر پنهنجي سپہ سالار، ليوناٽس (Leonnatus)، کي ڪجهہ لشڪر سان اتي ڇڏي، حڪم ڏيئي ويو هو تہ نئون شهر ٻڌو وڃي ۽ آرماڙ لاءِ سيڌو سامان ڪٺو ڪيو وڃي. ڪوڪل پڪ ئي پڪ سونمياڻي اپسمنڊ جي تڏهوڪي ڪپر جي منڍ وٽان هو، ۽ نہ ڦوڙ (Phor) نالي نهر جي پريان هاڙي جبل جي اولهہ وارن ٽڪرن ۽ سمنڊ جي وچ ۾ ڦاٽل سوڙهي ۽ بي آب ٽڪري اندر. ائين ٻڌايو ويو آهي تہ اهو بندر اڳيئي موجود هو (96). پر ان لاءِ جيڪو دليل ڏنو وڃي ٿو تہ نيارڪس اتي پنهنجن ڪن پڳل جهازن جي مرامت ڪرائي هئي، سو دل سان نٿو لڳي. اتي حڪم جي پوئواري ڪندي، ليوناٽس خاص گودي جوڙائي هئي، ۽ نيارڪس پنهنجا ماڻهو ڪپر تي لاهي ڇانوڻي ڪئي هئي. نيارڪس اتي رڳو جهازن جي ٿوري ڇڪاس ڪرائي، سيڌو سامان ڪنيو ۽ مسافريءَ جي ڪشالن جيڪي ماڻهو ساڻا ڪري ڇڏيا هئا، تن کي اتي ڇڏي ۽ انهن جي بدران ٻيا تازا توانا ماڻهو ڪنيا ۽ اڳتي روانو ٿيو. واءُ هاڻي رخ مٽائي سياري واري طرف، يعني اتر اوير، کان لڳي رهيو هو. ۽ هو مزي سان 500 اسٽيڊيئم جهاڳي وڃي هڪڙي درياءَ جي ڇوڙ وٽان نڪتا. درياءَ "سياري جي برساتن تار ڪري ڇڏيو هو ۽ نالو توميرس (Tomerus) هئس."

هاڻوڪي نقشي ڏسڻ سان معلوم ٿيندو تہ مياڻي هور جو الهندو ڇيڙو سمنڊ ۽ ڦوڙ نهر جي منهن کان هڪ ننڍي ريٽ رستي الڳ ٿيل آهي ۽ نشانن مان لڳي ٿو تہ اهو ريٽ اڳي اتي ڪونہ هو ۽ مياڻي هور جو الهندو ڇيڙو سمنڊ سان مليل هو. جيڪڏهن، جيئن اڳيئي فرض ڪيو اٿئون، براڙ جو اپبيٽ 325 ق.م ۾ موجود ڪونہ هو ۽ ڪوڪل مياڻي هور جي اترئين ڪپر تي يا ان جي

ويجهو واقع هو ۽ هور کان اٽڪل 25 ميل يا اربيس (حب) کان 65 ميل پري هو. تہ هن ڳچي ڌرتيءَ کان ۽ کپر جي سنوت ۾ هنگول نديءَ (Hingol) جي چوڙ تائين جهاز رانيءَ جو ڪل مفاصلو 57 ميل ٿئي ٿو. جيڪو ڪوڪِل ۽ توميرس جي وچ واري مفاصلي يعني 500 اسٽيڊيئم جي لڳ ڀڳ ٿي ٿئي ٿو.

هنگول اڄڪلهہ هڪ ٻاڙي پاٽيءَ جي ڪاريءَ منجهان تيندي، سمنڊ ۾ ڇڙي ٿي. هيءَ ڪاري ٻہ ميل ويڪري ۽ سمنڊ سان پور وڃونٽيءَ تي آهي (97). انهن "مڇي کائو وحشين" جون "پوساٽيندڙ پونگيون" هتان هيون. جن نيارڪس جي ماڻهن جي سڪيءَ تي لهڻ تان گوڙ ڪيو هو. پر پڇي نہ سهگيا هئا ۽ ڀڄي ويا هئا. يونانين پنهنجا جهاز مرمت ڪاڻ ڇڪي ڪپ تي آندا ۽ ڇهہ ڏهاڙا اتي ترسيا هئا.

اتان هليا تہ ڪپر تي هڪ اهڙي هنڌ اچي پهتا. جنهن جو نالو اڄا تائين ساڳيو آهي: مالن (Malan) جنهن کي هاڻ راس مالن (Ras Malan) ڪوئيو وڃي ٿو. هيءَ هڪ اڏول راس آهي، جنهن جي پنيان جبلن جي اوچائي سمنڊ کان ٻن هزارن فٽن کان وڌيڪ آهي. مفاصلو 300 اسٽيڊيئم ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو 35 ميلن جي برابر ٿئي ٿو. راس تائين ڪپر ۾ گهڻا ور وڪڙ آهن. جيڪڏهن سڀ ور وڪڙ ورتا وڃن، تڏهن بہ ڄاڻايل مفاصلو آرماڙ کي راس کان بہ ڪجهہ ميل پري وڃي ڪيندو. راس مالن جي اولهہ ۾ جيڪو مٿانهون پٽ آهي، تنهن ۾ هور بٽ (Hor Batt) نالي هڪ ٻاڙي پاٽيءَ سان ڪاري جي ڍنڍ (Lagoon) ست ميل اندر هلي وڃي ٿي. هڪڙي وڏي ڇَـر جبلن جي وٿيءَ منجهان ڌوڪيندي اچي ان ڪاري جي ڍنڍ ۾ پوي ٿي. اِهو ئي اُهو هنڌ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جتي آرماڙ اچي لنگر هنيو هوندو. جيتوڻيڪ راس جي اوپر طرف، ڪپر کان ميل ڪن پرتي، اپسمنڊ ۾ بہ ٻڳهہ ٻڌجي پئي سگهيا (98).

ايريئن جو اندازو هو تہ اورٽئي لوڪن جو ڏيهہ مالن تائين پکڙيل هو. هو پنهنجي بيان ۾ ان هنڌ ۾ اتائين جهاڳيل مفاصلي جو ڪاتو ڄاڻائي ٿو. ان ڪاتي پٽاندر، اربيتيءَ جي ڪپر سان لڳو لڳ ڪيل مسافري "اٽڪل 1000 اسٽيڊيئم ڊگهي هئي، هيءُ مفاصلو لکيت موجب، ڌار ڌار مرحلن جي جوڙ سان نهڪي اچي ٿو. توٽي جو ڪروڪل کان سڪندر جي بندر تائين ۽ سارنگ کان ساڪل تائين مفاصلا نہ ڏنا ويا آهن. ميل ۾ 9 اسٽيڊيئم ڳڻيا وڃن تہ ڪل مفاصلو

سنڌوءَ جي ڇوڙ کان، جتان آرماڙ اسهيو هيو، اربيس جي ڇوڙ، يعني اربيتي لوڪن جي حد، تائين 111 ميل ٿئي ٿو.

جيڪڏهن ڪروڪل ۽ سڪندر جي بندر لاءِ جيڪي بيهڪون ڏسيون ويون آهن ته هڪڙو پير پٽي کان ڪجهه ميل ڏکڻ اوڀر طرف ۽ پيو گجي جي ڀر پاسي ۾ هو، سي ورتيون وڃن ۽ سمنڊ ۾ ڦهرئين مرحلي جي مفاصلي لاءِ ايرين جو ڄاڻايل 17 ميلن (150 اسٽيڊيئم) وارو انگ قائم رکيو وڃي، ته پوءِ نقشي تي مسافريءَ جو رستو هيءُ وڃي بيهندو: پير پٽي جي ڀر پاسي تائين 17 ميل، اتان گجي تائين 24 ميل، ۽ اتان ڪراچي بندر جي ڀنئين ڀاڱي تائين اٽڪل 50 ميل. اتان بندر وارين ڪارين منجهان نئين تڙ تائين 8 ميل: راس مونزي جي ڇوڏاري نئين تڙ جي پراڻي منهن کان حب جي ڇوڙ تائين 20 ميل. اهي ڪل ٿيا 119 ميل.

ايرين اسان کي ٻڌائي ٿو ته اورئتيءَ جو ڪپر 1600 اسٽيڊيئم تائين پکڙيل هو. اهو مفاصلو اربيس کان مالن تائين ڪيل مسافريءَ جي مرحلن جي جوڙ سان ٺهڪي اچي ٿو. سمجهو ڪٽي ته ڪوڪل جي بيهڪ مياڻي هور جي اتر اولهه واري ڪپر تي هئي، ته اهو هنڌ حب کان 65 ميل ڪن ٿيندو. اتان هنگول جي ڇوڙ تائين مون وارو ڏسيل رستو ونبو ته مفاصلو 57 ميل ٿيندو. اتان راس مالن کان تورو پري تائين ٿيندا 25 ميل. اهي ڪل ٿيا 147 ميل. ايرين جو جوڙ 177 ميل نڪري ٿو.

ياد رهي ته تن ڏينهين مفاصلي ڪڇڻ جا ڪي سائنسي وسيلا ڪونه هئا ۽ نه وري يونانين کي ويرن واري سمنڊ ۾ جهاز رانيءَ جو ڪو آزمودو هو. ان ڪري ٿي نيارڪس جي ڪاٿن ۽ انهن هنڌن جي وچ وارن مفاصلن ۾ پيد آهن، جن بابت انومان آهي ته اهي سندس ڄاڻايل هنڌن سان ملي اچن ٿا. پر ڏنو وڃي ته انهن ڀيدن جي ڪري ڪپر بابت هن جي بيان جي گهڻي ڀاڱي سچائي ڪا گهٽ ڪين ٿي ٿي وڃي. مجموعي طور ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته نيارڪس (ايرين جي ماپ موجب) جيڪو "اسٽيڊيئم" ڪم آندو آهي، سو 66 انگريزي فٽن جي لڳ ڀڳ رواجي ڪاچو هو (99).

اهڙيءَ ريت، سنڌ جي ساموندي ڪپر جي ننڍو ٽڪرو، جيئن اهو 325 ق.م ۾ هو، تنهن جي هنڌن ماڳن جو مفصل احوال ته اسان کي ملي ٿو. باقي

رهيل ملڪ بابت رڳو مبهم ڳالهيون ئي آهن. قدرت جي هيءَ پلاٿي چٺي سگهجي ٿي تہ جنهن هنڌ جو اهو قديم احوال گهٽي ۾ گهٽ ملي ٿو، سو اهو آهي، جتي 2168 ورهيہ پوءِ سنڌ جي گادي قائم ٿيڻي هئي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. "رگ ويد سَمهِتا"، 8- ون اشتڪ، 3- ون اڌياءُ، سوڪت ستون (يعني منڊل ڏهين جو سُوڪت 75)، ايچ.ايچ. ولسن جو انگريزي ترجمو، جلد ڇهون، ص 204.

2. "هندستان جي ڪئمبرج تاريخ"، جلد پهريون، ص 80-79. پيٺيو: مئڪڊونيل ۽ ڪيت، "ويدڪ نالن ۽ مضمونن جي ڏسڻي"، جلد ٻيو، ص 432.

3. "مهاڀارت"، واڻ پَرو ٻہ سو پنجهٺ، انگريزي ترجمو پي.سي.راءِ، جلد ٻيو، ص 562.

4. "ٻڌن جا سڳورا ڪتاب"، جلد ٽيون، "ٻڌ جا ٻول"، انگريزي ترجمو ٽي. ڊبليو. رهائيس ڊيوڊس ۽ سي. اي. ايف. رهائيس ڊيوڊس، ص 270- 269.

5. "جاتڪ"، جلد ٽيون، انگريزي ترجمو ايچ. ٽي. فرانسز ۽ آر. اي. نيل، ص 280.

6. "وشنو پُراڻ"، انگريزي ترجمو ايچ. ايچ. ولسن، جلد ٻيو، ص 133، پيٺيو: "مهاڀارت"، ترجمو پي.سي.راءِ، جلد چوٿون، ص 23، (فوٽ نوٽ).

7. "البيرونيءَ جو ڏنل حوالو"، ترجمو اي. سچاءُ، جلد پهريون، ص 261.

8. "بندهش"، باب ويهون، بيت 9 انگريزي ترجمو اي. ڊبليو. ويسٽ، "اوير جا سڳورا ڪتاب"، جلد پنجون، ص 77.

9. ان جي پوري بيهڪ پڪيءَ طرح سڃاتي نہ ويئي آهي. چيو ٿئي ويو تہ اهو "پختون ملڪ جو" هڪ شهر هو.

10. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 34 (1928ع). "همدان کان داريوش جي هڪ نئين اُڪر"، از پروفيسر هرٽزفيلڊ.

11. هہ.ڪ.ت، جلد پهريون، ص 7-336.

12. هيروڊوٽس، چوٿون، 44.

13. هہ.آ.ا.س.ي، نمبر 34، ص 3.

14. "هندستان جي اوائلي تاريخ"، 1907، ايڊيٽر ونسينٽ سمٿ، ص 37-34.
15. "آڳاٽو هندستان ڪٽيسياس جي بيان موجب"، از. جي. ڊبليو. مئڪ ڪرنڊل، ٽربنر، 1882ع.
16. مئڪ ڪرنڊل، اڳ ڇاڇايل ڪتاب، ص 91-95.
17. ايضاً، ص 7، 10، 57.
18. ايضاً، ص 13، 33.
19. ايضاً، ص 23، 54.
20. ايضاً، ص 17، 26.
21. ايضاً، ص 17.
22. ايضاً ص 16.
23. پيٽيو: هندستان جي آدم شماري، 1941ع، ٻارهون، سنڌ، ص 39.
24. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 17. عيسوي سن 1917 ۾ اهڙوئي هو: ڏسو سالنامو "هندستان جون آڳاٽيون وٿون"، 1932، ص 169.
25. ايضاً، ص 18.
26. ايضاً، ص 16.
27. پانئجي ٿو تہ سڪندر ڪي ائين ئي ٻڌايو ويو هو. تنهنڪري ئي هن اهو رايو قائم ڪيو هو. ڏسو ايضاً، 26، پيٽيو ص 25.
28. ايضاً، ص 18.
29. "اسٽرابو جو حوالو" پندرهون، پهريون، 45.
30. ايريئن، "ائناباسيس"، 4، 14. ايرئين، "انڊيڪا"، باب 3، 4.
31. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 32.
32. ائناباسيس، چوٿون، باب 14. آءُ هنڨاسيس کي بياس ۽ ستلج جو گڏيل وهڪرو ڪري سمجهان ٿو. ان گڏيل وهڪري کي هاڻ (مڪاني طرح) گهارا سڏيو وڃي ٿو. پر ڪيترن عالمن جو چوڻ آهي تہ زماني ۾ ۽ ان ڪان ڪيترو وقت پوءِ بہ ستلج نويڪلي پيٽ منجهان وهندي هئي. ڏسو هيٺ، باب 9، ص 4-163.
33. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 19.
34. ائناباسيس، پندرهون، 15.

35. ممڪن آهي تہ جنهن ڀاڱي سان لڳو لڳ هيءَ تبديلي آئي هجي، سو هاٿوڪي ڪالا باغ ۽ جهلم سان ميلاپ جي وچ ۾ هجي. ڏسو "سنڌ جو مهراڻ"، ص 472، نوٽ 544. سر ڊبليو. ٽارن جو انومان آهي ("سڪندر اعظم" جلد ٻهريون، ص 4-103) تہ اوپر طرف انهيءَ چُرپُر سنڌو کي گهٽو ڪري هاڪڙي واري پيٽ ۾ ڏڪي آندو هو ۽ اهو بہ تہ اها (ناري ماتريءَ مان ٿيندي) ڪڇ جي رڻ ۾ وڃي ٿي ڇڙي. پڻ ڏسو ايضاً، جلد ٻيو، ضميمو 14، ص 285.

36. سر آريل اسٽائين، رائل جاگرافيڪل سوسائٽيءَ جي رسالي ۾، 102، نومبر، ڊسمبر، 1943، ص 193.

37. ائناباسيس، ڇهون 26، پٽيو: ڪرٽيئس، فصل 9، باب 2. چيو وڃي ٿو تہ سڪندر کي انهن دشمنن جي ايتري پرواهہ نہ هئي جن سان وڙهڻو هوس، جيتري پرواهہ درياهہ جي ڇوهن وهڪرن جي هيس. ان هوندي بہ، ستلج يا جمنا جو ذڪر ناهي ڪيو ويو. (مئڪڪرنڊل، "هندستان تي ڪاهہ"، وغيره، ص 222.

38. ائناباسيس، ڇهون، 14.

39. ڪن صاحبن جو چوڻ آهي تہ بياس ۽ ستلج جو ميلاپ ويدڪ زماني کان اڳ جو آهي. پر ان ڳالهہ جي پڪ نہ آهي تہ آيا جنهن درياهہ کي هڪڙي سوڪت (ٽيون، 33) ۾ بياس سان ملندي ڏيکاريو ويو آهي، سو اهوئي، يعني ستلج آهي، جيڪا ندي "استتيءَ" (ڏهون، 75، 5) ۾ ڄاڻايل آهي. پهرئين جي حجي "ڇُتُودري" ڏني ويئي آهي ۽ پوئين جي سَتُودري اهو فرق چڱو وڏو آهي رگ ويد، ايڊيٽر آفريخت، جلد ٻيو، ص 249، ۽ جلد چوٿون، ص 232). پيٽيو: آر. ڊي. اولڊام، ب.ا.س. جي رسالي ۾، جلد پنجونجاهون ڀاڱو ٻيو، ص 236. پيٽيو: "آڳاٽو هندستان" (تالمي)، ايڊيٽر ايس. اين. مجمدار، مئڪڪرنڊل کان پوءِ، ڪلڪتو، 1927ع، ص 2-91. ٽاڊ چوي ٿو تہ جيسلمير جي سموري تاريخ ۾، جا 1702ع ۾ پوري ٿئي ٿي، گڏيل وهڪري (گهارا) کي "بياهہ" سڏيو ويو آهي. "راجستان جي تاريخ ۽ جهونيون وٿون"، جلد ٻيو، ص 262).

40. اي. جي. چناڪ ايريئن جي "ائناباسيس" جو جيڪو ترجمو ڪيو آهي، تنهن ۾ هن انهن ٻن هنڌن جي وچ ۾ درياءَ جي ڊيگهہ 100 اسٽيڊيئم ڄاڻائي آهي، جا تمام گهٽ آهي: جيتوڻيڪ ويڪر وڌائي ڏيکاري ويئي آهي.

41. بنبري، "جهوني جاگرافيءَ جي تاريخ"، جلد پهريون، ص 7-446.

42. ايرسٽوبولس، اسٽرابو جو حوالو. پندرهون، پهريون. 17 ايريئن جهلم نديءَ جي ڪنڌين جي مٿانهين هجڻ جو ذڪر ڪري ٿو. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته تنهن وقت ان درياءَ ۾ پاڻي گهٽ هو (اڻاباسيس، چوٿون. 3).

43. اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو ته ونيسيڪريٽس اِن ڏيهه جو نهايت تفصيل سان احوال ڏنو آهي. اتي ٻڙ جو وڻ توڙي (ايرسٽوبولس موجب) ڪٽڪ جهڙو جهنگلي ان ۽ هڪ قسم جو انگور پيدا ٿيندو هو. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 21، 22 ازانسواءِ، ونيسيڪريٽس اسان کي اتان جي رهاڪن جي ريتين رسمن بابت ٻڌائي ٿو ۽ ملڪ جي واڪاڻ ڪندي نٿو ڍاپي." (ايضاً، 34).

44. اڻاباسيس، ڇهون، 17.

45. ڪزينس "سنڌ جون جهونيون وٿون". ص 79-76. اروڙ واري ماڳ جي ڪابه ڳنڀير ڇڪاس نه ڪئي ويئي آهي.

46. جيڪو واهه نارا ڪئنال کي سکر بئراج سان ڳنڍي ٿو، سر اهڙيءَ ريت کوٽيو ويو آهي ته جيئن اروڙ واريءَ وٽيءَ منجهان اوپر طرف وهي. ان ڪان اڳ، ڪڙو نندو واهه، اروڙ واهه جي نالي سان، ساڳيءَ وٽيءَ منجهان اولهه طرف وهندو هو. اهو واهه فائيف جي پُراڻي (1859ع) نارا واهه کان به آڳاٽو هو. ("سنڌ گزيٽيئر"، ص 276).

47. اڻاباسيس، ڇهون، 16.

48. ميگاسٿينيز، ٽڪرو، ڇاونجاهون، پلاٽنيءَ جي قدرتي تاريخ ۾، ڇهون، 23.

49. ڪرٽيئس، فصل نائون، باب 8. ڀيٽيو: اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 33.

50. پلاٽني، Lib ڇهون، سو، ويهون، 23.

51. ٽالميءَ جو ڪتب آندل لفظ سنڌوءَ جي سائو گهارن جي نوعيت کي پوريءَ طرح ظاهر ڪري ٿو. (ٽالمي، ايڊيٽر مئڪڪرنڊل، ص 94).

52. اڻاباسيس، ڇهون، 17.

53. ايضاً، 18.

54. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 17.

55. ريورٽيءَ "سنڌ جو مهراڻ" (ص 474، نوٽ 546 ۽ ص 462، نوٽ 53) ۾ اهو دليل لفظن ۾ نه پر اشارن ۾ ڏنو آهي. پاتال جي بيهڪ جي

سلسلي ۾ هو جيمس مئڪمرڊو (سنڌونديءَ تي مقالو، رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو رسالو، جلد ٻيو (1834ع)، ص 9-38) جي راءِ سان عملي طرح شامل آهي تہ اهو شهر برهمڻ آباد واريءَ جاءِ تي يا ان جي ڀر پاسي ۾ هو. منهنجي خيال ۾ اها راءِ گهڻي ڀاڱي درست آهي، البت هيءَ ڳالهہ طبعي طرح ممڪن نٿي لڳي تہ ڪو سنڌوندي انهن ليڪن جي ڏسيل واٽ (نارا ماتريءَ رستي) وٺي برهمڻ آباد پهچندي هئي.

56. مئڪمرڊو جي چوڻ موجب، پراڻ (نارو) جي الهندي شاخ، ٻيءَ کان ويهارو ميل برهمڻ آباد جي اوڀر ۾ ڏار ٿي، خدا آباد ۽ هالا ڪنڌيءَ ڏانهن وهندي هئي. (مقالو ص 5-24). آءٌ پاڻئيان ٿو تہ اهو ناممڪن هو.

57. "درياهن ۽ واهن جي هلت ۽ انهن تي ضابطو" (سرسي، انگلس) ۾ نقشو، ص 165.

58. ڪرٽيئس، فصل نائون، باب 9. ايريئن جو بيان (ائناباسيس ڇهون، 18) پڻ ڏيکاري ٿو تہ مسافريءَ ۾ ڪافي ڏينهن لڳا هئا.

59. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 33.

60. ائناباسيس، ڇهون، 17.

61. پي ٽيو: هئگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 18. جيتوڻيڪ آءٌ هن جي موقف سان شامل نہ آهيان، تڏهن بہ هن جيڪي ڪجهہ سنڌوءَ جي عام لاڙي باب چيو آهي، سو واجبي آهي.

62. ائناباسيس، ڇهون، 18.

63. ايضاً، 19.

64. بلانفورڊ، "الهنديءَ سنڌ جي ارضيات"، ص 165.

65. بدقسمتيءَ سان ان جو نہ تہ ڪو وقت ڄاڻايو ويو آهي، نہ مفاصلو.

66. هئگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 23-22 هوڏانهن، ڊين ونسينٽ جو انومان آهي تہ ٽن ڏينهن واري مسافري اوڀر طرف ڪڇ جي ڪپر سان لڳو لڳ ٿئي، سڪندر جو مقصد هو تہ رستو سٽائو هجي تہ ايراني نار ۽ هندستان جي وچ ۾ باقاعدي جهاز راني شروع ڪجي، پر عبارت جو عام مفهوم پڌري پٽ هيءُ آهي تہ اها تياري خود نيارڪس جي اولهہ ڏانهن مسافريءَ لاءِ هئي. پيٽيو: اليگزنڊر برنس، "سنڌوءَ جي اپرندي شاخ واري نقشي جي ضمني


SOUTH WESTERN SIND and LAS BELA, in 325 B.C.
to illustrate the first stages of
ALEXANDER'S RETIREMENT
and of NEARCHUS' VOYAGE.
Contemporary names thus:- ARABIS R.
Modern names thus:- (Hab R.)
SCALE IN MILES: 5 0 10 20 30 40
GEDROSII
OREITAI
ARABIES
ICHTHYOPHAGI
Arabian Sea
INDUS R.
WESTERN BRANCH
Modern Course of Indus
Modern Coast Line
(Modern Coastline)
BIFURCATION OF THE INDUS
TO PATALA
(Hala)
(Hyderabad)
Ganjo H.
(Baran R.)
(Hab R.)
(ALEXANDER)
(NEARCHUS)
(HEPHAESTION)
Bela
RHAMBAKIA
(Jhau)
(Pao)
KOLAKA
(Birar)
KABANA
(Son Miani)
(Siranda Lake)
TOMERUS R.
(Hingol)
MALANA
(Ras Malan)
PAGALA
(Churna I.)
C. Monze
(Ras Muari)
(Karachi)
MORONTOBARA
SAKALA
SARANGA
DOMAI
BIBAKTA
SANGADA
PORT OF ALEXANDER
(Tatta)
STOURA
KILLUTA
KOREESTIS
KROKALA
"ISLAND IN THE DEEP SEA"
(Aban Shah)
DIRECTION OF MONSOON WIND
26°
25°
66°
67°
68°
H.T.L. fecit

يادداشت"، پڇاڙيءَ وارو نوٽ، پئرا 4. (بمبئي سرڪار جو فائيل 763):
ونسينٽ، "نيارڪس جو ساموندي سفر"، وغيره، لنڊن، 1797ع، ص 6-155

67. اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 20 ۽ 34.

68. ايريئن، ائناباسيس، ڇهون، 20. اسٽرابو، پندرهون پهريون، 34.

69. ايريئن، انڊيڪي، باب 20.

70. اسٽرابو، پندرهون، ٻيو، 5. ايريئن جي 'انڊيڪا' ۾ ان جو ڪو مذڪور ڪونهي.

71. پٽتان جي مقرريءَ لاءِ ڏسو ائناباسيس، ڇهون، 16.

72. نيارڪس جي احڪامن لاءِ ڏسو ائناباسيس، ستون، 20، انڊيڪا، ويهون ۽ ٻٽيهون.

73. پيٽيو: هئگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 20-29 (فوٽ نوٽ 44).

74. اهوئي عام لفظ ڪم آيل آهي. مئڪڪرنڊل جو چوڻ آهي ته نيارڪس "پنهنجو يادگار سفر" ڪلوُٽا جي "ٻيٽ ڪان شروع ڪيو هو". ڏسو "آڳاٽو هندستان" وغيره، ص 164، فٽنوٽ. تي سگهي ٿو ته ائين ئي هجي، پر ان بيان لاءِ ڪوبه معتبر ماخذ نه ڇاڻايو ويو آهي. پلائني (قدرتي تاريخ، ڇهون، 23، (96) چوي ٿو ته نيارڪس زائلينيپولس (Xylinepolis) (جنهن جو مطلب محض ڪاٺ وارو شهر آهي) ڪان سڙهه سنباهيا هئا، "ان جو پايو سڪندر وڌو هو." پر اهو ڪهڙي درياهه جي پرسان هو يا اهو ڪهڙي هنڌ هو، سو پوريءَ طرح ڄاڻايل ناهي. سر ڊبليو. ٽارن (اڳ ڄاڻايل ڪتاب، جلد پهريون، ص 106) ڄاڻائي ٿو ته نيارڪس "سنڌوءَ جي ايرندي شاخ ۾ لهوارو لڙهندو ڇوڙ تائين ويو هو" ۽ اتان سفر لاءِ سنيريو هو. پر اها ڳالهه پڻ انهن مشڪلاتن کي ليکي ۾ نٿي آڻي، جي اڳين سيني شاراهن کي منجهائيندڙيون رهيون آهن. هڪڙي مشڪلات آهي جهاز رانيءَ جا مفاصلا، جن ۾ ڊيلٽا جي هڪڙي پاسي کان ٻئي پاسي تائين جا 1800 اسٽيڊيئم (نيارڪس جو پنهنجو ڪاٿو يا ڏڪو) شامل نه آهن. ٻي مشڪلات آهي ٻئي ڏينهن جي جهاز رانيءَ ۾، دڙي ٽيپڻ ڪان پوءِ ايروز وارين ٽڪرين جو ظاهر ٿيڻ.

75. نيارڪس چوي ٿو (انڊيڪي، ايڪيهون) ته "هيڏانهن ساليانيون هوائون مانيون ٿيون، هوڏانهن آءٌ روانو ٿي ويس." پر اڳتي هلي ظاهر ٿو ٿئي ته چوماسي اچا به رکي رکي زور تي ورتو.

76. پيٽيو: هئگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 12-11. هن پيري ٻـ آءٌ سندس نظريي کي درست ٿو سمجهان، توڻي جو آءٌ سندس ڇاڻايل ٻيهڪ سان متفق نہ آهيان.

77. اليگزيڊر: برنس ڇاڻائي ٿو تہ: "منهنجي زماني جا سنڌي ٻہ ائين ڪندا هئا." (بمبئي سرڪار جي فائيل 790 ۾ 28 جنوري 1831ع جو روزنامچو).

78. ايضاً

79. ايضاً

80. هينري پاٽنجر، "بلوچستان ۽ سنڌ ۾ مسافريون"، ص 385، اليگزنڊر برنس، بمبئي سرڪار جي فائيل 790 ۾ 30 جنوري 1831ع جو روزنامچو.

81. هئگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ" ص 3-12.

82. مثال طور، هہ.ا.س.ي. جي جلد سترهين ۾ ص 210 جي سامهو وارو نقشو.

83. هن اهو نقشو لاسين جي "هندستان جو پراڻو تمدن" لاءِ ڪڍيو هو.

84. بلانفورڊجو بيان ڪيل، "الهندي سنڌ جي ارضيات"، ص 186 روايت آهي تہ ڪراچي بندر ۾ گهڙڻ جو هاٿوڪو لنگهہ ارڙهين صدي عيسويءَ جي منڍ ڏاري "تڪرين جي قطار" سان روڪيل هو. ("سيٺ نائونمل هوتچند جون يادگيريون". ص 37). پر پيٽيو: اي. ايف. بئلي، "ڪراچي ماضي حال ۽ مستقبل" (1890)، ص 8-15.

85. ڏسو اي. ايف بئليءَ جي "ڪراچي ماضي، حال ۽ مستقبل" جي ص 52-53 تي ڏنل نقشا.

86. پلاٽني، تيرهون، 25.

87. ايريئن، انڊيڪي، باب ويهون.

88. ايريئن، انڊيڪي، ساڳيو باب، ڏسو ٽالمي، ڇهون، 21، 2، ايميانس مارسيلينس، "تاريخ"، فصل ٽيويهون.

89. "هندستان جي سروي وارو نقشو"، اڌ انچ ۾ ميل، نمبر 35، ويڪرائي ڦاڪ اتر اوڀر، ٻيو ڇاپو.

90. "تائو مل هوتچند، يادگيريون"، ايڊيٽر سرايوان جيمس، ايگزيٽر، 1915ع، ص 36.

91. ايضاً

92. مياڻي هور جو احوال "لسبيلا گزيٽيئر" جي ص 10 ۽ 187 تي ڏنل آهي، "ايراني نار جو سونهون". (1942ع وارو ڇاپو)، ص 69 سر ڊبليو. ٽارن، ڊايوڊورس جي هڪ منجهيل ٽڪري تي پاڙيندي، ڪوڪل بابت ائين لکي ٿو ته اهو ڪو اوٽائتو بندر هو، پر نيارڪس اُن لاءِ جيڪو لفظ ڪم آندو آهي، انهن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته آرماڙ ڪپر ڪان پرتي سمنڊ ۾ پڳهه ٻڌا هُئا.
ٽارن، "سڪندر اعظم"، جلد ٻيو، ص 253، پيٽيو: ايريئن، انڊيڪا، باب 23.

93. "هندستان جي سروي وارو نقشو"، چوٿائي انچ ۾ ميل، ص 35.

94. ان جو حوالو "لسبيلا گزيٽيئر" ۾ ص 13 تي ڏنل آهي.

95. ايضاً

96. ٽارن، ساڳيو ڪتاب، ساڳيو صفحو.

97. ايراني نار جو سونهون، ص 71.

98. ايضاً.

99. ڊي. اينول (D Anville) جو انومان هو ته نيارڪس ننڍي اسٽيڊيئن سان ڪَڇ ڪئي هئي، جنهن ۾ ميل اندر 15 اسٽيڊيئن ٿين ٿا ۽ ڊاڪٽر ونسينٽ به ان ئي انومان تي هليو هو. ڪنهن به قديم ليکڪ ان 'ارسطاطاليسي اسٽيڊيئن' جو ذڪر ناهي ڪيو. ازانسواءِ جيڪڏهن اسين اهو ڪاڇو نيارڪس جي ڄاڻايل مفاصلن جي ليکي ڪرڻ لاءِ واپرائينداسين ته اهو رڳو مسافريءَ جي شروعاتي پاڱن لاءِ ڪارائتو ٿيندو، جڏهن ته پوئين پاڱي جا پيد پاڻ وڏيڪ اڳرا ٿي پوندا. ظاهر آهي ته نيارڪس اوس يا نه ٻيڙي جي ڪلاڪ رفتار سان ليکو ڪيو هوندو، يا وري ان گهٽن ورن وڪڙن واري ڪپر سان لڳو لڳ هڪ هنڌ ان ٻئي هنڌ تائين مفاصلي جو اک سان تلهو ليکو ڪيو هوندو ۽ سٽائي يا اٺائي واءُ ۽ ويرين واريءَ ڌارا جي اثر ڪري هن جو هڪڙي مرحلي لاءِ ڪاٿو حد کان وڌي ۽ ٻئي مرحلي لاءِ ڪٿي به سگهيو ٿي. (بنبري، آڳاٽي جاگرافي وغيره، جلد پهريون، ص 6-554).

تڏهن بہ، سرڊبليو. ٽارن 'مقدونيائي اسٽيڊ' جي وڪالت ڪئي آهي، جنهن ڪي هو. 'ائٽڪ اسٽيڊ' (Attic stade) جو اٽڪل ٽئي ڀاڱي چار ڪٽي ٿو: ڪيوبٽ (Cubit) واري پيماني بابت ثابتيون سڪندر اعظم جي جلد ٻئي ۾ ص 171-169 تي ڏنل آهن.

پر، جيئن مٿي چيو اٿئون، ننڍي ڪاڇي سان ليکو ڪبو تہ خاطري ڪيل مفاصلا نيارڪس جي روزنامچي سان مجموعي طرح نهڪي ڪونہ ايندا.

باقي ڪرنل هولڊچ جي پروڪروسٽيا واري طريقي تي ڪهڙو تبصرو ڪجي، جو هو جتي ڏسي ٿو تہ ماپون پاڻ ۾ نهن نٿيون، اتي ڪپر ليڪ ڦيرائي ٻي ٿو ڪٽي. ("فنن واريءَ سوسائٽيءَ جو رسالو"، جلد 49 (1901ع) ص 418 لاڳيتو).

---

## باب انون

# سنڌ پوءِ جي ڪلاسيڪي تذڪرن موجب

اسٽرابو پنهنجي هندستان جي جاگرافي سهيڙڻ لاءِ رڳو اُنهن راوين جو سهارو ورتو هو، جي ڪانئس ٽي سو ورهيه اڳي يا ته سڪندر اعظم جا سهيوڳي هئا يا وري سڪندر کان ٿورو وقت پوءِ ٿي گذريا هئا. سندس خيال هو ته پوءِ جا راوي ڪا پوري معلومات نٿا ڏين ۽ ويندي جيڪي وڻجارا: "اڄڪلهه مصر کان نيل ۽ عربي نار منجهان ٻيڙا هاڪاري هندستان اچن ٿا." سي به بي خبر ۽ اٽڪل ماڻهو آهن ۽ انهيءَ جوڳا نه آهن جو جيڪي ولايتون ڏسن ٿا، تن جو ڪو احوال ڏيئي سگهن (1).

ڪلاسيڪي جاگرافيدانن جي قطار ۾ هن کان پوءِ وڏو پلائني اچي ٿو، جيڪو پانئجي ٿو ته اسٽرابو جي عظيم تصنيف کان بيخبر هو. هن معياري ماخذن مان استفادي ڪرڻ وقت ڪا خاص چند چاڻ ڪانه ڪئي آهي، ماڳهين انهن سان اهڙن ماخذن جي معلومات به گڏي ڇڏي اٿئين، جن کي اسٽرابو ننديو آهي. اسٽرابو جي لکڻ پڄاڻان سٺ ستر ورهين جي اندر مصر (ان وقت رومي سلطنت جو ڀاڱو) ۽ هندستان جي وچ ۾ وڻج واپار گهڻو زور وٺي ويو هو. ان واڌاري جو گهڻو تڻو ڪارڻ هيءُ هو ته هڪڙي هپالس (Hippalus) نالي شخص ڏکڻ اولهه واري چوماسي جي واهر سان ڏکڻ عربستان کان سڌو هندستان پهچڻ جو طريقو ڳولي لڌو هو (2). عرب شايد گهڻي وقت کان ان طريقي تي هلندڙ هئا. پانئجي ٿو ته ان مضمون تي ڪو ڪتاب به موجود هو. پلائنيءَ ان ڪتاب جي آڌار تي ئي ملباري ڪپر جي بندرن جو ڪارائتو احوال لکيو. هن انهيءَ احوال ۾ اهڙن مکيه شهرن جا نالا به ڏنا، جن کي اِهي بندر ڪم ايندا هئا. سيلون بابت به ڪُجهه تازي پر نادرست معلومات پڻ ڏني اٿئين.

اهو خاطريءَ سان نٿو چئي سگهجي ته پلائني سنڌو ماٿريءَ بابت جن ڳالهين ۾ اسٽرابو سان نٿو نهڪي، تن مان کهڙيون کهڙيون ميگاستينيز کان پوءِ جي ڪنهن ماخذ تان ورتل آهن. هن جيڪو ستلج جو ذڪر ڪيو آهي، توڙي ستلج ۽ بياس جي وچ ۾ ۽ اتان "شاهي رستي" وسيلي پاٽلي پتر تائين جيڪي مفاصلا ڄاڻايا اٿس (3)، سي سڀ ميگاستينيز تان کنيا اٿس، جنهن کي اسٽرابو معتبر نٿو سمجهي.

اسٽرابو جيان پلائني به سنڌوءَ جي سيلابي ڦهلاءَ بابت وچٽرن ڪاٽن تي پاڙڻ ڪي ترجيح ڏئي ٿو. هو چوي ٿو ته هوءَ ڇهن ميلن کان وڌيڪ ويڪر نٿي وني ۽ نه ئي ان جو مٿاچرو 45 فٽن کان چڙهي ٿو. هو اسان کي هيءُ به ٻڌائي ٿو ته ان درياهه ۾ هڪ هنڌ هڪڙو تمام وڏو پرسياني نالي ۽ ٻئي هنڌ ٻيو ننڍو پاٽل نالي ٻيٽ آهي (4). پويون ٻيٽ، هو چوي ٿو ته هڪجيترن پاسن واري ٽڪنڊي جي شڪل جو آهي ۽ ان جا پاسا ٻه ٻه سو ميل ڊگها ٿيندا (5). ٻئي هنڌ هو ڄاڻائي ٿو ته سنڌوءَ لڳ پرساءِ (Prasii) لوڪ اهي آهن، جن بابت انومان آهي ته ڄامڙا آهن. هڪڙي ڳالهه هو صحيح به ٿو چوي ته رنگ جا ڪارا هندي گنگا واري پٽ جي ڏکڻ ۾ آهن ۽ جيڪي سنڌوءَ جي پرپاسي ۾ آهن، سي ڪڻڪ رنگا آهن (6).

هو اهڙن ڪيترن قبيلن جا نالا ٻڌائي ٿو، جن بابت چيو وڃي ٿو ته اهي سنڌوءَ جي ٻنهي پاسي رهندڙ هئا، پر انهن قبيلن جا ماڳ ڪٿان هئا، سا ڳالهه چٽي نه ٿو ٻڌائي ۽ نه ئي وري هن جا ٻڌايل نالا اڳين ليکڪن جي لکڻين ۾ ڄاڻايل نالن سان ملن ٿا (6- الف). هن سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي اولهه واري ڪپر جو مختصر ۽ اڻپورو احوال به ڏنو آهي. اهو احوال ونيسيڪريٽس تان ڪنيل ٿو لڳي ۽ نه نيارڪس تان. ان منجهه هيءَ دلچسپ ڳالهه به ڪيل آهي ته اورٿي لوڪ ڪا هندي ٻولي نه پر پنهنجي ٻولي ڳالهائيندا هئا ۽ هيءَ عجيب ڳالهه پڻ ان ۾ چيل آهي ته سڪندر "سيني اچٿايو ڦاگين (Ichthyophagi) لوڪن کي مڇيءَ تي گذران ڪرڻ کان جهلي ڇڏيو هو"(7).

مطلب ته پلائنيءَ جيڪو به احوال ڏنو آهي، سو اڻ ٽڪيل ٽوريل ۽ پکڙيل ٽٽل ڳالهين جي صورت ۾ آهي. هن کي ڇڏي اسين هڪ ٻنهه نرالي نوعيت جي تصنيف ڏانهن اچون ٿا. اها آهي ڪنهن اڻڄاتل ليکڪ جي "ايريٿريئن سمنڊ جو پيريپلس". اها لکڻي هندي وڏي سمنڊ ۾ واپار بابت معلومات جو تت آهي. ساڳئي وقت ان ۾ ڳاڙهي سمنڊ کان هڪ طرف زنجبار تائين ۽ ٻئي طرف راس ڪامورن تائين ناکئن جي رهبريءَ لاءِ رستو پڻ ڏسيل آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته اهو رسالو پلائنيءَ جي لاڏاڻي کان ڪي ٿورا ورهيه پوءِ ظاهر ٿيو هو. ان ۾ ڪيترا اهڙا تفصيل به آهن، جي هڪڙي ٻئي نندي رسالي تان ڪنيل آهن. ان نندي رسالي بابت اسان کي اوس فرض ڪرڻو پوندو ته اهو تنهن زماني ۾

موجود هو ۽ ان نامعلوم ليکڪ ان مان استفادو ڪيو هو. پيريپلس کي پلائنيءَ واري ڪتاب جي ساڳئي احوال وارن تذڪرن سان ڀيٽي ڏسبو ته پيريپلس گهڻو وڌيڪ رتائتو، صحيح ۽ مفصل نظر ايندو. سو اسان کي انت سنڌ جي ڪپر جي تڏهوڪين حالتن جي احوال لاءِ پيرپلس واري بيان کي پلائنيءَ جي بيان تي ترجيح ڏيئي قبول ڪرڻو پوي ٿو.

پيريپلس ۾ ڄاڻايل آهي ته سمنڊ جي پر وارو ڪپر تمام هيٺانهون ۽ تراڪڙو آهي ۽ منجهس سنتاس (سنڌو) جا ڇوڙ آهن ۽ اهو درياهه ايترو ته گهڻو پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙي ٿو "جو ماٺهو ڇوڙ جي پر واريءَ زمين کان اڃا گهڻو پري هوندو، تڏهن به سمنڊ ان جي پاڻيءَ جي ڪري اڇو تيل نظر ايندو." درياءَ جا ست ڇوڙ هئا، جي سڀ تانگها ۽ ريٽن سان ڀريل هئا. وچ واري ڇوڙ کي ڇڏي ٻيو ڪوبه جهاز رانيءَ لائق نه هو. ان وچ واري ڇوڙ تي هڪڙو وڻجارڪو بندر باربريڪن (Barbarikon) نالي هو، جنهن جي سامهون هڪ ٻيٽاري هئي. هتي جهاز اچي لنگر هڻندا هئا. جهازن جو مال لاهي ننڍين ٻيڙن ۾ وڌو ويندو هو، جيڪي اهو مال درياءَ ۾ مٿي وڃي گاديءَ کي پهچائيندا هئا. گاديءَ جو نالو مين نگر (Minnagar) هو ۽ ملڪ جو راڄا اتي رهندو هو. ان زماني (سن 50 عيسويءَ جي لڳ ڀڳ) ۾ راڄا پارٿياڻي[1] (Parthian) قوم جو هڪ شهزادو هو، جيتوڻيڪ ملڪ اسڪائٿيا (Skythia)[2] سڏبو هو.

باربريڪن جي وڻجارڪي بندر تان جن وکرن جو روانگي ۽ آمدني واپار ٿيندو هو، ليکڪ تن جا نالا ڄاڻائي ٿو. ويندڙ وکر ۾ قيمتي پهڻ، ريشم جو ڌاڳو ۽ چين جي پشم (Fuc) توڙي گرم مصالحا، ڪوئر، سوٽي ڪپڙو ۽ نير، جي ضرور مڪاني پيدائش هوندا، شامل هئا.

ملڪ بابت اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو ته "ان جو اندريون ڀاڱو، جو اسڪائٿيا جي حد سان وڃي ملي ٿو، سو ابيريا (Aberia) جي نالي سان ۽ ان جو سامونڊي ڪپر سوراشٽرين (Surastrene) جي نالي سان سڏجي ٿو. هيءُ اهڙو علائقو آهي، جنهن ۾ اَن ۽ چانور، ترن جو تيل مکڻ جام ٿين ٿا ۽ شربتائين ململ ۽ هندي

---

[1] ڀيرو مل مهرچند آڏوائيءَ موجب، پرٿو لوڪ، جي پرٿيا جا هئا. ڏسو "قديم سنڌ"، (1957ع)، ص 151. (مترجم)
[2] رحيمداد خان مولائي شيدائي ("تاريخ تمدن سنڌ"، ص 119) ان کي سڪاڊيپ (لاڙ) سان موافق ڄاڻائي ٿو. (مترجم)

ڪپهه مان ٺهيل ڪپڙو به گهڻو ٺهي ٿو. چوپايو مال به جججهو ٿي اٿس. اتان جا رهاڪو ڍگهي قد ۽ ڪاري رنگ جا آهن. ملڪ جي گادي مين نگر آهي، جتان وڏي انداز ۾ سوٽي ڪپڙو باريگازا (Barygaza) موڪليو وڃي ٿو. ملڪ جي هن ڀاڱي ۾ اڄ به سڪندر جي مهم جا، هن جي ناهيل عبادت گهرن جا، ڇانوڻين ۽ وڏن کوهن جي بنيادن جا يادگار موجود آهن" (7- الف).

پيريپلس ۾ اڳتي هلي ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جو بيان آهي ۽ 'وڏي' ۽ 'ننڍي' جي نالي ٻنيءَ نار جو ذڪر آهي، تنهن ۾ اسان ڪڇ جي رڻ ۾ ويندڙ ڪاري، جا هاڻ "ڪوري" ڪونجڻ ۾ اچي ٿي ۽ ڪجهه اڳيرو ڪڇ جي نار جي سڃاڻپ ڪريون ٿا. ٻيئي جهاز رانن لاءِ هاڃيڪار هيون ۽ ڪين اِنهن کان پري رهڻ جي هدايت ڪيل آهي.

ڊيلٽا جي الهندي پاسي واري ڪپر جو بيان گهٽ ڇتو آهي. مورنتوبار يا 'زالاٿي' بندر جو ڪو ذڪر ڪونهي، پر ڪنهن هنڌ، جيڪو اورمار (Ormara ڪتاب ۾ ڇاٽايل آهي ته اها ٻاهر تي نڪتل راس هئي) جي اوير ۾ هوندو، هڪڙي ندي هئي، جا ايتري وڏي هئي، جو ان ۾ جهاز به وڃي پئي سگهيا. "ان جي ڇوڙ وٽ اوڙايا (Oraia) جي نالي سان هڪڙو ننڍو بندر هو. ان جي ڀنيان، ملڪ اندر، ڪپر کان ستن ڏهاڙن جي مسافريءَ تي هڪ شهر آهي، جتي راجا رهي ٿو. ان شهر جو نالو رهامباڪيا (Rhambakia) آهي." اندرئين علائقي ۾ اُن کان سواءِ شراب، چانور ۽ ڪتل پيدا ٿئي ٿي، پر سمنڊ جي پر واري تر م رڳو سُرهو ڪونئر، گُگر نالي، ٿئي ٿو (8).

گمان آهي ته جنهن نديءَ تي اوڙايا نالي بندر هو، سا شايد آگور (Agor) ڪاري هئي، جنهن ۾ هنگول اچي ڇڙي ٿي ٻين لفظن ۾، نيارڪس جي مسافريءَ واري ٿو ميرس. ان جي پرسان هڪڙو آڳاٽو ماڳ به ڇاٽايو ويو آهي (9). سمجهيو وڃي ٿو ته رهامباڪيا لسٻيلي جي پرسان يا ان جي اتر ۾ ويلپٽ (Welpat) واري زرخيزنيابت ۾ هو(10). اهي ٻئي هنڌ هڪٻئي کان ستن ڏهاڙن جي پنڌ تي تيندا. پر اهو سمجهه ۾ نٿو اچي ته آخر جبلن ۽ سمنڊ جي وچ ۾ قاتل اگور هڪ ننڍڙي مهاڻن جي ڳوٺ کان، جڏهن نيارڪس اتي پڳهه ٻڌا هئا، ايتري ۾ ڪيئن وڏيڪ وڏي راس تي ويئي هوندي. جيڪو بندر رهامباڪيا جي ڪم ايندو هوندو، سو قدرتي طرح اڃا اوير ۾ لس واري پٽ

جي پيرانديءَ ڪان هوندو. ڦوڙ نديءَ جو ڇوڙ ٻه ايترو وڏو نه هوندو، جو "ان ۾ جهاز داخل ٿي سگهن." شايد اسان جو اهو انومان صحيح هجي ته وندر يا پوراليءَ جي ڇوڙن جي ڀرپاسي ۾ پراڻي ڪپر ليڪ جي سامهون جيڪي ريٽ هئا، سي تنهن زماني تائين ڪنهن ڪاريءَ کي لٽڻ لڳا هوندا. سونمياڻي ويلپٽ ڪان اٽڪل ڇهن رواجي منزلن تي آهي.

سنڌوءَ جي ڊيلٽا ڏانهن موٽندي اهو اوس مڃڻو پوندو ته باربريڪن ۽ مين نگر جي سڃاڻپ جو ڪو امڪان ڪونهي(11). ٿي سگهي ٿو ته ٻيون شهر سڪندر جي ڏينهن وارو پاٽل هجي، جنهن کي اسڪائٽيائي نالو ڏنو ويو هجي. ايترو ته مڃڻو پوندو ته اهو شهر درياهه جي ڪناري تي يا ان جي پرسان هو. پر ٿي سگهي ٿو ته سڪندر ۽ سندس لشڪر جي سنڌ منجهان ڪوچ ڪان پوءِ، ڇئن سون ورهين ۾، درياهه جي رخ ۾ ايتروئي وڏو ڦيرو اچي ويو هجي، جيترو ڪ خود ڊيلٽا ۾ آيل ڏيکاريو ويو آهي.

ان ڪان پوءِ اسان کي جيڪو معتبر مصنف ملي ٿو ۽ آڳاٽي جاگرافيءَ ۾ سيني ڪان مشهور هو، سو آهي سڪندريا جو ڪلاڊيئس ٽالمي، جنهن پنهنجو مهان ڪتاب 160-150 عيسويءَ ڌاري جوڙيو. هن جو ڏانءُ اسٽرابو ڪان نرالو هو. اسٽرابو ڇا ڪيو هو، جو ان زماني ۾ جن ملڪن جي ڪيس ڪجهه ڄاڻ هئي، تن جو عام احوال لکيو هئائين. ٽالميءَ جو گهڻو ڌيان دنيا جي نقشي کي سڌارڻ ڏانهن هو ۽ هن جي جاگرافيءَ ۾ گهڻو تڻو سندس نقشن تي حوالن جون جدولون ڏنل آهن. اهي نقشا هن نسبتي طرح محدود ايراضيءَ اندر ڪيل تمام ٿورن هيئتي مشاهدن جي آڌار تي ناهيا هئا ۽ گهڻو سفرنامن (12)، ناڪئن جي سونهن ۽ ساڳيءَ طرح جي ٻيءَ معلومات منجهان ڪيل ٿلهن ليکن تي پاڙيو هئائين. اهڙيءَ ريت ناهيل نقشن مٿان هن پنهنجيون ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪون وڌيون، جي هن پنهنجي مختصر هيئتي اڀياس مان انومان رستي ڪڍيون هيون. پوءِ هن سيني مکيه هنڌن جي بيهڪ ڊگهائي ڦاڪ ۽ ويڪرائي ڦاڪ تي ڊگرين ۽ منٽن ۾ ڏيکاري، ائين ڄڻ انهن جي عملي طرح خاطري ڪري ورتي هجئين (13).

جيترو مواد ڪانئس اڳين لکندڙن وٽ موجود هو، تنهن ڪان گهڻو وڌيڪ مواد، خاص ڪري هندستان بابت، ٽالميءَ کي ميسر هو. پر بدقسمتي چئجي،

جو هن جا ٻڌايل هنڌن ماڳن جا ڪيئي نالا، جي ٻئي ڪنهن لکندڙ نہ ڏنا آهن، سي هاڻ سڃاڻپ ۾ نٿا اچن. جنهن معلومات جي آڌار تي هن پنهنجن نقشن ۾ انهن هنڌن جي ٻيهڪ ۽ اهڙيءَ ريت ويڪرائي ڦاڪ ۽ ڊگهائي ڦاڪ ڏني آهي، تنهن معلومات جي نوعيت جو ڪو پتو نٿو پئجي سگهي ۽ انهيءَ ڪري ان معلومات جي ڪارائتي هجڻ ۾ شڪ ڪرڻ ڏاران رهي نٿو سگهجي.

ٽالميءَ جو اپياس سندس نقشن رستي ڪرڻو پوي ٿو ۽ اها ڳالهہ تہ سندس نقشا هن پاڻ نہ پر ٻين ڪڍيا هئا، ڪا اهميت ڪانہ ٿي رکي، ڇاڪاڻ تہ اهي بهرحال ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن بابت سندس هدايتن موجب ئي تيار ڪيا ويا هئا. هن جو اتر الهندي هندستان جو نقشو ناقص هوندو بہ، ڪنهن اهڙي بنيادي عيب جي ڪري باطل نٿو ٿي وڃي، جيئن سندس دکن ۽ سيلون جو سچو نقشو غلط ٿي ويل آهي. پر هو سنڌوءَ ۽ ان جي پرتي ڪندڙ ندين جي ٻيهڪ ڏيکارڻ ۾ هڪ عجيب چڪ ڪري ويو آهي، هو پنجاب جي ندين جي گڏيل وهڪري کي سنڌوءَ ۾ ڪابل نديءَ جي چوڙ ڪان نقط هڪڙي ڊگري هيٺ چوڙ ڪندي ڏيکاري ٿو، جڏهن تہ اصل مفاصلو ڇهہ ڊگريون آهي. اهڙيءَ ريت هو سنڌوءَ جي هيٺئين وهڪري کي ان جي اصل ڊيگهہ کان ذري گهٽ ٻيڻو ڏيکاري ٿو ۽ پنجاب جي درياهن جي اصل ڊيگهہ جو اڌ ڪائي وڃي ٿو (14). تاهم، مکيہ ڏاني ندين جا ميلاپ صحيح ترتيب ۾ ڏيکاريل آهن ۽ انهن جو عام رخ بہ ٺيڪ ڄاڻايل آهي. ڌيان جوڳي ڳالهہ هيءَ آهي تہ بياس جو ستلج سان ميلاپ پهريائين ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو سندس اچوڪي لاڳاپي سان گهٽي ياڳي ٺهڪي اچو ٿو.

پر ٽالميءَ موجب هيٺينءَ سنڌوءَ جي سڀ کان دلچسپ ۽ خاص ڳالهہ آهي ڊيلٽا کان مٿيرو مکيہ وهڪري منجهان شاخن جو ڦٽڻ. هو ساڄي پاسي کان بہ (15) ۽ کابي پاسي کان هڪڙي شاخ ڦٽندي ڏيکاري ٿو. پوئينءَ شاخ کي ٻين کان اوپارو نڪرندي ڄاڻايو ويو آهي. ٽالمي هڪ عجيب جملو (16) ڪم آڻي ٿو، جنهن جي معني هيءَ ؟ ، پانئجي تہ ڏاني نديون انهن شاخن منجهان ڪن ۾ ڇڙن ٿيون. سينٽ مارٽن (Saint Martin) چوائيءَ. پڪ ناهي تہ ٽالميءَ کي ڏاني نديءَ ۽ شاخ جي وچ ۾ تفاوت جي ڄاڻ بہ هئي يا نہ. پر ان قسم جو مونجهارو اسان جي زماني تائين هلندو اچي ٿو ويندي ميجر ريورٽي بہ گهاڙ

ڪي "بڪر ڪان ڪي سورهن ميل اولهہ طرف" آب سنڌ (سنڌو) ۾ ڇوڙ ڪندي ڄاڻائي ٿو. ائين ڪرڻ لاءِ گهاڙ کي تہ تَــڪرن تي چڙهڻو پوندو (17) حقيقت هيءَ آهي تہ سنڌ ۾ سنڌوءَ جي اولهہ طرف درياءُ جون شاخون ٽڪرن ڏانهن وهنديون آهن ۽ ساڻن ٽڪرن تان درياءُ واري پاسي وهي ايندڙ ڇــَـرون اچي گڏبيون آهن. آبڪلاڻيءَ جي مند ۾، برساتن ڪان پوءِ، سنڌوءَ جو پاڻي ۽ ٽڪرين جو پاڻي "ماتريءَ" جي ڪيترن ئي هنڌن تي پاڻ ۾ گڏجي ٿو. اها ماتري جيڪب آباد جي اتر ڪان اولهہ ڏکڻ اولهہ ڏي هلندي ڏکڻ اولهہ ڏي ۽ پوءِ ڏکڻ ڏي لڙندي، پري منڇر ڍنڍ تائين هلي وڃي ٿي. اهڙيءَ ريت، بگٽي ٽڪرين تان ايندڙ لهري، ناڙي ۽ بولان (Lahri, Nari, Bolan) نديون توڙي ڪڇيءَ ۽ سنڌ جي اولهہ وارين ٽڪرين جون سڀ نيون ڪڏهن ڪڏهن سنڌوءَ جي شاخن جون ڏن پرو بڻجي وينديون آهن.

ٽالميءَ سنڌوءَ جي ساڄي پاسي ڪان جي چاڙون ڦٽندي ڏيکاريون آهن، تن مان اتريئن ۾ اترين شاخ آرڪوسيا (Archosia) ڏانهن ويندي ڏيکاري ويئي آهي ۽ ڪن صاحبن جو چوڻ آهي تہ انهيءَ شاخ مان هن جي مراد ڪو ڪَـڙيو (Loop) يا پاسي مان نڪرندڙ واهو آهي، جنهن ۾ گومل ندي چاڙهہ وقت اچي پوندي هئي (18). پر هتي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ هيءَ اولهہ واري شاخ، ٽالميءَ موجب، پنجند ۽ سنڌوءَ جي سنگم ڪان چڱو پنڌ هينيرو سندس ويڪرائي ڦاڪ جي اداِئي ڊگرين تي مکيہ وهڪري منجهان نڪرندڙ هئي، جڏهن تہ گومل سنڌوءَ ۾ پنجند سان ان جي ميلاپ ڪان ويڪرائي ڦاڪ جون اداِئي ڊگريون مٿي ڇوڙ ڪري ٿي. ٽالميءَ جي نقشن ۾ سنڌوءَ جي جا وڏي ڊيگهہ ڏيکاري ويئي آهي، تنهن کي آڏو رکندي، هيءُ انومان ڪدي سگهجي ٿو تہ اها شاخ اها قديم شاخ هوندي، جيڪا ڪشمور ڪان هيٺ سنڌ ڍوري ڪان شروع ٿي، هاڻوڪي جيڪب آباد جي اتر ڪان لنگهندي، مُـهمل ٽپندي، 'سنڌ چندڻ' ۾ وڃي پوي ٿي. بولان نئين جي ليٽ بہ ان شاخ ۾ اچي پوي ٿي. بولان انهيءَ ملڪ مان وهي اچي ٿي، جنهن ملڪ کي ٽالمي آرڪوسيا جي نالي سان بيان ڪيو آهي (19)

ٽالميءَ آرڪوسيا جي پاڻين (Hydrographr) جو جيڪو احوال ڏنو آهي، ان مان ملڪ جي مٿين ۽ هينين پاڳي جي وچ واريءَ سر زمين بابت مونجهارو

پيدا ٿي پوي ٿو. هو ٻڌائي ٿو ته آرڪوسيا اوپر ۾ سنڌو ماٿريءَ جي پر پاسي تائين ڦهليل هو، جنهن مان سمجهجي ٿو ته ان ۾ ڪڇي به شامل هوندو. هن هڪڙي آرخوتوس ڪرين (Arakhotos Krene) نالي ڍنڍ ڄاڻائي آهي، جا ملڪ منجهان وهندڙ درياهه ناهي هئي (20) ۽ قدرتي طرح ائين سمجهيو ويو آهي ته ان ڍنڍ مان مراد هامون (Hamun) آهي، جنهن ۾ هيلمند (Helmand) نئن اچي ڇُٽي ٿي. پر هو صاف صاف چوي ٿو ته ان ملڪ منجهان، جا ندي وهي ٿي، سا سنڌوءَ منجهان نڪري ٿي: هن انهيءَ شاخ جي، ڍنڍ جي ۽ ڏاني نديءَ جي سرچشمي جي جيڪا بيهڪ ڏني آهي، سا مٿي ڄاڻايل ان نظريي سان نهڪي اچي ٿي ته "ڍنڍ" اهو وڏو هيناڙ هو، جيڪو هاڻي سنڌ جي اترالهندي حد کان ٿورو پرتي آهي ۽ ان ڍنڍ کي سنڌ ڊوري جي هڪ ڇاڙ رستي سنڌوءَ جو ۽ بولان، ناڙي ۽ مُولا نين رستي جبلن جو پاڻي ملندو هو (21). عجيب ڳالهه آهي ته ٽالميءَ سيستان جي وڏيءَ ڍنڍ هامون يا زاراهه (Zarah) کي، جنهن ۾ هيلمند اچي ڇڙي ٿي، ان جي اصلوڪي درنگيانا (Drangiana) جي ايراضيءَ ۾ نه ڏيکاريو آهي ته اسان کي اهو شڪ به ٿئي ٿو ته مٿان هو هري رود (Hari Rud) ۽ هيلمند جي وچ ۾ منجهي پيو آهي ۽ انهيءَ ڪري آريئا (Areia) ڍنڍ کي هامون ڍنڍ سڏيو اٿس. هو ڄاڻائي ٿو ته درنگيانا جي ايراضيءَ کي اربيس نديءَ جي هڪڙي شاخ پاڻي پهچائيندي آهي اِها بهرحال هن جي زبردست چڪ آهي(22).

ٽالميءَ سنڌوءَ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ کان جا ٻي ڇاڙ ڦٽندي ڄاڻائي آهي، تنهن کي هو اربيتا (Arbita) جبلن ڏانهن ويندي ڏيکاري ٿو (23). اها ڇاڙ ان هنڌ کان ڪا گهڻي هيٺ ڦٽندي ناهي ڏيکاريل، جنهن هنڌ هن بينگر (Binagara) جو شهر ڏنو آهي. هيءُ شايد ساڳيو 'پيريپلس' وارو مين نگر آهي. البت اربيتا جبلن بابت پروسي سان چئي سگهجي ٿو ته اهي کير ٿر جبل ۽ ان جون شاخون آهن ۽ جيڪا ڇاڙ انهن ڏانهن وهندڙ هئي، سا پڪ ئي پڪ گهاڙ، يا شايد الهندو نارو هئي (24).

هينئنءَ سنڌوءَ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ ڇڏڻ کان اڳ اهو ڄاڻائڻ واجبي ٿيندو ته ٽالميءَ جو چوڻ آهي ته اربيتا جبلن کان ڪي 'نديون' اچي سنڌوءَ سان ملن ٿيون ۽ هو انهن منجهان هڪڙيءَ جي مول منڍ جو ڏس پتو به ڏئي ٿو، جنهن مان گمان ٿئي ٿو ته اهي اڙل هوندي يا سن يا باران نئن هوندي (25).

جيستائين ڊيلٽا جي الهندي پاسي واري ڪپر جو لاڳاپو آهي تہ هو "زالائي" بندر (گنائڪن لائيمن Gunaikon Limen) کي اربيس نديءَ جي ڇوڙ ۽ سنڌوءَ جي الهندي ۾ الهندي ڇوڙ جي وچ ۾، پر قدري اڳ ڇاڻايل ڇوڙ جي ويجهو ڏيکاري ٿو. هيءَ بيهڪ اها ساڳي آهي، جا ايرين جي 'انڊيڪي' ۾ مورنٽوبار جي ڏيکاريل آهي، پر مفاصلا تمام وڏا ڇاڻايل آهن. ٽالميءَ جي اربيس ندي اولهہ ۾ ايترو تہ پري ڇوڙ ڪري ٿي، جو سنڌوءَ جي نسبت سان ان جي بيهڪ لڳ ڀڳ اهائي وڃي ٿئي ٿي، جا اصل ۾ دشت نديءَ (Dasht) جي آهي (26). ساڳيءَ ريت، هو اربيتي لوڪن (Arbiti) جي گاديءَ جو هنڌ اربيس (Arbis)، ڪرمانيا جي سرحد تي ڏيکاري ٿو. ڪرمانيا جي ڪپر تي پارسيداءِ (Parsidai) لوڪن جي ۽ سنڌن اوپر ۾ اربيتي لوڪن جي والار ڇاڻايل آهي، پر سنڌونديءَ جي طرف وارا ڀاڱا رهامني (Rhamni) لوڪن جي قبضي ۾ ڏيکاريل آهن.

ٽالميءَ ۾ نہ تہ اورٽي لوڪن جو ڪو مذڪور آهي، نہ ئي 'پيريپلس' جي ڇاڻايل اورايا بندر جو. اسان قدرتي طرح رهامنيءَ کي رهامباڪيا سان ڳنڍينداسون، جو رهامباڪيا بابت اسان کي پتو آهي تہ اهو شهر ٽالميءَ کان صديءَ کان بہ گهڻ مُدو اڳ موجود هو (27). ڌيان ۾ رهي تہ ٽالميءَ هڪڙي ايورئتي (Eoreiti) لوڪن جو ذڪر ڪيو آهي، جي آرڪوسيا جي ڏاکڻي ڀاڱي ۾ رهندڙ هئا. ٿي سگهي ٿو تہ اها قوم پهرين لسبيلي ۾ رهندي هجي ۽ پوءِ اتان، شايد پارسيداءِ ۽ اربيتي لوڪن جي دٻاءَ جي ڪري ايڏانهين لڏي ويئي هجي.

سنڌو جي ڊيلٽا بابت ٽالميءَ جو بيان 'پيريپلس' جي لکندڙ جي بيان جي تصديق ڪري ٿو. سنڌوءَ جا ست ڇوڙ هئا، سيني جا نالا ڏنل آهن ۽ هر ڇوڙ جو وهڪرو چٽيءَ طرح ڏيکاريل آهي. الهندي ۾ الهندو ڇوڙ ساڳپ (Sagapa) سڏبو هو، جنهن تان اسان کي علائقي جو نيارڪس طرفان ڇاڻايل نالو، سنگد (Sangada)، ياد اچي ٿو (28). ترتيب ۾ ٻيو نمبر سنٿان (Sinthon) وارو ڇوڙ هو، جنهن مان، پانڇي ٿو تہ، مکيہ وهڪرو اهو هو، توڙي جو جنهن وقت 'پيريپلس' لکيو ويو هو، تنهن وقت ڇوتين يا وچين شاخ ئي جهاز رانيءَ لائق هئي. اولهہ کان ڳڻيندي ٽيون نمبر ڪرائيسن (Chryson) سونهري) هو ۽ ان کان پوءِ ڪاريفرن (Kariphron)، ساپر (Sapara)، سباليسا (Sabalessa)، ۽،

سيني ۾ ايرندو ڇوڙ لوني بر (Lonibare) هئا. اهو پوپون نالو پانئجي ٿو تہ سنسڪرت جي هڪڙي لفظ تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'لوڻ واري'، شايد اهو نالو ان ڪري پيس، جو ان جي وهڪري ۾ لوڻ ندي، صحيح نالو لَوڻي (Lavani)، پائيوار هئي، جا اراولي ٽڪرن تان وهي. اچي ڪَڇ جي رڻ ۾ پوي ٿي (29). تڏهن بہ، لاسين ان ويچار جو هو تہ تالمي سنڌوءَ جي جنهن ڇاڙ کي اواندبان ٽڪر (Mount Ouindion) ونڌيا جبل، ڏانهن وهندي ڄاڻائي ٿو ۽ جنهن ۾ هڪ ڏاني نديءَ کي ڇوڙ ڪندي ڏيکاري ٿو، سا در اصل لوڻي ندي هئي: "هن ڪان اها ڄُڪ ان ڪري ٿي آهي جو لَوڻي ندي اراولي جبلن منجهان نڪري وڃي رڻ (Rin) يا ايرنيا (Eirina) نالي جنهن ڪاريءَ ڍنڍ ۾ ڇڙي ٿي، تنهن ۾ سنڌوءَ جي ايرندي شاخ پڻ اچي پوي ٿي" (30). اراولي جبل تالميءَ جي جدولن ۽ نقشي ۾ ايپوڪاپي (Apocopi) جي نالي سان ڏيکاريل آهن ۽ اندازي جي صحيح هجڻ ۾ ڪو شڪ شبهو نٿو ٿي سگهي.

منهنجو خيال آهي تہ: "ونڌيا جبلن ڏانهن وهندڙ ڇاڙ" جي پتي لهڻ وقت سنڌوءَ، ان جي ڏاني ندين ۽ شاخن جي، جا عام بيهڪ تالميءَ ڄاڻائي آهي، تنهن جو لحاظ رکيو وڃي. اِن ڇاڙ کي پنجند جي ميلاپ کان هيٺيرو ۽ ساڄي پاسي کان ڦٽي آرڪوسيا ڏي ويندڙ ڇاڙ کان مٿيرو نڪرندي ڏيکاريو ويو آهي. مون ٻڌايو آهي تہ اِها ساڄي پاسي واري ڇاڙ اهو پراڻو واهو آهي، جيڪو ڪشمور جي پر پاسي کان هلي، ڪڇيءَ ۾ وڃي پوي ٿو. جيڪڏهن اهو قبول ڪيو ويندو تہ پوءِ، جا ڇاڙ کابي پاسي ان کان اوپاري نڪري ٿي، سان ان سائو گهاري سان نهڪي ايندي، جيڪو سنڌوءَ جي پيٽ مان بوڏ جو پاڻي کڻي، منڻ ڪوٽ جي ڏکڻ اوپر ۾ غوثپور وٽ وڃي، هاڪڙي جي پيٽ ۾ وجهندو هو ۽ ڇاڙ کي واهندا واري رستي جي پوئواري ڪندي، ڄاڻي سگهجي ٿو. اهو چوڻ اجايو آهي تہ هيءُ ويچار بنهہ غلط آهي تہ ڪو اها ڇاڙ ونڌيا جبلن تائين ويندي هئي (31) يا انهن جبلن تان ڪائي ندي وهي اچي منجهس پوندي هئي: پر متان اهو اندازو واهندا جي رخ منجهان ڪيو ويو هجي، جيڪا منڙائو تائين ڏکڻ طرف وهي ٿي! انهيءَ ڏس ۾ ميجر ريورٽيءَ جو هيءُ نظريو بہ ڏيان لهڻي تہ جيسلمير جي پر پاسي کان هڪ ڏاني ندي اچي منڙائوءَ وٽ هاڪڙي ۾ پوندي هئي. پر اُها ڏاني ندي ڪا دائمي وهندڙ هوندي، سا اڻ ٿيڻي ڳالهہ ٿي لڳي (32).

ٽالميءَ سنڌونديءَ جي سرشتي کي جيئن بيان ڪيو آهي، تنهن کي جڏهن بين ماخذن مان ملندڙ ثابتين جي حوالي سان جانچجي ٿو، تڏهن ٽلهي ليکي هن جو احوال درست ٿو ڏسڻ ۾ اچي. خاميون ان سرشتي جي انگن جو جيڪو عام سنڌو ڏنو ويو آهي، تنهن ۾ نہ، پر گهڻ وڌ ڏيکاريل مفاصلن ۽ سرشتي جي ڪن ڪن ڀاڱن جي رخن ۾ آهن.

جيتوڻيڪ ٽالميءَ پنهنجي نقشي ۾ درياهہ ۽ ان جي شاخن جا ڏگهہ چٽيءَ طرح ڏيکاريا آهن، پر اسان وٽ اهڙا ڪي بہ انگ اکر ڪونهن، جن جي آڌار تي اسين اهو پروڙي سگهون تہ سنڌ جي جاگرافيءَ جي دائمي نشانن، جهڙوڪ روهڙيءَ واريون ٽڪريون. لڪي ڇپر يا گنجو ٽڪر جي نسبت سان درياءَ جي بيهڪ ڪهڙي هئي. هن جي ڪن سڃاڻپ ڪان ٻاهر هنڌن ماڳن تان هٽ ڪٽي بہ اها ڄاڻ ملي، تہ جيڪر خوشيءَ سان ائين ڪريون. ان ڄاڻ جي نہ هئڻ جي حالت ۾ سنڌوءَ جي ٺڏهوڪي ڏگهہ بابت ڪوبہ نظريو اوس حالاتي ثابتيءَ تي قائم ٿيندو. اسان کي پلاٽنيءَ جو اهو واضح بيان ڌيان ۾ رکڻ پوندو تہ سنڌوءَ ڊيلٽا کان مٿي هڪ وڏو ٻيٽ (پاتل) تي ناهيو. هيءَ ڳالهہ ٽالميءَ سنڌ جي پاٽين جو جيڪو احوال ڏنو آهي، تنهن سان ٺهڪائي سگهجي ٿي، بشرطيڪ اسين اهو فرض ڪريون تہ هو جنهن شاخ کي اريبتا جبلن ڏانهن وهندي ۽ هڪڙيءَ ڏانهيءَ کي ساڳين جبلن تان وهي اچي سنڌوءَ ۾ ڇڙندي ڏيکاري ٿو. سي ٻئي در اصل ساڳيءَ ريت ڳنڍيل هيون، جهڙيءَ ريت اڄوڪي زماني ۾ الهندو نارو ۽ اڙل ندي منڇر ڍنڍ رستي ڳنڍيل آهن. اهو تہ اهڙيءَ ريت ٺهندڙ ٻيٽ ڊيلٽا جي ناهيل ٻيٽ کان، پلاٽنيءَ جي چوڻ موجب وڏو هجي، تنهن لاءِ سنڌوءَ کي پنهنجي هاڻوڪي ڏگهہ کان ڪافي اوير ۾ وهڻو پوندو. پر ٽالميءَ ڊيلٽا جا جيڪي مهاندا ڏنا آهن، تن مان هيءُ انومان ڪڍڻو پوي ٿو تہ درياءَ روهڙيءَ وارين ٽڪرين جي اولهہ ۾ وهندڙ هو.

ٽالمي جنهن علائقي کي اندو اسڪائٿيا ڪوٺي ٿو، تنهن ۾ سنڌو ماتريءَ جو وڏو ڀاڱو ۽ ڪاٺياواڙ جو گهڻ ۾ گهڻ ڪجهہ ڀاڱو شامل ڪري ٿو. هو انهيءَ علائقي کي اڇهو هيئن ورهائي ٿو: "درياهہ پنهنجي چوڙ واري پاسي دوشاخو ٿي، جيڪو ٻيٽائون ٽڪرو ناهي ٿو، سو پٽالين (Patalene) آهي، ان کان مٿيون علائقو ابيريا (Abiria) آهي ۽ سنڌوءَ جي چوڙن ۽ ڪنٽيءَ (Kantbi) واريءَ نار جي پر پاسي وارو ملڪ سوراشٽرين آهي."

ابيريا نالو ابير (Abhiras) لوڪن جي اهميت جي ساک تو پري. پائنجي تو تہ اهي لوڪ سڪندر جي ڪاهہ کان پوءِ هڪ يا ٻن صدين جي اندر اتر کان هيٺينءَ سنڌو ماتريءَ ۾ آيا هئا. پتنجليءَ جي مهاياشيہ ۾، جيڪو شايد عيسوي سن کان ٻہ صديون اڳ لکيو ويو هو، انهن لوڪن کي شودرن سان لاڳاپيل ڏيکاريو ويو آهي. وري هنن جو ذکر ڪي پنج سو ورهيہ پوءِ الهندي هندستان جي هڪ نيم خود مختيار قوم جي حيثيت ۾ ملي ٿو. تڏهن هو سمندر گُپت جا ڏن پرو هئا (33). سوراشٽرين ڪانياواڙ جي اپيت، سوراشٽر، سان موافق آهي. اِن جو اهو پراڻو سنسڪرتي نالو تازو سرڪاري طرح بحال ڪيو ويو آهي. وشنو پراڻ ۾ ۽ بريهت سمهتا جي ڏکڻ الهندي ورچ ۾ پڙ، ابيرن سان گڏ سوراشٽر وارن کي بہ اولهہ جون قومون ڄاڻايون ويو آهي (34).

ٿالميءَ اندو اسڪائٿيا ۾ شهرن جي چڱي وڏي تعداد جي بيهڪ ڏيکاري آهي(35). انهيءَ ڄاڻائڻ جو ڪو خاص ضرور ڪونهي تہ اِن علائقي جي هنڌن جي، شايد ڪن ٿورڙن کي ڇڏي، پڪي سڃاڻپ ڪرڻ ناممڪن آهي. جيڪو بہ شهر سنڌوءَ جي ٻوڏ جي پهچ اندر ٻڌو ويندو، تنهن جو وجود جوکائتو رهندو. درياءُ پنهنجو رخ ڦيرائي يا تہ ان جا بنياد ٻهاري ويندو يا جنهن پاڻيءَ تي شهر جي جياپي جو دارومدار هوندو، سو نہ رهندو تہ اهو ڦٽي ويندو. تنهن کان سواءِ سنڌ جهڙي ملڪ ۾، جنهن تي ذارين ايترين گهڻيون ڪاهون ڪيون هجن، شهرن جا نالا بہ تيترائي ڦرندا گهرندا رهن ٿا، جيترو اُن جو درياهہ شاهہ.

اڃو تہ پهرين انهن هنڌن جي ڇڪاس ڪريون، جي اوائلي ليکڪن ڄاڻايا آهن. ٿالميءَ پاتل جي جا بيهڪ ڏيکاري آهي، سا جي بنهہ غلط نہ آهي تہ پوءِ اهو ضرور ڪو ٻيو پاتل هوندو ۽ اُهو نہ، جو سڪندر ۽ سندس ساتارين ڏٺو هو. ڇاڪاڻ جو ٿالميءَ وارو پاتل گهڻو هيٺ ڊيلٽا جي اندر نندي ۾ نندي چوڙن، ساڀر ۽ سباليسا جي وچ ۾ ٻُڌايل آهي. هو بار برائي (Barbarei) کي، جنهن کي پيريپلس جو باربريڪن سمجهڻو پوندو، گهڻو مٿي ان هنڌ رکي ٿو، جنهن هنڌ ڊيلٽا جي سيني ۾ الهندي ۽ سيني ۾ ايرندي شاخ الڳ ٿين ٿيون. دل تہ ائين وسهڻ تي ٿي هرکجي تہ متان ٿالمي جو قلم ٿڙي ويو هجي ۽ هو پُل وڃان پاتل جي جاءِ تي بار برائي ۽ باربرائي جي جاءِ تي پاتل ڏيکاري ويو هجي. ياد رهي تہ پيريپلس جو لکندڙ نہ تہ پاتل جو ڪو ذکر تو ڪري ۽ نہ ئي


NORTH WESTERN INDIA
according to
CLAUDIUS PTOLEMY
c 150 A.D.
Areia
ALEXANDRIA
Paropanisos M.
Paropanisadai
KAROURA
Koa
Souastos
Indus
Imaos M.
Hydaspes
Sandabalis
Adris
Hypasis
Zaradros
Gandara
Pandouoi
TAXILA
SAGALA
EUTHYMEDIA
EMBOLINA
BOUKEPHALA
IOMOUSA
ALEXANDRIA
Arachosia
ARAKHOTOS
Sydroi
Eoritai
MALIANA
Arakhotos Krene
Baitian M.
MOUSARNA
Gedrosia
OSKANA
PISKA
BINAGARA
PASIPEDA
PARABALI
KODRAKE
SYDRUS
Apokopa
Parisene
BONIS
EPITAUSA
ASINDA
XOANA
THEOPHILA
KOLAKA
RHIZANA
OZENE TIASTANES
BARAKE
BARYGAZA
Namados
Nanaguna

ڊيلٽا واري علائقي کي 'پتالين' تو سڏي. جنرل هيگ جو چوڻ آهي تہ سڪندر وارو پاتل، درياھ جي ڏگ - مَٽ جي ڪري، عيسوي سن جي پهرين صديءَ جي وچ ڌاري نابود ٿي ويو هو. پر جيئن تہ ايرسٽوبولس ۽ نيارڪس جهڙن معتبر راوين ان جو ذڪر ڪيو هو، سو ٽالميءَ، جنهن کي نالن جو شوق تہ هونءَ ئي هو، پاتل بہ ڪٿي نہ ڪٿي ڏيکارڻ ضروري ڄاتو هوندو (36).

مين نگر، جنهن کي پيريپلس جو لکندڙ "باربريڪن جي پنيان ملڪ اندر" ڏيکاري ٿو، سو شايد ٽالميءَ جي جدولن ۽ نقشي ۾ ڄاڻايل 'بينگر' آهي. هيءَ بہ انهن شهرن جي سلسلي مان هڪڙو آهي، جي سنڌوءَ جي ڪابيءَ ڪنڌيءَ سان ڏيکاريل آهن ۽ پرينءَ پر جي نشانن (Features) کي ڏسڻ سان هيءَ ڳالهہ بلڪل چٽي ٿي وڃي ٿي تہ بينگر جو شهر "آر ڪوسيا ڏانهن وهندڙ شاخ" کان هيٺ ۽ "اربيتا جبلن ڏانهن وهندڙ شاخ" کان مٿي هو. انهن ٻنهي شاخن جي جا سڃاڻپ مون ڪئي آهي، تنهن موجب بينگر اروڙ واري پاسي هوندو ۽ جي ائين آهي تہ پوءِ ان ڳالهہ جو وڏو امڪان آهي تہ ٻئي هنڌ هڪڙي ڳالهہ هوندا. جيڪڏهن ميوزيڪانس جي ان اڳوڻيءَ گاديءَ ۾ ٽي صديون پوءِ بہ اهي گُڻ موجود رهيا هوندا، جن سڪندر کي هرڪايو هو، تہ پوءِ اسڪائٽيائي حملي آورن ۽ ڪانئن پوءِ پارٿيائي راجائن جي بہ اتان راڄ ڪرڻ تي دل ٿي هوندي (37).

ڪي معتبر مصنف وري ڪاميگر (Kamigar) کي اروڙ سمجهن ٿا. ڪاميگر، ٽالميءَ جي چوڻ موجب، بينگر کان پوءِ اوپاري پاسي ٻيو شهر هو ۽ اهو بہ ڪابيءَ ڪنڌيءَ تي هو (38). اهي لکندڙ بينگر جي ڀيهڪ ڀمڻ آباد واري سمجهن ٿا. عيسوي سن جي تيرهينءَ صديءَ جي اوائل جي هڪ رسالي ۾ مين نگر نالي هڪ شهر جو ذڪر ٿيل آهي، جيڪو ساڳيءَ چَڪ ۾ هو. اهو تڏهن هڪ هندو راڻي جي گادي هو، جيڪو سلطان نصيرالدين قباچہ جي تابع هو (39).

ٽالميءَ اندو اسڪائٽيا ۾ جيڪي ٻيا شهر ڏيکاريا آهن، تن کي اڳين ۽ پوءِ جي زماني وارن شهرن سان ملائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون آهن. سو سيڪاڻ (Sousikana) کي ميوسڪاڻ (Musikana) جي بگڙيل پڙهڻي ڄاتو ويو آهي، پر اهو اروڙ نٿو ٿي سگهي، ڇاڪاڻ جو ٽالميءَ سُوسيڪاڻ جي ڀيهڪ سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي ساڄي هٿ واريءَ مکيہ شاخ تي ڏني آهي. ساڳي شاخ جي ڪنڌيءَ واري شهر ڪولَڪ (Kolaka) کي ايريئن وارو ڪروڪل

سمجهيو وڃي ٿو. بونس (Bonis) کي پنياريءَ جي ڪپ واري هاٽوڪو شهر بڻو، پاسيپيڊ (Pasiped) کي اوائلي جاگرافيدانن وارو باسميد (Basmeid) سمجهيو وڃي ٿو، وغيره وغيره. ان ڄاڻائڻ جي ڪا خاص ضرورت نہ آهي تہ نالن جون هڪجهڙيون تمام خبرداريءَ سان ورجائڻيون پونديون، پوءِ ڪٿي انهن جي برخلاف ڪا بہ ثابتي نہ بہ هجي.

منهنجي گذارش آهي تہ ٽالميءَ جي ڄاڻايل شهرن جي نشاندهي ڪرڻ وقت هڪڙي پاسي هن سنڌوءَ ۽ سندس شاخن ۽ ڏاني ندين جي دڳن جو جيڪو خاڪو ڏنو آهي، تنهن جو پورو پورو خيال رکيو وڃي ۽ ٻئي پاسي انهيءَ ايراضيءَ جي انهن حقيقي ماڳن کي ڌيان ۾ رکيو وڃي، جن بابت اها سڌي ثابتي هجي تہ اتي ٻهرينءَ ۽ ٻي صديءَ عيسويءَ ۾ ڪي شهر موجود هئا. انهن مان گهڻا ماڳ ٻڌمت جي يادگارن رستي سڃاڻي سگهجن ٿا. اهڙا ڏهاڪو ماڳ هيٺينءَ ۽ وچينءَ سنڌ ۾ ۽ پنج کن ٻيا مٿينءَ سنڌ ۾ موجود آهن.

ان مان جا تصوير اُڀري ٿي، تنهن مان لڳي ٿو تہ تنهن زماني ۾ سنڌو روهڙيءَ وارين ٽڪرين جي اولهہ ۾، شايد لوهاڻي ڍوري (Lohono Dhoro) وٽان وهندي هئي. ٽالميءَ جيڪو "درياءُ سان لڳو لڳ" وارو اصطلاح وري وري ڪم آندو آهي، تنهن جي معنيٰ "درياءُ کان ٿورن ميلن جي اندر" ورتي وڃي، ڇو تہ ڪنهن بہ زماني ۾ درياهہ جي مکيہ وهڪري جي بنهہ ڀڪ تي، رڳو ٺاڪرو هنڌ کي ڇڏي، ڳوٺ يا شهر بڻڻ معنيٰ تباهيءَ جي ڳٽ پوڻ. انهيءَ بنياد تي ڪئين هڪجهڙايون ڏسي سگهجن ٿيون، پر ڪو ٻڌ جو نل ۽ ان جي پاسي ۾ يڪشن جون مڙهيون، جن جا پڊ بادِهہ لڳ ڏامراهن ۾ (40)، ميرپور خاص ۾ (41) ۽ سڌيرن جي دڙي ۾ (42) لڌا ويا آهن. تن جو هجڻ هرويرو شهر ظاهر نٿو ڪري. در اصل، انهن حالتن هيٺ 'سڃاڻپ' ڪٿي ڪيتري بہ سچيتائيءَ سان ڪجي، نجي ڏڪيبازي رهندي. اسان کي وري بہ اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ ٽالميءَ جي ڏينهن ۾ هيٺينءَ سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ سان جيڪي شهر وسيل ۽ آباد هئا، سي ٿي سگهي ٿو تہ ذري گهٽ سڀ اڳتي هلي درياهہ جي هاڃيڪار دڳ مَٽ سبب لُڙهي ويا هجن.

# حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. اسٽرابو، ڇهون، 3، 4.

2. پلائني، "قدرتي تاريخ"، ايڊيٽر سي. ميهاف، ڇهون، 23. پيٽيو: "ايريٽريئن سمنڊ جو پيريپلس"، ايڊيٽر مئڪڪرنڊل، پئرا 57 (ص 138).

3. پلائني، اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ڇهون، 17، 63.

4. ايضاً، ڇهون، 20، 71.

5. ايضاً، ڇهون، 21، 80 (000، 20، 2 روسي وکون).

6. ايضاً، ڇهون، 19، 70.

6. الف. موسيو ويويان دسين ماختان ڪٽ ڪئي هئي تہ پلائنيءَ جمنا ۽ سنڌوءَ جي وچوارن ۽ سنڌو ماتريءَ جي جن 53 قبيلن جا نالا ڏنا آهن، تن مان 26 کي هن "پڪيءَ طرح" سڃاتو آهي، ۽ بين 24 کي "ڪجهہ گهٽ پڪيءَ طرح" سڃاتو آهي. ("جاگرافيءَ جي تاريخ ۽ دريافتن جي جاگرافي"، پئرس، 1873ع، ص 4-213).

پر اسان هن کي(ڏسو ص 207) پلائنيءَ جي نالن جي اهڙن قبيلن سهرياڻي، عمراڻي ۽ نوبتي جي نالن سان ساڳوٽائي ڏيکاريندي. (ڏسون ٿا، جيڪي ڇوڏهين صديءَ عيسويءَ کان اڳ سنڌوءَ ماتريءَ ۾ آيا ئي ڪين هئا. ٻئي طرف لاسين چوي ٿو، "سندن نالا معلوم نہ آهن، سو ڪين بيان ڪرڻ ممڪن نہ آهي." ("هندستان جو پراڻو تمدن"، بيو 690، ڇاپو 1852ع) ۽ وري چوي ٿو تہ:

"Nomina Harum gentium fere solo Plinio memorari et Indis aeque ignota esse ae Graecis" (Pentapotamia Indica P 32)

ويويان دسين ماختان جو خيال هو تہ هو "جلد نراس ٿي ويو هو." پر لاسين جو چوڻ صحيح هو.

7. پلائني، ڇهون، 23، 95.

7 الف. "پيريپلس"، ايڊيٽر مئڪڪرنڊل، پئرا 41.

8. ايضاً، پئرا 37.

9. ايضاً، ص 106، فوٽ نوٽ. آگور ڪاريءَ ۽ اتي جيڪو پراڻو ماڳ هو، تنهن لاءِ ڏسو لسبيلا گزيٽيئر، ص 191، 198.

10. اسٽائين، "جاگرافيڪل جرنل"، 102 نومبر (1943) ص 215. چانور ٻيلي جي اُتر ۾ ويلپٽ نيابت ۾ پوکيو وڃي ٿو. "لسبيلا گزيٽيئر"، ص 207)

11. پيٽيو: هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 32-30.

12. مثال طور ڏسو سڪندر جي Bnuatioreis (وکن سان ڪچيندڙ) جا ليکا، جي پلاٽنيءَ ڇاڻايا (ڇهون، 17، 61) آهن.

13. ٻنبري، "آڳاٽي جاگرافي"، جلد ٻيو، ص 550-548، 643-642.

14. "آڳاٽو هندستان"، ٽالميءَ جي نظر ۾، ايڊيٽر: آءِ. ڊبليو مئڪڪرنڊل (1885ع)، ص 84

15. مون "پارو پني سداءِ (Paropanisadai) ڏانهن ويندڙ شاخ" ڇڏيڏني آهي، ڇاڪاڻ جو اها ظاهر ظهور ڏاني (ڪابل ندي) آهي.

16. اتي ڪم آيل لفظ جي معنيٰ آهي "پاسي مٿائڻ جو منڍ."

17. پيٽيو: ڪننگهام، "آڳاٽي جاگرافي"، ص 261. پر "مهراڻ" جو ص 307 (فوٽ نوٽ 307) پڻ ڏسو. ريورٽيءَ جو چوڻ آهي تہ گاج يا گهاڙ، يعني "جيڪا ندي مُولا لڪ تان وهي اچي ٿي." سو سنڌ چنبڙ (Hollow) ۾ وڃي پوي ٿي.

18. لاسين، "هندستان جو پراڻو تمدن"، جلد ٽيون، ص 129.

19. "مهراڻ"، ص 300، نوٽ 293، ص 307، نوٽ 307 ۽ ص 310-309، ڳڙهي خيري کان اُتر اولهہ طرف نصيرآباد تعلقي جي سرگوند ڍنڍ (Sargonda) (جيتري يادگيري مون کي آهي تہ نالو اهو اٿس) سنڌ چنبڙ (Hollow) جو حصو آهي.

20. ٽالمي، سرو 20 (مئڪڪرنڊل، ص 316 پيٽيو. ايميانس مارسيلينس، فصل ٽيويهون، ايضاً ۾ صفحو 329 تي مذڪور.

21. ٻيءَ صورت ۾ ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ ٽالميءَ منڇر ڍنڍ بابت ٻڌو هجي تہ ان کي سنڌوءَ توڙي ٽڪرين تان ايندڙ ڇرن جو پاڻي ملي ٿو ۽ هن ان جي ٻيهڪ اتر ۾ گهٽي پري ڏيکاري هجي.

22. ٿالمي، فصل ستون، سرو 17، 19، 20. مئڪرنڊل واري شرح، ص ص 309، 314، 18-317.

23. ٿالمي، فصل ستون، سرو 1، 28.

24. مئڪڪرنڊل چاٿائي ٿو تہ سنڌوءَ ۾ گنڊوَ (Gandav) نالي هڪ ڏاني هالا (ڪير ٿر) جبل ڪان اچي "چوڙ ڪري ٿي." پر حقيقت ۾ ڪي بہ "ڏانيون" ڪشمور ۽ سيوهڻ جي وچ ۾ خود سنڌوءَ منجهہ ڪونہ ٿيون ڇڙن. ٿاڪرو چرون سڀ سنڌوءَ جي ڇاڙن ۾ پنديون آهن يا الهندي ماٿري ليڪ منجهان لنگهي منڇر ڍنڍ ۾ وڃي ڇڙنديون آهن.

25. ٿالمي، فصل ستون، 2، 1، 3. (مئڪ ڪرنڊل، ص 295)

26. ٿالميءَ جي ڊگهائيءَ ڦاڪ وارين ڊگرين موجب، اريبس نديءَ جو ڇوڙ 105 ڊگريون، زالاٿو بندر 107 ڊگريون، سنڌو جو ساگپ وارو ڇوڙ 110 ڊگريون 20 منٽ هو: ڪتاب ستون، سرو 21، 2، سرو 1، 2. مئڪڪرنڊل، ص ص 33، 319.

27. "پيريپلس"، ٿالمي، ڇهون، 20، 3.

28. ايريئن، "انڊيڪي"، باب ايڪيهون.

29. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 33 ۽ ضميمو الف (ص 124).

30. لاسين، "هندستان جو پراڻو تمدن"، جلد ٽيون، ص 121، 129.

31. "او انڊيان" تڪر. نالن جي هڪجهڙائيءَ جي ڪا خاص معنيٰ ڪانهي.

32. ريورٽي، "سنڌ جو مهراڻ" ص 454-450، ۽ پليٽ ڇهين.

33. بي. سي. لا، "آڳاٽي هندستان جا قبيلا"، (پونا، 1943ع)، ص 78. ڏسو هن ڪتاب جي باب 11 جو حوالو نمبر 15.

34. "وشنو پراڻ"، انگريزي ترجمو: ايچ.ايچ. ولسن، جلد ٻيو، ص 133، "بريهت سمهتا"، انگريزي ترجمو: ايچ ڪرن، باب چوڏهون، ر.ا.س.ر. نئون سلسلو، جلد پنجون.

35. ٿالمي، ستون، 1، 61، 55. (مئڪڪرنڊل، اڳ ڇاٿايل لکٿي، ص 152-136.

36. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 30.

37. ڪننگهام سمجهي ٿو ته متان ٿالميءَ وارو بينگر اروڙ هجي، پر هو پيريپلس واري مين نگر کي بينگر کان ڌار ڄاڻيندي ان جي بيهڪ نئي وٽ يا ان جي ڀر پاسي ۾ رکي ٿو.

38. مئڪ ڪرنڊل، اڳ ڄاڻايل لکڻي، ص 2-151.

39. مئڪ مرڊو، "سنڌونديءَ تي مقالو"، ر.ا.س.ر، جلد ڀهريون، ص 2-31 ۽ فوٽ نوٽ، "مهراڻ"، ص 202، نوٽ 105.

40. مجمدار، ص 48.

41. ڪزينس، ص 97-82.

42. ايضاً، ص 6-1 10.

## باب نائون

# سنڌ ستين ۽ اٺين صدي عيسويءَ ۾

ان کان پوءِ اسين سنڌ کي هڪ چيني مسافر جي اکين سان ڏسون ٿا. اهو مسافر ناليرو "قاعدي قانون جو ماهر" يوئان چوانگ آهي. جيڪو 641 عيسويءَ ڌاري هت آيو هو. اهو يڪشو ڏکي ۽ اڙانگي مسافري ڪري هندستان آيو هو ۽ هتي ڪي سورهن ورهيه ٽڪيو هو. هن جو مقصد پنهنجي ڌرم جي سڀ‌ڳورن آستانن جي ياترا ڪرڻ، ڌرمي مخطوطا ۽ وٿون گڏ ڪرڻ ۽ جن جن هنڌن تي ٻڌ مت مجيو ٿي ويو يا اڳي مجيو ويندو هو، تن تن هنڌن تي وڃي ڌرمي صورتحال جو جائزو وٺڻ هو. انهيءَ ڪري، سندس ڪتاب 'الهنديءَ دنيا جو اتهاس' (1) ۾ سنتن ۽ رشين منين جا احوال ته جام ملن ٿا، پر مسافري ڪندي جيڪي هنڌ ماڳ ڏٺا هئائين، تن جو بيان تمام ٿورو، اصل اٽي ۾ لوڻ جيترو، ملي ٿو. البت، هن ياتريءَ ڪان پنهنجن مکيه منزلن جي وچ وارن مفاصلن جون ڪٿون توڻي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن مسافريءَ جو عام طرف ڏيڻ ڪونه وسريو آهي. ان لاءِ اسان سندس ٿورائتا آهيون.

يوئان چوانگ هنڌن ماڳن جا جيڪي نالا ڏنا آهن، تن مان گهڻا يقيني طرح سڃاڻي سگهجن ٿا. پر سنڌ ۽ انهن علائقن ۾، جن کي هن سنڌ جي بادشاهت جي تابع ڄاڻايو آهي، اِها خبر به ڪانئس گهڻي واضح ڪانه ٿي ملي سندس مسافريءَ جي ان ڀاڱي جي مطالعي لاءِ اسان کي ڪجهه قياس آرائي به ڪرڻي پوي ٿي. ان سلسلي ۾ هڪ ڏکيائي هيءَ به آهي ته جنهن ترتيب سان يوئان چوانگ اهي ڏيهه ڏنا هئا، سا سندس 'اتهاس' ۾ هڪڙي ڏنل آهي، ته هواءِ لي ۽ يين تسانگ جي لکيل 'يوئان چوانگ جي سوانح عمريءَ' ۾ ٻيءَ طرح جي بيان ڪيل آهي (2).

اسان کي بهرحال گهڻو ٽڻو پهرينءَ تصنيف تي ياڙڻو پوندو، ڇو جو ان ۾ هر هنڌ مفاصلا ۽ طرف ڄاڻايل آهن. پر هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻي پوندي ته ياتريءَ جو مفاصلي وارو ڪاٿو، لي، متان هڪ ڪرو نه هجي. مطلب هيءُ آهي ته هن شايد سراسري حالتن ۾ پنهنجي هڪڙي ڏينهن جي مسافري 50 لي يا ڏهاڪو انگريزي ميل ٻئي ڪئي (3). جتي حالتون اڻ رواجي هونديون، اتي

هن جو ڏينهن ۾ پنڌ سندس سراسريءَ ڪان وڌ يا گهٽ بہ ٿي پئي سگهيو. پر انهن بابت پوءِ لکڻ وقت هن ڪيل پنڌ جو ليکو سراسريءَ ۾ ڪيو هوندو.

پانئجي ٿو تہ يوئان چوانگ راجپوتانا جي ڏکڻ اولهہ ۾ گُجر (Gujara) ملڪ ڪان سنڌ آيو هو (4). پهرين هو اتر ۾ 1900 لي ڪري، هڪڙي جهنگلي هيٺ مٿانهينءَ واري ملڪ منجهان لنگهيو ۽ پوءِ سِن تو ندي اڪري سنڌ جي بادشاهت ۾ داخل ٿيو (5). ان بادشاهت جو گهيرو، هن جي چوڻ موجب، 7000 هزار لي هو ۽ ان جي گادي، جنهن کي هو پ اِ- شان- پ وُ- پوُ - لو (P'i-shan- p'o- pu- lo) سڏي ٿو، گهيري ۾ 30 لي هئي. ملڪ جي پيدائش ڪڻڪ ۽ باجهر، سون، چاندي، تءِ يو- شيهہ (جنهن مان مراد گهنڊ جو ڌاتو ورتي وڃي ٿي) هئي ۽ ڍڳا، رڍون، اٺ ۽ خچر بہ هئس. اتي اڇي سينڌي لوڻ سميت ڪيترن ئي قسمن جو لوڻ پڻ ٿيندو هو. سن-تو جي پر پاسي واريون زمينون هيٺانهيون ۽ ڏبڻ واريون هيون.

سينڌي لوڻ جو ذڪر اسان کي ائين وسهڻ تي ٿو لاڙي تہ اها بادشاهت اتر ۾ پري لوڻ جي ڪاڻين (Salt range) تائين هئي. هيءَ ڳالهہ "چچنامي" ۾ انهيءَ بادشاهت جو جيڪو احوال ڏنل آهي، تنهن سان نهڪي اچي ٿي. ائين وسهڻ سان يوئان چوانگ جي مسافريءَ جي ترت پوءِ واريءَ واٽ بابت هڪ مونجهارو بہ سلجهي وڃي ٿو. يوئان چوانگ چوي ٿو تہ "آءٌ سنڌ ڪان 900 لي اوپر طرف ويو هوس ۽ سنڌو نديءَ جي اپرندي ڪنڌيءَ ڏي اڪري مُولو-سان-پُو-لو نالي ملڪ ۾ گهڙيو هوس. ڪن محققن جو چوڻ آهي تہ: اهو بہ سببن جي ڪري ملتان نٿو ٿي سگهي ڇاڪاڻ تہ سنسڪرت جي 'مول استان پور' جو چيني اچار ائين نہ ٿيندو ۽ ڇاڪاڻ تہ ملتان سنڌ جي اتر اوپر ۾ آهي ۽ نہ اوپر ۾ پر ياتريءَ سج ديوتا جي جنهن مشهور مندر ۽ ان جي سوني مورتيءَ جو جيڪو احوال ڏنو آهي، سو اسان کي ملتان بابت جيڪي ڪجهہ ٻيا لکندڙ ٻڌائين ٿا، تنهن سان ملي ٿو اچي (6). جيستائين ان جي سنڌ جي نسبت سان بيهڪ جو لاڳاپو آهي تہ سنڌ واريءَ بادشاهت جي متئين پاڳي جي اوپر ۾ واقع هوندو، جو اها بادشاهت تڏهن ديراجات تائين ڦهليل هئي. پر ڪتاب نقل نويسيءَ جي چڪن سان پريل آهي، سو متان هيءَ ڪا اهڙي ئي ڀل هجي ۽ اتر اوپر جي بدران اوپر لکجي ويو هجي (7).

ڪٽي 900 لي رڳو 9 ڏينهن جي مسافري ظاهر ڪندا هجن. تڏهن بہ هاڻوڪي زماني جي مٿينءَ سنڌ يا ان کان مٿئين ديراجات کان سڌي اوپر ڏانهن مسافري ياتريءَ کي موٽائي رڻ ۾ وٺي وڃي ها. پر هن جو مو-لو-سان-پو-لو وارو بيان چٽيءَ ريت ڏيکاري ٿو تہ اهو ڪڇي ۾ هو.

بيو مونجهارو آهي يوئان چوانگ وارو سنڌ جي گاديءَ جو نالو پ اِ-شان-پوءُ- پو- لو ان چيني اُچار جي اصل ڳولڻ لاءِ ڪئين ڪوششون ڪيون ويون آهن. عام انومان هيءُ آهي تہ 2-641 عيسويءَ ۾ سنڌ جي گادي اروڙ (الور) هئي. جيڪڏهن اهو صحيح آهي ۽ ان جو نالو بہ تڏهن اهوئي هو، تہ پوءِ ياتري ان کي پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ ضرور آ- لو- لو لکي ها (8). هڪڙو امڪان هيءُ بہ آهي تہ تن ڏينهن ۾ اروڙ جو متان ڪو ٻيو نالو هجي. پر اهو پڻ وسارڻو ناهي تہ يوئان چوانگ سنڌو پار ڪرڻ کان پوءِ ئي گاديءَ ۾ پهتو هو. ۽ اهو ٿي ئي نٿو سگهي تہ ڪو درياهہ ان وقت اروڙ جي اوپر ۾ وهندڙ هو (9).

سنڌ (ان مان مراد هاڻوڪي مٿين سنڌ وٺي سگهجي ٿي) اندر هو ڏکڻ اولهہ ڏانهن ويندي، ڪي 1500 يا 1600 لي ڪري، وڃي هڪڙي اَ- تائين- پوءُ چِيهہ-لو نالي ڏيهہ ۾ نڪتو. هو ان ڪي پري اولهہ ۾ سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي ۽ سمنڊ جي ويجهو ٻڌائي ٿو ۽ وڌيڪ چوي ٿو تہ اتان جي زمين هيٺانهين، پوسل واري ۽ ڪلراٺي هئي. هيءُ ظاهر ظهور سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ آهي. اهو ملڪ گهيري ۾ 5000 لي ٻڌايو ويو آهي. ان جي گاديءَ کي اسان جو سيلاني 'ڪاءِ (ڪا)- چي- سُو- فا- لو سڏي ٿو. اتي مهيشور جو هڪڙو تمام سهڻو سينگاريل مندر هو. ڪننگهام ۽ هيگ آ تائين پوءُ چيهہ لُو کي ڪَڇ ۽ ان جي گاديءَ کي ڪوتيشور سمجهن ٿا (10): پر معتبر ۾ معتبرَ مصنف صاف چون ٿا تہ ان نالي جو چيني اُچار اِهو ٿي ئي نٿو سگهي. اسان کي ٻين ماخذن مان معلوم آهي تہ ڊيلٽا واري ملڪ جو تنهن زماني ۾ مکيہ شهر ديبل سڏبو هو. پر جيئن تہ اهو 'ديول' لفظ کان وڌيڪ ڪجهہ ناهي' ان ڪري ٿي سگهي ٿو تہ اهو نالو اَل هجي ۽ چيني سيلانيءَ ان جي بدران شهر جي اصل پر گهٽ مشهور نالي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هجي. هو پوءِ ٻڌائي ٿو تہ پوين ڏينهن ۾ ان ملڪ جو ڪو حاڪم ڪونہ هو ۽ سندس ڏينهن ۾ اهو "سنڌ جي هٿ هيٺ" هو.

اُتان يوئان چوانگ وڏو پنڌ، اٽڪل 2000 لي، ڪري اولهه طرف ويو ۽ وڃي هڪڙي لانگ ڪاءِ (ڪا) لو نالي ملڪ ڪان نڪتو، ۽ جيئن تہ هن جي چوڻ موجب اهو ملڪ سمنڊ جي هڪڙي اپسمنڊ لڳ ۽ ايران جي تابع هو، ان ڪري اهو بنا شڪ جي هاڻوڪو لسبيلو هوندو، جنهن ۾ شايد جهالاوان ۽ اپرندي مڪران جا ڪي ڀاڱا نہ شامل هئا. يوئان چوانگ اسان کي هيءُ بہ ٻڌائي ٿو تہ ان ملڪ جي ڪائي مرڪزي حڪومت ڪانہ هئي، بلڪ هر ماڙيءَ ۾ الڳ حڪومت هئي. اتي، جا ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، سا 'هند' جي ٻوليءَ کان قدري قريل هئي (11). اهو ڄاڻي ڪيتدر حيرت ٿئي ٿي تہ ان ملڪ جي زرخيز مين پلا فصل لاهيندي هئي ۽ ماڻهو بہ جام ۽ آسودا هئس. اهڙيون حالتون رواجي طرح ننڍين ننڍين ايراضين ۾ ملنديون، جيئن لسبيلي جي ويلپٽ نيابت ۾. ان جي سمجهاڻي هيءُ بہ ٿي سگهي ٿي تہ جنهن سال ياتريءَ اهو ملڪ ڏٺو هو، تنهن سال شايد سٺائي برسات پيئي هئي. هو ڳاديءَ جو نالو سُو- ت ئي- لي- سو- فا- لُو ڪري ٿو. واٽرس (Watters) ان جو ترجمو 'استري ايشور' ڪري ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي 'زال حاڪم'. يوئان چوانگ ٻڌائي ٿو تہ لانگ-ڪا-لو 'اولهہ واري زالائي ڏيهہ' ڏانهن رستو هو." اهو ڏيهہ ضرور بربهت سمهتا جي اتر اولهہ حصي وارو استري راجيہ يا "عورت جي بادشاهي" وارو ملڪ هوندو (12). ان تان اسان کي هيءَ ڳالهہ ياد ٿي اچي تہ نيارڪس کي ٻڌايو ويو هو تہ: مورنتوبار کي 'زال جو بندر' بہ ڪوٺيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ ڪنهن زماني ۾ ان ڏينهن تي هڪ زائفان راڄ ڪندي هئي. ان هنڌ کي مون ڪراچي ڪري سڃاتو آهي ۽ ڪراچيءَ جو طبعي ڏيک بلوچستان جي طبعي ڏيک سان وڌيڪ مشابهہ آهي. تالميءَ ان جي بيهڪ سنڌوءَ جي پاڻ واري ساڳپ نالي چوڙ ڪان ٿن ڪان بہ وڌيڪ ڊگريون اولهہ ۾ ڏيکاري آهي(13).

پانئجي ٿو تہ ياتري پويان پير ڪري وري ڊيلتا (اتائين-پ ۇ چيهہ-لو) آيو هو ۽ اتان اُتر پاسي 700 لي ڪان سرس مفاصلو ماري، پي-تو-شيهہ-لو ملڪ ۾ رسيو هو. ان جو احوال ڏيندي ڄاڻايو اٿس تہ ملڪ جي زمين ٿوري ڪلراٺي آهي ۽ اهو سخت ٿڌي هوائن جي اثر ۾ رهي ٿو، ڪڻڪ ۽ دال اتي جام پوکي وڃي ٿي، پر "ميوا ۽ گل جهڙا ٿين ٿهڙا نہ ٿين." يوئان چوانگ ان جي ڳاديءَ جو ذڪر تہ ڪري ٿو، پر ان جو نالو نٿو ٻڌائي. ان جي ملڪ جي ڪا پنهنجي حڪومت ڪانہ هئي، پر

سنڌ جي هٺ هيٺ هو. ڪننگهام پي-تو-شيهه-لسو کي پاتل سمجهي ٿو ۽ سندس نظريي موجب، اهو هاٿوڪي حيدرآباد هو (14). جنرل هيگ کي جيئن ته آ-تائين - پ وُ- چيهه- لو جي ڪچ هجڻ جي پڪ هئي، سو هو پي تو شيهه لو کي ننگرپارڪر يا عمرڪوٽ وٽ بيهاري ٿو. سندس چوڻ آهي ته جيئن ته يوئان چوانگ بظاهر ان سفر ۾ سنڌو ڪونه اڪريو هو (هو جڏهن به ڪو وڏو درياءُ پار ڪري ٿو، تڏهن اهڙو ذڪر ضرور ڪري ٿو)، سو پي تو شيهه لو ضرور درياهه جي اوير ۾ هوندو (15) درحقيقت، اهو دليل بنهه ابتڙ ڳالهه ثابت ڪري. ياتري سنڌ (متينءَ سنڌ) ۾ داخل ٿيڻ وقت سنڌو اڪري، ڪابيءَ پر کان ساڄيءَ پر آيو هو. درياهه گهٽ ۾ گهٽ مڪيه وهڪرو وري اڪرڻ کان سواءِ آ تائين پو ڙچيهه لو ويو هو ۽ لانگ ڪا لو جو چڪر هڻي، موٽي آيو هو، ۽ اتر طرف پي تو شيهه لو ويو هو. اهڙيءَ طرح هو اجا به درياءُ جي اولهه ۾ ئي سفر ڪري رهيو هو.

ان ڪري اسان فرض ڪري سگهون ٿا ته اهو ڏيهه سيوهڻ جي پرپاسي، ۾، يا شايد ڪيرٿر جبل جي اولهه پاسي، جهالاوان ۾ هو. وڌيڪ امڪان سيوهڻ جو آهي، ڇاڪاڻ ته ياتريءَ جي بيان ۾ اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي، جنهن مان پائنجي ته اهو ڪو جابلو ملڪ هو.

يوئان چوانگ اتان اتر اوير طرف، 300 ڪان وڌيڪ لي ڪري، آ فان ت ڙ ملڪ ويو (16)، جو پاڻ پي تو شيهه لو وانگر، بادشاهه کان سواءِ ۽ سنڌ جي هٺ هيٺ هو. ان ڏيهه جي هنڌن ماڳن جو ڪو تفصيل ڪونه ڏنو ويو آهي. ان ڪري ملڪ جي ڊول جو ڪو اندازو نٿو ٿئي ۽ اسان جو ائين وسهڻ واجبي ٿيندو ته اهو ڏيهه به گهٽي پاڳي اهڙوئي هو، جهڙي ڏيهه منجهان لنگهي، هو اتي آيو هو. جيڪڏهن پي تو شيهه لو سيوهڻ جي پر پاسي ۾ هو ته پوءِ آ فان ت ڙ يوئان چوانگ جي ڏنل معاملي پٽاندر، ڪيقدر لاڙڪاڻي جي ڏکڻ ۾ ٿيندو، بشرطيڪ هن جي ڇاڻايل طرف اتر اوير مان مراد 'اتر جي اوير' ۾ وٺون. هن ڳالهه جي ائين مڃڻ سان ائين وسهڻ واجبي ٿو لڳي ته ان ڏيهه جي گادي بادهه ۾ هوندي: جڏهن ته: "اتر اوير ۾ گاديءَ کان گهڻو پري نه" جيڪو 'اشوڪ ٿوپ' هو ۽ جيڪو "اجا به سو فوٽ اتانهون ٿيندو ٿوٽي جو بنياد لتجي نظرن کان غائب ٿي ويا اٿس." سو ضرور موئن جي دڙي وارو ٻڌڪو ٿل هوندو (17).

انِ احوال موجب، ياتري ا. فان. ت. ۽ ڪان هليو، تہ وري بہ اتر اوڀر ڏي رخ رکيائين، ۽ 900 لي لتاڙي، اچي هڪ اهڙي ملڪ پهتو، جيڪو ٽڪرين ۽ ٻيلات سان ڀريل هو. جتان جي آبهوا سيتل هئي، جتي فصل نيم سان ٿيندڙ هئا ۽ جتان جا ماڻهو ڪرڙا ۽ ڪنا هئا. نالو فا لا نا هوس ۽ ڪافرن جي تابع هو. ان ايراضيءَ کي ڪافرستان سان مشابهہ سمجهيو ٿو وڃي، جيڪو ڪابل نديءَ جي اتر اوڀر ۾ آهي، ۽ فا لا نا بابت عام ڪري ائين ڄاتو ٿو وڃي تہ اهو گومل نديءَ جي اڏ تي ڪنهن هنڌ هو. يوئان چوانگ چوي ٿو تہ اتان آءٌ اتر اولهہ طرف اٽڪل 2000 لي ڪري هڪڙيءَ ولايت وڃس. ان ولايت جي گادي ظاهر ظهور غزنيءَ سان نهڪي اچي ٿي. گومل نديءَ جي ونهہ (Vaneh) ڪان غزنيءَ تائين اصل مفاصلو 200 ميلن ڪان گهٽ ٿيندو. منهنجو انومان وري هيءُ آهي تہ فا لا نا بر ڪان جي ير پاسي ۾ هو.

ڌيان ۾ رهي تہ 'سوانح عمريءَ' موجب، ياتري آ فان ت ۽ ڪان 700 لي اوير ڏي وڃي، سنڌ جي بادشاهت ڪان نڪتو هو. ۽ اتان بيا 900 لي اتر ۾ ڪري، سنڌو اڪري، ميِسو، لو سان پو ليو يعني ملتان وڃي پڳو هو (18). 'اتهاس' ڏي موٽندي، اسين ڏسون ٿا تہ يوئان چوانگ اچا فا لا نا ۾ هو، جو هن ماڻهن ڪان ٻڌو تہ فا لا نا جي اولهہ ۾ ٽڪرن اندر کي ڪيانگ نا نالي ولايت آهي، جتي رڳو سردار آهن ۽ ڪو بادشاهہ ڪونهي. ان ڏيهہ ۾ رڍون ۽ گهوڙا جام ٿين ٿا. گهوڙن جو هڪڙو نسل اهڙو تہ شاندار ۽ قداور اٿن، جو ٻين ولايتن ۾ ان جو وڏو قدر ڪيو وڃي ٿو.

هيءُ تمام مُلهائتو ڏس آهي، ڇاڪاڻ جو تاريخ هنڌ و سنڌ (چچ نامي) ۾ ڪئڪنان جو نالو ڪيترائي ڀيرا آيل آهي. چيو وڃي ٿو تہ راءِ سهاسيءَ جي پٽ راءِ سهيرس جي ڏينهن ۾ سنڌ راڄ جي اتر واري حد ڪئڪنان جا جبل هئا. جڏهن تہ تحفة الڪرام جي ٻهرين ڀاڱي ۾، جو چچنامي تي مشتمل آهي، ڄاڻايل آهي تہ سنڌ جي حد قنڌار، سيستان، سليمان جبل ۽ ڪئڪنان جا ٽڪر هئا (19). جيئن تہ سليمان جبل سنڌوءَ جي ميدان سان لڳو لڳ آهن. سو ڪئڪنان جا ٽڪر ضرور ان جي اتر ۾ هوندا ۽ ائين فرض ڪري سگهجي ٿو تہ اهو علائقو لورالائي يا زوب هوندو. عرب، مڪران تي قبضي ڪرڻ ڪان پوءِ، هيستائين پيهي آيا هئا ۽ اتي ڪين مڪاني رهواسين سان ڇتي چڪري ڪائي

پيئي هئي. اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته خليفي معاويه جڏهن عبدالله بن ثوار کي انهن ملڪن تي، جي اڃا تائين مات نه ٿيا هئا، امير مقرر ڪيو هو، تڏهن کيس هيءَ نصيحت ڪئي هئائين: "سنڌ ملڪ ۾ هڪڙو جبل آهي جنهن کي ڪئڪنان ڪوٺيو وڃي ٿو. اتان جا گهوڙا قدوار ۽ سهڻا آهن... ماڻهو ڏاڍا چالاڪ آهن ۽ انهن جبلن جي اجهي ۾ سرڪش ۽ باغي ٿي ويا آهن" (20). ان مان ظاهر آهي ته چيني ۽ عرب ليکڪ ساڳئي ڏيهه جي ڳالهه پيا ڪن ۽ پانئجي ٿو ته اهو بلوچستان جي اتر واري پاسي ۾ هو. "مسالڪ و ممالڪ"، "اشڪال البلاد" ۽ ٻين عربي تصنيفن ۾ ان علائقي جا جيڪي ڪُـدينگا نقشا ڏنل آهن، تن ۾ هڪڙو هنڌ ڪرڪوان جي نالي سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ان هنڌ جي جا بيهڪ ڏيکاريل آهي، سا مٿئين بيان سان ٺهڪندي نظر اچي ٿي. انهن نقشن موجب، مذڪور هنڌ سنڌوءَ جي ڪافي اولهه ۾ ۽ خضدار (ان جو پراڻو نالو اڃا تائين قائم آهي) جي اتر ۾ ۽ ذري گهٽ ملتان جي سامهون هو. ٿي سگهي ٿو ته ان جو نالو 'ڪئڪنان' جي ڦريل شڪل هجي. ٻئي پاسي اهو ڄاڻائڻ به واجب آهي ته هڪڙو جهونو هنڌ پيو به آهي، جيڪو ڪئڪنان يا ڪئڪان جي نالي سان سڃاتو ٿو. اهو هنڌ گهڻو پرتي ڏکڻ طرف اترئين جهالاوان ۾ نال وٽ آهي. پر اِها بيهڪ ياتريءَ جي مسافريءَ واريءَ واٽ سان ٺهڪي نٿي بيهي (21).

يوئان چوانگ سنڌ ۽ ان جي پاسي وارن ملڪن جو جيڪو احوال ڏنو آهي، سو سندس مهان ڪتاب جو هڪ نراس ڪندڙ پاڱو ٿو سمجهيو وڃي (22). تحقيق، هو گاديءَ ۽ ٻين شهرن جا جيڪي نالا ڏئي ٿو، تن جو سڃاڻپ ۾ نه اچڻ ماڻهوءَ کي نراس ڪيو ڇڏي ۽ ان ۾ جاگرافيائي تفصيل تمام گهٽ هجڻ تي ڏک ٿو ٿئي. پر جيڪڏهن اسين سندس مفاصلن ۽ طرفن کي ڌيان ۾ رکنداسون ۽ انهن کي بدلائڻ جي ڪوشش نه ڪنداسون ته اسان کي سندس ڄاڻايل علائقن جي لڳ ڀڳ بيهڪ معلوم ڪرڻ ۾ ڪا گهڻي تڪليف نه ٿيندي. البت 'لـي' جي ڪاڃي ۾، لتاڙيل ملڪ جي ڊول انوسار، لچڪ رکڻ ۽ ان امڪان جي گنجائش رکڻ ۾ اهر ڪونهي ته مسافريءَ جي طرف ڄاڻائڻ وقت ڪڏهن ڪڏهن هو اهو ٺلهي ليکي طرف ڄاڻائي ٿو، جيڪو اصل طرف کي ويجهي ۾ ويجهو ٿئي ٿو: جيئن 'اتر اوڀر اُتر' بدران اتر.

هن جي احوال موجب، 642ع ۾ سنڌ هڪ خودمختيار ملڪ هو، جنهن جي ماتحت ڪيترائي پرڳڻا هئا. اهو بيان، راءِ سهاسيءَ جي پٽ راءِ سهيرس جي ڏينهن ۾ سنڌ جي جوڙجڪ جو جيڪو احوال "چچ نامي" يا "تاريخ هند و سنڌ" ۾ ڏنل آهي، تنهن سان نهڪي اچي ٿو. عربي تاريخ جو اهو پاڳو ضرور مڪاني ماڻهن يعني هندن يا ٻڌن جي ڏنل معلومات جي آڌار تي لکيو ويو هوندو، ۽ ممڪن آهي ته مڪاني ماڻهن ماضيءَ جي شان تي فخر ڪرڻ ۽ مَرڪڻ جي خيال کان سنڌ راڄ جون حدون ٿوريون وڌائي ٻڌايون هجن. اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته اُهي حدون اوپر (اتر اوڀر) ۾ ڪشمير تائين، اولهه ۾ مڪران تائين، ڏکڻ ۾ سمنڊ تائين ۽ اتر (اتر اولهه) ۾ ڪردستان ۽ ڪيڪنان جي جبلن تائين پکڙيل هيون (23). چار "گورنرن جا پرڳڻا" هئا ۽ انهن مان هڪ پنجاب جي ندين جي هيٺين وهڪرن واري سموري علائقي تي ڦهليل هئا ۽ منجهن ملتان به شامل هو. پويون علائقو، يوئان چوانگ موجب، چيهه ڪا ملڪ جي ماتحت هو، جنهن جي گادي پائنجي ڦو ته هاڻوڪي سيالڪوٽ جي پرپاسي ۾ هئي (24). ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته چيني ياتريءَ جي مسافريءَ کان ستر ورهيه پوءِ جڏهن محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي هئي، تڏهن اهو علائقو سنڌ راڄ ۾ شامل هو. ۽ ممڪن آهي ته ان کان اڳ به ائين هجي، پر ٿوري مدي لاءِ خود مختيار ٿي ويو هجي. گهٽ ۾ گهٽ يوئان چوانگ چيهه ڪا جي ڪنهن راجا جو ذڪر نٿو ڪري، ۽ جيئن ته شاهي گهراڻي جي ٻڌمت ڏانهن روش هن لاءِ هر هنڌ وڏي اهميت رکندڙ هئي ۽ هن جي 'اتهاس' ۾ ان روش جو ذڪر وري وري آيل آهي، سو ائين وسهڻ لاءِ چڱو سبب آهي ته تنهن وقت چيهه ڪا جو ڪو الڳ راجا يا حاڪم ڪونه هو (25).

پر اهي معاملا اهڙا آهن، جو ٻئي جلد ۾ انهن جي وڌيڪ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوندي.

انين صدي عيسويءَ جي منڍ ۾، جڏهن خلافت جون فوجون، محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ هيٺ، سنڌ تي ڪاهي آيون هيون، تڏهن سنڌ ڪيئن هئي، تنهن بابت چچنامي ۾ ڪافي جاگرافيائي معلومات ڏنل آهي.

عجيب ڳالهه آهي ته خليفي عثمان کي "هند ۽ سنڌ" بابت جا پهرين خبر چار ملي هئي، سا پڻ اهڙي ئي اڻوندڙ هئي جهڙي سڪندر کي هيٺينءَ سنڌوءَ

ماٿريءَ بابت تنهن مهل ملي هئي، جنهن مهل هو هندستان تي حملي لاءِ سپنربو وينو هو (26). خليفي کي ٻڌايو ويو: "اتي جو پاڻي ڪارو ۽ گدلو آهي، اتي جو ميوو ڪڙو ۽ زهريلو آهي، اتي جي زمين ٿاڪرو ۽ مٽي ڪلر واري آهي." پر جڏهن عرب آيا، تہ هنن ڏٺو، جيئن سڪندر ڏٺو هو، تہ ملڪ وسندڙ ۽ پريو پاڳيو هو. ۽ عرب لشڪر کي سيڌي سامان هٿ ڪرڻ ۾ سڄن سارن ٻن ورهين جي مهم دوران فقط هڪڙو ڀيرو ڏکيائي ٿي هئي، اها بہ تڏهن جڏهن لشڪر پريا ٻہ مهينا هڪڙي ئي هنڌ پڙاءُ وجهيو ويٺو. رهيو هو پر تنهن وقت بہ لڳي ٿو تہ ڪا مڪاني طرح ڪوٽ تي پيئي هئي، جو واپاري اناج ڪنهن ٻئي هنڌان گهرائيندا هئا (27). اسين اهو پڻ پڙهون ٿا تہ جڏهن لشڪر نيرون وٽ ڀهريون پيرو پڙاءُ ڪيو هو، تڏهن پاڻي کٽي ويو هون، ڇاڪاڻ جو "جيهون يعني مهراڻ جي اٿل اچا ان هنڌ تائين ڪانہ پهتي هئي." "چچ نامو" جي هڪ ٻئي ٽڪري مان پتو ٿو پوي تہ نيرون تي هلان مئي مهيني ۾ ڪئي ويئي هئي (28). صاف ظاهر آهي تہ عربن کي اهي مشڪلاتون ملڪ کان اڻڄاڻ هجڻ جي ڪري درپيش آيون هيون. ڪجهہ مهينا پوءِ جڏهن محمد بن قاسم سيوستان تي حملو تي ڪيو، تڏهن مينهوڳيءَ جي ٻوڏن جي ڪري اهڙا ڪي ٿورا هنڌ وڃي بچيا هئا، جتان حملو ڪري پئي سگهيو. تڏهن ائين تي لڳو، ڇڻ ٻوڏون ٽن پاسن کان شهر تي چڙهي آيون هجن (29). اها ساڳي ڪار سنڌ سان اجا بہ ٿيندي رهي ٿي.

سنڌوءَ ۾ ان سان ڳنڍيل واهڙن برابر مهم ۾ ڪافي رڪاوٽون پيدا ڪيون هيون. ملڪ ۾ وڏين ٻوڏن هجڻ جو وڌيڪ ڪو ذڪر نٿو اچي (30). پر ڪيترين ئي ڊندن جا نالا ڏنل آهن ۽ صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ انهن مان ڪي وڏيون بہ هيون. محمد بن قاسم پنهنجو منجنيق خانو سنڌوءَ جي هڪڙي ساڪرا (Sakra) شاخ نالي ڇوڙ کان ٻيڙين ۾ مٿي اماڻيو هو (31) ۽ برهمڻ آباد تي ڪاهڻ وقت مانجهل (Manjhal) شاخ کي سامان سڙي نيڻ لاءِ واپرايو هئائين. ساڳيءَ ريت، سنڌين ٻيٽ (Bet) جي پرسان پنهنجن مهڙ وارن مورچن کي پرتي ڏيڻ ۽ زور ونائڻ لاءِ ڪوٽڪ (Kotak) نالي شاخ رستي ڪمڪ ۽ رسد موڪلي هئي (32). انهن مثالن سان گڏو گڏ، ائين بہ ثابت آهي تہ واهڙ گهڻو ڪري بچاءَ جي مورچن طور ڪم ايندا تي رهيا.

عربن جي ڪاهه وقت سنڌو سنڌ منجهان جيڪو ڏگ وٺندي هئي، سو ڄاڻڻ لاءِ چچنامو پوري ساري واهر ڪري ٿو. اها ڄاڻ گهڻو تڻو انهن ٿورڙن شهرن جي حوالي سان ملي ٿي، جي درياهه جي ويجهو هئا ۽ جن جي بيهڪ جو پتو اٿئون. اسين ان خاڪي جا خال ڪن نامور عرب جاگرافيدانن جي تصنيفن جي آڌار تي پري سگهون ٿا. پر ساڳئي وقت هيءَ ڌيان ۾ رکڻو پوندو ته انهن مان هيءَ اوائليءَ ۾ اوائلي تصنيف بہ فتح کان ڏيڍ صدي کن پوءِ لکي ويئي هئي.
اسين پنهنجو جائزو سمنڊ کان شروع ڪريون ٿا.

ديبل جي شهر (جنهن جو ڪو بيو نالو بہ بيشڪ هوندو) هڪ بندر هو، جيڪو، البلاذريءَ موجب، سنڌوءَ جي مکيہ ڇوڙ جي اولهہ ۾ هڪ ڪاريءَ تي بيٺل هو (33). ان ڳالهہ تي ڇڳو وارو وار رهيو آهي تہ هاڻوڪي هنڌن ماڳن جي حوالي سان ديبل جي بيهڪ ڪٿي هئي. هيگ ان بندر جي بيهڪ بگهاڙ جي ڪنڌيءَ تي ڪڪڙ بکيرا وٽ ۽ ريورٽي پير پٺي کان ٿورو ڏکڻ اولهہ طرف ڏسي ٿو. آءٌ پانئيان ٿو تہ اهو يا تہ انهن مان ڪنهن هڪڙي هنڌ هو يا ٻنهي جي وچ ۾. پر جيئن تہ اهو يقيني طرح معلوم نہ اٿئون تہ تنهن زماني ۾ ڪير ليڪ يا سنڌوءَ جا ڇوڙ ڪٿان هئا، سو ان کان وڌيڪ خاطريءَ سان ڪجهہ چوڻ ممڪن نہ آهي. اوائلي انگريز جهاز ران جنهن ديول (Dewal) يا ديول (Diul) کان واقف هئا، سو هيءُ جهونو هندڪو شهر نٽو ٿي سگهي.

انهن اوائلي جاگرافيائي تصيفن مان ڪن ۾ جيڪي ڪينگا نقشا ڏنل آهن، سي درياءَ شاهہ کي سمنڊ ۾ هڪ ئي وهڪري جي شڪل ۾ ڇڙندي ڏيکارين ٿا. پر المسعوديءَ جي ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي تہ اهو ٻن شاخن ۾ ورهائجي ويو ٿي ۽ ٻيئي شاخون وچي شاهہ گڙه (Shagarah) جي شهر ويجهو سمنڊ ۾ پيون ٿي. البيروني پڻ، ذري گهٽ هڪ صدي پوءِ لکندي، چوي ٿو تہ درياءَ ٻن شاخن جي شڪل ۾ سمنڊ منجهہ پوي ٿو. اهي ڇوڙ هڪٻئي کان ڪافي پنڌ پري هئا. هڪڙو لهاراٿي شهر جي پر پاسي ۾ هو، ۽ "ٻيو اوير ۾ ڪڇ جي رڻ ڏانهن هليو ٿي ويو ۽ نالو هئس 'سنڌ ساگر' يعني سنڌ جو سمنڊ". اهو مصنف درياءَ جي ٻه شاخي ٿيڻ جو هنڌ منصوره يا ان جو پرپاسو ڄاڻائي ٿو، پر هڪ ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ اروڙ "سنڌوءَ جي ٻن شاخن جي وچ ۾" هو (34).

"چچنامي" ۾ سنڌوءَ جي ڊيلٽا ڏانهن هڪڙوئي اشارو آهي ۽ اهو هڪڙي تر جي نالي يعني 'ٻيٽ' ۾ ملي ٿو. عرب فوجون مهراڻ اُڪرڻ کان سواءِ ان

علائقي ۾ داخل ٿيون هيون. اُڪار وٽ درياهه قدري سوڙهو هو ۽ ان جي وهڪري جي ورجڻ ڪري وچ سير ۾ هڪڙو ننڍڙو بيٽ ٺهي پيو هو. پر ان تر تي اهو نالو ان بيٽ تان نه پر ان ڳالهه جي ڪري پيو هوندو ته ان کي ڪافي پنڌ اوپر ۾ سنڌوءَ جي هڪڙي وڏي شاخ ڦريو تي آئي. ان شاخ جي موجود هجڻ جو ڏس هڪ ساموندي لڙائيءَ بابت البلاذريءَ جي احوال مان ملي ٿو. هيءَ لڙائي محمد بن قاسم جي مهم ڪان ڏهاڪوورهيه پوءِ شاخ جي دوآبي اندر عربن ۽ راءِ ڏاهر جي پٽ جئسينه جي وچ ۾ لڳي هئي (35). محمد بن قاسم کي اوپر ۾ ايڏو پري هن ڪبي هٽ واريءَ شاخ تائين وڃڻ جي ڪا ضرورت ڪانه پيئي هئي ۽ اسين يقين سان نٿا چئي سگهون ته اها بيءَ شاخ ڪان ڪهڙي هنڌ ڌار ٿيندي هئي. ڇچ نامو رڳو ان بيءَ شاخ کي ٿي وڏو مهراڻ ڪري ڄاڻائي ٿو. ان کي شاگره (Shagarah) يا ساڪره وٽان پار ڪيو ويو هو، جيڪو جهم (Jhim) علائقي ۾ هو (36). پهريون نالو ايريئن جي سانگل ۽ ٿالميءَ جي ساگپ جو پڙاڏو ٿو لڳي، ۽ سمجهيو ٿو وڃي ته اهو ميرپور ساڪري جي شڪل ۾ اڄا تائين قائم آهي. ميرپور ساڪرو سچ پچ آهي بہ اُن هنڌ وٽ، جتان درياهه جو الهندو ڇوڙ اڳاٽي زماني ۾ لنگهندو هو. اٺين پڻ چئي سگهجي ٿو ته هاٽوڪو جهمپير اِن تر جي پراڻي نالي کي قائم ڪيو اچي.

عرب سپه سالار اڄا 'بيٽ' جي سامهون سنڌو ٽپي الهندي ڪنڌيءَ ڏي ڪونه ويو هو، جو نيرون جو شهر پيش اچي پيو ۽ اشبهار (Ishbehar) جو قلعو فتح ٿي ويو. اهو ناهي ڄاڻايو ويو ته اهي هنڌ هڪبئي جي ڪهڙي پاسي هئا. نيرون بابت ايترو سو پتو اٿئون ته اهو هڪڙيءَ ٽڪريءَ تي هو، جنهن تي هڪڙو ڪوٽ ٺهيل هو. پاڻئجي ٿو ته هيءَ ڪا ننڍي ٽڪري نه هئي، بلڪ ٽڪرين جي قطار هئي. اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو ته محمد بن قاسم سيوستان ڪان موٽيو ته: "هڪڙي ڪوٽ وٽ پڙاءُ ڪيائين، جيڪو نيرون جي ٽڪرين تي هو. ان جي پر پاسي ۾ هڪڙو تلاءُ هو، جنهن جو پاڻي عاشقن جي اکين ڪان وڌيڪ اجرو هو ۽ ان جو ڏيک ارم جي باغ ڪان وڌيڪ وڻندڙ هو" (37). عرب لشڪر سيوستان تي ڪاهڻ ڪان اڳ نيرون ويجهو بلبار (Balbar) نالي هڪ چراگاهه ۾ ڇانوڻي ڪئي هئي.

نيرون بابت مڪاني طرح اٺين سمجهيو وڃي ٿو ته اهو هاٽوڪي حيدرآباد واريءَ جاءِ تي هو ۽ ان جي ساک تحفته الڪرام جي هڪ ٽڪري مان بہ ملي

تي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي تہ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سنہ 1768ع ۾ پنهنجي آئينده گاديءَ لاءِ نيرون جو "شهر" چونڊيو ۽ اتي هڪدم هڪڙو اڏول ڪوٽ جوڙائڻ شروع ڪري ڏنائين (38). سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ان ساک جي هوندي ريورٽي آخر اهو ڪيئن ٿو چئي سگهي تہ: "حيدرآباد جي پايي پوڻ بابت سنڌي تذڪرن ۾ اهڙو ڪو مذڪور ڪونهي تہ ڪو اهو نيرون واري هنڌ تي بڌو ويو هو." هو پاڻ ڏهين ۽ ٻارهين صدي عيسويءَ جي عرب لکندڙن جيڪي ڪجهہ ان جي بيهڪ بابت ڄاڻايو آهي، تنهن جو ٻي ساڳاهو لحاظ ڪندي، پنهنجي ليکت اندر نيرون جي بيهڪ تن الڳ الڳ هنڌن تي ڏيکاري ٿو (39). حيدرآباد کي نيرون سمجهڻ تي ڪيس وڏو اعتراض هيءُ ٿو ڏسجي تہ هو منصوره (برهمڻ آباد) کان، جنهن جي بيهڪ پڪيءَ طرح معلوم ٿي چڪي آهي، ايترو ويجهو ۽ ديبل جي ڪنهن بہ امڪاني بيهڪ کان ايترو پري آهي، جو ان لاءِ ائين نہ چئي سگهبو (جيئن الاصطخريءَ جو چوڻ آهي) تہ اهو منصوره ۽ ديبل جي وچ ۾ اڌ پنڌ تي هو. اهي ٻئي هنڌ هڪٻئي کان ڇهن ڏهاڙن جي مسافريءَ تي ڄاتا ٿي ويا (40). تڏهن بہ، ابن حوقل موجب، نيرون وارو تہ ديبل ڏانهن وڌيڪ منصوره کي ويجهو هو (41). سچ پچ تہ اڄڪلهہ حيدرآباد کي برهمڻ آباد منصوره کان ٻن نہ پر ٽن ڏينهن جي پنڌ تي ليکيو ويندو (42) ۽ اسان کي ياد رکڻو پوندو تہ مسلمانن جي فتح وقت ۾ ان کان پوءِ هزار کان بہ وڌيڪ ورهين تائين سنڌوءَ جو مکيہ وهڪرو انهن ٻن هنڌن جي وچ ۾ وهندڙ هو ۽ ان کي اڪرڻ اڪثر ڪري گهڻ ۾ گهٽ اڌ ڏينهن جي مسافريءَ جيترو ضرور وجي بيهندو هوندو. پر نيرون ۽ ديبل جي وچ ۾ اهڙي ڪا رستي روڪ نظر نٿي اچي، تنهن هوندي بہ ابن حوقل (جيڪڏهن ريورٽيءَ جي پڙهڻي قبول ٿي ڪجي) ڄاڻائي ٿو تہ اهي هڪٻئي کان ڇهن ڏينهن جي پنڌ تي هئا (43). جڏهن تہ اڳرائي ڪري ايندڙ عرب لشڪر ان مفاصلي طي ڪرڻ ۾ ڇهہ ڏينهن ورتا هئا (44). اهو مفاصلو 25 فرسخ يا اٽل 90 ميل ڄاڻايو وڃي ٿو ۽ اسان کي سڌ آهي تہ لشڪر کي واٽ تي ڪٿي بہ ورهڻو نہ پيو هو.

سو نيرون کي حيدرآباد سمجهڻ واري ڳالهہ قبول ڪري سگهجي ٿي (45). سنڌو تنهن وقت ان جي اوير ۾ سورهن ميلن کان وڌيڪ پري وهندڙ هئي. نيرون کان محمد بن قاسم سيوستان (هاڻوڪي سيوهڻ) روانو ٿيو ۽ 30

فرسخ يا ذري گهٽ 110 ميل ڪري، وچي واٽ تي هڪڙي موج (Moj) نالي هنڌ وٽ ڏاڍو ڪيائين. جيڪو ياڻئجي ٿو ته سيوهڻ جي پرسان هو. هيگ جو چوڻ آهي ته انهن ٻن هنڌن جي وچ ۾ سنڌو رستو رڳو 80 ميل ٿيندو، سو عرب سپه سالار شايد ٽڪرين منجهان لنگهندڙ وڏيڪ وڏي واٽ ورتي هئي، ڇو جو هن ان واٽ کي جنگي لحاظ کان وڌيڪ محفوظ ڄاتو هوندو (46).

سيوستان بابت ڄاڻايل آهي ته اهو شهر مهراڻ جي اولهه ۾ هڪڙيءَ ٽڪريءَ تي ڪوٽ اندر ٻڌل هو. جنهن وقت عرب اتي پهتا هئا، تنهن وقت: "مينهوڳيءَ جون ٻوڏون ڪوٽ جي اتر ۾ سنڌو اڙل نالي واهي منجهان وهي رهيون هيون" (47). ائين وسهڻ واجبي تو لڳي ته جيڪڏهن مهراڻ سيوستان کان ڪافي پنڌ پري اوير ۾ هو، ته پوءِ اهي ٻوڏون منڇر ڍنڍ ۾ ڇاڙهه جي ڪري آيون هونديون ۽ اڙل ندي واڌو پاڻي ڪٽي، ڏکڻ اوير ۾ ڪجهه پنڌ پري وڃي، سنڌوءَ منجهه وڃهندي هوندي. منڇر ڍنڍ کي شايد ڪا ڇاڙ، جا پوءِ وارن ڏينهن جي الهندي ناري سان هڪ موافق هوندي، توڙي ٽڪرن تان وهي ايندڙ ڇرون پاڻي ڏينديون هونديون (48). جن عرب جاگرافيدانن سنڌ جو احوال ڏنو آهي تن مان ڪنهن به منڇر جو خاص ڪري ذڪر نه ڪيو آهي، (49) پر اهو وسارڻ نه گهرجي ته انهن عربن جو گهڻو مطلب مسافريءَ جي واٽن سان هو ۽ منڇر ڏهوڪين واٽن کان ڳپل پنڌ پري هئي. هاڻ ونو ڇاڙ کي. سيوستان جو هندو گورنر پڇي هڪڙي سيسم (Sisam) نالي شهر هيلو ويو. سيسم ۾ ٻڌيا (Budhia) جو گورنر رهندڙ هو ۽ چيو وڃي ٿو ته اهو ڪنباهه (Kambah) جي ڪپ تي هو. محمد بن قاسم هن جي پٺ وٺندي هڪڙي ٻُڌڻ (Budhan) نالي هنڌ وٽ ڏاڍو ڪيو، جو پڻ ڪنباهه جي ڪپ تي هو. هيگ جو رايو آهي ته اهي ٻئي هنڌ منڇر جي ڪنڌيءَ تي هئا (50). پر ان راءِ تي وڏا اعتراض آهن. هڪ ته سيوستان واري پرڳڻي ۾ اُها زرخيز ايراضي به ضرور هوندي، جا ان سان لڳو لڳ اتر ۾ هئي، پر واري پرڳڻي جو مکيه شهر ڏهن ٻارهن ميلن کان ته ضرور مٿي هوندو جيئن ته گورنر عربن خلاف لشڪر ڪني ڪرڻ جي ارادي سان پڳو هو، سو ايتري ٿوري پنڌ تي وڃي ويهڻ هن لاءِ بيڪار ٿئي ها. ڪنباهه نالي ڪا ڍنڍ هئي به سهي ته اها منڇر نه هئي ۽ تي سگهي ٿو ته اها ڪا ڇاڙ يا چورندي هجي، جا خود الهندو نارو نه ته ان سان لڳو لڳ وهندي هجي (51).

جيئن اڳيئي چيو اٿئون، وڏا ڳوٺ ضرور اهڙن ننڍن واهڙن جي ڪنڌين تي وسايا ويا هوندا. سو منهنجو اندازو آهي تہ سيسم گهڻو ڪري اتر ۾ اوتروئي پري هوندو، جيترو ڪَڪڙ.

سيسم جو وارو آيو تہ محمد بن قاسم ان تي بہ قبضو ڪري ورتو ۽ ڪيئي سردار ۽ ماڻهو پڇي ٻُڌيا ملڪ اندر هليا ويا. ان مان ڪي وڃي "ڀٽلور(Bhatlor) جي ڪوٽ ۾ لڪا، جو سالح (Saluj) ۽ قندابيل جي وچ ۾ هو." پوءِ جا جاگرافيدان عرب انهن مان قندابيل جو نالو وري وري وٺن ٿا ۽ اهو سندن نقشن ۾ بہ ڏيکاريل آهي. ابن حوقل اسان کي ٻڌائي ٿو تہ نُڌيا (Nudhia = ٻڌيا) مهراڻ جي الهندي ڪپ تي هڪ سنئون ڪليل ڏيهہ هو، جنهن جي هڪ طرف توران ۽ مڪران هئا، تہ ٻئي طرف ملتان ۽ منصوره جا شهر هئا، ان جو وڻجار ڪو شهر قندابيل هو. ظاهر آهي تہ نڌيا جي هاڻوڪيءَ ڪڇيءَ سان ڀيٽ ٿي سگهي ٿي ۽ شايد ان ۾ سنڌ جي ميدان جو اتر اولهہ وارو ڀاڱو بہ شامل هو. عام طرح قندابيل کي گنداوَ (Gandav) سمجهيو وڃي ٿو (52). اِها ٻيهڪ ڪتاب "مسالڪ و ممالڪ" جي نقشن ۾ ڏيکاريل ان شهر جي ٻيهڪ سان نهڪي اچي ٿي ۽ اتان ملتان اڻن ڏينهن ۽ منصوره ڏهن ڏينهن جي پنڌ تي آهن (53). البت، "مسالڪ و ممالڪ" جي متن ۾ ڄاڻايل آهي تہ ٻُڌيا (Budhia) ملڪ جو مکيہ شهر قندابيل چڱو وڏو شهر آهي ۽ خضدار کان پنج فرسخ پري ٿيندو. ان بيان موجب، قندابيل وڃي جهالاوان جي تاڪرو علائقي اندر ٻيهندو ريورٽي ان کي زهريءَ سان هڪ موافق ڄاڻائي ٿو، جيڪو خضدار کان 15 ميل کن ڏکڻ اوير طرف آهي (54). پر ائين ڪرڻ سان متي ڄاڻايل نقشي جا ترا نڪريو وڃن، توڻي جو هو پنهنجن بيانن جي تائيد ۾ اڪثر ان نقشي جا ئي حوالا ڏئي ٿو (55). جيتوڻيڪ نقشو ماپ تي ٺهيل نہ آهي، تڏهن بہ خضدار ۽ قندابيل هڪٻئي کان ٻيو نہ تہ 50 ميل ضرور پري ٿيندا ۽ ڪرڪنان (Kirkanan) جي ٻيهڪ ڇتيءَ ريت انهن جي وچ ۾ ڏيکاريل آهي. "چچ نامي" جي شروعاتي ڀاڱي تي نظر ورائبي، تہ اسان کي قندابيل جي گنداو سان ساڳوڻائيءَ جي ساک هڪ ٽُڪري مان پڻ ملندي، جنهن ۾ راءِ چچ جي پوئينءَ مهم جو احوال ڏنل آهي. چچ مڪران کان موٽيو تہ ارميل (Armail) وٽان اتر طرف لڙندي توران (خضدار جي پر پاسي واري ڏيهہ)

منجهان لنگهيو ۽ پوءِ (هڪڙي رڻ پٽ کان وجي نڪتو ۽ ڪنهن ڪي بہ ساٿس ويڙهہ ڪائڻ جي جرئت نہ ٿي، تان جو هو قندابيل وجي پهتو، جنهن کي قنڌار بہ ڪونيو وجي ٿو. چچ شهر تي ماتريءَ کان اوچتي حملي جا سانباها ڪيا. اها ماتري ان هنڌ جي آسپاس واري ڪليل ميدان تائين ڦهليل هئي" وغيره (56). هيءُ رستو ان واٽ سان بلڪل نهڪي اچي ٿو جا خضدار کان مُولانديءَ واريءَ ماتريءَ منجهان ٿيندي، هيٺ گنداو وجي ٿي. انهن ٻنهي هنڌن جي وچ ۾ اصل مفاصلو اٽڪل 80 ميل، ٿلهي ليکي پنجن ڏينهن جي مسافريءَ جيترو، يا ائين ڪٿي چئجي تہ 25 فرسخن کان گهٽ ٿيندو ۽ وسهڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ: "مسالڪ و ممالڪ" ۾ انِ هنڌ ڪو غلط اکر يا انگ اچي ويو آهي.

عرب سپهہ سالار اِن ملڪ تي ڪونہ ڪاهيو (57)، پر خليفي جي اوير واري واليءَ حجاج جي حڪم تي سيسم کان پويان پير ڪري نيرون ڏانهن وڌيو. هن حجاج کي ٻڌايو تہ مون ٻڌيا جو ملڪ "اغرور (Aghror) جي ڪوٽ تائين، جو مهراڻ جي ڪپ تي آهي، فتح ڪري ورتو آهي" (58). اسين ائين فرض ڪري سگهون ٿا تہ اغرور يا بغرور (Baghror) مهراڻ جي ڪاٻيءَ ڪنڌيءَ تي، روهڙيءَ يا بکر جي ڀر پاسي ۾ ڪنهن هنڌ هو. متيںءَ سنڌ ۾ درياهہ جي دڳ بابت اسان کي ساڳئي ڪتاب ۾هڪ 'اٹسڌو اشارو' ملي ٿو. راءِ چچ اروڙ کان ٻڌيا ۽ سيوستان جي مهم تي روانو ٿيو تہ هو ديهايت (Dihayat) نالي هڪ ڳوٺ وٽان مهراڻ اڪري، ڪاٻي ڪپ کان ساڄي ڪپ تي ويو. "اهو ڳوٺ سمہ ۽ اروڙ جي وچ ۾ حد جو ڪم ڏيندو هو." هيءُ ڳوٺ، جيئن جنرل هيگ ڏيکاري ٿو، ضرور ديهات (Dehat) هوندو، جو ڪنڊياري تعلقي جي اترينءَ حد تي آهي. اتي درياءُ جو هڪ پراڻو ڦاٽ لوهاڻو ڍورو (Lohano Dhoro)، چٽيءَ ريت ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهو ڦاٽ هاڻوڪيءَ سنڌوءَ جي اوير ۾ سراسري طرح 17 ميلن جي پنڌ تي هلي ٿو (59).

محمد بن قاسم کي شايد جنگي ضرورت ٿوٽي حجاج جي حڪم انوسار هيٺينءَ سنڌ ۾ "ساگرهہ جي علائقي مان" سنڌو پار ڪرڻي پيئي هئي، عربن درياءُ اڪري وجي جهم ۽ 'بيٽ' جي قلعن کي زور ونايو ۽ پوءِ راوڙ (Rawar) ڏانهن وڌيا، جنهن جي پرسان راءِ ڏاهر سنڌ جي مکيہ لشڪر سان گهٽ جهليو ويٺو هو. ان ڪوٽ جو پايو چچ وڌو هو ۽ سندس وڏي پٽ، ڏاهر سيہ، ان کي

راس ڪرايو هو (60). اهو سنڌ جي ساڳئي پرڳڻي ۾ هو، جنهن ۾ برهمڻ آباد هو، پر ضرور ان شهر کان ڳچ پنڌ پري ڏکڻ ۾ هوندو. چاڪاڻ تہ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ انهن شهرن جي وچ ۾ ٻهرور (Bahrur) ۽ ڍاليلا (Dhalila) نالي بہ اڏول ڪوٽ هئا. جڏهن کان ڏاهر سڄيءَ سنڌ جو اڪيلو راجا ٿيو هو، تڏهن کان هو اونهاري جا چار مهينا وچي راوڙ ۾ گذاريندو هو. "ڇو تہ ان پُر فضا شهر جي آبهوا صحت بخش (61) ۽ پاڻي مٺو" هو. عربن کي راوڙ ويندي بہ ڍنڍون يا نديون اڪرڻيون پيون هيون، جن مان ٻيءَ بابت ٻڌايو ويو آهي تہ اهو واهو هو ۽ نالو ڏاڍ واهہ (Dadha Wah) هئس. جيڪڏهن سنڌو، اڳين ۽ پوين ڏينهن جيان، تن ڏينهن ۾ بہ هڪ وڏي ڊيلٽا جي شڪل ۾ سمنڊ منجهہ ڇوڙ ڪندي هئي تہ پوءِ ڏاڍ واهہ ٿي سگهي ٿو تہ ان جي اوپر واري ڇاڙ هجي. ڇيو وچي ٿو تہ اِهو واهو هڪڙي جئپور (Jaipur) يا جئوار (Jaiwar) نالي شهر جي وچ ۾ وهندو هو. جنهن ويڙهاند ۾ سنڌ جي قسمت جو فيصلو ٿيو ۽ جنهن ۾ راءِ ڏاهر پنهنجو سِر صدقي ڪيو، سا ويڙهاند مهراڻ ۽ ڏاڍ واهہ جي وچ ۾ لڳي. پانئجي ٿو تہ راوڙ جو ڪوٽ بنهي کي ويجهو هو(62). البلاذري ڄاڻائي ٿو تہ عربن جنهن هنڌان مهراڻ پار ڪيو هو، سو "هند ۾ قصا (Qassa) جي واليءَ" راسل (Rasil) جي ملڪ سان لڳو لڳ، هو. قصا جي هڪڙي صورت ڪڇ بہ ٿي سگهي ٿي ۽ ڪڇ پانئجي ٿو تہ راجا ڏاهر جي راڄ جو پرڳڻو ۽ راسل هن پاران اتان جو والي هو. پر اهو انومان ناهي ڪيڻو تہ ڪو درياءَ جي اڪرڻ جو هنڌ ڪڇ جي هاڻوڪيءَ حد جي پرسان هو. انهيءَ ڪري راوڙ کي سڃاڻڻ ڏاڍو ڏکيو ٿو لڳي. منهنجي خيال ۾ هيگ جو هيءُ انومان تہ اهو برهمڻ آباد کان اسي ميل پري هو يا 'ايرندي ناري' جي ڪپ تي هو (63)، واجبي نہ آهي.

محمد بن قاسم پوءِ برهمڻ آباد ويندي، ٻهرور ۽ ڍاليلا جا قلعا هڪبئي پنيان فتح ڪيا. اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ ڍاليلا مانجهل (Manjhal) نالي هڪڙي ننڍيءَ نديءَ جي پرسان هو. جيڪي ماڻهو رات جي اونداهيءَ ۾ رامل (Ramal) ۽ هندستان ڏي ڀڄي نڪرندا هئا، تن کي مانجهل اڪرڻي پوندي هئي (64). هيءَ ندي ڇڱيءَ اهميت واري هئي. تنهن منډ ۾ اها جهاز رانيءَ لائق هئي، سو ٻيڙيون ڪنيون ڪري عربن کي اوپارو واڏتيهہ (Wadhatiah) تائين نيو ويو، جو برهمڻ آباد کان کي ٽي ميل هو. سپهہ سالار پاڻ جلوالي

(Jalwali) (65) واهڙ جي ڪنڌين تائين ويو ۽ اتي ڏاڍو ڪيائين. اهو واهڙ چيو وڃي ٿو تہ برهمڻ آباد جي اوپر ۾ هو.

برهمڻ آباد جي سچيءَ پچيءَ بيهڪ تان چڱو اختلاف آهي. ان جو وڏو سبب هيءُ آهي تہ جيڪي جاگرافيدان عرب برهمڻ آباد جي جاءِ وٺندڙ اسلامي شهر منصوره لکن ٿا، تن جي احوالن ڪي پاڻ ۾ نهڪائڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. انهيءَ ڇڪ ۾ ٽي مکيہ پڌ آهن. ﻫ درياءَ جي هڪ پراڻي پيٽ جي الهندي يعني ساڄي ڪپ تي، هڪٻئي کان اڌ ميل کن پري آهن ۽ هاڻ برهمڻ آباد ۽ دلور (Dalur) سڏجن ٿا. ٽيون پڊ ڪي پنج ميل اتر اوير طرف هڪ ننڍي سڪل واهي جي اپرندي يعني کابي ڪپ تي آهي ۽ نالو اٿس ڏيپر گهانگهرو (Depar Ghangro). منصوره نالو اڄڪلهہ پڌڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي.

برهمڻ آباد جي هڪ بيهڪ تي بحث ڪرڻ لاءِ ان جي جانشين شهر جي نسبتي بيهڪ کي آڏو رکڻ نهايت ضروري آهي. "مسالڪ و ممالڪ" جو سهيڙيندڙ الاصطخري ۽ الادريسي ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ منصوري جي پکيڙ هڪڙو چورس ميل هئي ۽ ڇوڌاري مهراڻ ۽ ان درياهہ جي هڪ ڇاڙ هيس. الادريسي چوي ٿو تہ اهو شهر مهراڻ کان ڪجهہ مفاصلي تي ان جي مکيہ شاخ جي الهندي ڪپ تي هو (66). "مسالڪ و ممالڪ" ۽ "اشڪال البلاد" ۾ جيڪي جهڙا تهڙا نقشا (67) ڏنا ويا آهن، سي ٻئي سنڌوءَ يا سنڌ جي مهراڻ کي سنڌ جي وچ منجهان وهندي ۽ ان مان اوير طرف هڪڙي شاخ ڦٽندي ڏيکارين ٿا. اها شاخ هڪ چڱي چوکي ايراضيءَ کي وڪوڙيندي، وري وڃي مکيہ وهڪري سان ملي ٿي. پر ان 'پيٽ' اندر منصوري جي بيهڪ هڪڙي نقشي ۾ هڪڙي تہ ٻئي ۾ ٻي ڏني وئي آهي. "مسالڪ و ممالڪ" موجب اهو ڇاڙ جي الهندي يعني ساڄي ڪپ تي هو. "اشڪال البلاد" ان کي مکيہ وهڪري جي کابي يعني اپرندي ڪپ تي ونگ اندر رکي ٿو.

درياءَ جي وڏي سڪل پيٽ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ وٽ جنهن وڏي پڊ جو ذڪر مٿي آيو آهي، تنهن جي اصل بيهڪ کي ڏسندي، ظاهر آهي تہ اسان جو لاڙو "مسالڪ و ممالڪ" جي نقشي کي وڌيڪ معتبر سمجهڻ ڏانهن ٿيندو. اهو ڦٽل پيٽ مکيہ درياءَ جي شاخ هئي، جا اولهہ ۾ اچا اڳتي لڳ ڀڳ لوهاٺي ڊوري واري واٽ وٺيو هلي ٿي وئي. جيئن تہ هڪ چورس ميل تي ڦهليل هن کي تر جا ماٿهو اڄ

ڏينهن تائين برهمڻ آباد يا پانيرن جو نل ڪري سڏيندا آهن. سو ائين وسهڻ واجبي ٿيندو تہ منصورو اڳوٽي شهر واريءَ جاءِ تي ٻڌو ويو هو.

البلاذريءَ وارو احوال وري هڪ وڏو مونجهارو ٿو سامهون آڻي. هن صاحب پنهنجو ڪتاب 270 هجريءَ (4-883 عيسوي) ڌاري جوڙيو هو. ان ڪري هو برهمڻ آباد جي پڇاڙيءَ ۾ منصوري جي پايي پوڻ واريءَ تاريخ کي وڌيڪ ويجهو هو. هو چوي ٿو: "قاسم جو پٽ محمد بهمڻ آباد[1] ويو، جيڪو منصوري کان ٻہ فرسخ هو. سچ پچ تہ منصوري جو شهر تنهن زماني ۾ موجود ڪونہ هو ۽ تڏهن اتي جهنگ هوندو هو." ڏاهر جو رهيو کهيو لشڪر وچي برهمڻ آباد ۾ گڏ ٿيو ۽ وري ٻہ هار کاڌائين. سپهہ سالار اتي هڪڙو گورنر مقرر ڪيو. اهو شهر هاڻ ڦٽي ويو آهي" (68). ٻئي هنڌ البلاذري ڄاڻائي ٿو تہ هڪڙي دو آبي يا ڍنڍ جي اورار واري پاسي، جنهن جو منهن هند ڏانهن هو، منصورو، تہ پرار واري پاسي محفوظہ ٻڌو ويو. محفوظہ ننڍڙو ڪوٽ هو، جيڪو عربن سوپ کان سنت پوءِ، جڏهن ملڪ ۾ هندو وري ڪَر ڪڍي رهيا هئا، اتي رکيل لشڪر ۽ عام مسلمانن جي بچاءَ لاءِ ٻڌايو هو. منصوري جو پايو ڪجهہ ورهيہ پوءِ وڌو ويو تڏهن جڏهن اسلام غالب اچي چڪو هو.

ڪُزينس وڏي پڌ جي کوٽائي، جو ڪرائي، تہ پتو پيو تہ مسلمانن واري شهر جي هيٺان ڪو هندڪو شهر بہ هو ۽ اسين خاطريءَ سان سندس اهو انومان پنهنجو ڪري سگهون ٿا تہ اهو هندڪو شهر برهمڻ آباد هو سو تہ جا ماڻهو جيڪي چون ٿا، سچ ٿا چون. اسان ڪزينس جو هيءُ دليل بہ قبول ڪري سگهون ٿا تہ دلور ضرور محفوظہ وارو ماڳ هوندو ۽ سندس هيءُ ڳالهہ بہ تہ البلاذريءَ جي "هند رخي دوآبي يا ڍنڍ" جا اهڃاڻ اِنهن پڊن ۽ برهمڻ آباد واري وڏي پڊ جي وچ ۾ جيڪو اڌ ميل کن ويڪرو واٽکو ميدان آهي، اتي ڏسي سگهجن ٿا. اهو ڏيک مان ٿي درياهہ جي ڦٽل پيٽ سان ڳنڍجندڙ تلاءُ يا ڍنڍ ٿو لڳي (69).

اچا اهو ڏسڻو آهي تہ البلاذريءَ جي انهيءَ بيان کي ڪيترو وزن ڏنو وڃي تہ منصورو پراڻي برهمڻ آباد کان اٽڪل ڇهن ميلن تي ٻڌو ويو هو. ان بيان جي

[1] لشمبرڪ صاحب جتي جتي بہ بهمن آباد ۽ الور لکيو آهي، اتي اتي مون برهمڻ آباد ۽ اروڙ ڄاڻايو آهي، جو جو سنڌ ۾ انهن شهرن جي نالن جون اهي صورتون ئي رائج آهن. پر هيءُ جيئن تہ حوالو آهي، ان ڪري اصل پڙهڻي قائم رکي ويئي آهي. (مترجم)

ڪري ريورٽيءَ ۽ هيگ ڪي هيءُ رايو قائم ڪرڻو پيو هو، ته ڏيپر گهانگهري وارو دڙو برهمڻ آباد هو، جو اهو لڳ ڀڳ ايترو ئي پنڌ اتر اوڀر ۾ آهي (70).
پر اهو هنڌ هاڻ برهمڻ آباد ڪونجنڊڙ هنڌ کان گهٽو ننڍو آهي ۽ اهو ڪڏهن به چڱو موچارو شهر نه رهيو هوندو. اتي شهر پناهه جي پٿين جا ڪي به اهڃاڻ ڪونهن. تنهن کان سواءِ، اهو هڪ واهي جي سڪل پيٽ جي ڪاپي يعني ايرندي ڪپ تي آهي. اهو واهو ڪنهن زماني ۾ ان جي پاسي مان وهندو هو. پر ”چچ نامي“ ۾ صاف چاٽايل آهي ته برهمڻ آباد جلوالي نالي هڪ ننڍي واهڙ جي ساڄي پاسي هو ۽ محمد بن قاسم ان جي ڪپ تي خيما کوڙيا هئا (71).
سو ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ نٿو رهي ته برهمڻ آباد جو ماڳ ان وڏي پڊ ۾ آهي، جنهن جو نالو (غلط صورت ۾) اجا قائم آهي، توڙي جو اڳتي هلي ساڳئي هنڌ منصوري جو شهر بڌو ويو. محمد بن قاسم برهمڻ آباد کي تباهه ڪونه ڪيو، پر جنهن وقت مسلمانن محفوظي جو شهر بڌو، تنهن وقت شايد هنن هندڪي شهر جي رهاڪن کي تڙي ڪڍيو، جنهن ڪري پوءِ اهو ڦٽي ويو. ڪجهه ورهيه پوءِ برهمڻ آباد جي پڊ مٿان ۽ ان منجهان منصورو جوڙيو ويو (72). البلاذري سنڌ ڪونه آيو هو. سو هن محفوظه ۽ منصوري بابت بڌو هڪ هوندو ۽ سمجهيو بيو هوندو ”مجمل التواريخ“ ۾، جنهن لاءِ هندن جي هڪ پراڻي پستڪ تان ورتل هجڻ جو اقرار ڪيل آهي، اِن چاٽائڻ کان پوءِ ته ”بهمن آباد“ جو پايو بهمن ڪيئن وڌو هو، چيل آهي ته، ”هڪڙي بيان موجب اهو منصوره آهي، وڏيڪ رب ڄاڻي“ (73). منهنجي خيال ۾ هيءُ نتيجو خاطريءَ سان ڪڍي سگهجي ٿو، ته ڏيپر گهانگهري وارو واهو جلوالي هو، ۽ هي به ته درياءَ جو جيڪو وڏيڪ وڏو پيٽ برهمڻ آباد ۽ دلور جي پر مان لنگهي ٿو، سو مهراڻ جي چاڙ ’مانجهل‘ هو، جنهن منجهان عرب پنهنجا ٻيڙا مٿي هاڪاري ڊاليلا کان پري واڌتياهه تائين ويا هئا. هي جو سپهه سالار برهمڻ آباد کان ٻه ڪوهه اورتي درياءَ ڇڏي اوڀر طرف جلواليءَ ڏانهن ويو هو، ته ان جو سبب ظاهر آهي ته هيءُ هو ته هن برهمڻ آباد جهڙي مضبوط ۽ وڏي لشڪر واري شهر کان پري رهي، پنهنجي لشڪر ڪي حملي لاءِ منظر ڪرڻ تي گهريو. مانجهل چاڙ شهر واري ڪوٽ جي پٿين وٽ بلڪل ويجهو وهندڙ هئي، ۽ عرب ان جي پرار واري پاسي رهي، اوچتن حملن کان بچي پئي سگهيا. گهيري دوران، جيڪو ڇهو وجي ٿو ته ڇهه مهينا

هليو. اسان سمجهون ٿا ته چاڙ جو پاٽي لهي ويو هوندو ۽ اها وڏي رنڊڪ نه رهي هوندي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته پويان حملا سگهيءَ واري پاسي يعني اولهه کان ڪيا ويا، ڇو ته ڪوٽ جي لشڪر بابت چاڻايل آهي ته مسلمان جڏهن ڪوٽ اندر گهڙيا ته اهو لشڪر اتر واري در ڪان ڀڄي نڪتو.

ڪزينس ان راءِ جو هو ته ڏيپر گهانگهري جو پڊ، جنهن جو سيني ۾ مکيه انگ 'ٻڌ جو نل' آهي، سو ٿي سگهي ٿو ته ٻڌن جي ساوندي (Sawandi) نالي وسندي هجي. محمد بن قاسم برهمڻ آباد ڇڏڻ تي پهرين منزل ساونديءَ وٽ ڪئي هئي. ڪزينس هيءَ دلچسپ ڏس به ڏئي ٿو ته اها متان 'ٻڌنوبهار' واري مڙهي هجي، جا راءِ چچ برهمڻ آباد تي قبضي ڪرڻ ڪان سنت پوءِ ڏسڻ ويو هو (74).

محمد بن قاسم اتان بهرور (Bahrewar) تي چڙهي ويو ۽ پوءِ وٽس سما ۽ سهتا هڪبئي پنيان اچي پيش پيا. سهتن ته ڪيس اروڙ تائين سٺائن منزل گاهن جا ڏس به ڏنا. جيڪو وارياسو ٽڪرو روهڙي ٽڪرين جي ڏکڻ تائين هليو وڃي ٿو. تنهن جي ترت اولهه وارو ڏيهه اجا تائين ساهتي (Sahiti) سڏجي ٿو ۽ اسان جو اهو انومان بيواجبي نه ٿيندو ته عربن جي ڪوچ واري واٽ درياهه ڪان گهٽي پرتي نه هئي، يعني اها لوهاٽي ڊوري ڪان قدري اوير طرف هئي.

ريورٽيءَ جو چوڻ آهي ته تن ڏينهن ۾ (جيئن اڳي ۽ پوءِ به ڪيترين صدين تائين) مهراڻ ناري ماتريءَ منجهان وهندو هو ۽ جڪرائوءَ جي لڳ ڀڳ هڪ هنڌ وٽان ٻن شاخن ۾ ورهائجي ويندو هو، منجهانئن هڪڙي شاخ تلهي ليکي ڏکڻ اوير ڏانهن ۽ ٻي ڏکڻ اولهه ڏانهن ويندي هئي. اسين اڳيئي ڏيکاري آيا آهيون ته ان تر جا مهاندا مٽينءَ ڳالهه جي برخلاف ساک ٿا ڏين، سو اها وسهڻ جهڙي نه آهي (75) ريورٽي پاڻ ان حقيقت ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو ته جيتوڻيڪ عرب لشڪر کي برهمڻ آباد کان اروڙ طرف ڪوچ جي ڪنهن اوائلي مرحلي ۾ مهراڻ يعني سندس متي چاڻايل ساڄي هٿ واريءَ شاخ تان ٽپڻو پيو هوندو، پر "چچنامي" ۾ اهڙيءَ اُڪار جو ڪو ذڪر تيل ناهي. سو هو وري به اها اڻ تيئي ڳالهه ٻڌائي ٿو ته متان هنن ائين اتي ڪيو هجي، جتي 'ڪريائي' ڍنڍ (76) جو ذڪر اچي ٿو. يعني سندن پهرئين پڙاءَ جي پر وٽان. حقيقت ۾، صاف ظاهر آهي ته اهڙي اڪار ماڳهين ٿي ئي ڪانه هوندي، ڇاڪاڻ جو برهمڻ آباد ۽ اروڙ ٻئي مهراڻ جي ساڳئي پاسي هئا. پر ائين پڻ ٿي سگهي ٿو ته عرب مکيه

وهڪرو ڪٽي هيٺ ئي اڪريا هجن ۽ پوءِ ڪين برهمڻ آباد پهچڻ لاءِ درياهہ جي ايرندي ڇاڙ بہ ٽپڻي پئي هجي ۽ اها ڇاڙ متان ڏاڍو واهہ نالي وارو واهو هجي.

مهراڻ جي لاڳاپي سان اروڙ جو پهريون احوال المسعودي جي ڪتاب ۾ ملي ٿو، جو 944 عيسويءَ ڌاري لکيو ويو هو. هو چوي ٿو تہ اروڙ ان هنڌ وٽ يا ان جي پر پاسي ۾ آهي، جنهن هنڌ درياهہ ٻن شاخن ۾ ورهائجي ٿو ۽ اهي ٻيئي شاخون هڪڙي ئي نالي مهراڻ سان سڏجن ٿيون. تان جو اهي وڃي هڪڙي شاڪره نالي شهر ويجهو، جيڪو "ديبل شهر کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي آهي" سمنڊ ۾ ڇڙن ٿيون. ان بيان کي ملڪ جي طبعي جاگرافيءَ سان نهڪائڻ ناممڪن ٿو لڳي. سمجهو ڪٽي تہ سندس ڪابي هٿ واري شاخ نارو هوندي ۽ سندس ساڄي هٿ واريءَ شاخ هينئنءَ سنڌ ۾ پراڻ وارو ڏگ ورتو هوندو. اهڙيءَ ريت، ٻيئي شاخون ڪڇ واري رڻ ۾ ڇوڙ وٽ گڏ اچي ٿينديون. اتان ديبل تائين مفاصلو ٻن ڏينهن جي پنڌ کان گهڻو مٿي ٿيندو. تنهن کان سواءِ، پاڻ المسعودي پنهنجي هڪڙي ٻئي ڪتاب ۾ اهو مفاصلو گهٽائي بہ فرسخ ٻڌائي ٿو (78). هو اسان کي هيءُ پڻ ٻڌائي ٿو تہ اروڙ مهراڻ جي الهنديءَ ڪنڌيءَ تي هو. هن جو اهو چوڻ تڏهن ئي سمجهہ ۾ ايندو، جڏهن اسين هيءُ فرض ڪريون تہ جيڪو اتل جو پاٽي اوير واري پاسي کان وهندو لنگهيو ٿي، تنهن کي هن درياهہ جو مکيہ وهڪرو ڪري ڄاتو هوندو. اروڙ جي اصل ماڳ کي هڪ اڳئين باب ۾ بيان ڪيو ويو آهي (79). "چچنامي" جو لکندڙ اروڙ بابت چوي ٿو تہ راءِ سهيرس جي صاحبيءَ ۾ "اهو شهر شاهي محلاتن، ماڙين، باغن، ڦوهارن، نهرن، چراگاهن ۽ وڻن سان سينگاريل هو ۽ هڪڙي مهراڻ نالي درياءَ جي ڪنڌيءَ تي ٻيٺل هو"(80).

البلاذري چوي ٿو تہ اروڙ هڪ ٽڪريءَ تي ٻڌل هو. هو بہ پيرا ان جو ذڪر 'بغرور' سان گڏ ڪري ٿو. "چچ نامو" بہ ڄاڻائي ٿو تہ بغرور جو قلعو اروڙ جي ملڪ ۾ مهراڻ جي ڪنڌيءَ تي اروڙ واري قلعي جي "بلڪل سامهون" هو (81).

الاصطخري بغرور جو ذڪر نٿو ڪري. البت هيءُ ڄاڻائي ٿو تہ اروڙ يا الور (ال رور) بکيڙ ۾ ذري گهٽ ملتان جيترو هو، ان جون بہ شهر پناهون هيون ۽ اهو مهراڻ پرسان هو (82). "چچ نامو" ان جي اتانهين پناهہ ۽ ان جي ٻتڪدي جو ذڪر ڪري ٿو ۽ ڄاڻائي ٿو، تہ محمد بن قاسم ان کان ميل ڪن

پري خيما کوڙيا هئا. پر اهو ڇاڻايل نہ آهي تہ اهو پڙاءُ شهر جي ڪهڙي پاسي هو ۽ نہ اهو تہ هو ڪهڙي پاسي کان آيو هو.

اروڙ جي ڀيش پوڻ کان پوءِ مسلمان سنڌ راڄ جي ٻن اترايـن پرڳڻـن کي فتح پوڻ لاءِ پنجاب تي چڙهي ويا. ان مهم جي احوال سان تن ڏينهن ۾ پنجاب جي ندين جا جيڪي دڳ هئا، تن تي پڻ ڪجهہ روشني پـوي ٿـي. عربن پهرين ٻاٽيہ (Batiah) جي ڪوٽ تي قبضو ڪيو (83). جيڪو بياس جـي ڪـاٻي يعني ڏاکڻي ڪپ تي بيٺل هو. بياس تڏهن پنهنجي الڳ ٻيٽ منجهان وهندي، ملتان کان هيٺ وڃي، چناب سان ڳنڍبي هئي. هيءَ ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي تہ ستلج جو ذڪر ئي ناهي ڪيو ويو. ٿي سگهي ٿو تہ ستلج ۾ ڇاڙهہ ايندو هجي تہ ان جي پاڻيءَ جو چڱو چوکو ڀاڱو وڃي هاڪڙي ۾ پوندو هجي ۽ اهڙيءَ ريت اهو اروڙ جي اوپر کان ۽ ڪجهہ پنڌ ناري ماتريءَ منجهان بہ وهندو هجي. پر اڃا هڪ ٻئي حَل کي ترجيح ڏيڻ تي مائل آهيان، جو هيءُ آهي تہ بياس نالو ستلج ۽ بياس جي گڏيل پوئين وهڪري سان لاڳو تي ڪيو ويو، ڇاڪاڻ جو اهو گڏيل وهڪرو ان دڳ تان تي وهيو. جتان اڳ فقط بياس وهندڙ هئي ۽ گهڻو پنڌ هي ٻيئي نديون ائين گڏ وهنديون هيون. پر اوائلي تاريخ نويسن ۽ جاگرافيدانن جي ليکتن ۾ ستلج جي ذڪر نہ هجڻ تي ڪي وڏا نتيجا ڪڍڻ مناسب نہ ٿيندا.

محمد بن قاسم پوءِ بياس اڪري ساڄي ڪپ تي ويو ۽ وڃي اسڪنداهہ (Askandah) جي ڪوٽ سان سنڌين سان اٽڪيو (84). ڪجهہ ويڙهاند کان پوءِ ڪوٽ جو سردار رات جو ڀڄي ويو ۽ وڃي هڪڙي ڪوٽ ۾ وينو، جنهن جو نالو سِڪّءِ ملتان (Sikkai Multan) هو. اهو راويءَ جي ڏاکڻي (ڪاٻي) ڪپ تي هو. هت وري اسان ان درياهہ جي بيهڪ هاڻوڪي زماني کان ڪافي ڦريل ڏسون ٿا. هاڻ راوي ملتان کان ڇاليهارو ميل مٿي چناب ۾ چوڙ ڪري ٿي. پر تنهن زماني ۾ ياڻنجي ٿو، تہ راوي چناب سان، يا شايد بياس سان، ان شهر کان ذري گهٽ ايتروئي پنڌ هيٺ گڏبي هئي. سنڌين سِڪّءِ ملتان ۾ بہ چڱي ويڙهہ ڪاڏي، پر هار ڪائي ملتان شهر ڏي موٽي ويا، جنهن تائين رسڻ لاءِ کين راوي پار ڪرڻي پيئي هئي.

نيٺ ملتان بہ ويو ۽ هڪڙي بيان موجب، عرب سپهہ سالار جهلم نديءَ ۽ پرڳڻي جي ٻين هنڌن تي جيڪي قلعا هئا، تن تي والي مقرر ڪري موڪليا (85) ۽

پاڻ مڪيہ لشڪر سان پنج ناهيت (Panj Nahiyat) تائين ويو. جتي راجا ڏاهر ڪشمير سان پنهنجي سرحد جي نشان طور دڙي هٽائي ڇڏي هئي، هن پنهنجن نائين مان هڪڙي کي قنوج جي سرحد ڏانهن اُماڻيو ۽ هڪڙي اڏاپور (Udhapur) نالي هنڌ تان راجا راءِ هرچندر کي چوائي موڪليائين تہ دين اسلام کي قبول ڪريو. ريورٽي ان هنڌ جي بيهڪ هاڪڙي تي هاٽوڪي بيڪانير رياست اندر هڪ اهڙيءَ جاءِ تي تو رکي، جا سوهنڪوٽ سان نهڪندڙ لڳي ٿي ۽ سردار ڳڙهہ کان گهٽي پري نٿي پائنجي (86). "چچ نامي" جي متن ۾ هت ڪنهن درياءَ جو ذڪر ڪونهي. پر اتفاق اهڙو ٿيو، جو محمد بن قاسم اجا اڏاپور ۾ هو، جو ڪيس موٽي اچڻ جا حڪم اچي پهتا. سو هن قنوج تي حملي جو حڪم رد ڪري ڇڏيو. اهو حملو هن راجا جي آڻ مڃڻ کان انڪار تان ٿي ڪرايو.

پسگردائيءَ وارن ڏينهن جو ٿورو گهڻو احوال "چچ نامي" جي ڇڙوڇڙ ٽڪرن ۾ ملي ٿو. آءٌ اڳيئي هڪڙي مسئلي ڏانهن اشارو ڪري آيو آهيان. اهو مسئلو يوئان چوانگ جي انهيءَ بيان جي ڪري پيدا ٿئي ٿو تہ مُو - لو - سان - پو - لو، جنهن کي ملتان ئي چئي سگهجي ٿو، (642) عيسويءَ ۾) چي - ڪا جي ماتحت هو ۽ نہ سنڌ جي ماتحت. هو اسان کي وڏيڪ ٻڌائي ٿو تہ چي - ڪا جي پڪيڙ 000، 10 لي هئي ۽ اهو ٽڪرين جي هينان سنڌو ۽ بياس جي وچ ۾ هو(87). جنهن تڪيہ (Takiah) نالي ڏيهہ بابت "چچنامي" ۾ آيل آهي تہ اهو چتور ۽ ڪشمير جي وچ ۾ هو، سو شايد چي - ڪا هو، پر پڪيڙ ۾ ڪافي گهٽجي ويل هو (88). قنوئوج، يا قنوج، جي راڄ جو ذڪر هڪ کان وڌيڪ ڀيرا آيل آهي، ۽ پائنجي ٿو تہ ان ۾ رامل (Ramal) نالي ملڪ بہ شامل هو. ڊاليلا جي ماٿهن بابت ٻڌايو ويو آهي تہ انهن مان ڪي رامل رستي هندستان ڏانهن ڀڄي ويا هئا. ريورٽيءَ جو رايو آهي تہ ان ملڪ ۾ 'ڀاٽي' (Bhati) قبيلو رهندو هو، يعني اهو جيسلمير هو (89). انهن پاڇ ڪائيندڙن شيرو (Shiro) ملڪ ۾ وڃي پناهہ ورتي، جتان جو حاڪم راءِ ڏاهر جو هڪڙو سوٽ (يا ماسات يا ڀڻاٽ) هو. پوءِ اسان کي جاسم (Jasam) ڏيهہ بابت ٻڌايو ٿو وڃي، جتان جي حاڪم جا ڏاهر سان دوستاڻا ناتا هئا. شيرو ۽ جاسم ٻيئي گهٽو ڪري اترئين راجپوتانا ۾ هئا (90).

ڏاهر جي پٽ ڄئسيہ يا ڄئسين جڏهن ڏٺو تہ برهمڻ آباد ڪرڻ بچندو، تڏهن هن پنهنجن ٻارن ٻچن سان "وارياسو رڻ پٽ لتاڙي" وڃي چتور ۾ پناهہ ورتي (91).
پانئجي ٿو تہ هو چتور کان ڪئراج (Kairaj) جي ملڪ ويو، جتان جي راجا جو نالو دروهر راءِ هو. پڪ ناهي تہ اهو راڄ يا علائقو ڪٿان هو. اتان جو حاڪم سنڌ جي ماتحت نٿو پانئجي. تنهن هوندي بہ، اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ عرب سپہ سالار، برهمڻ آباد تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، پنهنجي هڪڙي عملدار کي "ڪريج (Kurij) جي راجا دروهر جي راڄ" جو والي ڪري رکيو هو (92) ڪئراج کان ڄئسيہ ڪشمير ويو، جتي هو ڪي ورہ راجا جو مهمان ٿي رهيو (93).
سنڌ جي پاڙيسري ملڪن بابت اهي احوال گهڻو تڻو هيءُ تاثر ٿا ويهارين تہ ان اتهاس جي اصل سهيڙيندڙ کي انهن بابت ڪا گهڻي ڄاڻ ڪانہ هئي ۽ ضرور انهن کي هڪ جو ٻيو سمجهيو هوندائين. تڏهن بہ "چچ نامي" پڙهڻ سان سنڌ جي جا تصوير ابري ٿي، سا طبعي لحاظ کان اڻپوري ۽ اڻ چٽي هوندي بہ، بنيادي طرح سچي ٿي لڳي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. سي- يُو- کي لاءِ مون گهڻو تڻو واٽرس جي تصنيف، 'يوئان چوانگ جي هندستان ۾ مسافرين بابت'، (ر- ا- س، 5-1904ع) تي ياڙيو آهي پر ايس بيل وارو ترجمو (ٽربنر، 1884ع) بہ نظر مان ڪڍيو اٿم.
2. "هوئن تسانگ جي آتم ڪهاڻي"، فرينچ ۾ ترجمو- از: اسٽانسلاس جوليان (پئرس، 1852ع).
3. "يوئان چوانگ جو سفر نامو"، سهڙيندڙ: ونسينٽ سمٿ. پڻ ڏسو واٽرس، اڳ ڄاڻايل ليک، جلد ٻيو، ص 332 فوٽ نوٽ 337). جنرل هٽگ هڪ ڏينهن جي مسافري 100 لي ڪٿي ٿو. ان بنياد تي مو- لا- پ وُ ۾ ڪ اِ- ت اِ جي وچ ۾ مفاصلو 'اتهاس' جي هڪڙي نسخي ۾ 300 لي ڄاڻايل آهي تہ ٻئي ۾ "ٽن ڏينهن جي مسافريءَ جيترو". (هيگ، اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 38 ۽ نوٽ 54، واٽرس، اڳ ڄاڻايل ليک، جلد ٻيو، ص 245، بيل، اڳ ڄاڻايل ليک، ٻيو، ص 265 (فوٽ نوٽ)، جوليان، اڳ ڄاڻايل ليک، ص 206).

هيگ هڪڙي سراسري ڏينهن جي مسافري سورهن ميل ڪري وٺي ٿو. پر آسان ڪي اهو تاثر ڏنو ويو آهي تہ يوئان چوانگ ڪي ننڍيا ننڍيا پنڌ وٺندا هئا ۽ آءٌ ننڍي پيماني (هڪ لي برابر آهي ڏيڍ فرلانگ جي تہ 50 لي برابر ٿيا ذري گهٽ ڏهن ميلن جي، جيڪي برابر ٿيا هڪ ڏينهن جي پنڌ جي) جي آڌار تي ليکي ڪرڻ جي فائدي ۾ آهيان، ڇو تہ ان بنياد تي ياتريءَ سنڌ اندر ۽ پاڙيوارن ملڪن ۾ پنهنجين ننڍين توڙي وڏين مسافرين جا جيڪي انگ اکر ڏنا آهن، سي جاگرافيءَ سان سهنجا نهڪي ايندا. جيئن منهنجي نقشي (نمبر 7) مان پڌرو ٿيندو.

4. "اتهاس" ۾ تہ ائين ڇاٽايل آهي. پر "سوانح عمري" ڪيس سوراشٽر کان هينئينءَ سنڌ ۾ داخل ٿيندو ڏيکاري ٿي. جوليان. ص 207.

5. جيڪڏهن ياتري گجر رياست جي گاديءَ، پيلمل، کان هليو هوندو تہ سندس واٽ جيسلمير جي ٿاڪرو ۽ وارياسيءَ سُڃ منجهان لنگهندي، مٿينءَ سنڌ ۾ سنڌونديءَ تائين پهچڻ لاءِ ڪيس ذري گهٽ اُتر الهندو طرف رلڻو پيو هوندو. پيلمل کان ايستائين سنڌو مفاصلو ٽي سوءَ ميل ٿئي ٿو.

6. "اتهاس"، ترجمو: ايس. بيل، بيو، 274 پيٽي ڏسو: جوليان ص 210، ايليئٽ جي ڪتاب، "هندستان جي تاريخ ان جي پنهنجن تاريخنويسن جي زباني" (جلد پهريون ص 28) ۾ الاصطخريءَ جو حوالو. البيروني، "هندستان"، انگريزي ترجمو: سچائُ، پهريون، 16.

7. پيٽيو: هيگ، "سنڌو، جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 35.

8. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 45 ۽ نوٽ. پيٽيو: ونسينٽ سمٿ، "هندستان جي اوائلي تاريخ"، ڇاپو بيو، ص 328.

9. "مجمل التواريخ" موجب، سنڌ يعني مٿينءَ سنڌ جي اڳاٽي ۾ اڳاٽي گادي عسقلندوسيہ هئي. ان لاءِ ڪي ڇينائي اکر هوندا، سو ممڪن نٿو لڳي. رينو، ٽڪرا، ص 18 ايليئٽ پهريون، ص 109 جيڪڏهن پي- شان- پ وُ- پُو- لُو ڪچي ۾ هو تہ پوءِ ٽي سگهي ٿو تہ درياهہ ان ڪي پائي ويو هجي ۽ ان جو نالو (؟ ويشو پور: Vichavapura) وسارجي ويو هجي. ڪلهوڙن حاڪمن جون گهٽ ۾ گهٽ بہ گاديون درياءَ پائي ڇڏيون هيون، تنهن کان پوءِ ئي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي نيرون ڪوٽ جي سلامتيءَ واري ۽ اڳاٽي ماڳ تي حيدرآباد

شهر ٻڌايو هو. متان سنڌ جو راڄ پڻ، هنن جيان مجبور ٿي پنهنجي گادي ڪچي مان ڪڍي، ساڳيءَ ريت اروڙ جي سلامتيءَ واري ۽ آڳاٽي ماڳ تي ڪٽي ويو هجي. ان انومان جي روشنيءَ ۾، ٿي سگهي ٿو تہ پي- شان- پ وُ- پُـو- لُـو تلهي ليکي پني عاقل ۽ ڪنڌ ڪوٽ جي وچ ۾ ڪنهن هنڌ سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي هجي اِها بيهڪ ياتريءَ جي "سِـن- تـو" کان مسافريءَ سان بلڪل نهڪي ايندي.

10. هيـگ، "سـنڌوءَ جـي ڊيلٽـا وارو ملـڪ"، ص 7-36، ڪننگهـام، "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي"، ص 204-202.

11. پيٽيو، ايريئن، "انديڪا"، پنجويهون، پلاٽني چهون، 23، 95 (ڏسو 'اورٽتائي لوڪ').

12. "بريهت سمهتا"، ترجمو: ايچ. ڪرن، ر.ا.س.ر. نئون سلسلو، جلد پنجون، (1871ع)، باب سورهون، 22 پيٽيو: جوليان، اڳ ڄاڻايل ليـڪ، ص 208، واٽرس، اڳ ڄاڻايل ليـڪ، بيـو، ص 257، بيـل، اڳ ڄاڻايل ليـڪ، ڇهريون، ص 240، 279. ميڊ (Med) جي مهاڻن وٽ اجا بہ ائسٽولا (Astolo) بيٽ بابت اهڙيون ڏند ڪٿائون آهن، جو ٻڌي دهشت وٺيو وڃي. پيٽيو: ٽي. ايچ. هولڊچ، "هندستان جي سرحد وارو ملڪ"، ص 7-206.

13. ڏسو هن ڪتاب جو باب اٺون، حوالو 26.

14. ڪننگهام، هہ.آ.ج. ص 2-281.

15. هيگ "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 39-37.

16. جوليان ان کي او-ڦان-تشا (اود: Avada) سڏي ٿو، ص 209.

17. اهو مجمّو پرندو تہ بادِهہ لڳ ڏامراهن جي دڙي کان موئن جو دڙو اوير طرف آهي ۽ نہ اتر-اوير طرف.

18. جوليان، ص 206 فا-لا-نا کي گومل ماتريءَ اندر سمجهڻ جو وڏو سبب هيءُ آهي تہ 'سوانح عمري' موجب ياتريءَ چين ڏانهن موٽ واريءَ مسافريءَ جي اوائلي مرحلن ۾ لان- پ و (لغمان: Laghman) کان وڏو چڪر ڪيو هو ۽ سنڌو ڏکڻ طرف پندرهن ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ فا- لا- نا پهتو هو. گومل نديءَ لغمان کان سنڌو ڏکڻ طرف 150 ميلن کان بہ وڌيڪ مفاصلي تي آهي. ملڪ تاڪرو هو، ان ڪري مسافريءَ جي اها رفتار معقول ٿي لڳي. (جوليان، اڳ ڄاڻايل ليـڪ، ص 265، واٽرس، اڳ ڄاڻايل ليڪ، جلد ٻيو، ص 3-262).

پر جيڪڏهن فا- لا- نا گومل جي ڪپ تي هو تہ پوءِ اهو تسليم ڪرڻو پوندو تہ اُن ۽ اَ- فان- تُو، جتان 'اتهاس' موجب ياتري (900 لي) آيو هو، ٻنهي جي وچ ۾ مفاصلو تمام گهٽ ڏيکاريل آهي. جڏهن تہ اتان تسائو- ڪو- ت، ا، تائين مفاصلو 2000 لي) ذري گهٽ ٽيٽروئي وڌائي ڄاڻايل آهي. ٻئي طرف، جيڪڏهن فا-لا-نا جي ٻيهڪ اهائي هئي، جا مون ڏسي آهي، تہ پوءِ ٻيئي مرحلا ٽڪرن منجهان ورتل واٽن جي اصل مفاصلن سان پوريءَ طرح نهڪندا نظر ايندا.

19. انگريزي ترجمو: ٽي. پوسٽنس، ا.س.ب.ر، جلد چوڏهون (1845ع)، ص 78.

20. "چچنامو"، ايڊيٽر: قليچ بيگ، ص 61.

21. "جهالاوان گزيٽيئر"، ص 221.

22. مثال طور، هيگ طرفان، اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 34.

23. قليچ بيگ، ص 11 "تاريخ معصو مي" ۽ "تحفة الڪرام" ۾، جن جو تنهن زماني جو سمورو احوال "چچنامي" تان ورتل ٿو ڏسجي، حدون اُتر (اُتر اولهہ) ۽ ڏکڻ طرف اجا بہ اڳتي ڏيکاريل آهن.

ڌيان ۾ رهي تہ: "مجمل التواريخ" پڻ ڄاڻائي ٿي تہ سنڌ اندر هندن جي صاحبيءَ جي پوئين دور ۾ ملڪ چئن ننڍن راڄن ۾ ورهايو ويو هو، جن جا حاڪم راجائون هئا. (ايليئٽ، جلد پهريون، ص 110-109).

24. جوليان، اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 7-96، واٽرس، اڳ ڄاڻايل ليک، پيو ص 337.

25. ونسينٽ سمٿ چيهہ- ڪا کي 'راڄ' ڪري ڄاڻائي ٿو. "هندستان جي اوائلي تاريخ"، ص 8-327. پيٽيو: واٽرس، پهريون، ص 286، ٻيو، 5-254.

26. قليچ بيگ، "چچنامو"، ص 60-59 پيٽيو: اسٽرابو، پندرهون، پهريون، 26.

27. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 8-117.

28. "سنڌ جو مهراڻ"، ص 231، نوٽ 183.

29. قليچ بيگ، ص 94، "مهراڻ"، ص 233، نوٽ 164. مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ آخر ريورٽي اهو ڪهڙي بنياد تي ٿو چوي تہ سيوستان خلاف ڪاروائي "ضرور ڊسمبر 711ع يا جنوري 712ع ۾" ڪئي ويئي هوندي - يعني نيرون خلاف ڪاروائيءَ کان ڇهہ يا وڌيڪ مهينا پوءِ! 711ع جو جولاءِ يا آگسٽ مهينو وڌيڪ واجبي ٿو لڳي.

30. مهراڻ، ص 239 (نوٽ 187 جي پڇاڙي).

31 "مهراڻ" جي ص 231 جي نوٽ 183 ۾ "سنڌ ساهگر" ڇاٽايل آهي، قليچ بيگ (ص 90) ان جو ترجمو "سانگرهه جي ڍنڍ" ڪري ٿو.

32. قليچ بيگ، ص 117.

33. البلاذري "خور" لفظ ڪتب آندو هو. رينو ان جو (غلط) ترجمو "Baie" ڪري ٿو. اها ڪاري سنڌوءَ جو نيڪر نٿي ٿي سگهي، جي هئي به ته ڪنهن اهميت واري نه هوندي. ترت پوءِ واري دور جي مسلمان جاگرافيدانن موجب، درياءَ جو ڇوڙ ان ڪان ٻه فرسخ اوپر ۾ هو. المسعودي پنهنجي "مروج الذهب" نالي تصنيف ۾ سچ پچ ته مفاصلو "ٻن ڏينهن جي مسافري" ڪري ڄاڻائي ٿو. پر هيءَ ضرور ڪا پل هوندي، ڇو ته هو ساڳئي ڪتاب اندر ڪنهن ٻئي هنڌ چوي ٿو ته مهراڻ "الديبل وٽ" سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو ۽ پنهنجي پوءِ جي تصنيف، ڪتاب التنبيهه، ۾ هو ان کي ٻن فرسخن جي مفاصلي تي ڏيکاري ٿو ۽ اهڙيءَ ريت ابن - خردازبهه سان شامل راءِ ٿئي ٿو.

(هوديوالا، هند مسلم تاريخ جو اڀياس، ص نائون). البلاذريءَ لاءِ ڏسو ايليئٽ، جلد پهريون، ص 116 ابن - خرداربہ، ايضاً، ص 15. المسعودي، "مروج الذهب"، انگريزي ترجمو: الائز اسپرينگر "سون ورناويءَ" وغيره، (اوپر جي ٻولين مان ترجمي وارو فند، 1841ع)، ص 234، 386.

ايليئٽ واريءَ تاريخ جي صفحي 37 تي هيءُ نوٽ ته ابن حوقل چوي ٿو ته ديبل مهراڻ جي اوپر ۾ هو، درست نامي، هو چوي ٿو (ايضاً، ص 40) ته مهراڻ ديبل جي اوپر ۾ سمنڊ منجهه ڇوڙ ڪري ٿو.

ان هنڌ جي هيگ ۽ ريورٽيءَ موجب اٽڪل روءِ بيهڪ لاءِ ڏسو: "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 50-42 "مهراڻ"، ص 322 (نوٽ 315). ريورٽيءَ جي نوٽ مان هيءُ انومان ٿو نڪري ته هن اڳوٽي ۽ پوئين 'ديول' کي ساڳيءَ جاءِ تي ٿي ڄاتو. پر اڳوٽي ديول جا آخري ذڪر ۽ پوئين ديول جي پهرئين ذڪر جي وچ ۾ ڇئن صدين جي وٿي آهي. پڻ ڏسو: مئڪمردو، ر.ا.س.ر، ۾ جلد پهريون، ص 29، ڪننگهام، هه.آ.ج، ص 299.

34. ڏسو "اشڪال البلاد" ۽ "مسالڪ و ممالڪ" جا نقشا، "مروج الذهب"، المسعودي، ترجمو: اسپرينگر، ص 385، "البيرونيءَ جو هندستان"، ترجمو: سچاءُ، ص 205، 206.

35. قليچ بيگ، "چچنامو"، ص 200، مهراڻ، ص 256-255.

36. هيگ ان نالي کي جاهم (Jaham) لکيو آهي. ("سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 62). شايد هيءُ اهوئي هنڌ آهي، جنهن کي مئڪمرڊو هيماڪوٽ يا جهامڪوٽ جي نالي سان مڪلي ٽڪرين تي يا انهن جي پرپاسي ۾ ڏيکاري ٿو. (ر.ا.س.ر، جلد پهريون، ص 31).

37. قليچ بيگ، "چچنامو"، ص 99. محمد بن قاسم هٿ ڏاٻو ڪنڊي حجاج کي لکيو هو ته مون مهراڻ جي ڪنڌيءَ تي منزل ڪئي آهي. ان مان آءٌ ائين ٿو سمجهان ته درياهه تڏهن گنجي ٽڪر جي ڏکڻ اوير واري چيڙي جي ويجهو وهندڙ هو. ريورٽي اِن تلاءَ يا ڍنڍ کي سونهري ڍنڍ سان هڪ سنئون ٿو چاڻي. ڏسو هيٺ حوالو 39.

38. قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيو، ص 162، مئڪمرڊو، "سنڌ ملڪ جو احوال" وغيره، ر.ا.س.ر، جلد پهريون، ص 5-234. پڻ ڏسو ڪننگهام، هه.ا.ج، ص ص 281-279.

39. "مهراڻ"، ص 7-226، نوٽ 173، "هاٿوڪي حيدرآباد کان ڪي 35 يا 40 ميل ڏکڻ ۾ ۽ اٽڪل ايتروئي پنڌ نتي جي اوير ۾". ايضاً، ص 9-228، نوٽ 173 گنجي ٽڪر جي ڏاکڻي چيڙي لڳ. ايضاً، ص 5-234، نوٽ 187 (نيرون جون ٽڪريون) سونهري ڍنڍ لڳ جهرڪن جي اوير ۾.

40. الاصطخري، ايليئٽ ۾، پهريون، ص 29. ابن - حوقل، ايضاً ص 39. الادريسي، ايضاً، ص 78.

41. "مهراڻ"، ص 218 ريورٽي هت نيرون پڙهي ٿو. ايليئٽ ان ٽڪري جو ماڳهين ترجمو ئي ٻيو ٿو ڪري (پهريون ص 40). پڻ ڏسو "مهراڻ" جي ص 227 تي ريورٽيءَ جو نوٽ 173.

42. هيگ، ر.ا.س.ر ۾، جلد سورهون، نئون سلسلو، (1884ع)، سنڌ ۾ برهمڻ آباد ۽ منصوري جي ماڳن بابت وغيره، ص 285.

43. ريورٽيءَ جي پڙهٽي. ڏسو حوالو 33 مٿي.

44. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 91.

45. پڻ پيٽيو: ڪزينس، "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص 5-124.

46. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 55.

47. مون هيگ جي ترجمي کي ريورٽيءَ جي ترجمي تي ترجيح ڏني آهي، "اڳوڻن ڏينهن ۾ جوءِ سنڌ اتر واري پاسي کان، يا پاسي تي، نه وهندي هئي." چاڪاڻ ته تورو اڳتي هلي عبارت بلڪل چٽي تي وجي ٿي ته گورنر باجرا (Bajra) اتر واري در کان نڪري "درياهه پار ڪري" ٻڌيا ڏانهن ڀڳو. پڻ ڏسو هوديوالا، اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 88. سندس پڙهڻي آهي اڙل جي ڍنڍ - "دهنده ارل".

48. ياد رهي ته هاڻوڪي زماني ۾ جڏهن سنڌوءَ منجهه وڏو ڇاڙهه اچي ٿو، تڏهن ان جو پاڻي اڙل جي معرفت منڇر ڍنڍ ۾ وڃي پوي ٿو. (ڏسو مٿي باب 3، ص 28). پر جڏهن سنڌو سيوهڻ جي اوپر ۾ ڳپل پنڌ پريرو وهندي هئي، تڏهن اڙل جو ان سان ميلاپ ڏکڻ ۾ گهڻو هيٺ ٿيندو هوندو، جنهن ڪري سنڌوءَ جي ڇاڙهه جو پاڻي اڙل رستي منڇر نه ويندو هوندو.

49. پر ڏسو ابن حوقل (ايليئٽ، پهريون، ص 40) جتي سنڌوءَ جي اولهه واريون ڍنڍون نظر چڙهن ٿيون.

50. هيگ، "سنڌو جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 9-58 پڻ ڏسو هوديوالا، ص 9-88.

51. ڀيٽيو: ريورٽي، "مهراڻ" ص 240، نوٽ 189.

52. هيگ ("سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ" ص 59، نوٽ 82) جو ويچار آهي ته اهو شايد گنداو هو، هو اڳتي هلي چوي ٿو ته اهو ڪيڪنان ڏيهه جو مکيه شهر هو.

53. مڄڻو پوندو ته اهي مفاصلا شايد 'زهريءَ' سان به لاڳو ٿي سگهن ٿا، جنهن هنڌ کي ريورٽي قندابيل سان ساڳوٽائي ڏيکاري ٿو. ڏسو هيٺ.

54. ريورٽي، "افغانستان تي نوٽ"، ص 556 ۽ 557، فوٽ نوٽ، گهٽ ۾ گهٽ "جهالاوان گزيٽيئر" (ص 231) مان ائين نٿو لڳي ته ڪو اتي ڪنهن جهوني ماڳ جا اهڃاڻ به آهن.

55. مثال طور، ريورٽي، "افغانستان تي نوٽ"، ص 564.

56. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 39.

57. قندابيل بابت ڄاڻايو ويو آهي ته عربن ان کي هجري سن 85 (704 عيسوي) ۾ فتح ڪيو هو. (قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 69). پر ڏسڻ ۾ ائين

ٿو اچي تہ اتر بلوچستان ۾ سندن سوين کي سنڌ جي فتح کان پوءِ ٿي جٺاءِ نصيب ٿيو هو.

ساڳيءَ ريت، "چچ نامو" اسان کي هي پڻ ٻڌائي ٿو (قيليچ بيگ، ص 156) تہ راوڙ جي وڃڻ کان پوءِ ڏاهر جي پٽ جئسيہ يا جئسين راڄ جي ڪيترن ئي پرڳڻي ڌڻين کي مدد لاءِ لکيو ۽ انهن ۾ سندس سوٽ (ياماسات يا پڦات) ڍال پٽ چندر بہ شامل هو، جو "ٻڌيا ۽ ڪيڪوان جي ملڪ ۾ هو." پيٿيو: ريورٽي، مهراڻ، ص 241، نوٽ 189. برهمڻ آباد پيش پيو تہ محمد بن قاسم پنهنجي هڪڙي "مالڪ" نالي عملدار کي قندابيل جو والي ڪري موڪليو. قليچ بيگ، چچنامو، ص 173.

58. قليچ بيگ، "چچ نامو" ص 99. جيڪڏهن ۽ ان جو امڪان بہ آهي، اغرور اهو ساڳيو بغرور هو، جنهن کي البلاذري توڙي "چچ نامو" اروڙ جي پر پاسي ۾ ڄاڻائن ٿا، تہ پوءِ هيءَ ٽڪرو مٿي ڄاڻايل (ص 14) راءِ جي پنيرائي ڪري ٿو تہ اتر ۾ جيترو پري سيسم هو، تيترو پري منجر ڊنڊ نہ هئي. پيٿيو: هوديوالا ۾ نوٽ، ص 90.

59. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 30. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 133 (ضميمو) ان جي پاڙي واري شهر ڪوٽڙيءَ ۾ لوهاٽي ڊوري جو پيٽ خاص ڪري چٽو آهي ۽ اجا تائين ڪئين اهڙيون ڳالهيون مشهور آهن، جي ڪوٽڙيءَ کي ديومالائي راجا دلوراءِ سان ڳنڍين ٿيون. ڏسو س.ت.س.ر. جلد انون، ص 49.

60. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 43-42، 54 پڻ.

61. چڙو اهو بيان ٿي ڪزينس جي ان نظريي جا پير ڪڍي ٿو چڏي تہ راوڙ مٿينءَ سنڌ ۾ هو. "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص 23. پيٿيو: هوديوالا، ص 86.

62. ڏاهر جي مماتيءَ واري هنڌ بابت عبارت جو ترجمو ايليئٽ "مهراڻ ۽ واڌواهہ (يا ڏاڍ واهہ) نالي واهي جي وچ ۾" (پهريون، 172) ۽ قيليچ بيگ "مهراڻ جي پاٽيءَ منجهہ ڊاواهہ جي نار ۾" (اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 153) ڪيو آهي. ٻنهي مان ايليئٽ وارو ترجمو وڌيڪ آئڙي ٿو.

محمد بن قاسم برهمڻ آباد تي قبضي ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو هڪڙو عملدار رواڙ جي ڪوٽ ۾ ويهاريو، خاص ڪري ان لاءِ تہ درياهہ ۾ بيڙين جي

اڇ وڄ تي ضابطو رکي. پانئجي ٿو تہ اهو درياءَ مهراڻ هو، شايد ان جي ڪابي هٿ واري شاخ.

63. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 4-63.

64. ايضاً، ص 175.

65. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 158. "اشڪال البلاد" وارو نقشو منصوري کان مٿي مهراڻ مان اوڀر طرف ڦٽندڙ ڇاڙ جي ڪپ تي هڪڙو هنڌ 'بلري' (ايليئٽ جي پڙهڻيءَ موجب 'بلاري') نالي ڏيکاري ٿو. هيءَ شايد اهو ساڳيو هنڌ آهي، جنهن جو ذڪر 'چچ نامي' جي هن ٽڪري ۾ اچي ٿو. (ايليئٽ واري ڪتاب جي جلد پهرئين ۾ ص 32 جي سامهون وارو نقشو). پيٿيو: "مهراڻ" ص 215 ۽ نوٽ 144.

66. منصوري لاءِ ڏسو الاصطخري (ايليئٽ، جلد پهريون، ص 27)، ابن حوقل (ايضاً، ص 5-34)، الادريسي (ايضاً، ص 78).

67. "اشڪال البلاد" وارو نقشو ايليئٽ جي جلد پهرين ۾ ص 32 جي سامهون نقل ٿيل آهي. "مسالڪ و ممالڪ" وارو نقشو ميجر ريورٽيءَ جي ڪتاب، "سنڌ جو مهراڻ" جي پڇاڙيءَ ۾ پليٽ نمبر ڏهين ڪري ڏنو ويو آهي. پهرئين لاءِ ڏسو هن ڪتاب جو نقشو نمبر 9.

68. البلاذري، ايليئٽ ۾، جلد پهريون، ص 122. پيٿيو: "مهراڻ" 200، نوٽ 105.

69. ڪزينس، "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص ص 70-69.

70. "مهراڻ"، ص 239، هيگ، ر.ا.س.ر. ۾ سورهون، نئون سلسلو، (1884)، سنڌ ۾ برهمڻ آباد ۽ منصوري جي ماڳن بابت وغيره، ص ص 294-281.

71. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 158. پيٿيو: ڪزينس جي ڪتاب، "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ۾ نقشو، پليٽ پنجين ۾ متن جا ص 60-59. جنهن واهڙ بابت هيگ قياس آرائي ڪري ٿو تہ اهو اتر اوڀر کان ڏکڻ اولهہ ڏانهن وهندڙ هو (ڏسو ر.ا.س.ر. جي جلد سورهين، مضمون انين اندر سندس نقشي جو خاڪو) سو موجود ئي ڪونهي. اهو واهڙ ملڪ جي عام لاهہ سان گوني ڪنڊ تي هجي ها، يعني هٽ اتر اولهہ کان ڏکڻ اوڀر جي لڳ ڀڳ.

72. ڪزينس، "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص 67.

73. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 106.

شهرے بنا كردو بهمن آباد نام نهادو براوايتہ گفتہ اند منصوره است: والله اعلم. رينو، ٽڪرا، ص 15).

74. ڪزينس، ”سنڌ جون جهونيون وٿون“، ص 60-59. قليچ بيگ، ”چچ نامو“، ص 36-33. هيگ (ر.ا.س.ر، سورهون ص 292) ساوندي لاءِ هڪ ٻئي پر واري ماڳ جو ڏس ڏئي ٿو. اهو ماڳ سو ساڳيو ڏسڻ ۾ ٿو اچي، جو ’دلوراءِ وارو پڙو‘ جي نالي سان سڏجي ٿو. ان پڙي جو ٿورو احوال س.ت.س.ر ۾ جلد انين جي صفحي 58 تي ڏنل آهي.

75. ڏسو پنتي هن ڪتاب جو باب 3.

76. ”مهراڻ“، ص 233، نوٽ 189، قليچ بيگ (”چچ نامو“، ص 173) جي پڙهڻي آهي ”ڍنڊ وڪريا“، پڻ ڏسو هوديوالا، ص 96.

77. ايليئٽ، جلد پهريون ص 4-23. ريورٽي ڇاڻائي ٿو تہ هن تصنيف (”مروج الذهب“) جي هڪڙي نسخي ۾ ”أتي“ (اروڙ ۾) جي بدران ”اڳيرو“ آيل آهي. مهراڻ، ص 110. ان ٽڪري جي معنيٰ منجهيل آهي. پڻ ڏسو اسپرينگر واري ترجمي جو ص 386.

78. ڏسو پنتي حوالو 33. هوديوالا جو چوڻ (اڳ ڇاڻايل ڪتاب، ص نائون) آهي تہ المسعوديءَ ضرور اهو بيان پنهنجي ڪتاب ”التنبيهہ“ ۾ خردازبہ (ڏسو ايليئٽ، جلد پهريون، ص 15) تان نقل ڪيو هوندو. تحقيق، المسعودي پنهنجي ڪتاب، ”مروج الذهب“ جي مهاڳ ۾ ان لکنڊڙ ڪي واڪاڻي ٿو، پر هو پنهنجيون سنڌ توڙي بين ولايتن ۾ ڪيل مسافريون پڻ ڇاڻائي ٿو. اسپرينگر، اڳ ڇاڻايل ڪتاب، ص 4-3، 26-8.

79. باب 7، ص 108 المسعوديءَ جي تصنيف جي ان ٽڪري جو ريورٽيءَ وارو ترجمو سندس ”مهراڻ“ جي ص 210-209 تي ڏنل آهي. ڌيان ۾ رهي تہ الادريسي ’دور‘ يا ’رور‘ ڪي، جنهن مان هن جي مراد ظاهر آهي تہ الوريا اروڙ هوندي، درياءَ جي ڪابي ڪپ تي ڏيکاري ٿو. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ ”اهو شهر پکيڙ ۾ ملتان سان بر ميچي ٿو ۽ درياهہ ان جي اولهہ ۾ وهي ٿو.“ ريورٽي، ”مهراڻ“، ص 229.

80. قليچ بيگ، ”چچ نامو“، ص 1.

81. البلاذري، ايليئٽ ۾، جلد پهريون، ص 3-122، "چچ نامو" ايضاً، ص 164 مقابل حصار ارور. هيگ ("سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 62) جو لاڙو بغرور کي بکر سان هڪ سنئون سمجهڻ ڏانهن هو. ريورٽي ۾ ڪزينس جو رايو آهي تہ بکر ان وقت موجود ئي ڪونہ هو. منهنجي خيال ۾ اهو هاٿوڪي روهڙيءَ سان هڪ موافق ٿي سگهي ٿو.

82. ايليئٽ، جلد، ص 28.

83. قليچ بيگ واري "چچ نامي" (ص 187) ۾ ائين آهي. ايليئٽ "يابيبہ" ڄاڻائي ٿو. هن جيڪو بيو نسخو حوالي طور ڪم آندو هو، تنهن ۾ هو اهو نالو "باسہ" ڪري پڙهي ٿو. ريورٽي ان کي "السڪ" لکي ٿو. ايليئٽ جلد پهريون، ص 202، "مهراڻ"، ص 244 ۽ نوٽ 190.

84. قليچ بيگ "غولڪنڊا" (اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 188) لکي ٿو. ان جون ڪيتريون ئي الڳ الڳ پڙهڻيون آهن. ڏسو ايليئٽ جو ضميمو، جلد پهريون، ص 7-365. ريورٽي انهن نظرين تي پورو پورو بحث ڪري ٿو، جيڪي اسڪنده کي سڪندر اعظم، آگزيدريڪاءِ لوڪن ۽ اُچ سان ڳنڍين ٿا. ("مهراڻ"، ص 52-244، نوٽ 192). البلاذريءَ جو السڪ (ايليئٽ، جلد پهريون، ص 122) هيءَ هنڌ ہ. ظاهر ڪري ٿو ۽ اهو هنڌ بہ، جنهن جو هينئر هينئر ذڪر ڪيو اٿئون ۽ جنهن کي قليچ بيگ "بابيہ" ڪري پڙهي ٿو (ڏسو اڳيون حوالو). پتوئي نٿو پوي تہ ڪهڙو ڪهڙو آهي ۽ ڪهڙو ڪهڙو.

اسڪنده يانئجي ٿو تہ ساڳيو هنڌ "عسقلند" آهي، جنهن کي "مجمل التواريخ" ۾ قديم سنڌ جي پهرين گادي ڪري ڄاڻايو ويو آهي. (ايليئٽ، جلد پهريون ص 104). ساڳئي ڪتاب ۾ اهو اڳتي هلي "عسقلندوسہ" ڄاڻايل آهي. (رينو، ٽڪرا، ص 18).

85. "تاريخ معصوميءَ" ۾ ديبل پور جي فتح جو ذڪر آيل آهي، جيڪو (پراڻي) بياس جي ڪپ تي هو. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 192، فوٽ نوٽ پيٽيو: مهراڻ، ص 4-253، نوٽ 194.

86. "مهراڻ"، ص 254، نوٽ 194. پر هوديوالا ڏيان ڇڪائي ٿو تہ ان نالي جون ڪئين الڳ الڳ پڙهڻيون آهن. (اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 100).

87. واٽرس، "يوئان چوانگ"، جلد پهريون، ص 286.



SIND, AND ADJOINING COUNTRIES, IN 643-644 A.D. ILLUSTRATING THE TRAVELS OF YUAN CHWANG.
CHINESE NAMES THUS :- SIN-TU
MODERN NAMES THUS :- Indus
MODERN COURSE OF RIVERS AND SEA COAST, WHERE CHANGED, SHOWN BY DOTTED LINES.
EXISTING BUDDHIST SITES IN SIND THUS - x
Scale in
Li: 0 250 500 750 1000 1250
Miles: 0 50 100 150 200 250
TSAO-KÜ-T'A
FA-LA-NA
KI-KIANG-NA
CHEH-KA
MOU-LU-SAN-PU-LU
PO-FA-TO
SIN-TU
A-FAN-TU
PI-TO-SHIH-LO
LANG-KA-LO
KÜ-CHE-LO
PI-LO-MO-LO
SU-LA-CH'A
FA-LA-PI
Kandahar
Peshawar
Salt Range
Quetta
Sibi
Kelat
Kharan
Jacobabad
Khuzdar
Panjgur
Bela
Ormara
Astola I.
Karachi
Tatta
Jaisalmir
Bikanir
Jodhi
Barmer
Abu
Ahmedabad
Cutch
Junagarh
Broach
Surat
Bahawalpur
Multan
Sutlej R.
Beas R.
Indus R.
Mithrao
Umarkot
Nagar Parkar
Brahmanabad
Mirpur Khas
Turbat
Kech
Gwadar
Loralai
Fort Sandeman
Dera Ismail Khan
Bugti
Larkana
Rohri
Khanpur
64°
68°
72°
H.T.L.

88. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 160.

89. ايضاً، ص 55، 157 "مهراڻ" ص 241، نوٽ 189. رملا (Rumlo) يا رومل (Rumal) کي ابن خردازبہ سنڌ جي هڪڙي ولايت ڪري ڄاڻائي ٿو (ايليئٽ، جلد پهريون ص 14)، ۽ الادريسي ان کي ملڪ اندر ريگستانن جي حدن تي (پروچ واري ڪپر کان ليکيندي) ڄاڻائي ٿو. ايضاً، ص 86.

90. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 122، 157.

91. ايضاً، ص 1–160، "مهراڻ"، ص 242، نوٽ 189.

92. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 172، 180.

93. ايضاً، ص 185.

---

## باب ڏھون

# سنڌ مسلمانن جي زماني ۾

سنڌ جي برهمڻ راجائن جي وسيع سلطنت کي عباسي خليفن جي صاحبيءَ ۾ ٻن پرڳڻن ۾ ورهايو ويو، جن جون گاديون مُلتان ۽ منصورو هيون. هيءُ جوڙجڪ، جيئن سر مارٽيمر ويلر چوي ٿو، اهڙي ئي هئي، جهڙي تاريخ جي زماني کان اڳ جي 'سنڌو' رياست جي هئي، جنهن جا مرڪز هڙاپا ۽ موهن جي دڙي ۾ هئا (1).

اروڙ جي حيثيت هاڻ مرڪزي نہ رهي هئي، پر اهو ٻنهي پرڳڻن جي گڏيل سرحد کي ويجهو هو. ان جي اهميت جيئن پوءِ گهٽبي ويئي، پر ان جو نالو تيرهين صدي عيسويءَ تائين ٻڌڻ ۾ اچي ٿو (2).

البيروني، المسعوديءَ کان کي نوي ورهيہ پوءِ لکندي، اروڙ بابت چوي ٿو، تہ اهو ڀاٽيا (Bhatia) نالي هڪ هنڌ کان اٽڪل 15 فرسخ اولهہ ۾ سنڌ درياهہ جي ٻن شاخن جي وچ ۾ آهي (3). پر هو پنهنجي ڪتاب 'الهند' ۾ ٻئي هنڌ ماڳهين ٻي ڳالهہ ڪري ٿو. پنجاب جي گڏيل ندين جي زبردست وهڪري کي بيان ڪرڻ کان پوءِ هو چوي ٿو تہ جڏهن "اهو گڏيل وهڪرو اروڙ ٽپي ٿو"، تڏهن اهو مهراڻ جي نالي سان سڏجي ٿو. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ اڳتي هلي اهو پنهنجي پيٽ اندر ٻيٽن جا ٻيٽ جڙيندو وهي ٿو، تان جو اهو منصوري پهچي ٿو، جيڪو شاخن جي وچ ۾ آهي ۽ پوءِ اهو ٻن شاخن رستي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو. ننڍڙو چوڙ لوهاراڻي (Loharani) شهر لڳ ۽ ٻيو اجا اوپر ۾ ڪڇ اندر هڪڙي سِنڌو ساگره (4) يعني 'سنڌ جي سمنڊ' نالي هنڌ وٽ ٿئي ٿو.

المسعوديءَ ڄاڻايو هو تہ مهراڻ جون ٻيئي شاخون "شاڪره جي شهر وٽ" سمنڊ ۾ ڇڙنديون هيون (5) ۽ الاصطخري ۽ ابن حوقل، جن هن کان سنت پوءِ لکيو ۽ جن هن جيان سنڌ گهمي ڏٺي هئي، سي ٻيئي ڄاڻائين تا تہ مهراڻ جو هڪڙو ئي چوڙ هو، جو ديبل جي اوپر ۾ هو. الادريسيءَ، پنهنجي جاگرافي اڳوڻين لکڻين جي آڌار تي سهڙيندي، البيرونيءَ کي نظرانداز ڪيو ۽ الاصطخريءَ ۽ ابن حوقل جو بيان اختيار ڪيو (6). شايد ان ڪري، جو هڪ پوءِ واري زماني جي لکندڙ جي پيٽ ۾، جو سنڌ ويوئي ڪونہ هو، اڳين ٻن

لڪندڙن جي احوالن تي ياڙڻ وڏيڪ پروسي وارو هو، جي پاڻ سنڌ مان ٿي آيا هئا. انهيءَ بحث ۾ پوڻ کان اڳ تہ مٿين لڪندڙن مان ڪهڙو وڌيڪ ويساهہ جوڳو آهي، آءُ اُن نالي ڏانهن ڌيان ڇڪائيندس، جيڪو البلاذريءَ سمنڊ جي ان ڪاريءَ کي ڏنو آهي، جنهن تي عرب گورنر جُنيد ۽ راءِ ڏاهر جي پٽ جئسين جي وچ ۾ ساموندي لڙائي لڳي هئي ۽ جنهن جو ذڪر اڳئين باب ۾ اچي چڪو آهي (7). هو ان کي "بطعيتہ الشرقي" سڏي ٿو. جنرل هيگ ان جو ترجمو "اوپر وارو اندر پرو سمنڊ" ۽ ريورٽي "الشرقيءَ (يا شاگره) جو دو آبو" ڪري ٿو (8). هيگ جو رايو آهي تہ انهيءَ اندر پري سمنڊ (Inland sea) يا اپسمنڊ جي والار هاٽوڪي ڪڇ واري رڻ جو الهندو پاڱو هئي. ريورٽيءَ جو انومان آهي تہ اهو اتر ۾ ڪافي پري سامارو ڍنڍ تائين، ۽ بظاهر بدين تائين پڻ، ڦهليل هو (9). اسان جو هيءُ انومان شايد بيواجبي نہ ٿئي تہ جيڪڏهن اهو دوآبو يا ڪاري (Lagoon) اُها ساڳي نہ هئي، جنهن کي سنڌ ساگره، يا شاڪر (Shakar) سڏيو ويو آهي ۽ جنهن ۾ البيرونيءَ جي چوڻ موجب مهراڻ جي اوپر واري شاخ ڇوڙ ڪندي هئي، تہ ان سان اها ڳنڍيل ضرور هئي. اهڙيءَ ريت اُها حقيقت ڪري اُهائي هجي ها، جنهن کي اڄ ڪوري ڪاري (Kori Creek) سڏيو وڃي ٿو. لڙائي ضرور، جيئن هيگ جو خيال آهي، ان ڪري لڳي هوندي، جو جئسين ڪڇ کان لشڪر آڻي مسلمانن کان قبضي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي(10).

هاڻ ان سوال کي کڻجي تہ اروڙ سنڌونديءَ جي ڪهڙي پاسي هو. الادريسي پنهنجي ڪتاب، "نزهت المشتاق، ۾ صاف ڄاڻائي ٿو تہ مهراڻ اروڙ جي اولهہ ۾ وهندو هو، يعني اهو شهر تڏهن درياهہ جي اڀرندي ڪپ تي هو ۽ اسان جي توقع پٽاندر هجڻ بہ اِن پاسي کپي. الادريسي اهو پڻ چوي ٿو تہ درياهہ ٻن شاخن ۾ اروڙ کان هيٺ هڪڙي ڪلري (Kalari) نالي هنڌ ورهائبو هو، جي منصوري کان ڪي ٻارهن ميل هيٺ وري ڳنڍجي ويندي هيون. ان لکندڙ کي بہ، البيرونيءَ جيان، سنڌ جي ڪا شخصي ڄاڻ ڪانہ هئي. سندس طريقو اسان کي ٽالميءَ جو طريقو ياد ڏياري ٿو. تلهي ليکي ائين چئجي تہ هو ڏهين صديءَ جي لکندڙن جا اهي بيان کڻي، جي سندن وقت ۾ تہ درست هئا پر اڳتي هلي ٿي سگهي ٿو تہ مدي خارج ٿي ويا هجن، پنهنجي زماني جي ڄاڻ جي اسمن سان ڳنڍيندو ويندو هو. ان جو نتيجو اڪثر مونجهاري ۾ ۽ بعضي

حماقت ۾ ظاهر ٿئي ٿو (11). البت جيستائين اروڙ جي بيهڪ جو سوال آهي تہ سچ پچ الادريسي درست ٿو لڳي (12). پر جڏهن هو ائين چوي ٿو تہ مهراڻ ڪلريءَ وٽ جن ٻن شاخن ۾ ورهائبو هو، تن مان هڪڙي اتر ڏي ويندي هئي، تڏهن هو پڌري پٽ طبعي طرح اڻ ٿيڻي ڳالهہ ڪري ٿو (13).

سو، اوائلي عرب جاگرافيدانن جي لکڻين ۾ اسان کي ڪو اهڙو اشارو نٿو ملي، جنهن مان سمجهجي تہ اروڙ درياءُ جي دڳ مٽ جي ڪري پاڻيءَ کان محروم ٿي ڦِٽي ويو هو. جيترو مون کي پتو آهي تہ ان آڳِدا ڏانهن پهريون اشارو "تاريخ طاهريءَ" ۾ ملي ٿو، جا 1030 هجريءَ (1621 عيسوي) ۾ جڙي راس ٿي هئي(14). ان ڪتاب جي ليکڪ مان پڌرو ٿو ٿئي تہ اها دڳ مٽ سنڌ ۾ سومرن جي صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري ٿي هئي. پر"تحفتہ الڪرام" ۾، جو 150 ورهيہ پوءِ لکيو ويو، ڦيري جي تاريخ ٻي صدي هجريءَ جي منڍ ڌاري ڏسي وئي آهي(15).

"تاريخ طاهريءَ" جو ڏسيل زمانو چوڏهين صدي عيسويءَ جو پهريون اڌ آهي. پر ان زماني جي ڪنهن بہ لکندڙ سنڌوءَ جي رخ ۾ ڪنهن وڏي ڦيري جي ڳالهہ ناهي ڪئي. ابن بطوطا جو 1333ع ۾ بکر مان لنگهڻ ٿيو هو. هو ان هنڌ جو جيڪو احوال ڏئي ٿو، تنهن ۾ اهڙو ڪو اشارو ڪونهي تہ ڪو تڏهوڪي صورتحال (جا لڳ ڀڳ اڄوڪي صورتحال جهڙي هئي) ويجهڙائيءَ ۾ واقع ٿيل هئي (16). جيڪو اروڙ ايترو گهڻو وقت پريو پاڳيو درياءُ جي آڌار تي رهيو هو، سو ڦِٽو بہ درياهہ جي ڇڏي وڃڻ ڪري هو اهو خيال سنڌ ۾ ايترو تہ عام آهي، جو ان کي رڳو اِن ڳالهہ جي ڪري بي بنياد نہ ٿو چئي سگهجي، تڏي نٿو سگهجي تہ اهو ڦيرو هاڻ جنهن زماني ۾ آيل چيو وڃي ٿو، تنهن زماني ۾ ڪونہ آيو هو.

جنهن روهڙيءَ واريءَ وٽيءَ منجهان اڄڪلهہ سنڌوءَ جو سمورو وهڪرو لنگهي ٿو، اتان کي چار ميل ڏکڻ ۾ هڪڙي ڦاٽ جا چٽا نشان آهن. اهو ڦاٽ اروڙ جي ترت اتر ۾ روهڙيءَ وارين ٽڪرين کي ورهائي ٿو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ ڪنهن زماني ۾ سنڌوءَ جي هڪڙي ڇاڙ ان ڦاٽ منجهان وهندي هئي (17). سنڌوءَ اروڙ وارو ڦاٽ آخر ڪيئن ڇڏيو، سو هڪ ڏند ڪٿا جو موضوع آهي. هيءَ ڏند ڪٿا مٿي ڄاڻايل ٻنهي ڪتابن ذري گهٽ هو بهو ڏني آهي. چيو وڃي ٿو تہ ان جو رخ هڪڙي سيف الملوڪ نالي امير سوداگر هترادو طرح

ڦيرايو هو، ڇو جو هن کي پنهنجي ملڪيت ۾ بديع الجمال نالي سهڻي زال ٻڇائڻي هئي. اروڙ جي ظالم راجا، دلوراءِ، سوادگر جي وکر تي بيواجبي محصول مڙهيو ۽ ان سان گڏ، جيئن سندس نيم هو، سوداگر کان سندس زال جي ٻانهن ۾ طلبيائين. سوادگر ٽي ڏهاڙا مهلت ورتي. پوءِ هو وڏي تعداد ۾ ڪاريگر وٺي، ڳرا خرچ ڪري، درياءَ تي ڪجهه مٿيرو اهڙو بنڌ ٻڌائڻ لڳو، جيئن اهو اروڙ کان منهن مٽي وڃي. ڪاريگرن بنڌ ناهي ورتي ۽ درياءَ نئون دڳ وٺي، "سيوهڻ ۽ لڪي ٽڪرين ڏانهن" وهڻ لڳو. هڪڙي صبح جو اروڙ وارا جان کٽي ڏسن، ته مار، جتي اڳ تار وهندڙ درياءَ هو، اتي هاڻ گپ ۽ گپائين پاڻيءَ ري بيو ڪي ڪينهي (18).

ريورٽيءَ ڪئين صفحا ڪارا ڪندي، دليل ڏنا آهن ته اهڙي قسم جي رٿا کي عمل ۾ آڻڻ اڻ ٿيڻ نه آهي. ڪا ننڍڙي شاخ هجي ها ته اِئين ٿي به پئي سگهيو، ڇو اتفاق سان پر ۾ هيناهين لاهه واري ماٿري به هئي، جنهن ڏانهن ٽُڪو ڏيئي، پاڻي وهائڻ ممڪن هو. پر اسان لاءِ ائين وسهڻ وڏيڪ سياويڪ ٿيندو ته اروڙ پنهنجي پاڻيءَ کان ڪنهن ٻيءَ ڳالهه جي ڪري نه، پر درياءَ جي پورالي سياءَ جي ڪري محروم ٿيو هوندو.

ريورٽي هيءَ دليل پڻ وڏي شد مد سان ڏئي ٿو ته اهڙي دڳ مٽ درياءَ کي "ضرور انهن ڇن پٿرن وارين ٽڪرين جي وٿيءَ کان اولهه ۾ گهٽو پري ڪٽي ويئي هوندي، جتي پوءِ بکر ۽ ورهڙي جا شهر ٻڌا ويا هئا" (19). جيڪڏهن درياءَ پنهنجي هاٺوڪي پيٽ تائين ئي هٽي اچي ها، ته ان مان اروڙ ڏانهن ڪو چڱو موچارو واهه کٽڻ گهٽو ڏکيو نه ٿئي ها جهڙو واهه لاٽڊ بشراج واريءَ آبپاشيءَ جي چالو ٿيڻ کان اڳ موجود به هو (20).

پر جڏهن بين لاڳاپيل ڳالهين ڏي نظر ڪجي ٿي، تڏهن هيءَ ڳالهه تمام شڪ جوڳي ٿي لڳي ته ڪو اروڙ سڌيءَ طرح سنڌوءَ جي دڳ مٽ جي ڪري ڦٽو هو. مٿي ڏنل عرب جاگرافيدانن ته خير ان کي ڪنهن حيثيت وارو شهر ڪري ڄاڻايو ئي آهي، پر ٻارهين صديءَ دوران جيسلمير ۽ مارواڙ جي تاريخن به ان جو پنهنجيءَ پر ۾ ذڪر ڪيو آهي. پوئين تاريخن ۾ لکيل آهي ته اهو شهر 1201ع ۾ مارواڙ جي شاهي گهراڻي جي هڪ فرد کي ڪابل طرفان جاگير طور مليل هو (21). وري اسان وٽ "چچنامي" جي مترجم، علي ڪوفيءَ جي ساک

بہ آهي، جيڪو پنهنجي ديباچي ۾ چوي ٿو تہ 1216ع ڌاري آءٌ بکر ۽ اروڙ ويو هئس، ۽ اروڙ جي هڪڙي قاضيءَ وٽان، جيڪو محمد بن قاسم طرفان اتي مقرر ڪيل پهريئن قاضيءَ جي پيڙهيءَ مان هو، عربيءَ جو اصل نسخو هٿ آيم (22). دهلي سلطنت جون تاريخون ان زماني ڌاري بکر جو ذڪر ڪرڻ شروع ڪن ٿيون ۽ ٿي سگهي ٿو تہ نئين شهر جي حيثيت وڌڻ سان پراڻي شهر جي حيثيت گهٽجڻ لڳي هجي (23). اهو پڻ ممڪن آهي تہ ان وقت سنڌوءَ ڪي بکر واريءَ وٽيءَ منجهان واٽ وٺندي ڪا گهڻي مدت نہ ٿي هجي.

هڪڙو معقول رايو هيءُ بہ آهي تہ دلوراءِ واري ڏند ڪٿا جيئن تہ سنڌ جي بنهي تاريخن ۾ سومرن حاڪمن جي ظلمن جي زوال سان ڳنڍيل آهي، سو اها حقيقت ۾ هينئين هاڪڙي جي سڪي وڃڻ ۽ اروڙ نہ پر سومرن جي گاديءَ 'محمد طور' جي ڦٽي وڃڻ جي ياد ڏياري ٿي (24). اهڙو انومان "تاريخ طاهريءَ" جي بيان مان ڪڍي سگهجي ٿو اهو فرض ڪندي تہ ان جي لکندڙ جيڪي تاريخون ڏنيون آهن، سي درست نہ آهن. اِنهيءَ ڪتاب ۾ چاڻايل آهي تہ سنڌ جو جيڪو ڀاڱو "هينئر سکيو ۽ وسندڙ" آهي يعني 1620ع ۾ سو سومرن جي صاحبيءَ وقت "سنڌ يا پنجاب جي درياءَ ۾، جو بکر کان هيٺ مٿئين نالي سان سڏجي ٿو، پاڻيءَ جي کوٽ جي ڪري نسوري سڃ" هو (25). هت سنڌ جي جنهن ڀاڱي ڏانهن اشارو آهي، سو شايد "الهندي ۽ ڏکڻ الهندي" سنڌ هئي. جيڪو درياھ اروڙ کان هيٺ وهندڙ هو، سو "پنجاب جو درياءَ هو، جنهن ڪي ساڳئي وقت بنا ڪنهن ساڳاھ جي هاڪڙو، واهندا ۽ واهڻ بہ سڏيو وڃي ٿو، ائين ڪٿي چئجي تہ جنهن جنهن ڳوٺ منجهان لنگهي ٿو، تنهن تنهن ڳوٺ ۾ نالو مٽجي وڃيس ٿو. درياھ زمين آباد ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو پاڻي وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙي ٿو" (26). اهڙيءَ ريت بہ بلڪل جدا ۽ ڀاڻ وهنديون نديون هيون، جن کي سوڪائيءَ جي خيال کان سنڌو ۽ هاڪڙو سڏي سگهجي ٿو. سنڌوءَ جي هينئين وهڪري ۾ پاڻيءَ جي کوٽ مان مراد هيءَ بہ وٺي سگهجي ٿي تہ اها کوٽ مڪاني هئي ۽ نہ سموري درياھ ۾ ٻين لفظن ۾، ان جو وڏو وهڪرو اُنهيءَ ڏِگ کان نہ پر ڪنهن ٻئي پاسي وهندڙ هو، جنهن ڏِگ کان ان تاريخ جو لکندڙ واقف هو (27). ٻئي طرف وري، ڏکڻ ايرنديءَ سنڌ ۾ پاڻي جام هو. آءٌ انهيءَ صورتحال جي هيءَ سمجهاڻي آڇيندس اوڙ کان مٿي سنڌوءَ جو مکيہ

وهڪرو سکر جي اتر اولهه طرف ويندڙ هو. شايد پراڻي سنڌ ڊوري ۽ سنڌ واهه جي پيٽ جي لڳ ڀڳ، پر ساڳئي وقت ان مان هڪڙي ڇاڙ ڪاٻي هٿ تي ڦٽي، وچي اورڙ واريءَ وٿيءَ منجهان وهندي هئي.

انومان آهي تہ اِن هنڌ کان هيٺ درياءُ پنهنجي هاڻوڪي پيٽ کان ٿورو اوپر طرف وهندڙ هو ۽ هينئين سنڌ ۾ سندس وهڪرو اتان هو، جتي هاڻ پراڻ جو پيٽ آهي. جي ڪي شاخون ساڄي ڪپ کان ڦٽنديون بہ هونديون، تہ اهي بنهہ خسيس هونديون.

ٿي سگهي ٿو تہ هاڪڙي کي اُنهن سائو گهارن جي معرفت، جي ان کي ستلج سان ڳنڍين ٿا، ستلج جي پاڻيءَ جو ڪجهہ ڀاڱو، شايد رڳو آبڪلاٽيءَ جي مند ۾، ملندڙ هجي. ساڳيءَ مند ۾ شايد اروڙ کان مٿيرو سنڌوءَ جي ليٽ واري پاڻيءَ جو چوڪو ڀاڱو پڻ نيم سان نارا ماتري پار ڪندو، وچي متئين هاڪڙي واري پاڻيءَ سان گڏبو هو. ڏکڻ ايرنديءَ سنڌ جي نسبتي سرچائيءَ جو سبب متان اِهو هجي.

منهنجي خيال ۾ چا ٿيو هوندو تہ ستلج جي ڪنهن ڦيري جي ڪري هاڪڙي کي هر مند تي رسندڙ پاڻي ملڻ بند ٿي ويو هوندو ۽ پڇند جو پاڻي وڏي ويو هوندو. ان جي نتيجي ۾، يا شايد ان سان گڏو گڏ، خود سنڌوءَ ۾ ڦيرو آيو هوندو ۽ اُن سکر جي اُتر وارو دڳ ڇڏي وچي سڄو زور بکر ويجهو ٽڪرين ڏي رکيو هوندو. اتي، جا وٿي هئي. سا کرڙجي کرڙجي اونهي ٿي ويئي هوندي، تان جو سمورو وهڪرو ان منجهان لنگهڻ لڳو هوندو ۽ اروڙ ڏانهن ويندڙ شاخ وهڻ بند ٿي ويئي هوندي، سواءِ شايد آبڪلاٽيءَ واريءَ مُند جي.

درياءُ جو هيٺينءَ سنڌ منجهان دڳ پڻ ڦريو هوندو پراڻ منجهان گهٽ پاڻي وهڻ لڳو هوندو ۽ هاڪڙي کي نيم سان منداڻتو ملندڙ پاڻي بند ٿي ويو هوندو، جنهن جي ڪري پرڳڻي جي ڏکڻ ايرندي ڪند، جا هيلتائين ايتري سائي ستابي هئي، پوٺي پٽجي ويئي هوندي. ان سموري عمل راس ٿيڻ ۾ ڪئين مندون ورتيون هونديون. ساڳئي وقت هينئين هاڪڙي کي بہ ڪڏهن ڪڏهن ناري جي معرفت سنڌوءَ جو پاڻي ملندو رهند هو، جنهن درياءُ جي اڳوڻن دڳن جي حقيقي صورتحال کي سمجهڻ ۾ ڪافي دقت پيدا ڪري ٿي ڇڏي معلوم هجي تہ سنڌوءَ منجهان هينئين هاڪڙي ۾ ناري جي معرفت ڪڏهن ڪڏهن

ائين پاڻي وهي اچڻ هاڻوڪي زماني تائين بہ جاري رهندو ٿي آيو. جيتوڻيڪ هاڻي اِها صورتحال بنهہ ختم ٿي چڪي آهي.

اروڙ جي جيڪا بند ڏند ڪٿا ۾ ايڏي اهميت رکي ٿي. تنهن سان واسطو رکندڙ ڪي ثابت ٿيل حقيقتون ان ڳالهہ کي پاڻ ڪجهہ وڌيڪ منجهائڻ جون ذميدار آهن. 'تاريخ طاهريءَ' جي اصل عبارت هيءَ آهي تہ بند "اروڙ کان هيٺ" ٻڌي ويئي هئي (28). پر جيئن تہ ڏند ڪٿا جي تقاضا هئي تہ بند ڪجهہ پند اوپاري نهي ها، سو ايليئٽ ڪي پنهنجي ترجمي ۾ "تاريخ طاهريءَ" جي ان ٽڪري اندر درستي ڪرڻي پئي. ٻئي پاسي وري ڦاٽ جي آرپار اوپر کان اروڙ واريءَ وٽيءَ ڏانهن ويندڙ هڪڙو دڪو بہ موجود آهي، يا ويجهڙائيءَ تائين موجود هو. ان کي ڏسي، ڪن جو خيال ٿيو تہ اهوئي "اروڙ واري بند" هو، حالانڪ ان جو ڪم ڏند ڪٿا واريءَ بند جي ابتڙ هو ۽ مئڪمرڊو جي چوڻ موجب، اهو ارڙهين صدي عيسويءَ جي ٻئي اڌ ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي ٻڌايو هو (29).

ملڪ تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ، رچرڊ برٽن ۽ ٻيا انهن ڳاهن ۾ بيٺن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا، جن ۾ اروڙ جي بند جو ذڪر هو 'اروڙ جي بند پچندي تہ هاڪڙو وري وهندو' (30). ان ڳالهہ ۾ اشارو آهي تہ خود هاڪڙي تي بہ ڪا بند هئي ۽ جڏهن ناري کي سنڌوءَ منجهان پاڻيءَ ڏيڻ واريءَ رٽ جي پڙتال ڪئي ٿي ويئي، تڏهن صلاح ڏني ويئي تہ پهرين بند پيجي ڏسجي تہ ڇا ٿو ٿئي. سنڌوءَ جي هڪ سائو گهاري تي، جيڪو هيٺ ناري ماٿريءَ منجهان وهي ٿو، اروڙ کان پنج ميل کن اوپر ۾ بهرا (Bihra) وٽ هڪڙي بند هئي. پر ان جو مقصد بہ چٽيءَ طرح اهوئي هو، جو ان زماني ۾ انگريز عملدارن کي نظر آيل بندن مان گهڻين جو هو.

اُهو هو بوڏن جي پاڻيءَ کي پر پاسي وارين زمينن تي پٽارڻ، تہ جيئن اهي آباد ڪري سگهجن. انجنيرن ۽ سروين ثابت ڪري ڏيکاريو تہ اها بند بوڏ جي پاڻيءَ کي ناري ماٿريءَ ۾ وڃڻ کان روڪي نٿي سگهي. تنهن تي سنڌين دعويٰ ڪئي تہ وڏي بند، "بہ ڪوهہ ڊگهي ۽ سٺ وال ويڪري، " اوپر ۾ اجا پرتي آهي (31). پانئجي ٿو تہ اهو نسورو افسانو هو، پر ميجر ريورٽي ڳالهہ ائين ٿو ڪري، ڇڻ تہ اها سچ پچ موجود هئي. جي ڪا اهڙي بند هجي بہ ها تہ ريورٽي

ان کي جنهن بيهڪ ۾ رکي ٿو، تنهن ۾ رهندي، اها ٻئي ته ڪنهن ڪم نه اچي ها، رڳو ان سان هڪ ٻئي سائو گهاري ۾ پوک لاءِ پاڻي اماڻڻ ۾ آساني پيدا ٿئي ها (32).

هت اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته ڪيترن ئي ڄاڻن جو خيال آهي ته تيرهين صديءَ عيسويءَ تائين نارو هاڪڙو دائمي درياءُ هو ۽ سمنڊ ۾ وڃي پوندو هو ۽ اهو ان ڪري هو، جو اهو ستلج جو پڇاڙيءَ وارو وهڪرو هو. ستلج ان تاريخ کان پوءِ ئي سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪرڻ لڳي هئي. سنڌ ۾ جيڪي مختلف تبديليون آيل ڏسجن ٿيون، تن لاءِ پنجاب جي ندين ۾ ڪو اهڙو ڦيرو به ڪافي ڪان گهٽو سبب بنجي سگهيو ٿي.

هينئين ستلج (گهارا) جي هاٽوڪي پيٽ ۽ هاڪڙي جي وچ ۾ بيڪانير ۽ بهاولپور اندر پراڻن پيٽن جا جيڪي نشان ملن ٿا، تن جو آءُ اڳيئي ذڪر ڪري آيو آهيان ۽ طبعي جاگرافيءَ جي بنياد تي اهو ممڪن نظر ٿو اچي ته ستلج ڪنهن زماني ۾ هاڪڙي ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. پر هيءُ سوال پنهنجيءَ جاءِ تي آهي ته جي اهي حالتون هيون ته ڪهڙي دور ۾ هيون (33) آءُ پنهنجيءَ انهيءَ راءِ جا سبب اڳيئي ڄاڻائي چڪو آهيان ته سڪندر جي وقت ۾ ستلج ڪا پاڻ وهيٽي ندي نه هئي ۽ پنج سؤ ورهيه پوءِ تالمي ان کي بياس سان ساڳئيءَ طرح ملندي ڏيکاري ٿو، جهڙيءَ طرح اها اڄڪلهه ملي ٿي. جيڪي هيءُ نظريو رکن ٿا ته اها پوءِ وڃي هاڪڙن سا ڳنڍبي هئي، تن جا دليل گهٽي ياڳي بيءَ ڪنهن ڳالهه جي ثابت نه هجڻ تي ٻڌل آهن يعني هن حقيقت تي ته اوائلي مسلمان جاگرافيدان ۽ تاريخنويس ستلج جو ورلي ڪو ذڪر ڪن ٿا، جڏهن ته بادشاهه ۽ فاتح بين دريائن مٿان لنگهڻ جو احوال ته ضرور ڏين ٿا، پر انهن واٽن تي هلندي ستلج اڪرندا نٿا ڏسجن، جن واٽن تي هنن لاءِ ائين ڪرڻ اٽڪر ٿئي ها (34).

منهنجي خيال ۾ ان ڳالهه جي هڪ ٻي، يا بهتر، تاويل به ڪري سگهجي ٿي. اها هيءَ ته ستلج ڪنهن وائلي زماني ۾ ئي بياس سان گڏجي ويئي هئي ۽ ائين ان سان گڏيل رهي، البت ان ۾ ڪن ڦيرين گهيرين جي گنجائش رکي سگهجي ٿي ته انهن جي ميلاپ وارو هنڌ ضرور مٽبو رهيو هوندو پر ستلج جو اهو نالو تنهن هنڌ تائين ئي قائم رهيو، جنهن هنڌ ان جو بياس سان ميلاپ ٿيو

تي. ان هنڌ کان هيٺ گڏيل وهڪرو بياس جي نالي سان سڏجڻ ۾ ايندو رهيو، ڇاڪاڻ تہ ان جو دڳ لڳ ڀڳ اهوئي هو. جتان اڳ رڳو بياس وهندڙ هئي، جيئن وڏيڪ ڦيريون گهيريون آيون، تيئن بياس جي اڳوڻي پاڻ وهيٽائي شايد وساربي ويئي، تان جو سورهين صدي عيسويءَ جي اوائل ڏاري گڏيل وهڪري "گهارا" سڏجڻ لڳو. ان تي ستلج نالو وري تڏهن پيو، جڏهن انگريز عملدار، ارڙهين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ڏاري، ان جي وڏيڪ اهميت کا· متاثر تي، ان جو اهو نالو ونڻ لڳا (35).

هن ستلج هاڪڙي نظريي تي ڪي بيا اعتراض بہ آهن. پر هتي آءٌ پنهنجو هيءُ مفروضو ورجائيندس تہ اڳي هاڪڙي کي ستلج گهارا مان جيڪو اتل جو پاڻي نيم سان ملندو هو، سو شايد گڏيل وهڪري جي ڪجھ نندي دڳ مٽ جي ڪري بند ٿيو هو ۽ ان دڳ مٽ سنڌوءَ جي رخ ۾ سکر کان مٿيرو آيل رواجي پر اهم ڦيري سان گڏجي سنڌ ۾ اهي تبديليون آنديون، جن تي اسين ويچار ڪري رهيا آهيون.

جنهن سان سنڌوءَ ڀهرين ڀهرين بکر واريءَ وٽيءَ منجهان لنگھ ڪيو، سو سال، اي. بي. ايسٽوڪ جي خيال ۾، خواجہ خضر جي قبي اندر اُڪريل اکرن مان ظاهر ٿئي ٿو. خواجہ خضر کي زنده پير (Zindo Pir) بہ سڏيندا آهن. سنڌس قبو روهڙيءَ جي سامهون هڪ ٻيٽاريءَ تي آهي. اُبجد جي حساب موجب مذڪور ليکت مان هجري سن 341 نڪري ٿو، جو 952 عيسويءَ مطابق آهي. تي سگهي ٿو تہ جنهن پهڻ تي اهي اکر اڪريل آهن، سو ڪنهن اڃا بہ پراڻيءَ جَاءِ جو هجي ۽ اتان ڪڍي هن قبي ۾ لڳايو ويو هجي. پر مسٽر يزداني ڏيکاري ٿو تہ اهي اکر ان تاريخ کان گهٽو پوءِ اڪريا ويا هوندا، جا منجهن ڄاڻايل آهي، ڇو تہ ابجد جي آڌار تي نستعليق خط ۾ فارسي شعر ۾ تاريخن ڄاڻائڻ جو طريقو تنهن زماني کان ڪئين صديون پوءِ رائج ٿيو هو. شعر جو مطلب پڻ مبهم آهي ۽ هيءُ خيال تہ اهو تنهن سال ڏانهن اشارو ڪري ٿو، جنهن سال سنڌوءَ اتان لنگھ ڪيو هو ۽ ٻيٽاري ناهي هئي، سو آهي تہ دلڪش، پر خوشفهمي سمجهندي ريٽو پوندو (36).

ايسٽوڪ ائين پڻ چوي ٿو تہ مون درياءَ جي هڪ پراڻي پيٽ وٽ، جو اروڙ جي پرسان ٽڪرين اندر پيهي وڃي ٿو، ٻن وڏن پهڻن تي اڪريل اکر پڙهيا آهن. سنڌس پڙهڻيءَ موجب اهي پٿر يا نشان مير معصوم درياءَ جي پراڻي وهڪري

جي نشانيءَ طور هنيا هئا. بعد ۾ ڪافي ڳولا ڪئي ويئي، پر اهي يادگار هٿ نه آيا. جيڪو اڪريل پٿر ڪُزينس ۽ يزدانيءَ ڏٺو هو، تنهن ۾ درياهه جو نه ڪو ذڪر ڪونهي، پر مير معصوم طرفان ديني هدايتون آهن ۽ ان جي اڪريل اکرن مان سن 1599 عيسوي نڪري ٿو (37). مير صاحب پنهنجي سنڌ جي تاريخ ۾ نه ته درياءَ جي ڪنهن دڳ مٽ جو ذڪر ٿو ڪري، نه ئي دلوراءِ جي هجڻ جو، حالانڪ هو بکر جو هو ۽ اتي گهڻي وقت کان رهندڙ هو ۽ قدرت جي ڪرشمن کي ليکت ۾ آڻڻ کان ڪيباٽيندو به نه هو (38).

"تاريخ طاهري" ۽ "تحفة الڪرام" ۾ ڏنل ڏند ڪٿا موجب، دلو راءِ پنهنجي گادي اروڙ کان بهمنو يعني برهمڻ آباد ڪٺي ويو ۽ اتي به ظلم ڪان نه مڙيو، تان اهو شهر به ناس ٿي ويو. سندس ان سان ناتو هڪڙي هاٿوڪي ڳوٺ جي نالي، دلڙرا (Dalura)، سان اجا تائين قائم آهي. اهو ڳوٺ برهمڻ آباد وري پڊ جي پرسان آهي. هيءَ اڪاٿي دُيترن بين آڪاٿين سان وڏي مشابهت رکي ٿي. سچ پچ ته اتر هندستان ۾ ذري گهٽ هر آڳاٽي ماڳ وٽ ظالم بادشاهه يا گناهگار قوم جي ڪانه ڪا ڳالهه مشهور آهي، جنهن تي خدا جو قهر نازل ٿيو. دلوراءِ جو نالو ديري غازي خان جي هڪ ماڳ سان به ساڳيءَ طرح منسوب آهي. برهمڻ آباد بابت چيو وڃي ٿو ته ان کي زلزلو ڳڙڪائي ويو هو رڳو هڪڙو نل سلامت ڇڏيو هئائين، سو به عبرت ڏيارڻ لاءِ (39).

ريورٽي هيءَ ڳالهه سچ ڪري وني ٿو ته برهمڻ آباد ڌرتي ڌڏڻ ڪري ناس ٿيو هو ۽ گمان اٿس ته اهو ڌوڏو سنه 1050ع ڌاري آيو هوندو (40). پر تن ڏينهين ۽ به سؤ ورهيه پوءِ تائين منصورو، جو برهمڻ آباد کان رڳو ڇهه ميل پري هو، سو خود، ريورٽيءَ جي چوڻ موجب، پريو پاڳيو ۽ وسندڙ شهر هو. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته الادريسيءَ ان هنڌ بابت پنهنجيءَ تاريخ لاءِ تازي ۾ تازي معلومات هٿ ڪئي هئي، جو هو چوي ٿو ته جايون پڪين ۽ ڪاشيءَ جي سرن ۽ پلستر جون نهيل اٿس (41). القزويني، هڪ صدي پوءِ لکندي، جاٿائي ٿو (جيئن ڪانئس اڳ جا ڪيترائي لکندڙ جاٿائي چڪا هئا) ته ان جي چوڌاري مهراڻ جي هڪڙي ڇاڙ هئي ۽ وڏيڪ چوي ٿو ته "اهو شهر تمام گرم آهي ۽ مکيون به ڏاڍيون اٿس، پر آهي چڱو وڏو ۽ پاٺي سنو ۽ منو اٿس." ڪٿي اسين سندس بيان کي انهيءَ بنياد تي رد ڪريون ته هن گهٽيون ڳالهيون هڪ اهڙي مصنف تان نقل ڪيون آهن،

جنهن ڪانئس ٽي صديون اڳ لکيو هو. تڏهن بہ اسان منهاج السراج کي سندس "طبقات ناصريءَ" ۾، جا ذري گهٽ ساڳئي ئي زماني جي تصنيف آهي جنهن زماني جي تصنيف القزوينيءَ جي آهي، سي واقعا درج ڪندي ڏسون ٿا، جي منصوري جي علائقي اندر، "جيڪو سيوستان جو هڪ شهر آهي"، عيسوي سن 1226 ۾ ٿي گذريا هئا. ابن الوردي، ان تاريخ کان ڪي پنجاهہ ورهيہ پوءِ لکندي، منصوري جو ذڪر زمان ماضيءَ ۾ ڪري ٿو ۽ ان کي ساڳئي نالي وارن ٻين شهرن سان ملائي ٿو، جيڪي ناس ٿي چڪا هئا (42).

ريورٽي طبقات ناصريءَ ۾ ان جي ذڪر تان حيراني ظاهر ڪندي چوي ٿو تہ "هيءَ ڳالهہ وسهڻ ۾ نٿي اچي تہ جنهن زلزلي ڇيو وجي ٿو تہ برهمڻ آباد ۽ اتان جي رهواسين کي اوچتو ئي اوچتو تباهہ ڪري ڇڏيو هو، تنهن زلزلي کان منصورو، جو اتان رڳو ڇهہ ميل پري هو، بچي ويو هوندو ۽ ان کي ڪو ڇيهو نہ رسيو هوندو. خلجي ترڪن جي اچڻ وقت (1226ع)، جي اتي ڪو بني بشر رهندو بہ هوندو، تڏهن بہ ان جي حالت ضرور قتل هوندي ۽ رهاڪو تمام ٿورا هوندس" (43). جيئن اڳيئي چيو اٿئون، البلاذريءَ جي جنهن بيان تي ريورٽي ياڙي ٿو تہ منصورو پراڻي برهمڻ آباد کان ٻہ فرسخ پري ٻڌو ويو هو، سو بيان تڏهن رينجي، وڃي ٿو، جڏهن ڪزينس طرفان پيش ڪيل آڳاٽن اهڃاڻن جي ان ساک کي آڏو رکجي ٿو تہ منصورو اڳوڻي برهمڻ آباد جي جاءِ تي ۽ ان جي سامان مان ناهيو ويو هو. ان ڳالهہ جي تائيد الادريسيءَ ۽ ٻين جي لکڻين مان بہ ٿئي ٿي (44).

يقين سان نٿو چئي سگهجي تہ اهو شهر ڪٿو ڪيئن هو. ڏند ڪٿائون ان جي تباهيءَ جو ڪارڻ زلزلي کي ڄاڻائن ٿيون، جيڪو دلوراءِ جي ڪلورن تان نازل ٿيو ٿو. هيگ سمجهي ٿو تہ ان جي ڦٽڻ جو ڪارڻ شايد "درياءَ جي رخ ۾ ڪو وڏو ڦيرو هو... جو تيرهين صديءَ جي وچ ۽ چوڏهين صديءَ جي اوائل جي وچ ۾ ڪنهن وقت آيو هوندو"(45). ڪزينس جو چوڻ آهي تہ: "ان هنڌ وٽ جتي ڪٿي کوهہ آهن... جي ڏيکارين ٿا تہ درياءَ ضرور سڪي ويو هوندو. پر ان ڳالهہ جي ڪري اتان لڏي وڃڻ جي ضرورت ڪانہ پيئي هوندي، ڇو تہ زير زمين پاڻي جام هو، سو کوهہ کڄي ويا... ان سبب جي ڪري لڏ پلاڻ آهستي آهستي ٿئي ها ۽ ان حالت ۾ اسان کي اتي تامي جا ايترا گهڻا سڪا نٿ‍يل

پڪڙيل نہ ملن ها" (46) سندس ويچار وري هيءُ آهي تہ ان شهر تي ڪنهن دشمن قبضو ڪري، ڦرمار ڪئي هوندي. انهيءَ ڏس ۾ هو جيڪي آڳاٽن اهڃاڻن جون ثابتيون وڏي تعداد ۾ ماڻهن جا هڏا، قيمتي ذاتن جو نہ هجڻ، ٽامي جي ننڍن سڪن جو هِت هت پکڙيل هجڻ پيش ڪري ٿو، سي سندس انومان سان نهڪي تہ اچن ٿيون، پر ان کي ثابت ڪونہ ٿيون ڪن. پر ڪوٽائي اجا ايتري ٿوري ٿي آهي، جو ڪنهن شيءِ جي في الحال نہ ليڻ مان ڪي نتيجا اخذ ڪرڻ واجبي نہ ٿيندو. سڀ ڳالهيون ڳڻي. ائين ٿو وسهڻ ۾ اچي تہ شهر جي سرڃائيءَ جو انت درياهہ جي دڳ مٽ جي ڪري آيو هوندو. اتان جا گهڻا رهاڪو ٿورا ٿورا ٿي لڏي ويا هوندا ۽ پاڻ سان مُلهہ واري هر شيءِ کنيو ويا هوندا باقي بچيل ماڻهن کي هيٺو ڏسي، ڪي دشمن يا ترجا ڌاڙيل مال غنيمت جي آسري ۾ چڙهي آيا هوندا ۽ ڦري ماري ڇڏيو هوندائون (47).

ڪزينس کان تڏهن اصل ڳالهہ گسي ٿي وڃي، جڏهن هو ائين چوي ٿو تہ جيئن تہ ڪوهہ ڪچي پٽي سگهيا ۽ ڪارائتا بہ ٿيا هئا، ان ڪري اتان لڏڻ جي ضرورت ڪانہ هئي. جهڙي شهر جي اپٽار الادريسي ڪري ٿو، تهڙو وڏو شهر رڳو پيئڻ جي پاڻيءَ تي نٿو ٽڪي سگهي. واهن ۽ ڪڙين جي ريج کان سواءِ پر پاسي ۾ ايتري پوک ٿي ٿي ڪانہ سگهندي، جا شهر جي آدم لاءِ ڪافي ٿئي ۽ درياهن تان سٺائي اچ وڃ نہ رهڻ جي ڪري وڻج واپار بہ پوٺو پئجي ويندو.

ائين بلڪل ٿي سگهي ٿو تہ سنڌوءَ جي رخ ۾ ٽن صدين يا ڪٿي ان کان گهٽ مدي اندر ٽي ڦيرا پنهنجي پنهنجي منهن آيا هجن، جن مان هڪڙي جي ڪري اروڙ ڦٽي ويو هجي، ٻئي جي ڪري ڏکڻ اپرنديءَ سنڌ ۾ سومرن جون زمينون برباد ٿي ويون هجن ۽ ٽئين جي ڪري منصورو سجو ٿي ويو هجي. پر منهنجي خيال ۾ وڌيڪ امڪان اهو آهي تہ ٽيئي واقعا ٿورا ٿورا سال رکي، هڪبئي پنيان، هڪ ئي ڦيري يا ڦيري جي سلسلي سبب، جنهن جي اپٽار اڳيئي ڪئي اٿم، رونما ٿيا هوندا (48).

هي جو اسين بکر ۽ روهڙيءَ بابت پهرين پهرين ان ئي زماني تيرهين صدي عيسويءَ جي پهرئين اڌ ڏاري ٻُڌون ٿا، سو ٿي سگهي ٿو تہ محض اتفاق نہ هجي. ممڪن آهي تہ اهي معمولي ڳوٺن جي حيثيت ۾ ان زماني کان اڳ بہ موجود هجن. پر جيڪڏهن سنڌو تڏهن بہ اتان لنگهندڙ هجي ها، جيئن پوءِ واري

زماني کان لنگهندڙ آهي، تہ پوءِ سلطان محمد سام غوريءَ جي مهمن ۾ انهن جو نالو ضرور اچي ها (49). سلطان، ملتان هٿ ڪرڻ کان پوءِ، 78-1177ع ۾ اچ رستي گجرات تي ڪاهي ويو ۽ پنجن ورهين پڇاڻا ملتان کان ديبل تي چڙهي آيو ۽ سموري پرڳڻي کي پنهنجيءَ سلطنت سان ڳنڍي ڇڏيائين. انهن ڪاروانن جي احوالن ۾ نہ تہ بکر جو ذڪر اچي ٿو، نہ منصوري جو ۽ گمان آهي تہ اهي ان وقت جنگي اهميت وارا نہ هوندا. بکر جو پهريون حوالو (50)، گهٽ ۾ گهٽ مسلمانن جي دور ۾، ملڪ ناصرالدين قباچا جي نوابيءَ جي واسطي سان تيرهين صدي عيسويءَ جي پهرينءَ چوٿائيءَ ۾ ملي ٿو. تڏهن بکر هڪ مضبوط قلعو هو. ريورٽيءَ جو چوڻ آهي تہ متان اهو قلعو قباچا جي پيشرو نهرايو هجي، جو سلطان محمد غوريءَ پاران هن نئين ڪٽيل ملڪ تي پهريون عيوضي هو (51).

سو وسهڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ گهٽ ۾ گهٽ سنڌوءَ جي ڪائي ڇاڙ بارهين صديءَ عيسويءَ جي پوئين چوٿائيءَ کان اڳ نہ، تہ ان دوران بکر واريءَ وٽي منجهان وهڻ شروع ٿي ويئي هئي. ريورٽيءَ جو نظريو آهي تہ مڪيہ وهڪرو گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ صدي بي بہ اڳوٽي پيٽ سان وهندو رهيو، جو گهڻو ڪري اچوڪي سکر جي اتر ۾ هو. هوائين پڻ چوي ٿو تہ گهٽ ۾ گهٽ 1228ع تائين بکر کي پهرين ڇاڻايل ڇاڙ ڦري ڪانہ آئي هئي، درياهہ صرف ان جي ڏاکڻي پاسي کان ٿي وهيو ۽ اهو ساڄي پاسي کان اپيٽ هو. هيءَ انومان تنهن سال بکر ۾ جيڪي ڪجهہ وهيو واپرايو هو، تنهن جي احوالن تي ٻڌل آهي. تنهن سال ملڪ ناصرالدين قباچا کي نظام الملڪ جي گهيري جي ڪري قلعبند ٿيڻو پيو هو (52). "جامع الحڪايات" ۾ ڄاڻايل آهي تہ ناصرالدين حصار مان قلعي اندر ڏڪجي ويو هو. ان مان اسان هيءُ نتيجو ڪڍي سگهون ٿا تہ حصار ۾ شايد هاڻوڪو سکر بہ اچي ٿي ويو (53). "تاج الماثر" ۾ ان لڙائيءَ جو جيڪو احوال ڏنل آهي، تنهن مان بہ ائين نٿو لڳي تہ ڪو بکر بيٽ هو، توڻي جو ان ۾ بکر کي "ڪوٽن جي اک ۽ هند جي بادشاهت جو منهن" سڏيندي، چيو ويو آهي تہ "ان کي ڪو خسرو بہ فتح نہ ڪري سگهيو هو" (54). ساڳيءَ طرح "طبقات ناصريءَ" جي بيان مان بہ ائين نٿو لڳي تہ ڪو بکر تنهن وقت بيٽ هو، توڻي جو اهو ڪتاب مجمل هوندي بہ معتبر آهي (55).

ٻئي طرف جوائني پنهنجي تصنيف، "جهان ڪشا"، ۾ لکي ٿو ته قباچا "اڪر ۽ بڪر" پڄي ويو، جي "ٻيئي ڪوٽ هڪڙي ٻيٽ تي" هئا (56). رشيدالدين جي "جامع التواريخ" جي احوال مان ان جي تصديق ٿئي ٿي. ايليئٽ ان ٽُڪري بابت پنهنجي نوٽ ۾ لکي ٿو ته "تاريخ الفي" ۾ صاف آيل آهي ته "هو (قباچا) بکر جي ٻيٽ ڏانهن ويو" (57). "جهان ڪشا" 650 هجريءَ (1252ع) ڌاري لکيو ويو هو. سو ان جي اها پڪي شاهدي آهي ته بکر قباچا جي زوال وقت ٻيٽ هو. مجموعي طور اهڙين ٻين تاريخن کان وڌيڪ وزنائتي ڄاڻي سگهجي ٿي، جن ۾ ان واقعي جو ذڪر آيل نہ آهي.

گهٽ ۾ گهٽ 1333ع ڌاري، جڏهن مشهور سيلاني ابن بطوطو اتان لنگهيو هو، تڏهن بکر پاڻيءَ سان پوريءَ طرح وڪوڙجي چڪو هو. هو بکر بابت لکي ٿو ته اهو هڪ سهڻو شهر آهي، منجهانئس سنڌ درياهہ جي هڪ ڇاڙ لنگهي ٿي، ان ڇاڙ جي وچ ۾ هڪڙو عاليشان مهمانخانو اڳئين واليءَ جو جوڙايل آهي، جتي مسافرن جي خدمت ڪئي وڃي ٿي (58).

ريورٽي ابن بطوطه جي سفرنامي جو اهو ۽ ٻيا ٽڪرا پنهنجي انهيءَ نظريي جي تائيد ۾ پيش ڪري ٿو ته تنهن وقت سنڌوءَ جو مکيہ وهڪرو بکر واريءَ وٽيءَ منجهان وهڻ شروع ڪونہ ٿيو هو. هو چوي ٿو ته ابن بطوطہ، هندستان ۾ داخل ٿيو ته درياهہ رستي هيٺ آيو ۽ پهرين محرم 734هہ (سيپٽيمبر 1333ع تي پنج آب ناهيندڙ سنگم وٽ پهتو، اتان جتوئي (Jatoi) (؟) ۽ اڳتي سيوستان ويو. هو انهيءَ ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو ته ان لهواريءَ مسافريءَ ۾ ڪٿي بہ بکر جو نالو نٿو اچي. "هو بکر وٽان لنگهڻ کان سواءِ سيوستان پهتو هو. پر ڪيئن؟ آءٌ سمجهان ٿو ته هو اولهہ ۾ اچا پرتي وهندڙ ڦاٽ منجهان ويو هو"... وغيره (59). خود ابن بطوطه جو سفرنامو پڙهي ڏسبو ته هيءَ ڳالهہ ڪهڙي قدر پلائيندڙ ڏسڻ ۾ ايندي. پهرين ته هو ڪڇيءَ رستيءَ سنڌ آيو هو (60). پنج آب هو چوي ٿو، سنڌ درياءَ جو ٻيو نالو آهي (61) ۽ هو درياهہ رستي هيٺ ڪونہ ويو، بلڪ درياهہ اڪري ٻن ڏهاڙن جي پنڌ کان پوءِ جناني (Janani) (جنهن کي ريورٽي 'جتوئي' ٻڌائي ٿو) پهتو (62). اتان هو پيرين پنڌ سيوستان ويو. در اصل هو سيوهڻ کان درياهہ رستي هيٺ لاهريءَ (Lahari) تائين ويو، جو درياهہ جي ڇوڙ وٽ هو ۽ ٿي سگهي ٿو

۽ بيٽيءَ تي اوپارو بکر ۽ اُچ ويو هجي، پر ائين هو چوي ڪونہ ٿو. انومان آهي تہ هو بکر کان هيٺ لاڙڪاڻي جي پر پاسي ۾ ڪنهن هنڌان سنڌ ۾ گهڙيو ۽ سَنڌو اکريو هوندو. بولان کان اولهہ واري واٽ وٺي، ڪيچيءَ منجهان لنگهي ايندڙ قافلن جي اها قدرتي منزل آهي.

ان وقت کان پوءِ بکر جو نالو سنڌ جي تاريخ ۾ نمايان رهي ٿو. 1520ع ۾ شاهہ بيگ ارغون اتان جو قلعو نئين سر نهرايو ۽ ان مقصد لاءِ اروڙ جي پراڻين جاين جون سرون ڪم آڻايائين ۽ اهو وجهہ وٺندي سيدن کي، جي ڳچ وقت کان بکر ۾ رهندڙ هئا، روهڙين ۾ جاين نهرائڻ لاءِ زمينون ڏيئي، ڪڍي ڇڏيائين (63). ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ تنهن وقت تائين سنڌوءَ جو سمورو وهڪرو بکر وٽان لنگهڻ لڳو هو، جيئن اڄڪلهہ لنگهي ٿو.

محمد بن قاسم جي فتح کان پوءِ هيٺينءَ سنڌ م پنجن صدين تائين جيڪي ڪجهہ وهيوواپرايو هو، سو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اسان کي جي وڏيڪ نہ تہ ايترائي ڏکيا مسئلا سامهون اچن ٿا.

اسان جو پهريون ڌيان ڀنڀور جي ڀڄ ڏانهن وڃي ٿو، جو گجي کان بارهن ميل اولهہ طرف گهارو ڪاريءَ جي ساڄي ڪپ تي آهي. ”تحفة الڪرام“ جو لکندڙ ٻڌائي ٿو تہ اهو شهر هڪڙي ڀنڀوراءِ نالي راجا نهرايو هو ۽ انين صديءَ عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري ڌرتي ڌٻڻ ڪري ناس ٿي ويو هو. پر مير طاهر لکي ٿو تہ شهر درياهہ سڪڻ جي ڪري ڦٽو هو ۽ اتان جي رهواسين، بظاهر يارهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾، ساڪري جو پرڳڻو وڃي وسايو هو.

ڀنڀور جي تباهيءَ جي انگريزي تاريخ علي شير قانع جي انهيءَ بيان تي ٻڌل آهي تہ اهو شهر شيخ ابو تراب جي ڏينهن ۾ ڦٽو هو. چيو وڃي ٿو تہ عباسي خليفن سنڌ ۾ اسلام جو غلبو ڀيهر ڄمائڻ لاءِ جيڪي جنگيون جوٽيون هيون، تن ۾ هن شيخ ”ساڪوره (Sakorah) جي علائقي ۾ ٿره (Tharrah) جو قلعو“ ۽ ڪي ٻيا هنڌ فتح ڪيا هئا (64). اهو ڀڄ ننڍيرڙي ايراضيءَ تي آهي ۽ ان جي پرتال ڏيکاري ٿي تہ جي پاڻ عربن ان کي ٻڌايو نہ تہ والاريو ضرور هو. ڪزينس چوي ٿو تہ: ”اهو يا تہ ڪاريءَ جي بچاءَ لاءِ ناهيل چونڪيءَ کان وڏيڪ ڪجهہ ڪونہ هو، يا وري ڪو ننڍڙو، بندر هو، جتان ديول (Dewal) ۾ مٿي ملڪ اندر ويندڙ ڪليل درياهي رستي ۾ جهازن ۽ ٻيڙن جي اچ وڃ تي ضابطو

رکيو ويندو هو." هن جو رايو آهي تہ اهو ڦٽو تڏهن هوندو، جڏهن ڪاريءَ جو سنڌوءَ سان ڳانڍاپو نہ رهيو هوندو (65). مئڪمرڊو ڀنڀور جي اڳوڻي حالت معلوم ڪرڻ لاءِ سسئي پنهونءَ واريءَ آکاڻيءَ ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو. ان آکاڻيءَ ۾ آهي تہ معصوم سسئي هڪ ٽبڻيءَ ۾ بهمن کان ڀنڀور لڙهي آئي هئي. جنهن ماٺوءَ سسئيءَ کي پاڻيءَ مان ڪڍيو، سو کٽي هو. اهو ڏيکاري ٿو تہ ڪاريءَ جو پاڻي تڏهن مٺو هو(66). آءٌ هتي هيءُ اضافو ڪندس تہ ڳجهي ۾، جتي شيخ علي تراب پنهنجا ڪارناما ڪيا هئا، اجا تائين جيڪي ڳالهيون ٻڌجن ٿيون، تن ۾ هڪڙي اهڙي بہ آهي، جنهن مان لڳي ٿو تہ سندس وقت ۾ جهاز سمنڊ کان ٿري (Thorro) تائين هليا ايندا هئا (67) .

مئڪمرڊو جو ويچار هو تہ جيسين "ڀهريون ديبل" ڦٽي نہ ويو، تيسين ڀنڀور جو وجود ڪونہ هو (68). اسين هاڻ ديبل شهر يا شهرن جي ان سلسلي جي تاريخ ڦولڻ جي ڪوشش ڪنداسين، جي هڪبئي پٺيان ان نالي سان سڏبا هئا. عربن پنهنجي ڪاهہ جي منڍ ۾ ديبل کي ڦري ناس ڪري ڇڏيو هو. پر پوءِ اهو وري نروار ٿئي ٿو ۽ ابن خردازبہ کان الادريسيءَ تائين جيڪي بہ جاگرافيدان سنڌ ملڪ جو احوال ڏين ٿا، سي ديبل کي سامونڊي ڪپر جو هڪ مکيہ شهر ڪري ڄاڻائين ٿا.

البيرونيءَ جو حوالو خاص دلچسپيءَ وارو آهي، ڇو جو هو ڳڏو ڳڏ هڪ ٻئي شهر لوهراڻي (Loharani) جو ذڪر سيني کان ڀهرين ڪري ٿو. اهو شهر در اصل مهراڻ جي هڪ الهنديءَ شاخ جي ڇوڙ وٽ هو ۽ اڳتي هلي ديبل جي جاءِ تي سنڌ جو بندر بڻجي ويو. هو ديبل ۽ لوهراڻيءَ جي وچ ۾ مفاصلو ٻارهن فرسخ ٻڌائي ٿو ۽ آءٌ ائين وسهڻ ۾ ڪو اهم نٿو ڏسان تہ هو پلجي ٻارهن ڏيئي ويو آهي، نہ تہ ڏيڍا بہ فرسخ هوندس، جو ابن خردازبہ ۽ الادريسي ديبل ۽ درياهہ جي ڇوڙ جي وچ ۾ مفاصلو اهوئي ڏين ٿا (69).

الادريسي ديبل کي جهڙيءَ ريت بيان ڪري ٿو، تنهن مان لڳي ٿو تہ هُتي هو پاڻ کان اڳ جي لکندڙن جي لکڻين تان اکيون پوري نقل ڪون پيو ڪري (جيئن پنهنجي ڪتاب "نزهت المشتاق" ۾ اڪثر ڪيو اٿس)، بلڪ تازي ۾ تازي معلومات حاصل ڪئي اٿس. "اهو هڪ وسيل شهر آهي، پر زمين پلي نہ اٿس ۽ کجيءَ ڌاران ٻيو ڪو وڻ ورلي ٿئيس ٿو. هتان جا مٿانهان پٽ خشڪ ۽

ميدان بڻ آهن ۽ جايون مٽيءَ ۽ ڪاٺ جون آهن. شهر وسيل ان ڪري آهي، جو اتي سنڌ ۽ ٻين ولايتن جا جهاز بيهن ٿا" (70) ديبل تيرهين صدي عيسويءَ جي ڪجهہ ڀاڱي تائين مکيہ شهر هو. سلطان جلال الدين خوارزم شاهہ ديبل کي قري سجو ڪري ڇڏيو هو ۽ هڪ مندر کي ڍهرائي اتي مسجد ٺهرائي هئائين ۽ 1223ع ۾ ساڳيو بادشاهہ چنگيز خان جي پوءُ کان هٽ اچي لڪو هو.

هيگ جو چوڻ آهي تہ متان اهو ديبل اصلوڪو ديبل نہ هجي، "پر ٻيو شهر هجي، جنهن تي اهو مشهور نالو رکيو ويو هجي." هن اهو رايو ان ڪري قائم ڪيو تو ڏسجي، جو سمجهي ٿو تہ البيرونيءَ ديبل جو نالو ناهي ورتو. پر اها ڇڪ آهي البيروني نہ رڳو لوهراڻيءَ جي حوالي سان ديبل جي شهر جو ذڪر ڪري ٿو، پر هو ڪپر کي بيان ڪندي "ديبل جي علائقي" جي ڳالهہ پڻ ڪري ٿو (71).

وڏيڪ امڪان ان ڳالهہ جو آهي تہ ديبل جلال الدين جي قرلٽ کان پوءِ وري ڪڏهن بہ سنئين لڳين نہ ٿي سگهيو هوندو، جڏهن تہ لوهراڻيءَ کي سنڌوءَ جي انهيءَ وڏيءَ ڊڳ مَٽ جو فائدو مليو هوندو، جنهن بابت منهنجو انومان آهي تہ 1250ع کان ٿورو وقت اڳ آئي هئي. ان جا سبب ستت ئي بيان ڪيا.

1333ع جي پڇاڙيءَ ڌاري جڏهن ابن بطوطہ هينئينءَ سنڌ ۾ آيو، تڏهن سنڌ جو بندر ۽ ترجي حاڪم جي گادي لاهري هو. هو لکي ٿو تہ: "اهو سمنڊ جي ڪپر تي هڪ سونهن ڀريو شهر آهي. سنڌ جو درياهہ ان جي ڀرسان اچي سمنڊ ۾ پوي ٿو. اهڙيءَ ريت، ان جي ويجهو بہ سمنڊ گڏجن ٿا. اتي هڪ وڏو بندر آهي، جتي يمن، فارس وغيره کان ماڻهو اچي لنگر ڪندا آهن" (72). ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ نٿو ٿي سگهي تہ هيءُ ساڳيو البيرونيءَ وارو لوهراڻي آهي. سيلاني هڪڙي ڏينهن پنهنجي ميزبان سان گڏجي، هڪڙو ترنا (Tarna) نالي پڊ ڏسڻ ويو، جيڪو لاهريءَ کان ستن ميلن تي هڪڙي ميدان ۾ هو. اتي گهڻي تعداد ۾ پهڻ هئا، جن مان ڪي ماڻهن ۽ جانورن جا عضوا تہ ڪي اَن جا داڻا تي لڳا، اتي جاين جي پيتين جا نشان بہ هئا ۽ هڪڙي گهڙيل پهڻ جي ڊنل جاءِ هئي، جنهن اندر تلهي متان هڪ مورتي رکيل هئي. هڪڙيءَ پٽ تي هندي اکر اڪريل هئا. گورنر پنهنجي مهمان کي ٻڌايو تہ تاريخون لکن ٿيون تہ هتي هڪ وڏو شهر هو. اتان جا ماڻهو ڪڏا ڪم ڪندا هئا. ان ڪري پنڊ پهڻ ٿي ويا. ڪيس خاطري ڪرائي ويئي تہ اڪريل اکرن ۾ ان واقعي جي تاريخ ڏنل آهي، جا هڪ هزار ورهيہ اڳ جي آهي (73).

مسٽر جي. اي. ايل. ڪارٽر (G.E.L Carter) هڪ ڊنل مسجد جو احوال ڏنو آهي، جا ٺٽي واري مسجد جي نالي سان سڏبي هئي ۽ لاهري بندر جي پڊ ڪان ڪي ٽورڙا ميل اتر ۾ هئي. اها مسجد هندڪي مندر جي سامان منجهان جڙيل ٿي لڳي. جو ڪزينس جي ويچار موجب شايد ٻارهين صديءَ عيسويءَ جو هو (74). هيڪر دل ٿي چوي ته هيءَ اها جامع مسجد هوندي، جا خوارزم شاهه مندر ڊاهي نهرائي هئي، ۽ ابن بطوطه وارو ترنا به اتي ئي هوندو. اها سڃاڻپ جنرل ڪننگهام ديبل جي جيڪا بيهڪ ڄاڻائي آهي، تنهن سان به نهڪي ايندي (75). پر ان سان گڏ جنهن لاهري بندر جو حوالو ڏنو ويو آهي، سو اهوئي هنڌ آهي، جنهن جي بيهڪ نڪولاس ونگٽن (Nicholas Winingtion)، والٽر پينٽن (Walter Paynton) ۽ بين، سترهين صدي عيسويءَ ۾ 24 ڊگريون 38 منٽ ويڪرائي ڦاڪ ۽ 76 ڊگريون 12 منٽ ڊگهائي ڦاڪ اندر ڏيکاري آهي ۽ مان نٽو سمجهان ته ڪو سنڌوءَ جو ڊيلٽا، محمد بن قاسم جو زمانو ته رهيو پري، ابن بطوطه جي وقت ۾ ئي اولهه ۾ ايترو پري تائين پکڙيل هو.

"تحفة الڪرام" جو لکندڙ ٻڌائي ٿو ته پنيور ۽ "ڪي بيا شهر" هارون الرشيد جي خلافت وقت شيخ علي تراب جي ڏينهن ۾ ۾ ڌرتي ڌٻڻ ڪري تباهه ٿي ويا هئا (76). اهو پڙهي ائين ٿو لڳي ته سنڌ ۾ مسلمانن جي صاحبيءَ جي شروعاتي زماني ۾ ڪو وڏو زلزلو سچ پچ آيو هو، جنهن زبردست تباهي مچائي هئي ۽ پنيور ۽ برهمڻ آباد جي انت بابت جيڪي ڏند ڪٿائون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون ۽ ڪيئي صديون پوءِ ليکت ۾ آنديون ويون، سي اصل ۾ ان واقعي جي منجهيل ڪهاڻي آهن.

البيرونيءَ ۽ ابن بطوطه جي وچ ۾ ٽن صدين جي وڇوٽي آهي. هينئنءَ سنڌ ۾ سومرن حاڪمن جي اوج جو زمانو به لڳ ڀڳ اهوئي آهي. جيئن ته مڪاني تاريخ نويس سندس زوال کي سنڌوءَ جي وڏيءَ دڳ مٽ جو نتيجو لکن ٿا، ان ڪري اسان کي اول اهو ڏسڻ گهرجي ته پهريون لکندڙ درياءَ بابت ڇا ٿو چوي.

اهو صحيح آهي ته البيرونيءَ پاڻ سنڌ ڪانه ڏٺي هئي، پر ساڳئي وقت هيءَ به مڃٽو پوندو ته هو تنقيدي ۽ سائنسي سوچ رکندڙ، نهايت ئي اوچ ۽

سچيت انسان هو. سو اهو ٿي نٿو سگهي ته پنهنجن پيشروئن جي تصنيفن ۾ جيڪي پڙهيو هوندائين، سو ائين جو ائين ڪنيو هوندائين ۽ ملتان ۾ رهندي، پڙهيل ڳالهين جي وس آهر ڇنڊ ڇاڻ نه ڪئي هوندائين.

هن جو چوڻ آهي ته هند جو ساموندي ڪپر مڪران جي گاديءَ تيز (Tiz) کان شروع ٿيو ٿي، تيز ۽ ديبل جي ايراضيءَ جي وچ ۾ توران جي نار (سونمياڻيءَ جو اپسمنڊ) هئي. هو نار ۽ دوآبي جي فرق کي چٽيءَ طرح واضح ڪري ٿو (77). وڌيڪ چوي ٿو ته: "متي ڇاڻايل نار کان پوءِ پهرين ننڍو ڇوڙ اچي ٿو (78)، پوءِ وڏو ڇوڙ ۽ تنهن کان پوءِ ڪج (ڪڇ) ۽ سومنات جا ڌاڙيل بواريج (Bawarg) آهن." ان مان ظاهر آهي ته سنڌوءَ جي الهندي يعني ساڄي شاخ نندي ۽ اپرندي شاخ وڏي هئي. جڏهن هو درياءَ جي ڏگ کي بيان ڪري ٿو، تڏهن هو اسان کي ٻڌائي ٿو ته منصوري وٽ اهو ٻن شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. "انهن مان هڪڙي وڃي لوهاراڻي شهر ويجهو سمنڊ ۾ ڇڙي ٿي ۽ ٻي اڃا وڌيڪ اوڀر ۾ سنڌو ساگره يعني 'سنڌ جي سمنڊ' نالي هڪ هنڌ وٽ ڇڙي ٿي، جو ڪڇ جي پرڳڻيءَ ۾ آهي" (79). ان بيان مان ائين ٿو وسهڻ ۾ اچي ته يارهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي مکيه شاخ پراڻ نالي پراڻي پيٽ ۾ انهيءَ علائقي منجهان لنگهندي هئي، جيڪو خاص ڪري سومرن سان لاڳاپيو وڃي ٿو.

ابن بطوطه 4-1333ع ۾ سيوهڻ کان ٻيڙيءَ تي لاهريءَ ويو، جيڪو سنڌوءَ جي ڇوڙ وٽ هو. ڪيس ان مسافريءَ ۾ پنج ڏينهن لڳا. هو جنهن ڦاٽ کان ويو هو، تنهن مان ڪا ڄاڻ ڦٽندي نٿو ڏيکاري. پر ان جو مطلب هرو ڀرو اهو نه آهي ته ڪو اهڙي ڄاڻ سچ پچ ڪانه هئي. ها، البت ايترو سو ٿي سگهي ٿو ته تن ڏينهين سنڌوءَ جو گهڻو پاڻي لاهريءَ وٽ ڇڙندو هو، ڇو ته سيلاني ان بابت چوي ٿو ته "اهڙيءَ ريت ان جي ويجهو ٻه سمنڊ گڏجن ٿا" (80). البيرونيءَ جي وقت ۾ "سنڌ جو سمنڊ" اپرندي شاخ وارو ڇوڙ هو، جا تڏهن ٻنهي ۾ وڏي هئي. هي جو وڏو ڇوڙ وڃي ٻيءَ شاخ منجهان ٿيو هو، سو منهنجي خيال ۾ ان ڪري جو تيرهين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري درياءَ جي رخ ۾ متي وڏو ڦيرو اچي ويو هو، ۽ هيٺينءَ سنڌ جي ڏکڻ اوڀر واري اڌ ۾ سومرن جي ساٿيهه واري تر جي ارڄائي يا غيرآبادي به ان ڏگ مٽ جي سببان ليکي سگهجي ٿي. اها

ارڄائي اڳتي هلي سندن زوال جو ڪارڻ بڻي. ان سان هيءَ ڳالهه به سمجهه ۾ اچي وڃي ٿي ته انهن حاڪمن پنهنجي گادي ڇو ڦيرائي هئي. سندس پهرين گادي نرِيءَ لڳ هئي، جو ديري محبت (ماتلي) تعلقي ۾ ان ڦاٽ جي ڪپ تي آهي، جنهن کي هيگ الهندو پراڻ سڏي ٿو ۽ جيڪو ڪڇ جي رڻ ۾ ڇڙڻ کان اڳ وڏيڪ مشهور ايرندي پراڻ ۽ هاڪڙي سان ملندو هو. گاديءَ وارو هنڌ پراڻي پيٽ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ تي آهي ۽ پکيڙ ۾ ڏهاڪو ايڪڙ ٿيندو. يا ته اهو ڦاٽ يا گهڻو ڪري پراڻ خاص، پڪ ئي پڪ، سنڌوءَ جي اُهاايرندي شاخ هو. جنهن جو حوالو البيرونيءَ ڏنو آهي.

سومرا پوءِ پنهنجي گاديءَ محمد طور کڻي ويا، جو سنڌوءَ جي هڪڙي گنگرو (Gungro) نالي شاخ جي ڪاٻي ڪپ تي هو. هيءَ شاخ سير ڪاري (Sir Creek) سان وڃي ملي ٿي. اِن گاديءَ مٽ جي تاريخ ۽ سبب جو پتو نه آهي، پر گمان آهي ته ائين الهندي پراڻ جي سڪي وڃڻ ڪري ٿيو هوندو. الهندي پراڻ جي سڪڻ جو ڪارڻ شايد مٿينءَ يا وچوليءَ سنڌ ۾ درياهه جي اها ڏگ مٽ هئي، جنهن منهنجي انومان موجب تيرهين صدي جي پهرئين اڌ ۾ منصوري کي اجاڙيو هو. ساڳي صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن سلطان علاءُ الدين خلجيءَ جي سپهه سالار، نصرت خان، محمد طور کي اچي تاراج ڪيو، تڏهن اهو هڪ وڏيءَ وسنئن وارو پريو پاڳيو شهر هو. پگريئي ۽ نئين ڪوٽ جي وچ ۾ (ايرندي) پراڻ جي ڪپ تي ٿل بنگر (Thal Banger) يا پونگر جو بڊ آهي. چيو وڃي ٿو ته اتي پڻ سومرن جي ڏينهن جو هڪڙو مکيه شهر هو (81).

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته سومرن جي صاحبي ايرندي ڊيلٽا واري ڏيهه کان پرتي ڪانه هئي (82). سندن جاءِ نشين سما ٿيا، جي تعداد ۾ به تمام گهڻا هئا ته ٽاڪن ۾ به. سمن پنهنجي گادي الهندي ڊيلٽا ۾ اهڙي هنڌ ناهي، جو شايد هنن بچاءَ جي لحاظ کان سٺائو ڏسي چونڊيو هو. لڳي ٿو ته تنهن وقت – 1340ع ڌاري سنڌوءَ جي الهندي شاخ ٻن ڦاٽن منجهان وهندي هئي، جي هڪٻئي کان ڪافي پري هئا. ساڄي هٽ وارو ڦاٽ مڪلي ٽڪرين جي اتر کان لنگهندو هو، جيئن هاڻوڪو ڪلري واهه ۽ کاٻي هٽ وارو ڦاٽ لڳ ڀڳ اتان وهندو هو، جتان بگهاڙ وهي ٿو. ٻيئي ڦاٽ لاهريءَ کان مٿيرو وري اچي گڏبا هئا. اهڙيءَ ريت جيڪو 'ٻيٽ' نهيو ٿي، سو پکيڙ ۾ سوءَ کن چورس ميل ٿيو ٿي ۽ ٽڪرين جي

سموري قطار بہ ان ۾ اچيو تي ويئي (83). هتي هڪبئي پنيان تغلق آباد وارو قلعو، ٺورو وقت آباد رهندڙ ساموئي ۽ ٺٽو ناهيا ويا (84).

ڪلري ڍاٽ اٽڪل ٻن صدين تائين سنڌو سرشتي جو هڪ مکيہ جزو هو، 1519ع ۾ لڳي ٿو تہ درياءَ جو مکيہ وهڪرو ان منجهان لنگهندو هو (85). پوءِ بگهاڙ وارو ڍاٽ وڏيڪ مکيہ ٿي ويو ۽ ان جي اها حيثيت ٻن صدين کان بہ وڌيڪ مُدي تائين قائم رهي.

سنڌ جي تاريخ ۾ سيوهڻ، جو سيوستان بہ سڏبو هو. سو محمد بن قاسم جي وقت کان وٺي لاڳيتو ذڪر هيٺ ايندو رهيو آهي. اهو هڪ مضبوط قلعو هو. مٿينءَ سنڌ کان هيٺينءَ سنڌ ڏي وڃڻ لاءِ رستو بہ اتان هو. اتر وارن ملڪن کان ڪاهي ايندڙ حاڪم اهوئي رستو وٺي ايندا هئا. تنهن وقت بہ ان تي قبضو ڪاميابيءَ لاءِ ضروري سمجهيو ويندو هو، جنهن وقت سنڌو سيوهڻ جي اوپر ۾ ڪافي پري وهندي هئي. جڏهن شهنشاهہ اڪبر خان خانان کي هيٺين سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ اماڻيو هو، تڏهن درياهہ پانئجي ٿو تہ سيوهڻ کان مٿي پنهنجي هاٽوڪي دڳ جي اولهہ ۾ وهندڙ هو ۽ پاٽ ۽ ٽلٽي (Pat, Talti) ان جي ڪاٻيءَ ڪنڌيءَ تي هوندا هئا. درياءَ سيوهڻ جي پير مان لنگهندو هو، ۽ لڪيءَ کان اوپر طرف اوترو ئي وڪڙ ڪري نصرپور ويندو هو (86). انهيءَ وڪڙ اندر شاهي فوجن ۽ مرزا جاني بيگ جي وچ ۾ ٻيڙي تي ڪيترين ئي لڙاين لڳيون هيون.

ريورٽي ان ڳالهہ تي بحث ڪندي تہ اڪبر بادشاھ جي ڏينهن ۾ سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي پکيڙ ڪيستائين هئي (جا هن جي خيال پٽاندر، ڪراچيءَ جي پير پاسي کان لکپٽ وٽان ويهارو ميل مٿي تائين ڪديل ليڪ جي ڏکڻ ۾ ڪانہ هئي)، هڪ نقل جو حوالو ڏئي ٿو تہ خانخانان کي اچي سمنڊ جي ديدار جو شوق ٿيو، جو هن مغليينءَ کان ڏسي پورو ڪيو. مغليين هاڻ ڪير کان پنجاهي ميل پري ٿيندو. ريورٽيءَ جو چوڻ آهي تہ "بين" لفظ اصل ۾ فارسيءَ جي فعل "ديدن"، معنيٰ ڏسڻ، جو زمان مضارع "بين" هوندو، سو مغليينءَ تي اهو نالو ضرور ان واقعي تان پيو هوندو. مڪاني طرح، مغل ۽ بينءَ نالا ٻن درگاهن سان منسوب ڪيا وڃن ٿا. ريورٽي اهو نٽو ٻڌائي تہ هن اهو نقل ڪٿان ٻڌو يا ڪنيو آهي. تاريخ معصومي سڌيءَ طرح ورتل معلومات تي ٻڌل آهي. ان ۾ مذڪور آهي ... خانخانان ان موقعي تي لاهري بندر (Lahri) ڏسڻ ويو هو (87).

سترهين صديءَ عيسويءَ ۾ مکيہ ديلتا جو منڍ گهٽو ڪري هاٽوڪي حيدرآباد ڪان ويهارو ميل ڏکڻ اوپر ۾ هو. حيدرآباد تڏهن اڃا نيرون ڪوٽ سڏبو هو ۽ چڱيءَ اهميت وارو قلعو هو. ڪاٻي هٿ واري رين (Ren) نالي شاخ اڄوڪي گوني واهہ وارو دڳ ورتي، بدين ۽ ڪڇ رڻ جي الهندي ڇيڙي تائين ويندي هئي. هيءَ ڳالهہ جيئن هيگ ڄاڻائي ٿو، شڪ جوڳي آهي تہ رين شاخ دائمي طرح وهندڙ هئي يا نہ. سنڌوءَ جو مکيہ ڇوڙ ساڄي هٿ واريءَ شاخ رستي ٿيندو هو، جا جيئن اڳيئي ڄاڻايو اٿئون، قدري اولهہ جي ڏکڻ ۾ نئي ڪي وڪڙ ڏيئي وهندي هئي(88).

ظاهر آهي تہ ستلج، سورهين صديءَ جي اوائل ۾، هاڪڙي ڪي پاڻي ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو. البت ڪڏهن ڪڏهن اٿل جو پاڻي ڏيندي هجيس تہ ڏيندي هجيس. ستلج ۽ بياس جوگڏيل وهڪرو، جو اڳيئي 'گهارا' سڏجڻ لڳو هو، 5-1524ع ۾ سنڌ جي حاڪم مرزا شاهہ حسين ارغون ۽ ملتان جي سلطان حسين لانگاهہ جي وچ ۾ سرحد مقرر ٿي. ساڳئي سال شاهہ حسين ديراوڙ (Dirawar) جي ڪوٽ تي ڪاهي ويو. اهو بهاولپور ڪان ڪي 45 ميل ڏکڻ ڏکڻ اولهہ طرف هاڪڙي واريءَ واديءَ جي انهيءَ ڀاڱي ۾ آهي، جنهن بابت اسٽائين جو انومان آهي تہ تاريخ جي زماني ڪان اڳ ستلج اتان وهندي هئي. عيسوي سن 1525ع ۾راتي نسوري نپٽ سڄ هئي، "ايتريقدر جو هوا جا پکي بہ ان ڏانهن نهارڻ ڪان ڪيٻائيندا هئا." مرزا پاڻ سان مهيني جو سيڌو پاڌو ڪنيو ويو ۽ گهيري شروع ڪرڻ ڪان اڳ سو ڪن کوهہ کٽايائين (89). متين هاڪڙو شايد ڄاڻايل تاريخ ڪان بہ گهٽو اڳ سورتڳڙهہ ڪان وٺي ديراوڙ ڪان هڪڙي هينيري هنڌ تائين سڪل رهيو آهي ۽ ان جي سنڌ منجهان لنگهندڙ ڦاٽن واهندا ريٽي ۽ ناري ڪي بعضي بعضي سنڌوءَ ۽ پنجند جي اٿل جو پاڻي غوثپور ڊوري ۽ ان ڪان هيٺ وارن ڊورن رستي ملندو هو.

1621ع ڌاري لکيل "تاريخ طاهريءَ" ۾ هيءَ ڏيان جوڳي ڳالهہ ڪيل آهي تہ "سنڌ جو جيڪو ڀاڱو هينئر پريو پاڳيو آهي، سو سومرن جي صاحبيءَ وقت آب سنڌ جي گهٽتائيءَ ڪري نسوري سڃ هو...تڏهن انهيءَ سڄي تر ڏي ڪو پاڻي ڪونہ وهندو هو." هت سنڌ جي کهڙي ڀاڱي ڏانهن اشارو آهي سو ڄاڻايل نہ آهي. ٻر ممڪن آهي تہ اهو اتر اولهہ، بکر جي سرڪار، هجي. ان جي ابتڙ ڳالهہ بہ ٿيتري

ٿي درست ٿي سگهي ٿي. يعني سنڌ جو جيڪو ڏکڻ اوير وارو ڀاڱو سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌوءَ جي ٽڏهوڪي ايرندي شاخ پراڻ ۽ هاڪڙي منجهه ڀاٽي جام هجڻ ڪري ايترو سرچو ۽ وسيل هو، سو 1621ع ۾ "نسوري سڃ" بڻجي ويو هجي، ڇو تہ اهي واهڙ گهڻو وقت اڳي وهڻ بند ٿي ويا هوندا (90).

مغل شهنشاهہ محمد شاهہ 1739ع ۾ جيڪو علائقو نادرشاهہ جي حوالي ڪيو هو، تنهن جي ڏاکڻي ڀاڱي جي حد نادرشاهہ هينيون هاڪڙو مقرر ڪئي هئي، يعني ونجهڙ وٽ ڪان ونئي ڪڇ جي رڻ تائين. عهد نامي ۾ ان کي نالا شنڪر، ڪوٺيو ويو آهي ۽ ظاهر آهي تہ اهو ان ڪري ڄاڻايو ويو هو تہ جيئن ٽڏهوڪي سنڌ سڄي ايران سان ڳنڍجي وڃي جيڪڏهن سنڌوءَ جي سموري وهڪري کي حد مقرر ڪيو وڃي ها تہ سنڌ ٻن ڀاڱن ۾ ورهائجي وڃي ها ۽ ان جو حاڪم يا والي، ميان نورمحمد ڪلهوڙو، ٻن بادشاهن جي ماتحت ٿي وڃي ها. ائين نٿي ٿي سگهو تہ نادر شاهہ ڪنهن اهڙي سٽاءَ سان اتفاق ڪري ها، جنهن سان سنڌ جي وفاداري ٻن اڌن ۾ ورهائجي وڃي ها. هن سلسلي ۾ جنرل هيگ نالا شنڪر' جي سنگرواهہ يا ريڻ شاخ سان جا هڪجهڙائي ڏيکاري آهي، سا قبول نٿي ڪري سگهجي. شايد نادر شاهہ جي نيت هئي تہ جيڪو علائقو اڳاٽن ڏينهن ۾ ايراني سلطنت جو ويهون پرڳڻو هوندو هو، سو وري هٿ ڪريان. سنڌ بہ ان پرڳڻي جو ڀاڱو هئي ۽ ان قديم زماني ۾ ان جو وڏو ڀاڱو سنڌوءَ جي ٽڏهوڪي ڊگهہ جي اولهہ ۾ هو (91).

ريورٽي ڏيکاري ٿو تہ ائين وسهڻ لاءِ سبب آهي تہ ارڙهين صديءَ عيسويءَ ۾ هاڪڙو سنڌ منجهان ٻيو نہ تہ ڪڏهن ڪڏهن ضرور وهندو هو. ان ڳالهہ جي ڇٽي ثابتي آهي تہ 1742ع تائين اُن منجهان شايد سٽائيءَ مند ۾ روهڙي ٽڪرينْ جو پهڻ عمرڪوٽ جي ڏکڻ ۾ هڪڙي هنڌ تائين نيو ويندو هو(92).

هونئن تہ ميجر ريورٽيءَ اهو ڏيکارڻ لاءِ سڄو سارو نقشو ڇٽيو آهي تہ اتر اولهہ هندستان جا وڏا درياهہ پوين هڪ هزار ورهين جي مختلف زمانن ۾ ڪٿان ڪٿان وهندا هئا ۽ سندس رخن ۾ ڪهڙا ڦيرا ڪيئن ۽ ڇو آيا هئا، پر هيءَ عجيب ڳالهہ آهي تہ هو سنڌوءَ جي سنڌ اندر هڪ تمام نرالي ۽ وڏي ڊگهہ مٽ رهائي ويو آهي (93). حالانڪ ان جو تاريخي رڪارڊ بہ موجود آهي. هيءَ ڊگهہ مٽ 9-1758ع ڌاري ٿي هئي ۽ جنهن هنڌ درياءُ پنهنجو پيٽ ڇڏيو هو، سو

هنڌ لڳ ڀڳ 25 ڊگريون 40 منٽ ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68 ڊگريون 31 منٽ ڊگهائي ڦاڪ اندر، پراڻي هالا کان ٿورو هيٺيرو هو. اتان درياهه امالڪ وڪڙ کاڌو هو ۽ اجا تائين کائي ٿو. ڇڏيل پيٽ ڏکڻ جي ٿورو اوير ۾ هلي ٿو. پراڻو پيٽ واريءَ جي وڏن وڏن دڙن جي آڌار تي سولائيءَ سان سڃاڻي سگهجي ٿو، ٽوٽي جوانهن دڙن جي ڪري ترائي ذري گهٽ ميسارجي چڪي آهي. پراڻو پيٽ نصرپور ٽپي حيدرآباد کان اٽڪل پندرهن ميل اوير ۾، ويندي شيخ پرڪٽي تائين سڃاڻڻ ۾ اچي ٿو. پر ان کان هيٺ اهو ايترو چٽو نه آهي. درياءُ اڳوڻي پيٽ جا سڀ ملائي ڪي هڪ سؤ ميل ڇڏي ويو هو ۽ ان مان اوير طرف جيڪي ريڻ سميت شاخون ڦٽنديون هيون، سي ڦٽي ويون هيون.

اهو اڻ رواجي ڦيرو ظاهر آهي ته هڪڙيءَ منڊ ۾ نه آيو هوندو. ان ڏس ۾ هيگ نصرپور وارن جي جا روايت نقل ڪئي آهي، تنهن موجب درياءُ ٿورو هڪڙي، ٿورو ٻئي سال اهڙي ريت ڪيئي ورهيه وني، سڄو پيٽ ڇڏيو هو(94).
اسان کي "تحفة الڪرام" مان معلوم ٿئي ٿو ته سنه 1755ع ۾ جڏهن ميان محمد مراد ياب خان سنڌ جو حاڪم ٿيو هو، تڏهن هن نصرپور جي ويجهو مرادآباد نالي هڪڙو نئون شهر ٻڌايو هو، "اهو نياڳو شهر" ٻن ورهين کان به گهٽ مدي اندر "درياءُ جي اٿل وڪوڙي (ياٻوڙي) ڇڏيو"(95). عين ممڪن آهي ته چاڻايل وڏو ڦيرو تنهن سال دستور کان وڌيڪ سخت ٻوڏن جي نتيجي ۾ شروع ٿيو هجي. محمد مراد ياب خان جي پاءُ ۽ آخري جانشين پوءِ الله آباد جي نالي سان هڪڙو نئون "شهر" اڏايو، جيڪو سندس پيءُ واريءَ گاديءَ کان گهڻو پري نه هو. پر ان شهر ڪڏهن به ڪا حيثيت نه ماڻي، جو انهيءَ وچ ۾ گهرو لڙايون اچي لڳيون ۽ نيٺ ڪيترن ئي تجربن کان پوءِ جڏهن غلام شاهه سچيءَ سنڌ جي حاڪم جي حيثيت ۽ پنهنجا پير پختا ڪري ورتا، تڏهن هن پراڻي نيرون ڪوٽ وارو هنڌ آخري طرح تجويز ڪيو. اتي سنه 1768ع ۾ حيدرآباد جي شهر جو پايو پيو. ائين چئي سگهجي ٿو ته تنهن وقت تائين بادشاهه کي پڪ ٿي ويئي هوندي ته هاڻ درياءُ پنهنجي نئين پيٽ ۾ دائمي طرح ڄمي ويو آهي. درياءُ جو اهو نئون دڳ گنجي ٽڪر جي اولهه کان ٿي لنگهيو، ۽ ان مان هڪڙي ٿورو اويارو ڦٽل شاخ ٽڪر جي اپرندي ڇيڙي جي پر مان پڻ لنگهي ٿي. اها شاخ هٿي ڦليلي، جنهن وهي وڃي ريڻ شاخ وارو پيٽ ٿي ورتو ۽ ممڪن آهي ته حيدرآباد ضلعي جي

ڏاڪڻي ڀاڱي کي ان ڦيري وگهي گهڻو ڀوڳڻو نہ پيو هجي. البت هيءُ انومان رکڻو پوندو تہ ريڻ کي پاڻي اڳي کان گهٽ ملڻ لڳو هوندو. (96)

پرتي اوير ۾ چا ٿيو هوندو، سا پڪ ڪانهي. اهو پتو اٿئون تہ سنہ 1762ع تائين ڪڇ رڻ جي الهنديءَ ڪنڌ ۾ هاڪڙي ۽ الهندي توڙي ايرندي پراڻ تي هيٺ سنڌڙيءَ جي پرپاسي ۾ چانورن جي ججهي ۽ نيمائتي پوک ٿيندي هئي. پتو نٿو پوي تہ انهن مان کهڙو واهڙ ان ججهيءَ آباديءَ لاءِ آبپاشيءَ جو ڪم ڏيندو هو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي، ڪڇ تي سنہ 1763ع ۾ پهرينءَ ڪاهہ ڪان پوءِ، ان گڏيل وهڪري تي پنهنجيءَ حد اندر بند ٻڌرايا هئا تہ، جيئن چيو وڃي ٿو، سندس دشمن اها پلي پوک نہ ڪري سگهن، جو ان جي رڳو ڏل ئي، برنس موجب، ستن ڪان اٺ لک ڪوڙيون ٿيندي هئي. غلام شاهہ جي جانشينن ۽ اوائلي ٽالپر حاڪمن بہ اهڙا بند ٻڌرايا هئا. ممڪن آهي تہ انهن بندن ٺهرائڻ سان سنڌ جي حاڪمن جو هڪڙو بيو مقصد بہ هجي. اهو هيءُ تہ اولهہ طرف سنڌوءَ جي وڏي دڳ مٽ ڪان پوءِ پراڻ جي اٿل گهٽجي ويئي هئي، سو انهن چاڀن سان پاڻي روڪي، هنن پنهنجن دشمنن جي رعيت ۽ آمدنيءَ کي ڌڪ هڻڻ سان گڏوگڏ خود پنهنجي رعيت ۽ آمدنيءَ کي فائدو رسائڻ تي گهريو (97).

درياءَ جي انهيءَ دڳ مٽ جو سنڌ جي انتهائي ڏکڻ اوير ۽ ڏکڻ تي ڪٿي کهڙو بہ اثر پيو هجي، اها پڪ اٿئون تہ حيدرآباد شهر جي ترت اوير وارو پاسو سجو تي ويو هو ۽ شايد سو ورهيہ کن وري سنئين لڳين نہ ٿيو هو ائين ناهي تہ ڪو حاڪم هٿ تي هٿ رکي ويهي رهيا هئا. سرفراز واهہ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي فرزند جي نالي تي آهي، جيڪو هن ان سوڪ ماريل ٽُڪرن ۾ نئين ساهہ وجهڻ لاءِ کٽايو هو. اميرن ۽ زميندارن بہ لاشڪ ڪيترائي ننڍا ننڍا واهہ کوٽايا هئا.

ڪلهوڙا حڪمرانن کي آبپاشيءَ کي زرو وڌائڻ جو وڏو اونو رهندو هو. ميان سرفراز خان جي ڏاڏي ميان نورمحمد ڪلهوڙي متينءَ سنڌ ۾ درياءَ جي ٻنهي پاسن کان ڪيئي بهترين واهہ کوٽايا هئا. سنڌ جي هترادو واهن مان ٻنهہ کي تورڙا ڪلهوڙن کان اڳ جي حاڪمن جي نالي ليکيا وڃن ٿا. انهن مان سيني ۾ مشهور بيگاري واهہ آهي (98). پوين سمن حاڪمن بابت چيو وڃي ٿو، تہ هنن نئي جي پرپاسي کي چڱو زور ونايو، پر پتو ناهي تہ هنن کي واهہ

ٻه ڪٽايا هئا يا نه؟ هو سنڌن قديم پيشرو ۽ مغل وائسراءِ بس ايتروئي ڪندا آيا هوندا ته سنڌوءَ جي قدرتي شاخن کي گهرج سارو نهرائيندا ڪٽائيندا رهيا هوندا ۽ مڪاني زميندار وري انهن کي ٽڪا ڏيئي پنهنجيون زمينيون ريجيندا هوندا.

ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري سنڌوءَ جي ڏڳ مٽ جو هڪڙو نتيجو هيءُ نڪتو ته ننڍي جي اتر ۾ جا ڪلري شاخ وهندي هئي، سا نابود ٿي ويئي ۽ سنه 1817ع کان سٽت پوءِ ٻگهاڙ شاخ، جا درياهه جو مکيه ڦاٽ رهندي ٿي آئي، سالنجي ويئي ۽ درياءُ جو وهڪرو وڌيڪ ڏکڻ طرف وڃي ٻگهاڙ جي ڪاهي پاسي کان ڦٽل ڪيترين ئي ننڍين ننڍين شاخن کي اورانگهيندو وهڻ لڳو(99)

اهو چئو نه آهي ته الهندي ڊيلٽا جي پاڻين ۾ آيل هن وڏي تبديليءَ ۾ انهيءَ زلزلي جو تورو ڪي گهٽو هٿ هو يا نه. جنهن سنه 1819ع ۾ ڪڇ سان راڳا ڪيا هئا ۽ رڻ ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ ڪئين ڦيريون ڦاريون آنديون هيون. ڪوري ڪاري، جا اڳي هاڪڙي ۽ پراڻ جو ڇوڙ هوندي هئي، تنهن کي انهن ندين جو پاڻي باقاعدي ملڻ گهٽي وقت کان بند ٿي ويل هو، پر زلزلي جي ڪري اها گهٽي ويڪري ۽ اونهي ٿي ويئي ۽ نتيجي طور ڪڇ جو الهندو پاگو اڳي کان وڌيڪ سمنڊ جي پاڻيءَ جي چڙهت وسيڪو ٿي ويو آهي(100).

عيسوي سن 1819ع کان سنڌوءَ جي رخ ۾ ڪي ٻه انقلابي ڦيرا نه آيا آهن، البت هوءَ پاڻيءَ جي منڊائتي گهٽ واڌ انوسار مڪاني طرح ڦيرڦار (Adjustment) سدائين ڪندي رهي ٿي ۽ ان واسطي ان کي وقت بوقت ننڍن ننڍن مفاصلن لاءِ چئن پنجن ميلن جو لوڏو به ڪاٽو پوي ٿو (101). ان مدي اندر ۽ خاص ڪري ان جي پوئين اڌ ۾ سنڌ جي سيني تي سڀ وڏيون تبديليون انساني آدم جي ڪري آيون آهن. ٽالپر حاڪمن، ڪلهوڙن جي ڪم کي جاري رکيو ۽ هو انگريزن کي واهن جو هڪ ڪارائتو سرشتو ورثي ۾ ڏيئي ويا. مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ گهٽ وڌ نوي ورهين تائين سنڌ جو وڏو حصو انهن واهن تي آباد ٿيندو رهيو، جي انهن ٻن گهراڻن جي راڄ ۾ نهيا هئا ۽ جن ۾ سنڌن جانشين انگريزن رڳو سڌارو يا واڌارو آندو هو. پر غيرآباد زمين جي جن وڏن وڏن ٽڪرن کي، خاص ڪري ايرنديءَ سنڌ ۾، انهن واهن جو پاڻي نٿي پهتو، تن کي، انهيءَ وچ ۾، نوان ۽ وڏا ويڪرا واهه سائنسي طريقي سان کوٽي آباد ڪيو ويو.(102)

انهيءَ ڏس ۾ پهرين وک هئي هاڪڙي واري پراڻي ڦاٽ جي اٽڪل ٻن سون ميلن کي دائمي طرح پاڻي پهچائڻ. ان مقصد لاءِ روهڙيءَ کان مٿيرو هڪ دائمي پرتي واهه (Feeder) کوٽيو، هاڪڙي سان ملايو ويو. اهڙيءَ ريت هاڪڙي جي، جو مڪاني طرح ايرندو نارو سڏبو هو، شڪل ئي مٽجي ويئي. پوءِ ناري منجهان منڙائو ۽ جمڙائو واهه ڪڍي، غيرآباد زمينن منجهان وهايا ويا. سنه 1932ع ۾ جڏهن لائيڊ بئراج جي عظيم رٿا چالو ٿي، تڏهن واهن جي ان سرشتي کي معمولي سڌارا ڪري سنڌيءَ طرح بئراج سان ملايو ويو. انهيءَ سال تائين سنڌوءَ جي ٻنهي پاسي، اترينءَ سرحد کان هيٺ ويندي ڊيلٽا جي منڍ تائين، بچاءَ بندن جي ٻٽي قطار به جڙي راس ٿي ويئي. انهن بچاءَ بندن جي ڪري آبڪلاٽيءَ جي منڊ ۾ سنڌوءَ جي اٿل جو پاڻي نسبتاً هڪ سوڙهي پٽي اندر رهي ٿو[1]. هينئنءَ سنڌوءَ کي هٿ وس ڪرڻ جي اها ڪاروائي به وڏيڪ بئراج ناهي پوري ڪرٽي آهي[2] اهي بئراج اُنهن علائقن کي آباد ڪندا، جيڪي سکر بئراج واري مکيه مرڪزي علائقي جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ آهن.

انگريزن جي صاحبيءَ ۾ آبپاشيءَ جي واڌاري جو سلسلو اڳيئي موجود واهن کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ سان شروع ٿي، اهڙين همه گير رٿائن تي وجي پهتو، جن پراڻي سرشتي کي ريٽي، ان جي جاءِ پاڻ والاري. آبپاشيءَ ۾ ان لاڳيتي واڌاري سان گڏوگڏ آڻ نيڻ جي وسيلن پڻ زور ورتو رستن جو ڄار وڇائجي ويو، جنهن سان گڏوگڏ پوءِ ريلون به شروع ٿيون.

گذريل زمانن تي نظر وجهڻ سان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌ جي تاريخ ڪيئن نه هر دور ۾ سندس جاگرافيءَ جي هٿ وس رهي آهي. ايرندي وارياسي جو وڏو رڻ پٽ سندس تقدير کي سدا هندستان کان سڄي ليڪي ڌار رکندو آيو آهي. ڪڇ سان البت سنڌ جا ناتا وقت بوقت ويجها رهيا آهن. پر ڪڇ پاڻ به اوير وارن ڏيهن کان گهڻو الڳ ٿلڳ رهيو آهي. ان ڪري، سنڌ جا سياسي لاڳاپا گهڻو تڻو اتر ۽ اولهه سان رهيا آهن. پر جيئن ته انهن ملڪن سان لهه وچڙ به در اصل هاڻوڪي وقت ۾ ئي اچي سٺائي ٿي آهي، سو سنڌ زمانن جا

---

[1] سنه 1973ع ۽ سنه 1975ع جون ٻوڏون ان سوڙهي پٽي کي ڪن ڪن هنڌن تان اورانگهي ڪٺان جو ڪٽي وجي پهتيون هيون. (مترجم)

[2] ڪوٽڙي بئراج ۽ گڊو بئراج، جي ترتيبوار سنه 1955ع ۽ سنه 1962ع ۾ نهي راس ٿيا. (مترجم)

زمانا مڪمل سياسي نويڪلائيءَ ۾ گهاريندي، پنهنجن ڏيهي گهراڻن جي ئي حڪمرانيءَ هيٺ رهي آهي.

اهڙا وقت بہ گذريا آهن، جڏهن ملڪ جي بنيادي هم آهنگيءَ جي باوجود، مٿين ۽ هيٺين سنڌ الڳ الڳ ۽ هڪٻئي جي حريف حاڪمن ماتحت رهي آهي. ڊيلٽا واري ڏيهہ ۾ سومرن جي ذري گهٽ لاڳيتي خود مختياريءَ جو مدو ٽن صدين کان ڪو گهٽ نہ هو. ان ساڳئي مدي اندر مٿينءَ سنڌ تي هڪٻئي پٺيان طاقتور غزنوي ۽ غوري سلطان، دهليءَ جا غلام بادشاهہ ۽ خلجي گهراڻي جا عيوضي قابض رهيا. سومرن جي راڄ تي وقت بوقت جلهون ٿيون، پر هو مات نہ ٿي سگهيا ۽ سندن جتاءَ جو راز گهڻي ڀاڱي هيءُ هو تہ هن ملڪ اندر مهم جوئي ڏاڍو اوکو ڪم هو. تغلق سلطان، محمد ۽ فيروز شاهہ، سمن کي زير ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اِن ئي آزمودي مان لنگهيا هئا. ڪلهوڙن جي وقت ۾ اولهہ ڊيلٽا اندر عملي طرح خودمختيار هندو راڻن جو راڄ هئڻ ۽ بليارِي ۽ بدين جي ”ٽاڻن“ جو ڪڇ جي راءِ ماتحت هجڻ ۽ وري ٽالپرن جي تخت نشينيءَ کان پوءِ عمر ڪوٽ تي سوڍن راجپوتن جي راڄ جو گهڻو وقت جتاءُ ڪرڻ، انهي صورتحال جو وڏو ڪارڻ بہ انهن علائقن جو اڙانگو ۽ اڻ لانگهو هجڻ هو.

جا نرالي ۽ مخصوص اِٽي ويهڻي ۽ چال چلت سنڌ وارن جو مرڪ آهي، سان ان جي انهيءَ طرح الڳ تلڳ رهڻ جي ڪري اسري آهي ۽ جي اڪيچار نسل هڪٻئي پٺيان سنڌ ۾ داخل ٿيندا ۽ گهر ٺاهي ويهندا آيا آهن، انهن جي علحدگيءَ ۽ خصوصيت جي پنهنجي نرالپ بہ ان ئي صورتحال سبب ختم ٿيندي ۽ خاص مڪاني رنگ ۾ رڱجندي رهي آهي.

گهڻو تڻو ماڻهن جي حياتيءَ جو ڍنگ اُهوئي آهي، جو انوکيءَ آبهوا ۽ درياءَ شاهہ دادلي کين ڏنو آهي. درياهہ نہ هجي ها تہ هوند سنڌ پنهنجي سي وارن ڏيهن جيان ڪڏهن بہ مال وند اقتصاد کان مٿي نہ چڙهي ها. هوئئن بہ ويجهڙائيءَ واري زماني تائين سنڌو ماتريءَ ۾ ماڻهن جو مکيہ ڌنڌو مال چارڻ پئي رهيو آهي. هيءُ گذران جو يقيني وسيلو هو، جڏهن تہ زراعت سدائين درياءَ جي ريچڪن وگهي تباهيءَ جي منهن ۾ رهندي هئي. ميدانن جي هر انهيءَ ڀاڱي کي، جتي سنڌو رسي سگهي ٿي، يقيني آبپاشيءَ هيٺ آڻڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ ڪيو ويو آهي، تنهن ڪندي بہ ڪڙمين جون جايون عارضي نوعيت جون

هونديون آهن، اهڙيون جهڙيون اڄ - لاڏائو ماڻهن جون ٿي ٽيڻ ڪپن. ماڻهو ايامن جن عادتن تي ضرورت کان مجبور تي هلندا رهن ٿا، سي منجهن ايترون ته پختيون ٿي چڪيون آهن، جو انهن کي اوچتو ڇڏڻ هنن لاءِ ممڪن ڪونهي. هتي ٽانيڪي ٻوناٽي حياتيءَ جي ڪا پختي روايت ڪانهي، جهڙي هندستان جي وڏي ڀاڱي ۾ رائج آهي. ٻهراڙين ۾ خاص طرح سماجي سرشتو گهڻي ڀاڱي پيئيتو (Patriarchal) ۽ قبائلي ٿي رهيو آهي.

پڪي ڦاسائڻ ۽ درياهن ۽ ڍنڍن ۾ مڇي مارڻ اڳاٽي زماني کان سنڌ جي ماڻهن جي عام ڪرت هئي. پر هاڻ سنڌوءَ جي هٺ وسيڪي ٿيڻ سان زراعت ۾ جيڪو واڌارو آيو آهي، تنهن انهن ڌنڌن جي ايتري گنجائش ناهي ڇڏي، جيئن مال وند قبيلا پاڻ مٿائي ڪڙمي ٿي ويا آهن. تيئن مهاڻا به ڪڙمت ڏي ايندا پيا وڃن. دراصل، مڇي مارڻ جون سهوليتون ايترو تڪڙو ڪونه گهٽيون هيون، جيترو تڪڙو زرعي مزورن جي گهرج وڌي هئي. سنڌوءَ ۾ ٻيڙين جي ايامن کان پراڻي آمدرفت ريلن سان مقابلي جو ڌڪ ته ان ڪري پچائي ويئي، جو اها ڪنهن ڪنهن وکر لاءِ آٽڻ نيڻ جو سهنجي ۾ سهنجو وسيلو هئي، پر سکر وٽ لائيڊ بئراج چالو ٿيو ته ان کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. سکر کان مٿي ان ۾ اجا به ڪجهه ٻل آهي، پر هيٺ رڳو آبڪلاٽيءَ جي مند ۾ ئي سجائي ٿي سگهي ٿي. سنه 1930ع تائين سنڌ جي ڪيترن ئي ڀاڱن ۾ پراڻن آبڪلاٽي واهن رستي ٻيڙين جي آمدرفت ٿيندي هئي، پر پوءِ سرڪار جو اهي وُهه بند ڪري ڇڏيا، ته ٻيڙين جو انهن تي هلڻ به بند ٿي ويو. درياهه تي وڏيڪ بئراج نهيا ته شايد ان ۾ ٻيڙيون هلڻ اُڪو ئي بند ٿي وينديون. انگريزن درياهي آمدرفت کي شروع ۾ ايترو جو وڌايو ٿي، ان مان سندن هڪڙو مکيه مقصد ملڪ تي قبضو ڄمائڻ به هو.

درياءُ جيڪو سنڌ اندر ٿيندڙ توڙي سمنڊ وسيلي ڏيسارو سان ٿيندڙ واپار جو مال ڪڻندو رهيو آهي، سو اهميت ۾ وقت بوقت گهٽ وڌ ٿيندو رهيو آهي (103). اهڙي واپار کي گهٽائڻ يا وڌائڻ ۾ وڏو هٿ سنڌ ۽ پروارن ملڪن جي سياسي حالتن جو پئي رهيو آهي. پر ساڳئي وقت سنڌوءَ جي ڇوڙن جو لنگهه جوڳو هجڻ يا نه هجڻ ۽ انهن ڇوڙن تي ۽ سندن پر پاسي ۾ هڪبئي پنيان برپا ٿيندڙ بندر گاهن جو جنڻ ڪرڻ يا نه ڪرڻ، اهي ڳالهيون به ان واپار کي گهٽائيندڙيون وڌائيندڙيون رهيون آهن.

اوائل وارو ديبل يعني باربريڪن، جنهن کان چيني توڙي عرب جهاز ران واقف هئا (104). لاهوري بندر ۽ پوءِ وارو 'ديول سنڌ' انهن سيني ڪنهن نہ ڪنهن زماني ۾ اوج ماڻيو، ۽ واري واري سان سنڌوءَ جي لٽ جي ور چڙهي ويا.

ڪراچي بندر جيئن تہ ان اثر کان آجو آهي ۽ گذريل صديءَ کان پوءِ سائنسي طرح سڌاريو ۽ ايتريءَ کان محفوظ ڪيو ويو آهي، ان ڪري اهو سنڌ جي بندر جي حيثيت ۾، پنهنجن پيشروئن کان وڌي حياتي ماڻڻ جي آس رکي سگهي ٿو. ڪلاسيڪي زماني ۾ (منهنجيءَ راءِ موجب) ڪراچي "زالاٿو بندر" جي نالي سان مشهور هو. پر ان زماني کان پوءِ ڪيئي صديون تاريخ ۾ ان جو حوالو نٿو اچي. نيٺ اهو پنهنجي هاٿوڪي نالي هيٺ سنہ 1742ع ۾ پر گهٽ تئي ٿو. مذڪور آهي تہ ان سال نادر شاهہ پنهنجي هڪڙي عملدار کي سورت موڪليو هو تہ اتان شاهہ جي پنهنجي مرضيءَ موجب نهيل ساموندي جهاز وٺي اچي، اهي عملدار هن ڪراچي بندر ڏانهن موڪليا هئا (105). سيٺ نائون مل جي بيان موجب، اهڙڪي شهر جو پايو سنہ 1729ع ۾ پيو ۽ ان کان اڳ اهو رڳو مهاڻن جو ڳوٺڙو هو (106). پر سيٺ صاحب هڪ شهر جي پڊ جو احوال بہ ڏئي ٿو، جيڪو ڇنا ڪاريءَ جي پرسان هڪڙيءَ ٽڪريءَ تي، جا هاڻ باٿ آئلنڊ (Bath Island) سڏجي ٿي، "راجا دلوراءِ" نهرايو هو. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ متي چاٿايل ڪراچيءَ جي پايي پوڻ کان ڪي ٽي صديون اڳ تائين اهو شهر وسيل هو ۽ "پنهنجو سنو بندر بہ هئس ۽ واپار بہ ججهو ٿيندو هئس" (107). هاٿوڪو ڪراچي بندر وڏيءَ ايراضيءَ ۾ آهي. ان ۾ جيڪي ڪاريون آهن، تن ۾ وقت بوقت قدرتي سببن جي ڪري وڏي ڦير ڦار اچي سگهي ٿي. اها ڦير ڦار ڪنهن آسودي وڻجارڪي شهر کي ڦنائي بنٽ ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي، پر ان ساڳئي سبب ڪري مهاڻن کي ڳوٺ ٻڌڻ لاءِ نوان نوان سٿاوا هنڌ بہ ميسر ٿيندا رهيا ۽ رهندا.

ان ڳالهہ جي ثابتي موجود آهي تہ سمن جي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ لڳ هڪ وسندڙ بندر موجود هو، پر سنڌ جي تاريخن ۾ ان جو ڪٿي بہ ذڪر نٿو ملي. هاڻ سوال ٿو اٿي تہ اهڙي بندر هجڻ جي ان ثابتيءَ کي، پوءِ جهڙي بہ اُها آهي، تاريخن ۾ ان جي ذڪر نہ هجڻ سان ڪيئن نهڪائجي. ڪراچيءَ کان ڪي پندرهن ميل اوپر ۾، گهارو، ڪڏڙو ڪاريءَ جي منهن وٽ واگهي در جو مسئلو بہ ساڳئيءَ نوعيت جو چئي سگهجي ٿو. اُن هنڌ جو پڊ اچا بہ ڏسي سگهجي ٿو ۽

سيٺ نائون مل ان بابت جا روايت قلمبند ڪئي آهي، تنهن موجب اِهو بڻي ڪان ڪيقدر پوءِ جي زماني ۾ "هڪ مشهور شهر" هو ۽ ڪاريءَ تي ان جو جيڪو بندر هو، اتي تنهن زماني ۾ پنجاب ۽ مٿينءَ سنڌ جو اَن بيڙين تي ايندو هو، جنهن زماني ۾ بگهاڙ سنڌوءَ جو مکيه چوڙ هوندو هو. سيٺ صاحب لکي ٿو تہ آسپاس وارو ملڪ جوڌپور وارن راجپوتن جي حڪم هيٺ هو (108). منهنجي خيال ۾ هن عجيب بيان جو مطلب هيءُ وني سگهجي ٿو تہ: "راجپوتي نسل جي قبيلن جي حڪم هيٺ، جي لسبيلي جا حاڪم هئا." چيو وڃي ٿو تہ انهيءَ ملڪ تي ارڙهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾، چاموٽ گهراڻي جي اچڻ کان اڳ، چار اهڙا قبيلا حاڪم رهيا هئا. انهن روايتن کان سواءِ تہ سنڌن هڪ يا ٻن سردارن پاڙيوارن ڏيهن تي جلهون ڪيون هيون، سنڌن تاريخ ۾ نسورو خال آهي. اِن زماني ڪي ڇڏي سنڌ جي تاريخن ۾ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي، جنهن مان پانئجي تہ سومرن کان ويندي مغلن جي آخري نوابن تائين، اُن جو ڪو حاڪم سنڌوءَ جي ڊيلٽا کان اولهہ واري ملڪ تي ڪڏهن بہ قابض رهيو هو. حقيقت ۾، پاڻ الهندو ڊيلٽا ارڙهين صديءَ جي وچ کان پوءِ تائين نيم خود مختيار هندو راجائن جي هٿ هيٺ هو. تنهن وقت ۾ ڪراچي ۽ ان جو پر پاسو قلات جي قبضي ۾ هو (109).

وچولي زماني جي اڳين 'ڪراچيءَ' ۽ سنڌو ماتريءَ جي وچ ۾ لهہ وچڙ جي مکيہ واٽ اُها ٿي ڏسڻ ۾ اچي، جا ٽڪرين منجهان ٿاڻي احمد خان ڏانهن ۽ اُتان اڳتي سيوهڻ ڏانهن وڃي ٿي. هيءَ واٽ اڳ تاريخ جي زماني کان وڻجارڪي واٽ رهي آهي. ان واٽ سان رکي رکي اهڙيون اڏاوتون ملن ٿيون، جن کي وڏيڪ موزون لفظ نہ هجڻ ڪري "پهٽي لوڙها" سڏيو وڃي ٿو. عام خيال آهي تہ اهي لوڙها اڳي ڪاروان سرائون هيون ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اهي عربن کان بہ اڳ جون هجن. رڳو آڳاٽن اهڃاڻن جا ڄاڻو ئي ڪا باريڪ چوڪ چڪاس ڪري اِن تمام منجهيل مسئلي تي وڌيڪ روشني وجهي سگهن ٿا (110).

حاصل مطلب تہ سنڌ جي تاريخي جاگرافيءَ جي جائزي وٺندي اهو احساس اوس ٿئي ٿو تہ سوڪي زماني کان اڳ ملڪ جي اصل حالت ڪهڙي هئي، تنهن بابت اسان جي ڄاڻ ۾ وڏا خال آهن. جن لکيل ماخذن تي ڀاڙڻ کان سواءِ چارو ڪونهي، تن جو واسطو گهڻو ٺٺو سياسي واقعن سان آهي. انهن تاريخن جو ڪو



’ڪافر قبرون‘، ڊملوٺ، تعلقي ڪراچيءَ جي پرسان.



’ڀهٽي لوڙها‘، نيئگ، تعلقي سيوهڻ جي پرسان.



واگهو ڏر وٽ قلعي جا آثار تعلقو ڪراچي.

اتفاقي ۽ اڪثر ڪري انُ جِتو بيان ڪڏهن ڪڏهن تاج ۽ تلوار جي انهيءَ ناٽڪ جي جهڪي پس منظر ڪي لاٽ بڻجي جرڪايو ڇڏي. وچولي زماني جي مسلمان جاگرافيدانن جي تصنيفن ۾ هنڌن جا نالا جِجها ملن ٿا، پر جيئن ته اهي عربي ۽ فارسي لپيءَ ۾ لکيل آهن، ان ڪري منجهائن گهڻيون تصنيفون لاپرواهه نقل نويس جي رحم ڪرم تي رهيون آهن، جن اعرابون رهائي يا پنهنجي ڪُڏ موجب ڏيئي، اصلوڪن نالن کي الڳ الڳ پڙهڻين جي ڍڳن هينان لڪائي ڇڏيو آهي. انهن تصنيفن ۾ ڏنل سفر نامن (Itineraries) جي اهميت وري پاڻ ۾ نه نهڪندڙ ۽ غير يقيني ڳالهين هيڪاري گهٽائي ڇڏي آهي (111).

سنڌ جي ماضيءَ جو جيڪو داستان سنڌ جي ڀهراڙيءَ جي ڇاتيءَ تي نقش ٿيل آهي، سو پڻ سال بسال پڙهڻ کان ڇڙهندو پيو وڃي. جن پراڻن وهڪرن جا نشان هڪ صدي اڳ سولائيءَ سان ڳولي لهبا هئا، تن کي پري پري تائين رسندڙ آبپاشيءَ هيٺ، زمين جي مٿاڇري ۾ هردم ايندڙ ڇاڙهه ميساريندو پيو وڃي. جيئن جيئن آڳاٽن ماڳن جي پرپاسي جي ڪنڊ ڪنڊ پوک هيٺ اچي پئي، تيئن تيئن تر جا ڪڙمي انهن ماڳن کي ڪارائتين سِرن ۽ زرخيز مٽيءَ لاءِ ڦوليندا ۽ ڦُريندا رهن ٿا. جيڪڏهن قديم سنڌ جي ڍهندڙ اهڃاڻن جي کوجنا کي مادي ترقيءَ جي پيچ پيچان سان پڇائڻ ۾ تکڙ نه ڪئي ويئي، ته پوءِ سنڌ جي هيڏي ساري ماضيءَ تي جا اونده ڇانيل آهي، سا ڪڏهن به هٽي نه سگهندي.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. ويلر، "سنڌو تهذيب"، ص 4.

2. اِن لاءِ اروڙ جي اُنهن حوالن تي ياڙيو ويو آهي، جي راجپوت تاريخن ۾ آيل آهن، ۽ علي ڪوفيءَ پڻ ڏنا آهن. اڌ صديءَ کان سرس عرصو پوءِ الادريسي به ان جو ذڪر ڪري ٿو.

3. بهاتي فيمابين الجنوب و المغرب الي ارور خمسة عشر و هي بلدتہ شعبتي ماء السند (رينو، ٽڪرا، ص 85). ريورٽيءَ اهو ٽڪرو وري بلڪل ٻيءَ طرح ڏنو آهي. هو درياهه جي بن شاخن جي وچ ۾ اروڙ نه پر پاتيءَ کي رکي ٿو ۽ درياهه کي 'سنڌ رود' سڏيندي ان کي نهر مهراڻ کان الگ ڪري ٿو.

("مهراڻ"، ص 221، نوٽ 163). جيستائين البيرونيءَ جو لاڳاپو آهي تہ اهو فرق بلڪل خيالي آهي.

4. سند شاڪر، يا سنڌ ساڪره، "مهراڻ" ص 221، نوٽ 162. سچاءُ اڳ ڄاڻايل ڪتاب، ص 26، جاليڪت ريورٽيءَ واپرائي هئي، تنهن مان ائين ٿو پائنجي تہ اروڙ درياهہ جي اوير ۾ هو. پيٽيو "مهراڻ"، ص 418، نوٽ 561.

5. شاڪرة (اسپرينگر، ص 386).

6. ايليٽ (جلد پهريون) جا حوالا هي آهن:

الاصطخري، ص 30، ابن حوقل، ص 49. الادريسي ص 78. پڻ ڏسو "اشڪال البلاد" وارو نقشو ص 32 تي، ۽ "مسالڪ و ممالڪ" وارو نقشو ريورٽيءَ جي "مهراڻ" ۾ صفحي 80 تي ڏنل آهي. پهرين لاءِ ڏسو هن ڪتاب جو نقشو نمبر 9.

7. اڳيون باب 9.

8. "بطيحة الشرقي"، ايليٽ، جلد پهريون، ص 125 رينو، ٽڪرا، ص 202، هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ" ص 65، "مهراڻ"، ص 6-255. هوريوالا جو چوڻ آهي تہ ان اصطلاح جي معنيٰ فقط "ايرندي ڏڀڻ، ڍنڍ، پاڻيءَ جو تلاءُ يا ڪاري جي ڍنڍ" آهي.

9. "مهراڻ"، ص 465، نوٽ 534 پيٽيو ايضاً، ص 477، نوٽ 553 ريورٽيءَ جي ساماري جي ڍنڍ وارو نظريو اوس رد ڪرڻو پوندو، پوءِ ڪٿي اِن ڳالهہ جي ڪري تہ نئين ڪوٽ وٽ اهڙا پڊ آهن، جي ذري گهٽ سڀ بُڏن جي زماني جا آهن. اهي پڊ نسبتي سطحن جي لحاظ کان سندس وڏي چوڙ وٽ سمنڊ جي تري ۾ هجن ها. ڏسو س.ٽ.س.ر. جلد انون، ص 61. البيرونيءَ جي جنهن لفظ کي عام ڪري 'لوهراني' ڄاتو وڃي ٿو، تنهن کي ريورٽيءَ 'ڪوهرائي' پڙهيو آهي ۽ هو الشرقي پاڻيءَ کي 'ڪوهرائي چوڙ' سان ملائڻ جي جا ڪوشش ڪري ٿو، سا ان مشڪوڪ پڙهڻيءَ تي ئي ٻڌل آهي. (مهراڻ، ص 223 ۽ نوٽ 168).

10. ڌيان ۾ رهي تہ البلاذريءَ الشرقيءَ کي راڄ ڪري ڄاڻايو آهي: خليفي سرحد (هند ۽ سنڌ جي وچ ۾) تي امير موسيٰ کي رکيو، "جنهن الشرقيءَ جي راجا بالا کي ماريو." (ايليٽ، جلد پهريون، ص 128). اهو واقعو جنيد هٿان جٽسين جي شڪست کان اٽڪل هڪ صدي پوءِ تيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

11. هوديوالا، ص 59 پيٽيو ايضاً، ص 62، 5-64.

12. ريورٽيءَ البيرونيءَ جي جاليڪت ڏني آهي، تنهن موجب الادريسي هتي البيرونيءَ جي تصديق ڪري ٿو. ڏسو مٿي نوٽ 4.

13. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 78 "مهراڻ"، ص 229. جيڪو ريورٽي پنهنجن دلپسند نظرين تي اثر وجهندڙ معاملن بابت معمولي کان معمولي چُڪ بہ هڪدم سهي ڪري وجي ٿو، اهو ساڳيو ريورٽي هن نامعقوليت جي سچ پچ تائيد ڪري ٿو: ڏسو ايضاً، ص 474.

هيگ ڏيان ڇڪائي ٿو تہ جيڪڏهن اسين الادريسيءَ واري ٽڪري جي بنيادي نڪتن کي بنهہ ابتو ڪنداسين تہ اهو بي معنيٰ ٿي ويندو. (سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ، ص 69). پيٽيو: آر. ڊي. اولڊام، "پنجاب ۽ ان جي درياهن جي جاگرافيءَ ۾ امڪاني تبديلين وغيره بابت"، ب .ا.س.ر. جلد پندرهون، ڀاڱو ٻيون (1886)، ص 327 ۽ 9-328.

14. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 8-256، "مهراڻ"، ص 484 لاڳيتو، نوٽ 564.

15. ترجمو: ٽي. پوسٽنس، ب.ا.س.ر، جلد چوڏهون، ص 167، قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيو، ص 55.

16. "ابن بطوطه جون مسافريون" فرينچ، ترجمو: سي. دفريمري ۽ بي. آر. سانگينيتي، (پئرس، 1885ع)، جلد ٽيون، ص 115.

17. بلانفورڊ، "الهنديءَ سنڌ جي ارضيات"، ح ا.س.ي. جلد سترهون، ص 105. پيٽيو هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ضميمو، ص 131.

18. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 8-256.

19. "مهراڻ"، ص 480، ۽ پڻ ص 487.

20. لائڊ بئراج ۽ واهن جي نهڻ کان اڳ، هڪڙو پراڻو آبڪلاڻي واهہ سنڌوءَ مان روهڙيءَ کان مٿي ڦٽي اروڙ واريءَ وٽيءَ منجهان وهندو هو. سوڌ بوڌ پراڻي قدرتيءَ جيان پر ان کان ننڍي پيماني تي. (سنڌ گزيٽيئر"، 1907، ص 7-276، ۾ ڇاڇايل اروڙ واهہ). ياڻنجي ٿو تہ مئڪمرڊو جنهن "ننڍو اٽڪ" جي نالي سان سڏجندڙ نالي (Nuilla) جو حوالو ڏنو آهي، سو اهوئي واهہ هو. ("سنڌونديءَ تي مقالو"، ر.ا.س.ر. جلد پهريون، 1834ع، مضمون ٽيون، ص 43 ۽ فوٽ نوٽ.)

ايرندي ناري جو نئون پرتي واهہ بئراج مان ڪڍي اروڙ واريءَ وٽي منجهان ابتو يعني اولهہ کان اوپر وهايو ويو هو. ڪپتان بيڪر (Capt: Baker) 1844ع ۾ ناري جي پرتي واهہ لاءِ اهو ئي طرف ڏسيو هو.

21. جيمز ٽاڊ، "راجستان جي تاريخ ۽ جهونيون وٿون"، جلد پهريون، ص 260.

22. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 7.

23. ٽاڊ (اڳ ڄاڻايل ڪتاب، پهريون، 91) جيڪا راجپوت روايت قلمبند ڪئي آهي، تنهن موجب بکر گهٽو وڌيڪ جهونو آهي. 'هندستاني ريگستان جي وڃايل نديءَ تي نوٽ' جو لکندڙ "چچ نامي" واري بغرور کي اروڙ سان ساڳوٽو ڏيکاري ٿو. (ڪلڪتہ ريويو، جلد اٺهنيون، 1874ع، ص 22).

24. "هندستاني ريگستان جي وڃايل نديءَ تي نوٽ"، ڪلڪتہ ريويو، جلد اٺهنيون، 1874ع، ص 21.

25. ايليٽ، جلد پهريون، ص 256.

بواسطه کميءِ آب سند يعني پنجاب کہ پائين از ارور و بهکر بهمين نام مي نامند.

26. ايليٽ، اڳڄاڻايل ڪتاب ۽ صفحو، "مهراڻ"، ص 485 نوٽ 564 ايليٽ "داهن" پڙهي ٿو، پر اهو ان ڪري جو فارسيءَ جي قلمي نسخن ۾ 'د' اکر ۽ 'و' اکر ۾ تميز ڪرڻ هميشہ اوکو ٿئي ٿو.

اهو پڪ سان نٿو چئي سگهجي تہ "اورڙ کان هيٺ" وارن لفظن جي پوري پوري معنيٰ ڪهڙي آهي.

27. 1830-32ع جهڙي ويجهي زماني ۾ بہ ائين هو: "شڪارپور جي اتر توڙي اتر اولهہ ۾ زمين جو هڪڙو وڏو ٽڪرو آهي، جيڪوهڪڙيءَ منڊ ۾ صفا بڏي وڃي ٿو... اتل جي ان اتاهہ پاٽيءَ ۾ جيڪو بوڏن وقت سنڌوءَ جي هڪڙي سڪل ڦاٽ يا شاخ منجهان ڏوڪيندو وهندو آهي، يعني اُنهيءَ شاخ منجهان، جا مکيہ شاخ جي ڏکڻ اولهہ طرف وهندي هئي." (ڪئپٽن ڊبليو پاٽنجر، "سنڌ تي يادداشت"، بمبئي سرڪار جو فائيل، ڳجهو ۽ سياسي شعبو نمبر 571 (1832ع)، "سنڌ تي مختصر يا عام ريمارڪ" جي سري هيٺ.

تورو اڳتي هلي هو چوي ٿو تہ اها بوڏ اولهہ ۾ پري غلام علي بڙديءَ (هاٿوڪي جعفرآباد جي پرسان) تائين هلي وڃي ٿي ۽ اتي ويڪر ۾ سورنهن ميل ٿئي ٿي.

مٿي ايترو پاڻي نڪري ويندو هوندو تہ قدرتي طرح هيٺ پاڻي گھٽجي ويندو هوندو.

28. زير قصبہ الور، ايليئٽ، جلد پهريون، ص 257.

29. اي. برنس، "بخارا جو سير"، (1834ع)، جلد ٽيون، ص 77 ڪئپٽن ڪربي، رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي بمبئي واريءَ شاخ جي رسالي ۾ ڏنل حوالو، (1857ع) ص 473. پيٽيو ڪئپٽن ڊبليو بيڪر ،ب.س.د.ا، نئون سلسلو جلد پنجيتاليهون، (1857ع)، ص 2 (انهيءَ 14 آڪٽوبر 1844ع واريءَ رپورٽ جو ڀاڱو پنجون، جي مئڪمرڊو، ر.ا.س.ر، ۾، جلد پهريون (1834ع)، ص 43، فوٽ نوٽ.

30. آر. ايف. برٽن، "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (1851ع)، 88. وهندڙ هاڪڙو پڇندي ٻنڌ اروڙ[1]

31. ب.س.د.ا، نئون سلسو، پنجيتاليهون، ايرندي ناري جي مٿئين ڀاڱي تي رپورٽ وغيره، ص 9-6، 14-12، 22، 26، ڪئپٽن ڊبليو. پاٽنجر ۽ ليفٽيننٽ اي. ڊيل هاسٽي 1832ع ۾ جي سنڌ تي ياداشتون لکيون هيون، تن ۾ هنن ٻهري (Bihra) واريءَ ٻنڌ جو ذڪر بہ ڪيو هو.

32. "مهراڻ"، ص 3-482 ۽ نوٽ 563، پڻ پليٽ نائين ۽ ڏهين جنهن ٻنڌ کي اروڙ کان 26 ميل اوپر ۾ ڇاڙايو تي ويو، تنهن بابت عرض آهي تہ ان ٻنڌ جي ڇاڙايل هنڌ مبارڪپور ۽ کوهي کينگي جي پر پاسي ۾ منهنجي ڪئمپ هئي، اتان مون اهو تر چڱيءَ طرح گھمي ڏٺو، پر ڪڏهن بہ اهڙيءَ ٻنڌ بابت نہ ٻڌم، جا بہ "کوهہ ڊگھي ۽ سٺ وال ويڪري" هجي.

33. سر آيل اسٽائين ان نتيجي تي پهتو تہ ستلج "اڳ تاريخي زماني جي پوئين دور ۾" هاڪڙي کي (دائمي طرح يا منڊ تي نيم سان؟) پاڻي ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو: ڏسو سنڌس ليک 'وچايل' سرسوتي نديءَ جي سنوت ۾

[1] رچرڊ برٽن ۽ پيرومل آڏواڻيءَ ("سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، 1972ع، ص 213) جو چوڻ آهي تہ سمي حاڪم، ڄام تماچيءَ جي ڏينهن ۾ 'ماموئي' فقيرن سنڌ جي آئيندي بابت بيتن ۾ ست اڳڪٿيون ڪيون هيون. هيءَ انهن مان هڪڙي بيت جي پهرين سٽ آهي. سڄو بيت آهي:

هاڪ وهندو هاڪڙو، پڇندي ٻنڌ اروڙ،
ٻهہ مڇي ۽ لوڙ، سمي ويندا سوڪڙي.
(مترجم)

آڳاٽن ماڳن جي چوڪ ڇڪاس، جا صفحا 182-179. ("جاگرافيڪل جرنل"، جلد نوانوي، نمبر 4، 1942ع.

34. 'هندستاني ريگستان جي وچايل نديءَ تي نوٽ' جي لکندڙ (سي.ايف.اولڊام) ان جي ثابتيءَ جو تت ڏنو آهي، ڪلڪتہ ريويو، جلد اٺهٺيون، (1874ع)، ساڳي رسالي ۾ (جلد سنيون، 1875ع) ڪنهن صاحب 'نيارڪس' جي نالي سان لکندي مٿئين ليکڪ جي نتيجن ۽ پيش ڪيل ثابتيءَ جو رد ڪد ڏنو هو.

ب.ا.س.ر. (جلد پنجونجاهون، پاڳو بيون، 1887ع) ۾ آر. ڊي. اولڊام پهرئين ليکڪ جي نظريي جي پنيرائيءَ ۾ ڌرتي ڇاڻ مان دليل ڏنا ۽ ميجر ايچ. جي ريورٽيءَ ساڳئي رسالي جي جلد ايڪهٺئين 1892ع) ۾ 'سنڌ جو مهراڻ' وغيره جي سري هيٺ لکندي ان نظريي مان مختلف نتيجو ڪڍيو.

35. ب.ا.س.ر، پنجونجاهون، ص 8-336 پيٽيو "مهراڻ"، ص 7-396، 9-408.

36. اي.بي.ايسٽوڪ، "نندي مصر کان سکل پن"، (1849ع) ص 40-38 پيٽيو هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ" ص 4-133، "مهراڻ"، ص 2-491 ۽ نوٽ 569، ڪزينس، "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص 7-145.

37. "نندي مصر کان سکل پن"، ص 44، پيٽيو ڪزينس اڳ ڇاڻايل ڪتاب، ص 9-78.

38. مثال طور، سندس اهي باب، جن ۾ سبيءَ ۽ قنڌار جي 'اسرارن' جو احوال ڏنل آهي. "تاريخ معصومي" ترجمو مٿلث، ص 92-87.

39. ايليٽ، جلد پهريون، ص 260-258.

40. "مهراڻ"، ص 199، 205، نوٽ 105. محمود غزنويءَ سومنات کان موٽڻ تي، 7-1026ع ۾ منصوري تي قبضو ڪيو هو. (ايضاً، ص 9-258، نوٽ 204).

41. ايليٽ، جلد پهريون، ص 78.

42. "مهراڻ"، ص 205.

43. "مهراڻ"، ص 200-199، نوٽ 102.

44. ڏسو مٿي باب 9، البلاذري سنڌ ڪونہ آيو هو.

45. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 72.

46. ڪزينس، ”سنڌ جون جهونيون وٿون“، ص 71-70.

47. مون موهن جي دڙي جي انت جي سببن جي ساڳي ترتيب ڏسي آهي. ڏسو مٿي باب 4.

48. پيٽيو هيگ، ’برهمڻ آباد ۽ منصوري جي ماڳن بابت‘ وغيره، ر.ا.س.ر سورهون، نئون سلسلو (1884ع)، ص 287.

49. هو معزالدين ۽ شهاب الدين جي نالن سان به سڏبو هو. قليچ بيگ، ”سنڌ جي تاريخ“، جلد ٻيون، ص 9، ”مهراڻ“ ص 90-489.

50. مير معصوم پنهنجي تاريخ ۾ سلطان محمود غزنويءَ جي سنڌ اندر ڪاررواين جي سلسلي ۾ جڏهن بکر ۽ ٺٽي جو حوالو ڏئي ٿو، تڏهن سندس مطلب اهي علائقا ٿين ٿا، جن ۾ اهي اڳتي هلي مکيه شهر ٻڌيا. همعصر تاريخن ۾ انهن شهرن جو ڪو ذڪر ڪونهي. (”تاريخ معصومي“، ترجمو مئلٽ، ص 23). پيٽيو ”مهراڻ“، 492.

51. ”مهراڻ“، ص 489.

52. ”مهراڻ“، ص 90-489.

53. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 2-201 ٻيو مفروضو هيءَ ٿي سگهي ٿو ته تنهن وقت بکر ٻيٽ زنده پير ۽ ساڌ ٻيلي جي ٻيٽارين سان ڳنڍيل هو، ته حصار اڪر ۽ قلعو بکر هو، جي ٻيئي تڏهن هاڻي ڪان وڌيڪ وڏي ٻيٽ تي هئا. جيڪڏهن تن ڏينهين سنڌوءَ جو سمورو وهڪرو اڃا بکر واريءَ وٿيءَ منجهان لنگهڻ شروع نه ٿيو هو، ته پوءِ ٿي سگهي ٿو ته ائين هجي.

54. ايضاً، ص 242.

55. ايضاً ص 304.

56. ايضاً ص 396.

57. ايضاً، ص 554. ان جون ڪيئي ڏار ڏار پڙهٽيون آهن. ان ۾ جن لفظن تي سر هينري ايليئٽ ياڙي ٿو، سي آهن در ڪشتي باکر و بکر دو قلعه داشت در جزيره رفت.

58. ”ابن بطوطه جون مسافريون“، جلد ٽيون ص 115 ان ۾ ’خليج‘ لفظ جو ترجمو ”واهه“ ڪيو ويو آهي، جا پڻ ان جي هڪڙي معنيٰ آهي، پر ريورٽيءَ جو ترجمو ’درياهه جي ڇاڙ‘ ترجيح لهڻي. اهو ممڪن نٿو لڳي ته ڪو هڪڙي

هٽرادو واهه جي وچ ۾ مهمانخانو جوڙيو ويو هوندو. جي وهڪرو اُنهيءَ بکر کي نه ڦري آيو هو، جنهن کان اسان واقف آهيون، ته پوءِ ان متان زنده پير يا ساڌ بيلي کي وڪوڙيو هجي. مهمانخانو ضرور انهن ٽن مان هڪڙي تي هوندو. پيٽيو: مهراڻ، ص 494، نوٽ 572. ساڌ بيلو 1550ع کان اڳ ڏار بيٺ هوندو هو يعني هڪ ٽُڪر "جو بکر جي اولهه طرف پاٽيءَ جي وچ ۾ بيٺل آهي"، "تاريخ معصومي"، ترجمو مئلٽ، بمبئي سرڪار جادفتر نمبر تيرهون، نئون سلسلو، (1885ع)، ص 121.

59. "مهراڻ"، ص 499، نوٽ 575. ريورٽيءَ هرويرو 'جتوئي' جو لکيو آهي ته ان مان هن جي مراد شايد پنجند جي پر وارو اهو هنڌ آهي، جنهن جو ذڪر آئين اڪبريءَ ۾ آيل آهي. ايضاً، ص 506، نوٽ 589، پڻ ڏسو ريورٽي جو "افغانستان تي نوٽ". ص 559.

60. "ابن بطوطه جون مسافريون"، جلد ٽيون، ص 90. سيلاني لکي ٿو، "ترڪن واري ڏيهه جي سرحد جي آخري وسئن" ڇڏڻ کان پوءِ "اسان هڪڙي وڏي رڻ پٽ ۾ گهڙياسون، جيڪو ڊيگهه ۾ پندرهن ڏهاڙن جي مسافريءَ جيترو آهي.

دخلنا البرية الكبري وهي مسرة خمس عشرة

ان رڻ پٽ ۾ زهريلي هوا (سموم) لڳندي آهي..." وغيره. اهو هنڌ ڪڇيءَ کان سواءِ ٻيو ڪٿي نٿو ٿي سگهي. هيگ جو چوڻ آهي ته سيلاني پشاور وٽان هندوستان ۾ داخل ٿيو هو ۽ هتي هن جو اشارو سليمان جبلن جي پاڙ واري ملڪ ڏانهن آهي. جن دليلن جي آڌار تي هو ائين چوي ٿو، سي دليل بيهن نه ٿا. ("ابن بطوطه سنڌ ۾"، ر.ا.س.ر، اٺويهون، نئون سلسلو، 1887ع، ص 401).

61. "ابن بطوطه جون مسافريون"، جلد ٽيون، ص 90. پڻ ص 100. نهر السند المعروف پنج آب.

62. ايضاً، ص 101. جنانيءَ جي سڃاڻپ ڪرڻ ممڪن نٿو لڳي. پيٽيو هيگ ("ابن بطوط سنڌ ۾"، ص 401).

63. "ترخان نامو" ايليئٽ، جلد پهريون، ص 311، ريورٽي، "مهراڻ"، ص 6-495.

64. گجي پرسان نري وٽ شيخ جي قبي بابت هو چوي ٿو، "هن عظيم شيخ جي قبي تي 171 هجري (787ع) تاريخ ڏنل آهي، جا قبي جي اڏاوت جو سال ظاهر ڪري ٿي." (قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون، ص 5). پر

قبي تي جيڪي اڪريل اکر اڃا تائين موجود آهن، سي ڇنيءَ طرح ڏيکارين ٿا تہ اهو قبو سلطان فيروز شاھ تغلق جي ڏينهن ۾ نهيو هو ۽ تاريخ يا 772 يا 782 هجري لڳي ٿي. اهڙيءَ ريت مير علي شير قانع جڏهن اهو قبو ڏٺو هو، تڏهن ان کي ٺهئي اٽڪل چار سؤ ورهيہ ٿي چڪا هئا ۽ اسان اهوئي گمان ڪري سگهون ٿا تہ جڏهن هن پنهنجي تاريخ قلمبند ڪئي. تڏهن هن ابو تراب جي وفات جو سال درج ڪيو هوندو. (اين. ايم. بليموريا، "سنڌ ۾ ابو تراب جي قبي تي اڪريل اکر" ، س.ت.س.ر جلد پنجون، نمبر 3، ص 6-133) مون کي اهو سن 772 هجري پڙهڻ ۾ آيو، جو 1-1370ع جي برابر آهي.

65. ڪزينس، "سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص 80 پيٽيو ايليئٽ، جلد پهريون، ص 368، ڪننگهام "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي، ص 5-294، مجمدار، ص 19. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو رايو آهي تہ پنپور ديبل واريءَ جاءِ تي آهيْ. "چچ نامي" جو سنڌي ترجمو، از مخدوم امير احمد، مصحح ۽ شارح ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ص 5-392). پر ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ ڊاڪٽر ليسلي الڪاڪ (Dr. Lslie Alcock) جي ڪرايل پرتال ان راءِ کي قطعي طرح ريٽي ڇڏيو آهي، ڏسو "هندستان جي آڳاٽن اهڃاڻن تي تصنيفن جي ساليانيي يادداشت"، جلد سورهون، (53-1948ع لاءِ) ص ايڪونجاھ، ٻاونجاھ.

66. مئڪمرڊو، "سنڌونديءَ تي مقالو"، ص 6-25. برٽن، "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون"، ص 3-92.

67. س.ت.س.ر، جلد ڇهون، نمبر 2، ص 11.

68. مئڪمرڊو، اڳ ڄاڻايل ليک، ص 25، فوٽ نوٽ.

69. مطلب هيءُ آهي تہ متان نقل نويس پاڻمرادو ائنين سان عشر لڳائي ڇڏيو هجي. (ڏسو رينو جي 'ٽڪرا' ۾ ص 99 تي اصل عبارت

70. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 77 ڪزينس جو انومان آهي ("سنڌ جون جهونيون وٿون"، ص 125) تہ الادريسي حقيقت ۾ 'ديول' جي نئين 'بندر' کي بيان ٿو ڪري (؟ البيرونيءَ جو لوهراڻي) ۽ نہ ابن خرداز بہ جي ديول کي الادريسيءَ جي بيان ۽ ابن حوقل جي بيان (ايليٽ، جلد پهريون، ص 37) جي وچ ۾ جنهن فرق تي ڪزينس پنهنجو نظريو بيهاري ٿو، سو فرق منهنجي خيال ۾ تہ ايترو اهم نہ آهي. الادريسي جڏهن لکي ٿو تہ "وڏي مهراڻ جي منهن ۽

ديبل جي وچ ۾ اولهه طرف ويندي ڇهن ميلن جو مفاصلو آهي". تنهن سندس مطلب دراصل هيءُ آهي تہ شهر درياءُ جي اولهہ ۾ هو ۽ مفاصلو اهوئي اوائلي جاگرافيدانن وارو يعني ٻہ فرسخ آهي. اها ڳالهہ بجاءِ خود ڪزينس واري نظريي جي برخلاف آهي.

71. هيگ، "سنڌونديءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 48، نوٽ 68 پيٽيو رينو جي 'تڪرا' ۾ البيرونيءَ جي اصل عبارت ص 91 ۽ ان جو ترجمو ص 118 تي.

(البصر) وياخذ ساحل من تيز قصبہ مکران ظاعنا الي مابين الجنوب و المشرق نحو ناحيتہ الديبل اربعين فرسخا.

هتي تيز ۽ ديبل جي وچ ۾ ڄاڻايل مفاصلو (40 فرسخ) تمام گهٽ آهي. اصل مفاصلو 500 ميل تہ ضرور هوندو. پيٽيو هوديوالا، ص 34، الاصطخريءَ جي ليکت ۾ انهيءَ مرحلي بابت غلطيءَ جي حوالي سان، (ايليئٽ، پهريون، 30). البيروني هت ظاهر ظهور نقل پيو ڪري.

72. "ابن بطوطه جون مسافريون"، جلد ٽيون، ص 112.

73. ايضاً، ص 4-113.

74. مخزن "هندوستان جون جهونيون وٿون"، 1932ع، ص 86. ڪزينس "سنڌ جون جهونيون وٿون" ۾ ص 7-126 تي ٿنڀ واريءَ ه ـحد جا ڪارٽر وارا فوٽا ڏنا آهن.

75. ڪننگهام، "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي"، ص 299.

76. قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون ص 5.

77. رينو، تُڪرا، ص 91 ۽ ترجمو، ص 119. غب= نار، خور= منهن، ٻارو (رينو غلطيءَ سان ان جو ترجمو 'Baie' ڪيو آهي).

78. البيروني سچ پچ سنڌي لفظ 'منهہ' دڪتب آڻي ٿو. اهو لفظ هاڻ 'منهن' لکبو آهي.

79. ڏسو حوالو 4 مٿي، ريورٽي (مهراڻ، ص 220) 'بيرونيءَ جي ليکت ڪي پٽ جوڳو نٿو سمجهي، "خاص ڪري درياءَ ٻابت تہ هو ٻن شاخن رستي سمنڊ ۾ ڇڙندوهو، حالانڪ انهن اوائلي ڏينهين ـياهہ ائـ ن ڪونہ ڪندو هو." البيرونيءَ جي ڪتاب جو پوءِ جيڪو ترجمو ر ـيدالدين ڪيو، تنهن بابت ريورٽي جيڪي ڪجهہ چوي ٿو، سو سڀ غير ض وري آ ي، ڇاڪاڻ جو درياءَ

بابت بيان البيرونيءَ جي اصل عربي تصنيف ۾ موجود آهي. ريورٽي پنهنجي نظريي جو بنياد ان ڳالهه تي رکي ٿو ته الادريسيءَ ڄاڻايو آهي ته منصوري کي ڦري ايندڙ شاخون وري پاڻ ۾ ڳنڍجي وڃن ٿيون ۽ "اتان اڳتي يڪو درياهه ٿي وهن ٿيون". (ايليئٽ، جلد پهريون، ص 78) "مهراڻ"، ص 9-228 ۽ نوٽ 174). پر الادريسي هتي شايد سهيوڳي حالتن جي حوالي کان سواءِ المسعوديءَ واريءَ ليکت ۽ "مسالڪ و ممالڪ" واريءَ ليکت کي ملائڻ جي ڪوشش پيو ڪري. هن پاڻ درياهه کي وچينءَ سنڌ ۾ جاگرافيءَ جي لحاظ کان اڻ ٽيٺي واٽ ڏيئي پنهنجي راويءَ واري حيثيت گهٽ ڪري ڇڏي آهي. البيروني گهٽ ۾ گهٽ ملتان ۾ ته ٽڪيو هو ۽ اسان کي پڪ آهي ته هن سچي ۽ تازي ۾ تازي معلومات هٿ ڪرڻ جي هرڪا ڪوشش ڪئي هوندي.

80. "ابن بطوطه جون مسافريون"، جلد ٽيون، ص 112-109.

81. س.ت.س.ر جلد ٽيون، ص 61.

82. جيڪڏهن اسين اهو قبول ڪريون ته ابن بطوطه جي 'السامره' مان مراد فقط سومرن جو قبيلو آهي ته پوءِ ظاهر آهي ته سنڌن حڪومت متئينءَ سنڌ اندر به هئي. ("ابن بطوطه جون مسافريون"، ص 2-101، 7-105). پر هيگ جو وري رايو آهي ته سيلانيءَ جي مراد اصل ۾ سما آهن. ("ابن بطوطه سنڌ ۾"، ر.ا.س.ر، اٺويهون، نئون سلسلو، مضمون انون، ص 401، 7-405). هيگ پاڻ پنهنجي ڪتاب "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ" جي ص 109 تي انڊيور بابت ڏنل نوٽ نمبر 134 ۾ 'سومرا' ٿو ڄاڻائي، جڏهن ته مراد 'سما' اٿس.

83. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 86، نوٽ 105 قليچ بيگ ("سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون، ص 5-64) معاملي کي منجهائي ڇڏيو آهي.

84. تغلق آباد هڪ گهٽي جهوني ڪوٽ، ڪلا ڪوٽ، جي پڊ تي ناهيو ويو هو. "مهراڻ"، ص 8-367، نوٽ 316 پڻ ڏسو مئڪمرڊو، ر.ا.س.ر جلد پهريون، ص 31.

85. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 85، "مهراڻ" ص 500، نوٽ 577 مير معصوم ان کي خانواهه سڏي ٿو.

86. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 91 ۽ نوٽ 110، ص 103 ۽ نوٽ 124 پيٽيو "مهراڻ"، ص 315، نوٽ 314.

87. "مهراڻ" ص 469، نوٽ 537 پيٺيو قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون، ص 113، "اڪبر نامو"، جلد ٽيون، باب سترهون، ص 973، "تاريخ معصومي"، ترجمو مئلث، "بمبئي سرڪار جا دفتر"، نمبر تيرهون، نئون سلسلو، ص 156.

88. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 3-92، قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون، ص 101، 113.

89. قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ" جلد ٻيون، ص 8-77، "مهراڻ"، ص 184، نوٽ 74 پيٺيو اسٽائين، 'جاگرافيڪل جرنل'، جلد نوانوي، نمبر 4، ص 181.

90. پيٺيو "مهراڻ"، ص 502، نوٽ 578.

91. "مهراڻ"، ص 466، نوٽ 535 پيٺيو هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 6-115، ۽ ص 103، نوٽ 125.

92. "مهراڻ"، ص 461، س.ت.س.ر، جلد انون ص 9-58 پيٺيو ب.س.د.ا، (پنجيتاليهون، نئون سلسلو) ۾ ص 40 تي فائيف جي رپورٽ.

93. پنهنجي تصنيف اندر هڪڙي فوٽ نوٽ ۾ هو چوي ٿو، "هئگهه (غلط) جو چوڻ آهي تہ 'اهو ڦيرو رڳو گذريل صديءَ جي وچ ۾ آيو هو، ۽ بلڪل سچ ٿو چوي، تڏهن جڏهن نصرپور ڦٽو هو." "مهراڻ"، ص 225، نوٽ 173.

94. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 9-118 ممڪن آهي تہ ستلج جي زبردست ٻوڏ جي ڪري ڪو اثر ٿيو هجي، يا گهٽ ۾ گهٽ ڦيرو پڪو ٿي ويو هجي. ستلج ۾ اها ٻوڏ سنہ 1762ع ۾ آيل چئي وڃي ٿي، "جڏهن درياءُ (ستلج) ۾ ٽڪرين تان پٿر جي هڪڙي وڏي ڇپ اچي ڪري هئي ۽ وهڪرو ڪي هفتا روڪجي ويو هو، ۽ ميجر جنرل ڪننگهام جي چوڻ موجب، اها ڇپ تڏهن وڃي ڊني هئي، جڏهن درياءُ جو پاڻي چڙهندو چڙهندو 400 فوٽ تي ويو هو." ("هندستاني ريگستان جي وچايل نديءَ تي نوٽ"، ڪلڪتہ ريويو، نمبر سو سترهون، جلد 59، مضمون ٻهريون، ص 8). اهوئي سن 1762ع هو، جڏهن پراڻ سارين جي ٻوڪ لاءِ دستور پٽاندر پاڻي ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي هئي. ڏسو هيٺ.

95. قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون، ص 5-154.

96. ايضاً، ص 162.

97. اي. برنس، "سنڌوءَ جي اپرندي شاخ جي نقشي جي هڪ يادداشت"، بمبئي سرڪار جو فائيل نمبر 763، پئرا 3، 6.

98. "سنڌ ۾ واهن جو اوائلي انتظام"، س.ت.س.ر جلد ٽيون، ڀاڱو ٻهريون، ص 8-17.

99. ب.س.د.ا. ٽئون سلسلو، جلد ٻيون، ص 2-491، 5-534 پڻ ڏسو ساڳئي جلد ۾ ص 534 جي سامهون ڏنل ليفٽيننٽ ٽي.جي. ڪارليس (Lieut. T. G.Carless) وارا نقشا، جي هن جلد ۾ نقشو نمبر 13- الف ۽ نمبر 13- ب ڪري ڏنا ويا آهن.

100. "سنڌوءَ جي اپرندي شاخ جي نقشي جي هڪ ياداشت ۽ ضمني ياداشت". از: ليفٽيننٽ اليگزينڊر برنس، (8-1827ع)، "بمبئي سرڪار جو فائيل" نمبر 763، پيرا 13.

101. مثال طور، 1906ع ۾ سرحد اسٽيشن جي پرسان. "سنڌ گزيٽيئر"، 1907، ص 348.

102. اي. برنس، "سنڌوءَ جي اپرندي شاخ جي نقشي جي هڪ ياداشت"، پيرا 3.

103. "خلاصة التواريخ" جو مصنف 17 صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ۾ لکي ٿو، "ملتان ۽ بکر جا ڪيترائي واپاري پنهنجو مال اسباب پاڻيءَ رستي ٻيڙين تي نٿي آڻيندا آهن... ماڻهو اوڏانهين سڪيءَ رستي ورلي ئي ويندا آهن، جو رستو ڏاڍو اهنجو ۽ اڻائو آهي ۽ واٽ تي ڪاڏي پيتي جي تڪليف به ٿئي ٿي." پيٽيو "آرائش محفل"، انگريزي ترجمو: ايچ. ڪورٽ (ڪلڪتو، 1882ع)، ص 8-117.

104. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 49، نوٽ 69.

105. قليچ بيگ واري "سنڌ جي تاريخ" جي جلد ٻئي ۾ صفحي 149 تي "تحفة الڪرام" مان حوالو.

106. "سيٺ نائون مل هوتچند جون يادگيريون"، ايڊيٽر: سر ايوان جيمز، (ايگزيٽر 1915ع)، ص 37.

107. ايضاً، (ضميمو ٻارهون)، ص 209.

108. ايضاً، (ضميمو ٻارهون)، ص 209 ۽ ماڳ جو احوال س.ت.س.ر (جلد ڇهون، ص 8-106) ۾ ڏنل آهي.

109. ارڙهين صدي عيسويءَ جي پهرئين اڌ ۾ ڪي ٿورڙا ورهيه ڪراچيءَ تي ڪلهوڙن جو قبضو هو. (نائون مل "يادگيريون"، ص 38.

110. انهن اڏاوتن جو احوال مئسن جي "بلوچستان ۾ مسافريون" وغيره (جلد ٻيون، ص 150، 152، 156) ۾ ۽ بارٽل فريئر طرفان موڪليل ڪئپٽن پريڊيءَ ۽ جي. مئڪلوڊ جي رپورٽن "رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي بمبئي واري شاخ جو رسالو"، جلد پنجون، 1857ع، ص 62-349) ۾ آيل آهي. پڻ ڏسو: ڪزينس. "سنڌ جون جهونيون وٿون". ص 44، مجمدار، ص 3-142، س.ت.س.ر، جلد ڇهون، ص 6-104.

111. "مهراڻ" ص 185، 212، 215، 216، وغيره. پيٽيو وائيٽ هيڊ، "پنجاب ۽ سنڌ جي دريائن جا ڏگ"، ص 166. هوديوالا، ص 32-29، 9-38.


BAHMANABAD, MANSURA, AND ENVIRONS.
THE ANCIENT WATERCOURSES AS THEY APPEARED IN THE EARLIEST BRITISH SURVEYS. CONJECTURAL PORTIONS IN BROKEN LINES.
MODERN FEATURES INDICATED BY DOTTED LINES AND NAMED THUS:- (Shadadpur)
SCALE IN MILES
1 0 1 2 3 4 5
to Sanjhoro
to Shol
(Shahu Wah)
(Jamrao Canal)
(Dabar Ghongro)
? SAVANDI
NAB VIHAR
(Dufani)
? MUSTHAL
(Bijar Wah)
(Wadhalani)
? WADHATIAH
(Lohano Dhoro)
(Jam Wah)
(Pator)
? MANJHAL R.
? KOTAK
? WADHATIAH
(Berani)
? MANJHAL R.
(Tando Adam)
N
W
E
S
H.T.L. fecit



ALOR, BUKKUR, AND ENVIRONS
SHOWING WATERCOURSES, ETC., AS THEY EXISTED IN 1857 A.D.
MODERN CANALS INDICATED BY DOTTED LINES, WITH DATES OF OPENING
PREHISTORIC SITE OF HAKRA
SCALE IN MILES
0 1 2 3 4 5
RIVER INDUS, 1857
Course of main Stream, 1935
INDUS R.
ALOR
ADAM SHAH
ARIJA
BERAK
KHAFI
LEHRA
KANDRA
Aror W.
Old river bed
Dhand Mitrali
NARA


LOWER SIND
c.1500 - 1750 A.D.
WATERWAYS CONNECTED WITH THE INDUS AT VARIOUS PERIODS;
SHOWING ALSO
THE GREAT CHANGE IN COURSE OF THE MAIN RIVER, IN 1758 A.D.
SCALE IN MILES:
10 5 0 10 20 30
Arabian Sea
Rann of Cutch
HALA
Lohano
BAHMANABAD-MANSURA
Nara
UMARKOT
NASARPUR
(MIRPUR KHAS)
HYDERABAD (NERUN)
Indus after 1758 A.D.
Puran
Badahri
Hakro
(NAWAKOT)
THAL BANGHO
JUN
TALHAR
West Puran
Ren
OLD BADIN
Gungro
MUHAMMA TUR
MUGHALBHIN
Sir
ALI BANDAR
SINDHRUB
Kori
LAKHPAT
KARACHI
BAMBHOR
Charo
TATTA
LAHORI BANDAR
SAKRO
Pir Patho
Sattah
SHAKRBANDAR
course of Indus after
H.T.L. fecit



HYDERABAD
Fuleli
KARACHI
Ghizri
Gharo
Phittai M.
TATTA
Pinyari
Sattah
Mugreh
Nair
Pintiani M.
Jowah M.
Hajamri
Richal M.
SHAHBANDAR
Gora
Mutni
Baghiar
Gora M.
Kahir M.
Mal M.
Arabian Sea
Sir M.
Kori M.
THE DELTA OF THE INDUS AS IT IS SAID TO HAVE EXISTED IN 1817.
SCALE IN MILES
0 5 10 20 30 40



HYDERABAD
KARACHI
Gharo
Ghizri
Phillai M.
TATTA
The Baghar
Sattah
Tiliah
Pintiani M.
Jowah M.
Richal M.
Hajamri M.
Kediwari M.
Kukiwari M.
Popal Mugrah
SHAHBANDAR
Mutni
Mal
Kahir M.
Mal M.
MOGHALBHIN
Arabian Sea
Sir M.
Kori M.
THE DELTA OF THE INDUS AS IT EXISTED IN 1837.
SCALE IN MILES
0 5 10 20 30 40




SIND, WITH PARTS OF ADJOINING COUNTRIES, ACCORDING TO THE ASHKALU-L-BILAD (c.1100 A.D.)

## باب يارهون

# سنڌ جا نسل ۽ ماڻهو

سنڌو تهذيب جي ليڻ پڄاڻا، سنڌ جي هاڻوڪن رهاڪن جو نسلي (Ethnologieal) لحاظ کان ڪوبہ جائزو اِن سوال کي اکلائڻ سان شروع ڪرڻ واجبي ٿيندو تہ انهن رهواسين ۾ موئن جي دڙي وارن جا پويان ڳولي لهڻ ممڪن آهي يا نہ.

بروهي ٻوليءَ ۾ دراوڙي عنصر جو موجود هجڻ ظاهر ڪري ٿو تہ ان جا ڳالهائيندڙ بنيادي طور آرين کان اڳ جي نسلن مان آهن، توڙي جو اڄڪلهہ هلي هنن ۾ توراني ۽ ٻئي خون جي ملاوٽ بہ ٿي. بروهين جو وطن جهالاوان ۽ ساراوان جون ٽڪريون آهن. ان ڏيهہ بابت سر آريل اسٽائين چوي ٿو: "اهو پاسو اهڙو تہ سُڃو بُٺ آهي، جو ڪو حملي آور اتي رهڻ نہ چاهيندو ۽ نہ ئي وري ڪنهن حملي آور لاءِ اتي رهڻ جي ڪا جاءِ ئي نڪري سگهندي. دراصل اهائي اهڙي جُوءِ آهي، جتي انهيءَ قديم ٿانيڪي نسل جا ائين ڪٽي چٽجي تہ خانہ بدوش، مسڪين نيم وحشي مائٽ بنا ڪنهن دٻ دٻاءَ جي رهي پئي سگهيا. اهڙيءَ ريت هو آريائجڻ جي حشر کان بچي ويا، جنهن جو سندن وڏيڪ سڪين ڏيهن وارن هم نسل ماڻهن کي شڪار ٿيڻو پيو هو."(1) آرين جي مکيہ چُرپُر پنجاب ڏانهن ۽ اتان گنگا واري ماٿريءَ ڏانهن هئي. ان کان پوءِ هو هيٺينءَ سنڌو ماٿر ۾ داخل ٿيا ۽ انهيءَ ڳالهہ جي مڃڻ لاءِ ڪو سبب ڪونهي تہ سنڌ ۾ جيڪي 'داسيہ' ڏنائون، سي نابود ڪري ڇڏيائون. اڳاٿن اهڃاڻن جي ساک مان ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي تہ آرين جي اچڻ کان اڳ سنڌو تهذيب وارن کي گهٽ ۾ گهٽ سنڌ اندر هڪڙن اهڙن بين 'وحشين' جي تابع ٿيڻو بہ پيو هو. جيڪي بلوچستان رستي اوپر طرف آيا هئا.

انهن ۽ ڪانئن پوءِ وچ ايشيا جي قبيلن جي آمد جي ڪري سنڌو تهذيب وارن جي رت ۾ اوس ايتري تہ ملاوٽ ٿي ويئي هوندي، جو

هاٿوڪيءَ سنڌ جي قبيلن ۾ موهن جي دڙي وارن جو خالص نسل ڳولڻ فضول ٿيندو. درحقيقت، موهن جي دڙي مان جيڪي هڏاوان پڃرا هٿ آيا آهن، تن مان پتو پوي ٿو تہ خود ان شهر جا ماڻهو ڪيترن نسلن مان هئا تڏهن بہ ان ڳالهہ جو ٿورو گهڻو امڪان آهي تہ متان منڇر ڍنڍ جي مهاڻن ۾ اصلوڪن رهاڪن هجڻ جو انگ ايترو هجي، جو بيو ڪوبہ سنڌي قبيلو انهن جيتري دعوا ڪرڻ چاهي تہ هوند نہ ڪري سگهي (2)[1] يعني اهي مهاڻا سنڌيءَ طرح سنڌو تهذيب واري زماني جي ڍنڍ رهواسين جا پونير آهن ۽ سندن رت ۾ بئي ڪنهن رت جي نسبتي طرح گهٽ ملاوت آهي. انهن سان ماڇي بہ شامل ڪري سگهجن ٿا ۽ شايد چُنا ۽ الهندن ٽڪرن جا ڪي غير معروف قبيلا جهڙوڪ بِڪڪ ۽ گائچا (ڳائينچا) پڻ. جن جون ڪي خاصيتون ۽ ريتون رسمون بنهہ پنهنجيون آهن ۽ جن بابت سندن پاڙيسري چوندا آهن تہ اهي "اصل مير بحر" آهن. پر اهڙين باريڪ شاهدين مان ڪي بہ انومان ڪڍڻ نسوري ڏِکيبازي ٿيندي.

پلائني پنهنجي 'قدرتي تاريخ' ۾ اتر اولهہ هندستان يعني سنڌوءَ جي ترائيءَ جي ٿيهارو قبيلن جا نالا ڏنا آهن (3)، ۽ سنسڪرت جي چٽن پراڻن ۾ علائقائي فهرستون بہ آهن، جن مان ڪي ٿي سگهي ٿو تہ خود پلائنيءَ جي زماني ڌاري سڃاڻيون ويون هجن (4). تنهن ڪان سواءِ، اسان کي مهاڀارت ۾ قبائلي نالن جي هڪ ڊگهي ياداشت ملي ٿي، جنهن ۾ ڪيترا نالا ورجايل آهن ۽ منجهس ڪا ترتيب بہ ڪانهي. ساڳئي ٿي ڪتاب ۾ 'ڪشتريہ ڪُلن' جي وچور بہ آهي، جن مان گهڻا شايد اتر اولهہ

[1] پيرومل مهر چند آڏواڻيءَ جو چوڻ آهي تہ قديم سنڌ جا اصل رهاڪو "هاتوڪن ڪولن، سنٿالن، ڀيلن ۽ ميد لوڪن جا ابا ڏاڏا هئا. انهن لوڪن جي سڀيتا جا جيڪي اهڃاڻ "هن وقت" (1944ع) ملن ٿا، تن جا "ٿورا مثال" هو اجهي هي ڏئي ٿو: سنڌ ۾ خاص ڪري ٿر ۾ ڀيلن (يعني ڪول) جي گهڻائي. سنڌ جي "هارين نارين ۽ ٻين ان پڙهيل" ماڻهن ۾ ڪوڙيون ڪري ڳنڻ جو رواج. سنڌيءَ ۾ آوازن سان ٺهيل لفظن جو هجڻ. عام سنڌين جو اڪثر "پوتڙو هيٺان ڪري پنهنجي ڪرت ڪار" ڪرڻ. منڇر ڍنڍ جي مهاڻن جو پابوڙا پڌي جيٺرا پڪي جهلڻ. ڪن مهاڻن جو مڏن تيرن سان اڙين ۽ ٻين پکين کي ڇٽي سانو ڪرڻ. ڪراچي ضلعي ۾ شاهہ بندر طرف سنڌو نديءَ جي ٿوري پاڳي جو "پوپٽ" (چتون يا طوطو) جي نالي سان ان ڪري سڏجڻ جو "ان طرف جا ميربحر درياءَ ۾ گهڙڻ مهل پنهنجي پير لاءِ هڪ پوپٽ جي قرباني ڏيندا هئا. .. پر هن وقت اهو رواج ڪونهي" (قديم سنڌ، 1957ع، ص 51، 62-58) (مترجم)

هندوستان ۾ هئا (5). ورهميهير (Varahamihira) پنهنجي ڪتاب "بريهت سمهتا" ۾ انهن قبيلن جا نالا ڏئي ٿو. جيڪي "وايو پراڻ" ۾ ڄاڻايل ڀارت ورش جي نون ڀاڱن ۾ رهندڙ هئا. "بريهت سمهتا" ڇهين صديءَ عيسويءَ جي وچ ڌاري جوڙيو ويو هو ۽ عجيب ڳالهه آهي ته ان ۾ پلائنيءَ جا ڏنل به ٿي نالا به ملن ٿا. جڏهن ته ان کان اڳ جي ڪتابن ۾ رڳو هڪڙو نالو پڪيءَ طرح سڃاڻپ ۾ اچي ٿو (6). ڇو جو عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي ته پلائنيءَ پنهنجي وڃور ميگاستينيس جي وجائجي ويل ليک تان کنئي هئي، جو هن چوٿين صديءَ ق.م جي پڇاڙيءَ ڌاري جوڙيو هو. سو اسان کي مَلي (Malli)، سوگدي (Sogdi) ۽ ٻين اهڙن لوڪن جي نالن ملڻ جي آس رکڻ کپي. جي سڪندر جي وقت ۾ ٻرک هئا. پر نالو رڳو آڪزيڊريڪاءِ (Oxydracae) جو ملي ٿو ته سڪندر جي پيشقدميءَ جو دنگ سندن ملڪ ۾ ٿيو هو (7). مَلي لوڪن جو مقام هو هيٺين گنگا ۽ اوڙيسا جي وچ ۾ ڪٿي ڄاڻائي ٿو. اهي ظاهر آهي ته اسٽرابو ۽ ايريئن جا (Malloi) يعني سنسڪرت ڪتابن جا مَلوَ نه آهن، پر گهڻو ڪري مَلَ آهن، جن بابت مهاڀارت ۾ آيل آهي ته اهي بنگال واري ڀاسي جو هڪ قبيلو هئا (8).

ان ڪري سمورو ڌيان سنسڪرت جي ڪتابن تي ڏيڻ وڌيڪ فائدي وارو ٿيندو، جو انهن ۾ انهن قبيلن جا نالا به ڄاڻايل آهن، جن جو ذڪر اولهه جي ٻين ڪلاسيڪي ليکڪن ڪيو آهي. هندوستان جي مختلف ڀاڱن جي بيهڪ "پراڻن" ۾ هڪڙي ڏنل آهي ته "بريهت سمهتا" ۾ ٻي. پوئين پستڪ ۾ ٻاهرين اٺن ڀاڱن جا طرف ڀارت ورش جي وچين ڀاڱي کان ليکيا ويا آهن. اهڙيءَ ريت، سنڌ ان جي ڏکڻ الهندي ڀاڱي ۾ اچي ٿي، جو "وشنو پراڻ" واري الهندي ڀاڱي سان مشابهه آهي. پر ائين ڪرڻ سان به سڀ ڳالهيون صاف نٿيون ٿين. پَهلوَ، يَوڻ ۽ اُپير قبيلا "بريهت سمهتا" ۾ ڏکڻ الهندي ڀاڱي اندر ۽ "وشنو پراڻ" ۾ الهندي ڀاڱي اندر اچن ٿا. جڏهن ته "وايو پراڻ" ۾ اهي اترئين ڀاڱي جا ڏيکاريل آهن (9). سچ پچ ته هي اهي قبيلا آهن. جن بابت معلوم آهي ته اهي اتر اولهه کان هندوستان آيا هئا. سندن آمد جا اهي الڳ

الڳ طرف ممڪن آهي تہ سندن ڇرپسر جا مختلف مرحلا ظاهر ڪندا هجن. ٻئي طرف. اهو ڏسي حيرت ٿئي ٿي تہ انهن مان تازي ۽ تازو پستڪ. "بريهت سمهتا". مَلي (مَلوَ) کي پنهنجي اترئين پاڱي جو ڏيڪاري ٿو، جيتوڻيڪ ٻي ساک آهي تہ اُهي لوڪ ڇهين صدي عيسويءَ کان گهڻو اڳ ڏاکڻي پنجاب مان لڏي ڏکڻ طرف هليا ويا هئا (10).

مهاڀارت "کشتريہ فهرست" ۾ مَلوَ ۽ کشودرڪ لاڳاپيل يا گڏيل قبيلا ڏيکاريل آهن. جنهن مان پاڻئجي ٿو تہ هنن يعني مَلي ۽ آگزيڊريڪاءِ لوڪن جي پاڻ ۾ سڪندر خلاف ٻڌي قائم هئي. مهاڀارت واري ڊگهيءَ ياداشت ۾ شُودر ساڳيا کشودرڪ لوڪ ابيرن کان پوءِ ڄاڻايل آهن. ٻي صدي عيسويءَ ۾ ابيرن جي ڏيهہ جو ڏس ٽالميءَ جي انهيءَ ٽالي مان ملي ٿو، جنهن ٽالي سان هو سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ ٽي پاٽلينيءَ جي ترت مٿان واري ملڪ کي سڏي ٿو. اهو پڻ ٿي سگهي ٿو تہ شودر ۽ ابريئن وارا سوگدي ساڳيا هجن ڊايوڊورس سائڪولس. سوگدين کي سودراء (Sodrai) لکي ٿو (11). هيئن بہ ٿي سگهي ٿو تہ سوگدي لوڪ سووير لوڪ هجن. جي سيني سنسڪرت ماخذ ۾ سنڌو تہ جي ٻرڪ قبيلن مان هڪڙو قبيلو ڪري ڏيکاريل آهن. سندن نالو اڪثر ڪري سنڌوءَ سان گڏي ڏنو ويو آهي، جيئن سنڌو سووير مهاڀارت ۾ هنن سان سيوَ لوڪ شايد اسٽرابو وارا سباء (Sibai) ۽ ترگرت لوڪ ۽ مَدرڪ لوڪ بہ شامل ڪيا ويا آهن (12). انهيءَ پستڪ موجب. ڪُرڪيتر واريءَ لڙائيءَ ۾ سنڌو سووير مکيہ ڀهرو ورتو هو.

اهو ڏيان ۾ رکڻو پوندو تہ اوڀهہ جي اڪثر ڪلاسيڪي ماخذن وانگر. سنسڪرت جي پستڪن ۾ ڏنل احوال بہ اڳين تصنيفن تان نقل ڪيل آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن سان سهيوڳي احوال بہ ڳنڍيو ويو آهي. ان ڪري هڪ اهڙي مرڪب مورت جڙي پيئي آهي. جنهن جو ڪجهہ ڀاڱو ڪنهن خاص زماني جي ڇٽيءَ تصوير طور پيش ٿئو ڪري سگهجي جنهن زماني سان انهن جو واسطو آهي. تنهن زماني اندر اتر اوڀهہ هندستان ۾ وڏيون

لڏپلاڻون ٿيون هيون. اهي لڏپلاڻون عيسوي سن جي شروعات کان به صديون اڳ ۽ به صديون پوءِ خاص ڪري گهڻيون ٿيون. اتر ۽ اولهه ڪان ڪاهي ايندڙن جي اٿوهيٺ ڪن پراڻن قبيلن کي بيوطن ٿيڻو پيو ۽ ڪي وري ملي جلي هڪ ٿي ويا. فاتح پاڻ گهڻو ڪري هندو سرشتي ۾ جذب ٿي ڪشتريه سڏجڻ لڳا. پر جيئن ته هو ڌرمي ڳالهين کان "بيپرواهه" رهندا هئا. ان ڪري هو ڏيهي ڪشتريه جي پيٽ ۾ گهٽ سمجهيا ويندا هئا (13). جتي جتي به هو گهر ڪري وينا. اتي اتي هو قدرتي طرح حاڪم طبقو بڻجي ويا. اهڙيءَ ريت، سووير ن کي هڪبئي پنيان سَڪ لوڪن، پَهلوَ لوڪن، ڪُشن لوڪن ۽ وري هندو تي ويل سڪ لوڪن يعني الهندي هندوستان جي ڪَسترپ لوڪن جو محڪوم ٿيڻو پيو (13-الف).

ٻئي طرف مَلوَ لوڪن بيوطن ٿيڻ قبوليو پر آڻ نه مڃيائون ۽ اسان وٽ ثابتي آهي ته هو عيسوي سن جي اوائل ۾ راجپوتانا جي شهر جئپور جي پرسان وڃي وينا هئا (14). پوءِ گپت راڄ جي الهندي ڇيڙي وارن قبيلن ۾ ايير لوڪن سان گڏ. لڳ ڀڳ ساڳئي ئي تَسَر ۾ سندن نالو به نظر اچي ٿو. ايير لوڪ پنهنجي خود مختياري قائم رکندي، سمندر گپت جي اطاعت ڪندا هئا (15).

سنڌ جي تڏهوڪيءَ آدم شماريءَ جي وڏيڪ پائدار ۽ مسڪين طبقن لاءِ سنسڪرت جي هڪ ٻئي ڪتاب تي نظر وجهڻ وڌيڪ فائدي وارو ٿيندو. اهو ڪتاب "مهاڀارت" کان اڳ جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ رڳو تت جي شڪل ۾ ملي ٿو. تت به فارسي ترجمي جي صورت ۾ آهي ۽ فارسي ترجمو وري ڪنهن اڳئين عربي ترجمي تان ڪيل آهي. "مجمل التواريخ"، جو د... جي تاريخ جو خاڪو آهي، تنهن جي لکندڙ سنڌ ۽ اتر اولهه هندستان جي اوائلي تاريخ بيان ڪرڻ لاءِ اهو فارسي ترجمو لفظ به لفظ پنهنجيءَ تصنيف ۾ شامل ڪيو آهي (16).

سنسڪرت جي ان وڃائجي ويل ڪتاب موجب. سنڌ جا اوئلي رهاڪو جت ۽ ميد هئا. جت بيڙين وارا ۽ ميد مالوند لوڪ هئا. ممڪن آهي ته مترجم کان يا ڪاتب کان ڀل ٿي وئي هجي. نالن جي ادل بدل ٿي ويئي هجي، ڇو

تہ لسبيلي ۽ مڪران جا هاڻوڪا 'ميد' ساموندي قبيلو آهن (17) ۽ سنڌ جا جت اوني آهن. ڪجھ بہ هجي، اهي بيئي ڏنڊا مڇي مارڻ ۽ مال چارڻ - ڪسابن ڪان سنڌو ماتر جي ماڻهن جي ڪِرت رهيا آهن. ان هڪڙيءَ ڳالھ مان ئي اسين سمجهي سگهون ٿا تہ ان ڪتاب ۾ ڏنل احوال ضرور سچو هوندو. ان ڪتاب جي هيءَ ڳالھ بلڪل سچي ٿي سگهي ٿي تہ برهمڻن جي اچڻ ڪان اڳ سنڌ جي حڪومت تان ميدن ۽ جتن جا پاڻ ۾ تڪرار ٿيا هوندا ۽ برهمڻن جي اچڻ سان سنڌ ۾ تهذيب ۽ خوشحاليءَ جو وڏيڪ دور دورو ٿيو (18). جن عربن پهرين پهرين سنڌ تي قلم کنيو هو، سي ڏيڪارين ٿا تہ سندن ڏينهن ۾ جت ۽ ميد مکيہ قبيلا هئا. اهڙيءَ ريت، ابن خردازبہ زتن (جتن) کي ڪرمان ۽ منصوري جي وچ واريءَ سرحد جي حفاظت ڪندي ڏيکاري ٿو ۽ چوي ٿو تہ ميد، جي ڪڇ جي رڻ جا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي ڌاڙيل آهن (19).

البلاذري ڄاڻائي ٿو تہ خليفي جي سنڌ واري نائب، عمران، 836ع ڪان پوءِ ڪنهن وقت ميد لوڪن سان جنگ جوٽي هئي ۽ جتن کي پڻ دٻايو هئائين ۽ پوءِ جتن جا سردار وني وري ميدن تي ڪاهي ويو هو (20). الادريسيءَ موجب، ميد ڪڇ جي رڻ طرف رهندا هئا. پر اروڙ تائين چڙهي ايندا هئا ۽ بعضي بعضي تہ مڪران جي حد ڪان وڃي نڪرندا هئا (21). ابن حوقل جتن بابت ڄاڻائي ٿو تہ: "منصوري ۽ مڪران جي وچ ۾ مهراڻ جي پاڻيءَ جي ڪري بيٽ ٺهي ويا آهن ۽ ملڪ جا رهاڪو هند جي هڪ زت نالي هڪڙا لوڪ آهن. جيڪي درياھ کي ويجها آهن، سي بربرن وانگر، ڪکائين پونگين ۾ رهندا آهن ۽ مڇي ۽ پاڻيءَ جا پکي کائيندا آهن... هنن جو هڪڙو بيو قبيلو. جيڪو ڪپ ڪان پري رهي ٿو. سو ڪُردن جهڙو آهي. اهي کير. پنير ۽ جوئر جي مانيءَ تي گذر ڪندا آهن"(22).

انهن لکندڙن پنهنجا ڪتاب ڏهين صديءَ عيسويءَ ۾ جوڙيا هئا ۽ "مجمل التواريخ" جي شروعات پاندون جي لڙائين ڪان اڳ واري دور سان ٿئي ٿي. بنهي زمانن ۾ وڏي ويڇوٽي آهي. پر ستين صديءَ جي پهرئين اڌ

جو احوال اسان کي هڪ ٻئي ليکڪ، يوئان چوانگ، کان ملي ٿو. سندس احوال مان ظاهر ٿئي ٿو ته سندس ڏينهن ۾ به سنڌ جا رهاڪو لڳ ڀڳ ساڳيائي هئا. هو لکي ٿو: "سِن تو (سنڌو) لڳ هينانهن مجرن ۾ اٽڪل هڪ هزار لي تائين اڪيچار ڪٽنب رهندڙ هئا، جن جا سياءُ ڏاڍا ڪرڙا ۽ تکا هئا. خون ڪرڻ سندن مشغلو هو ۽ گذران مال پالي ڪندا هئا. هنن ۾ نه ته نندوڏائي هئي، نه ڪائي سرڪار"(23). پانڃي ٿو ته اهي جت هئا، جو "چچ نامي" ۾ به سندن اهڙو ئي ذڪر آهي. چيو وڃي ٿو ته محمد بن قاسم "لهاڻي قبيلي جي جتن" جي پڇا ڪئي ته کيس ٻڌايو ويو ته: "هنن ۾ نندي وڏي جو فرق ئي ڪونهي، سڀ سياءُ جا وحشي آهن، جهڙا ڍور. اصل کان سرڪش ۽ حاڪمن جا نافرمان آهن ۽ رستن تي ڌاڙن هڻڻ تي هريل آهن" (24). تنهن تي ملسمان سپهه سالار هنن سان اهي ساڳيا سخت ۽ ذليل ڪندڙ قاعدا لاڳو ڪيا، جيڪي راءِ چچ ڪيا هئا ۽ چيو وڃي ٿو ته صديءَ کان وڌيڪ مدو پوءِ امير عمران سندن هٿ ڏنيائي ڇڏيا ۽ حڪم ڪيائين ته: "جيڪو به مون سان ملڻ اچي، ڪتو ساڻ ڪري اچي" (25). راجپوت ته هاڻوڪي زماني ۾ به ماتحت قوم کي ريشمي ڪپڙي پهرڻ يا هني سان گهوڙيسواري ڪرڻ ۽ اهڙين ٻين ڳالهين کان جهليندا آهن(26)

محمد بن قاسم کي ٻڌايو ويو ته راءِ چچ سمن ۽ لاکن تي به ساڳيون لهاڻن جتن واريون بندشون رکيون هيون. پر عرب سپهه سالار هنن سان ۽ سهتن سان ٻڻ، نرميءَ وارو ورتاءُ ڪيو (27). هيءَ ڳالهه ڌيان جوڳي آهي ته ان تاريخ ۾ سهتن کي انهيءَ ساڳئي علائقي جو ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو هاڻ سندن نالي پنيان سڏجي ٿو. اسين اهو ٻڻ پڙهون ٿا ته جت اولهه ۾ ٻري قندابيل ۾ به رهندڙ هئا (28) ۽ ٻارهن سو ورهيه پوءِ اسين ڏسون ٿا ته ڪڇيءَ جا گهڻا هاري ناري، ڪڙمي ڪاسبي اجا به جت ۽ سمات آهن.

ياد رهي ته موريا دور ۽ محمد بن قاسم جي وچواري مدي ۾ ماڻهن جو نسل اتر ۽ اولهه کان هڪبئي پنيان ريل ڇيل ايندڙ 'وحشين' سَڪ. يوهچي ۽ هُونڻ لوڪن جي ڪري ضرور گهڻو بدلجي ويو هوندو. جت ۽ راجپوتن جا

گهڻا قبيلا انهن لوڪن جي ٻـڻ مان سمجهي سگهجن ٿا. جيڪي ڪٿي گهڻا ڪٿي ٿورا ڏيهي نسلن سان ملي هڪ ٿي ويا هوندا. هاڻوڪن سنڌين جي وڏي اڪثريت وري انهن جتن ۽ راجپوتن جي پونير آهي.

مسلمانن جي فتح سان عربن سنڌ ۾ رهڻ شروع ڪيو. جيتوڻيڪ اهي عرب تعداد ۾ ٿورا هئا. تڏهن بہ هنن جو ملڪ جي سماجي ۽ مذهبي تاريخ تي وڏو اثر پيو. نبي ڪريم ﷺ جن جي پوين مان ڪيترا سيد فارس، افغانستان ۽ وچ ايشيا جي گهڻن پرڳڻن ۾ وڃي وسيا هئا. ۽ ڪيترا اتان شايد ڏهاڪو صدين جي عرصي دوران مختلف وقتن تي سنڌ ۾ لڏي آيا. هندن جي اڪثريت کي اسلام تي آڻڻ جو موڙ انهن سيدن جي سر تي آهي. اهو سلسلو چوڏهينءَ (29) ۽ ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ تمام تکو ٿي ويل ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

سنڌ ۾ ٻيا بہ ڪيترائي قبيلا پنهنجو حسب نسب وڃي عربن سان ملائيندا آهن ۽ قريش نسل مان هجڻ جون اڪثر دعوائون اهڙيون ئي هونديون آهن. جهڙيون دعوائون برطانيا جا ڪيترا ڪٽنب جڙتو ۽ ڪوڙن شجرن جي آڌار تي نارمن فاتحن جي ساٿارين جي يا اجا بہ اڳاٽي اُوچي ٻـڻ مان هجڻ جون ڪندا آهن. سنڌ جا جيڪي قبيلا عربن مان هجڻ جون دعوائون ڪندا آهن. تن جا اصل نالا ونڻ. جي بيواجبي نہ ٿيندو. تہ بہ انهن ۾ ناراضپو ضرور پيدا ڪندو.

سنڌ جي آدم شماريءَ جو هڪ ٻيو مکيہ جزو آهن بلوچ، جي پڻ عرب هجڻ جي دعوا ڪندا آهن. اجا پندرهين صدي عيسوي پوري نہ ٿي هئي. جو هو پنهنجي موجودگي محسوس ڪرائڻ لڳا(30). هي مال ونڊ ۽ نيم لاڏائو ماڻهو هئا جهيڙي جهٽي جا ڪوڏيا پڻ. چيو وڃي ٿو تہ ان نسل جو پڻ شام ۾ اُسريو. جتان سندن اوپر طرف واڌارو ڪڏهن ڪڏهن تيز بہ ٿي ويندو هو. خاص ڪري تڏهن جڏهن انهن ملڪن جا حاڪم. جتي هي رهيل هوندا هئا. سندن خلاف ڪات ڪهاڙا ڪڍندا هئا. سندن آخري لڏ پلاڻ سنڌو ماٿريءَ ڏانهن هئي. هتي هو سيستان کان آيا. جتي هو ڪجهہ زمانو رهيا هئا. اتان سندن لڏڻ جو ڪارڻ شايد گهڻو ڪري اقتصادي هو. جو تہ هو پاڻ ٿوڙي سندن ڏڻ جيئن پوءِ وڌندا ٿي ويا.

سنڌن ڪيترائي قبيلا اچي ڪڇيءَ ۾ ويٺا. ۽ اتي تڪر وني اتر پاسي ديراجات ۽ ڏکڻ پاسي سيوهڻ ۽ ان ڪان پرتي پکڙجي ويا. ماڻهو ويڙهاڪ هئا، سو ترت قدر ٿيڻ لڳن ۽ اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ سبيءَ جو گورنر ڪين پنهنجي لشڪر ۾ ڀرتي ڪري شاهہ بيگ ارغون سان وڙهيو هو. وري اسين پڙهون ٿا تہ اِن بادشاهہ ٿورا ورهيہ پوءِ جڏهن مٿينءَ سنڌ تي بہ قبضو ڪيو. تڏهن هنن مان اهڙو اچي تنگ ٿيو، جو ملڪ جي انهن مان جند ڇڏائڻ لاءِ هڪ ئي وقت وڏي پيماني تي انهن جو ڪوس ڪرايائين. اهو واقعو 1521ع ڌاري ٿيو ۽ سنہ 1523ع ۾ شاهہ بيگ جو پٽ مرزا شاهہ حسين سبيءَ تي چڙهي، وڃي رندن ۽ ٻين بلوچن کي سيڪت ڏيئي آيو (31). ريورٽيءَ موجب، ملتان جي لانگاهہ جات حاڪمن سورهين صدي عيسويءَ جي پهرينءَ چوٿائيءَ ۾ بلوچن کي جاگيرون ڏيئي، ديراجات ۾ اچي رهڻ تي هرڪايو. جاگيرن جي عيوض کين فوجي خدمت سرانجام ڏيڻي هئي (32). سنڌ ۾ هو مال وند رهندي ۽ چاري جي سانگ تي سڄو ڏيهہ رلندي، هوريان هوريان حد دخلي ڪندا نظر اچن ٿا. ڪٿي تہ ائين بہ ٿيو تہ جتي ڪنهن قبيلي تاڪ ڪيو، سو تر ئي سندن نالي پوءِ سڏجڻ لڳو. جيئن 'چانڊڪو' ۽ 'بڙديڪا' ڪلهوڙا سنڌ جا پهريان حاڪم هئا، جن بلوچن کي، سپاهين جي حيثيت ۾ ڪمائتو ڏسي، سنڌ لڏي اچڻ تي همٿايو. هو مرشد هئا ۽ انهيءَ زور تي ٽالپرن ۽ مَرين کي خدمت لاءِ گهرائي تي سگهيا. تاهم، ڪجهہ سندن قبائلي سرشتي جي تقاضا، ڪجهہ پراڻا پَلوَ پاڙڻا ۽ ڪجهہ وري هوندن ئي ڦڏي جو چشڪو، سو بلوچ ٻيا تہ نهيو خود پنهنجن هم قوم حاڪمن هيٺ بہ سنڌ جي آدم شماريءَ جو وڳوڙي عنصر ئي رهيا.

ٽالپرن جي صاحبي برپا ٿي تہ بلوچن جي گهٽي ڀاڳي پنجاب مان اصل لاند لڳي ويئي ۽ سندن سردار ملڪ جا فوجي امير بڻجي ويا. برطانيا سرڪار پڻ بلوچ جاگيردارن جي حيثيت ٿوري قير قار سان قائم رکي ۽ ٻهراڙيءَ جي سماجي جوڙجڪ ۾ بلوچ زميندار اڃا بہ وڏي اثر وارا آهن ۽ اها ڳالهہ هر ڪڙمي مڃي ٿو.

جنهن زماني ۾ بلوچ سنڌ اندر پاڻ ٽانيڪو ڪري رهيا هئا، تنهن زماني ۾ سياسي انقلابن جي نتيجي طور ڪجهہ ٻيا پرڏيهي ماڻهو بہ اچي وسيا. پر نسبتي طرح ٿوري تعداد ۾. اهڙيءَ ريت مغل آهن، جي ارغون ۽ ترخان گهراڻن سان ۽

نئي جي شاهي پرڳڻي ڏٺين سان ڳنڍيل عملدارن ۽ سپاهين جا پونير آهن. وڏيڪ مکيہ ڳڙهي ياسين ۽ شڪارپور جا پناڻ آهن، جي تڏهن اچي وسيا هئا، جڏهن مٿينءَ سنڌ جو اهو ڀاڱو افغانستان جي دراني گهراڻي جي ماتحت هو.

ساڳيءَ ريت، ٻيا بہ ڪيترا قبيلا ۽ ذاتيون آهن، جي نسبتاً جديد زماني ۾ اتر ۽ اوڀر جي پاڙيسري ڏيهن کان لڏي سنڌ ۾ اچي وينا آهن. سندن لڏي اچڻ جا ڪيترائي سبب هئا، جهڙوڪ: پنهنجن سان تڪرار، اباڻين زمينن جو پورو نہ پوڻ يا ظالم حاڪمن کان پڇي جند ڇڏائڻ. گهڻائي پنجاب جي جاٽ قبيلن، جهڙوڪ: سيالن، جوين ۽ کُهاوڙن جي آهي. سِرائيءَ وارو لقب انهن سان ئي لاڳو ڪيو ويو. اهي سنڌ ۾ تڏهن آيا، جڏهن ڪلهوڙا، جن جا اِهي مريد ۽ حمايتي هئا، سي مغلن سان پرچي ويا ۽ بکر جا حاڪم ٿيا.

پهرين پهرين سرائيءَ جي معنيٰ 'اُتر جو ماڻهو' هوندي هئي، پر پوءِ اهو لفظ، ڪلهوڙن جي گهراڻي سان لاڳاپي جي ڪري تعظيمي لقب ٿي ڪم اچڻ لڳو. انهن جا اڪثر قبيلا پاڻ ۾ لهندا يا الهندي پنجابي ڳالهائيندا آهن، جا بولي سنڌ ۾ سرائڪي سڏي وڃي ٿي. اوني جتن توڙي ڪيترن اهڙن بلوچن قبيلن يا قبيلن جي پاڙن جي بولي بہ اهائي آهي، جيڪي ڪجھ وقت پنجاب ۾ گهارڻ کان پوءِ هت آيا هئا.

سنڌين جا اڪثر نسل جي راجپوت سمن ۽ جتن جا پونير آهن، تن جي وچ ۾ جيڪو بہ اصلوڪو فرق هو، سو هاڻ، ڪن ٿورن مثالن کي ڇڏي، غير حقيقي آهي. ويندي اهڙا قبيلا بہ، جي ڄاتل سڃاتل راجپوت نالن سان سڏجن ٿا، تن کي پنجاب ۾ جاٽ ۽ سنڌ ۾ سماٽ سمجهيو وڃي ٿو. ڏکڻ اولهہ پنجاب ۾ تہ ڀانت ڀانت جا قبيلا جاٽ ڪوٺيا وڃن ٿا. اتي جاٽ لفظ ڪنهن نسلي معنيٰ ۾ نہ پر ڏنڌي ڌاڙيءَ جي معنيٰ ۾ واپرايو وڃي ٿو، جيئن ڪڙمي يا آبادگار، يا وري سماجي معنيٰ ۾، جيئن اهي قبيلا، جن جي پنهنجي زمينداريءَ جي ڪري ڪا سماجي حيثيت هجي. عام طرح اهڙن قبيلن کي جاٽ نہ سڏيو ويندو آهي، جن بابت پتو هوندو اٿن تہ اهي ويجهڙ ۾ ڪنهن ٻئي هنڌان لڏي آيا آهن. پر ڪِن ايراضين ۾ ڄاتل سڃاتل بلوچن کي، جي پنهنجي پنهنجي تمن کان ڌار رهندڙ هوندا آهن، مڪاني طرح جاٽ ليکيو وڃي ٿو. پنجاب ۾ اهو لفظ ويجهڙائيءَ وارين صدين اندر وڏيءَ آبروءَ وارو ٿي ويو آهي، ۽ جاٽ قبيلي ۾

گهڻو ڪري پنهنجيءَ ڳالهه ڳت وارا ۽ آبرودار آباد گار شامل سمجهيا وڃن ٿا. سچ پچ تہ جيترو ان نالي کي مانائتو ليکيو وڃي ٿو، تيترو راجپوت کي نٺو ليکيو وڃي. هوئن بہ مسلمانن جي وڏي اڪثريت واريءَ آدمشماريءَ ۾ راجپوتن جو مُلهه ايترو نٺو ٿي سگهي، جو هنن سان مسلمان دشمن روايتون منسوب آهن. ساڳيءَ ريت، گهڻ ۾ گهڻ انهن بلوچن کي، جيڪي پنهنجي قبائلي علائقي کان ڏور وڃين پنجاب ۾ جاتن سان گڏ رهندڙ آهن، اوني يا اُٺ پاليندڙ سمجهيو وڃي ٿو. سنڌ ۾ وري معاملو ان جي اُبتڙ آهي. سو، جيئن سنڌو نديءَ جي اوپر پاسي الهندي پنجاب ۾ سيني قبيلن جو لاڙو پاڻ کي جاٽ سڏائڻ ڏانهن آهن، تيئن سنڌ ۾ ڪيترائي جت ۽ سماٽ قبيلا پاڻ کي بلوچ سڏائڻ چاهيندا آهن.

سنڌ ۾ لڏي ايندڙ بلوچ بهراڙيءَ جي ماڻهن کي بنا ڪنهن ساڱاهہ جي جت سڏيندا هئا. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي صاحبين ۾ جڏهن هو وڌندڙ تعداد ۾ اچڻ لڳا، تڏهن هنن پاڻ سان گهڻا اوني يا نوڪر قبائلي جنگين ۾ پڪڙيل ٻانها بہ ضرور آندا هوندا. انهن سيني کي گڏي ڌڪار وچان جت سڏيو ويو. جيئن تہ بلوچ قبيلا ملڪ جا فوجي امير ٿيندا ٿي ويا، سو سنڌ ۾ جت نسل نہ پر ڪِرت ڏيکاريندڙ لفظ بڻجي ويو، جنهن جي معنيٰ هئي اوني يا اُٺ وارو. آنجهاني مسٽر ڪورنٽن (Mr. Covernton) ٻڌائي ٿو تہ: "پنجاب ۾ نسل يا ذات لاءِ لفظ "جاٽ" يا "جٽ" آهي، جڏهن لهندا ٻوليءَ ۾ اونيءَ لاءِ لفظ "جت" آهي، جيئن سنڌ ۾، جيڪو 'ٽ' اکر وارو 'جٽ' لفظ ويجهڙائيءَ واري وقت تائين سنڌي هندو مسلمان هاريءَ يا ڳوناٺي لاءِ ڪڏهن ڪتب آڻيندا هئا. سو شايد پنجاب اندر نسلي مفهوم ۾ ڪم ايندڙ لفظ سان ڳنڍيل آهي پر، سنڌ ۾ بيعزتيءَ واري معنيٰ اختيار ڪري ويو آهي. سنڌ ۾ پنجاب جي جاٽ يا جٽ لفظ جي بي ماني ٿيڻ جي سمجهاڻي هيءَ بہ ٿي سگهي ٿي، تہ بلوچن وٽ اصل ۾ 'ٽ' اُچار هوئي ڪونہ، سو هو ملڪ جي ڏيهي ڪڙمين کي 'جٽ' جي بدران 'ت' سان جت سڏيندا هئا" ۽ جت جي معنيٰ، جيئن اڳيئي ڄاڻايو اٿئون، لهندا ٻوليءَ ۾ آهي "اوني".

منڍ منڍ ۾ 'راجپوت' لفظ ڪنهن خاص نسل جي ماڻهوءَ لاءِ استعمال نہ ٿيندو هو، بلڪ ان مان مراد اُوچي پد وارو ۽ خانداني ماڻهو هوندي هئي ۽ ڪي

راجپوت قبيلا شايد آهن ٿي جاٽ، جٽ، جت ٻـڻ مان. هيءَ ڏيان جوڳي ڳالهه آهي، تہ "چچ نامي" ۾ راءِ ڏاهر جي فوجي اميرن کي "ٺڪر" ڪونيو ويو آهي. انومان آهي تہ اهي ٺڪر راجپوت لفظ جي اصلوڪيءَ معنيٰ ۾ راجپوت هوندا. سندن قبيلن جا نالا نہ ڏنا ويا آهن. عجيب ڳالهہ آهي تہ اڄڪلهہ سنڌ ۾ راجپوتن جو جيڪو قبيلو (سوڍا) گهڻي کان گهڻو آهي، سو ٺڪر سڏبو آهي، جڻ تہ اهو سندن قبيلي جو نالو هجي. اهي سوڍا راجپوت هينئنءَ سنڌ جي تاريخ ۾ تيرهينءَ کان پندرهين صديءَ عيسويءَ تائين چڱا برک هوندا هئا ۽ سومرن ۽ سمن جي لشڪرن جو چڱو چوکو ڀاڱو سندن ڏنل هوندو هو. سوڍا گهڻو ڪري جاڙيجن سان ڀٽ هوندا هئا. جاڙيجا پاڻ کي سنڌ جي سمن جي شاخ سمجهندا آهن، پر گهڻو ڪري ليکبا راجپوت آهن، جو سياويڪ بہ آهي، ڇو تہ سندن هڪڙو گهراڻو ڪڇ تي راڄ ڪندو هو.

ڪيترن سمات قبيلن جيان، سنڌ جي ڪنهن ڀاڱي جا جاڙيجا مسلمان آهن تہ ڪنهن ڀاڱي جا هندو. البت سوڍا منڍ کان پڪا هندو آهن. ٽوٽي جو ٿاڌ هڪڙيءَ روايت جو ذڪر ڪري ٿو تہ سومرا، جي پوءِ مسلمان ٿيا، سي سندن ٻڻ مان هئا. سنڌ جا ڪوکر، جي راجپوتن جي راٺوڙ ڪُـل مان سمجهيا وڃن ٿا، سي گهڻا مسلمان آهن ۽ سرائي سڏيا وڃن ٿا، ڇو تہ تہ اهي ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ پنجاب کان آيا هئا. (33)

هيءُ سوال اڃا نبري نہ سگهيو آهي تہ سنڌ جي واٽين ۾، جيڪي گهڻا لهاڻا آهن، سي تن لهاڻن جاٽن جا رهيل کهيل غير مسلم عيوضي آهن يا نہ، جن جو ذڪر "چچ نامي" ۾ اچي ٿو. اڪثر ڪري چيو ويندو آهي، تہ جيڪي اصلوڪا هندو يا ٻُڌ سنڌ ۾ ترجي اولهہ پاسي هئا، سي ذري گهٽ سڀ مسلمان ٿي ويا هئا ۽ جيڪي بچيا هئا، سي لڏي ويا هئا. اها حقيقت آهي تہ هندو لهاڻا، سنڌ سان گڏ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ بہ آهن، پر پنجاب ۾ ڪونهن، جو پڻ اوائل ۾ ئي اسلام جي دائري اندر داخل ٿيو هو. ڪي هاٺوڪا لهاڻا چوندا آهن تہ اسين عرب فتح کان گهڻو وقت پوءِ سنڌ ۾ پنجاب کان آيا هئاسون. لهاڻن جاٽن تي محمد بن قاسم جيڪي بندشون وڌيون هيون، سي انهن بندشن کان وڌيڪ سخت ڪونہ هيون، جي برهمڻ راجائن مٿن مڙهيون هيون. انهن بندشن کي ڇڏي، عربن جو غير مسلمن سان سلوڪ نرميءَ وارو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مذهب جي بنياد تي اُنهن سان ڪابہ اُرهہ

زورائي ڪانہ ٿي هئي. اهو تہ سلطان محمود غزنويءَ جي وقت کان پوءِ لهاڻن جو سنڌ جي قبيلي يا جاتيءَ جي حيثيت ۾ ذڪر نٿو اچي. ان مان ڪجهہ بہ ثابت نٿو ٿئي. گهڻ ۾ گهڻ اِن قبيلي جي هڪڙي راڻي جو مذڪور ملي ٿو. اهو هو ڏماج جو پٽ سانر (Sanir s/o Dhamaj) ذات جو "ڪوريجو سمو لهاڻو". جو انهن ستن جاگيردار سردارن مان هڪڙو هو. جيڪو تيرهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ ڏيهہ جا حاڪم هئا. جڏهن ملڪ ناصرالدين قباچا نواب هو (34).

سنڌ ۾ رهندڙ سهتا، جن مان ڪي مسلمان آهن، تہ ڪي هندو. سي ضرور "چچ نامي" وارن سهتن جا پونير هوندا ۽ جيئن ڪورنٽن چوي ٿو، اهڙن لهاڻن ۽ هاڻوڪن مسلمان سماٽ قبيلن جي وچ ۾ بدني يا دماغي خاصيتن جا فرق ڪي ايترا وڏا نہ آهن، جو انهن جي تشريح ان ڳالهہ سان نہ ڪري سگهجي تہ سوين ورهين کان لهاڻا شهري ۽ واپاري رهيا آهن ۽ سما ڪڙمي. هي جو ايتري وڏي مدي کان لڳاتار مسلمان حاڪم لهاڻن کي نيچ نسل ڪري ليکيندا رهيا آهن، سا ڳالهہ ظاهر آهي تہ سندن اصلوڪي نسلي سياءَ کي ميسارڻ لاءِ ڪافي هئي.

جيڪڏهن لهاڻا مسلمانن جي صاحبيءَ جي اوائلي ڏينهن ۾ سنڌ مان لڏي ويا هئا ۽ پوءِ موٽي آيا هئا، تڏهن بہ سندن غير حاضري ايتري ڊگهي ڪانہ هئي، جو سندن ريتين رسمن يا ٻوليءَ تي ڪي اثر ڇڏي ها. ۽ پنجاب تہ هو ڪنهن بہ حالت ۾ ڪونہ ويا هوندا، ڇو تہ ڪي ضرور اتي رهي پون ها. ۽ پنجاب ۾ لهاڻا آهن ئي ڪونہ پنجاب جي جيڪا جاتي لهاڻن جو مَٽُ آهي، سا آهي اروڙا. هنن تي اهو نالو ضرور سنڌ جي شهر اروڙ تان پيو هوندو ۽ هي شايد خلافت جي ڏينهن ۾ ان شهر جي ڦٽڻ تي اتر طرف لڏي ويا هئا.

ڪيترا اروڙا سنڌوءَ جي ديوتا، اڏيري لعل جا، پوڄاري آهن. جو گهڻو ڪري لهاڻن جو پنٿ آهي ۽ ٻنهي جاتين جي نکن جا ڪيترائي نالا ساڳيا آهن اروڙا پنهنجين نکن لاءِ حالت اضافت جو سنڌيءَ وارو اکر 'جا' ڪم آڻيندا آهن ۽ نہ پنجابيءَ جو 'دا'. ان سڄيءَ اُپٽار جو مقصد هيءُ ڏيکارڻ آهي تہ لهاڻا ۽ اروڙا ٻيئي اصل سنڌ جا وينل هئا. اروڙا پوءِ پنجاب لڏي ويا. جتي هنن پنهنجو هاڻوڪي امتيازي نالو اختيار ڪيو ۽ اڄوڪن لهاڻن جي اڪثريت انهن جي پونير آهي، جن پنهنجو اهوئي پراڻو نالو قائم رکندي، ڪڏهن بہ سنڌ ڪانہ ڇڏي هئي، ڪڇ ۽ ڪانياواڙ وارا لهاڻا عربن جي اچڻ کان اڳ اتي وڃي وسيا هئا.

سنڌ خاص يعني سنڌونديءَ جي ميدان جي آدمشماريءَ جو تاجي پيشو آبپاشيءَ ۾ واڏاري ۽ سڌاري سان جيئن پوءِ تيزيءَ سان ڦرندو پيو وڃي. ٻه صديون اڳ تائين ان جي جوڙجڪ ۽ ورچ سادي هئي، هاڻ اها گهڻي تبديليءَ ڏانهن مائل رهي ٿي. جيوت جو خانه بدوشي ڍنگ اٿلي پيو ٿيندو وڃي، ساڳئي وقت ثانيڪن رهاڪن ۾ بڻ بنياد ۽ رهائشي مدي جي ايتري تہ گوناگوني آهي، جو ان کي سماجي تاريخ جي ڪن ڄاڻو عالمن ۽ محققن جون ڪوجنائون ئي سلي ۽ ڪٿي سگهنديون ۽ ان جي اپٽار لاءِ دفترن جا دفتر درڪار ٿيندا.

سنڌ جي ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾، تر ۾ ۽ ڪنهن حد تائين لاڙ ۾ نسبتي طرح پائيداري آهي، ڇو تہ انهن علائقن ۾ نون ايندڙن لاءِ ڪا گهڻي ڪشش ڪانهي ۽ نہ ئي پراڻا رهاڪو ڪي انهن جا سانتيڪا پاڙيسري ثابت ٿيندا. سو هاڻوڪي اتر الهندي حد کان ڏکڻ ۾ پري سيوهڻ تائين ٽڪرن ۾ ۽ ڪاڇي ۾ بلوچ قبيلا رهندڙ آهن ۽ اهي قبيلا پڻ، جي ايامن کا بلوچن سان گڏ رهندا اچن ٿا. هنن ۾ اهي قبيلا بہ اچي وڃن ٿا، جن بابت گمان ٿي سگهي ٿو تہ اهي تر جي تمام اڳاٽي بڻ، ڇٽن ۽ گانئچن جا پويان آهن.

سيوهڻ، ڪوٽڙيءَ ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ جيڪو وڏو ٽاڪرو علائقو آهي، اتي جا مکيہ رهاڪو نومڙيا ۽ برفت آهن، جي پڌري پٽ گهڻو ڪري راجپوت بڻ مان آهن. جوکيا بہ ساڳئي بڻ مان آهن. اهي مٿين قبيلن جي ڏکڻ ۽، مليرَ ۽ ٺٽي طرف، ٽڪرين جي پاسن کان رهن ٿا. نومڙيا ۽ برفت ڪنهن وقت سنڌ کان وڏيڪ لسبيلي سان لاڳاپيل هئا. نومڙيا تہ سترهين صديءَ عيسويءَ ۾ ٿوري وقت لاءِ لسبيلي جا حاڪم بہ هئا. اهو تہ هي قبيلا راجپوت بڻ مان آهن، سا ڳالهہ سندن تُشڪيل پهڻ جي قبن جي نموني مان ثابت ٿئي ٿي. اهي قبا انهيءَ تر ۾ عام آهن، جتي انهن قبيلن جي گهڻائي آهي، يعني جهرڪن کان ويندي پري اتر ۾ حب نديءَ جي ساڄيءَ ڪنڌيءَ سي هنيدن (Hinidan) تائين.

انهن ٽڪرن ۾ بلوچ بہ رهن ٿا: گبول، جي اولهہ طرف سيوهڻ تعلقي جي ڏکڻ کان ويندي ذري گهٽ ڪراچيءَ تائين آهن ۽ کوسا، جي ڪوٽڙيءَ طرف اوپر واري ٽُڪر ۾ آهن. ٽَڪرن جي ڏکڻ ۾ ميربور ساڪري جو پر پاسو وري ڪرمتي بلوچن جو ڳڙهہ آهي. چيو وڃي ٿو تہ اهي سورهين صدي عيسويءَ جي شروعات کان اڳ سـڌا مڪران کان آيا هئا ۽ اِهو نالو ڪلمت هور، يعني ڪلمت ڪاريءَ، کان مليو اٿن، جا مڪران ۾ آهي.

ٿر جي پريان ننگرپارڪر جي پر پاسي ۾ به کوسا آهن. ڪڇ جڏهن انگريزن جي حفاظت هيٺ آيو هو، تڏهن کوسن ان تي جلهون ڪيون هيون. انهن جلهن جي ڪري ئي بمبئي سرڪار ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ اها سفارتي ڏي وٺ ٿي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ 1820ع وارو عهد نامو عمل ۾ آيو هو. ڏکڻ وارين ٽڪرين جي کوسن وانگر هي کوسا به پڪ ئي پڪ مڪران کان نسبتي طرح اوائلي وقت ۾ آيا هئا (35).

ٿر جي سڌ واري ڏاکڻي اڌ جا رهاڪو گهڻو ڪري سوڍا راجپوت آهن، جن جو ذڪر اڳيئي ٿي چڪو آهي. راجپوت ۽ سماٽ نسل جا ڪيترا قبيلا به انهن سان رليل مليل آهن، جن ڪي مسلمان ٿئي ڪو گهڻو مدو ناهي ٿيو. راڄڙ، پلي، نهڙيا ۽ ڪيئي ٻيا. سنڌ منجهه سنڌوءَ جي اوير ۾ جي ڪولهي ۽ ڀيل آهن، سي هاڻوڪي زماني اندر لڏي آيا آهن.

اتر اوير سنڌ جي وارياسي تر ۽ ان جي پر واري ميداني علائقي جو سيني ۾ مکيه قبيلو مَهرَ آهن، جي پاڻنجي تو ته ڪنهن اوائلي وقت کان اتي رهندڙ آهن. وارياسي ۾ ڪي مهر راجپوت به آهن، جي هندو ڌرم جا پوئلڳ آهن، پر وڏي اڪثريت انهن جي مسلمان آهي، جي چڱا ڀلا ماڻهو آهن. هاڻوڪي پرڳڻي جي بنهه اتر اوير ۾ جيڪي ڏهر آهن، سي شايد پوءِ راجپوتانا کان آيا هئا. انهن ۽ مهرن سورهينءَ صديءَ عيسويءَ جي پهرئين اڌ ڌاري چڱو زور ورتو هو. ڏهرن جي ڏيهه جو ڪجهه ڀاڱو ته سڌبو ئي سندن نالي پنيان آهي. اتان ويجهو ماڇڪي جو علائقو آهي، جيڪو ماڇي قبيلي جي نالي تي آهي (36). ان قبيلي جا ماڻهو هاڻ سڄيءَ سنڌ ۾ آهن ۽ پنجاب ۽ گجرات جي ڪن ڀاڱن ۾ پڻ هن قبيلي جا ماڻهو آباد آهن. سندن مول منڍ اڻ ڄاتو آهي. عام طرح کين گهٽ سمجهيو ويندو آهي. ڪنهن زماني ۾ هي ضرور مهاڻا هوندا، پر هاڻ ناهن. اهي اڪثر ڪري ڪانيون ڪندا ۽ تڏا ناهيندا آهن ۽ سندن رهڻي ڪرڻي مهاڻن کان بلڪل نرالي آهي.

ماڇڪي کان سنڌوءَ جي ٻيءَ پر اهو علائقو اڇي ٿو، جي بلوچ گهڻائيءَ ۾ آهن. جيڪو تر اتر طرف ديرو غازي خان ۽ اولهه طرف جيڪب آباد ٽپي وڃي ٿو، تنهن ۾ ۽ ڪڇيءَ جي اولهه ۽ اوير ۾ ٽڪرين جي هينان به گهڻو تڻو بلوچ آهن. پر ڪٿي ڪٿي رهيا کهيا جت ۽ سما به آباد آهن، جن جا وڏا بلوچن کان اڳ انهن ترن جا مکيه زميندار هوندا هئا.

هيءُ سنڌ جي انهن ايراضين جو تمام اٽڪل ٽيون حصو آهي، جتي جي آدم شماريءَ جي ترتيب ۾ ويجهڙائيءَ وارن ڏينهن اندر تمام ٿوري ڦير ڦار آئي آهي. ڪوهستان ۾ ۽ ٿر ۾ آدم شماريءَ جي هاڻوڪي ترتيب گمان آهي ته اڃا ايامن جا ايام هلندي، ڇو جو انهن علائقن ۾ ترقيءَ جي ڪا گهڻي گنجائش ڪانهي. ٻين علائقن ۾ هڪ نئين تبديلي اچي رهي آهي.

سنڌ جي پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ تي جيڪي هندو وڏيڪ شاهوڪار ۽ سڌريل هئا، سي گجرات ۽ بمبئيءَ طرف لڏي ويا ۽ سک زميندار ۽ ڪُڙمي پنهنجيون ويجهڙ ۾ وڌل 'بينڪون' ڇڏي، اصلوڪي وطن پنجاب موٽي ويا. موٽ ۾، هر نسل جي ۽ هندستان جي ذري گهٽ هر صوبي ۽ رياست جي مسلمانن جي لهر آهي، جا ورهاڱي جي ڏينهن کان سنڌ ۾ داخل ٿي رهي آهي. هنن کي ملڪ جي اقتصاد ۾ جذب ڪرڻ حڪومت لاءِ هڪ اؤکو ۽ اڻانگو مسئلو آهي ۽ آدم شماريءَ جي سماجي تاجي پيٽي تي هنن جو اوس وڏو اثر پوڻو آهي. جيڪي پنتي پيل ايراضين اچا رهيل آهن، تن ۾ آبپاشيءَ جي نين رٿائن جي عمل هيٺ اچڻ سان نون آيلن مان گهڻن جو پنهنجي هن نئين ساٽيهه سان مفاد وابسته ٿيندو. جيڪي ايراضيون اڳيئي آباد آهن، تن ۾ زراعت کي اڃا وڌائڻ سان به بيشڪ فائدو پوندو ۽ ڪارخانن جي واڌاري سان پاڻ وڏيڪ فائدو ٿيندو. نون آيلن مان جن کي زمينن تي جاءِ ملندي، سي سمن ۽ جتن، سراين ۽ بلوچن سان ڪُلهي گَس ڪندا ڪندا نيٺ وقت گذرڻ سان سنڌ جي ايام پراڻي موهه ۾ مَندجي ويندا. اهو موهه، جنهن جي ڪري ڪيترن گوناگون سببن کان ڇڪجي آيل هيترا سارا ڌاريا پاڻ کي سنڌ جو اولاد سمجهن ٿا.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. "گيدورشيا ۾ آڳاٽن اهڃاڻن جو گشت"، هه.آ.س.ي، نمبر 43 ص 14.

2. پيٽيو "موهن جي دڙي وارن ماڻهن جا پونير ڪير آهن؟" ۾ سر پي. ڪيڊل (Sir P. Cadell) جو رايو، "بمبئي جي ماڻهو ڄاڻ واريءَ سوسائٽيءَ جو رسالو"، جوبلي پرچو، 1937ع.

3. پلائني، "قدرتي تاريخ"، فصل ڇهون، باب 20 (23). مون ڪارل ميهاف، لائيزگ، 1906ع (ص 4-460)، وارو ڇاپو ڪم آندو آهي.

4. وشنو، وايو، متسيہ ۽ مارڪنڊيہ پراڻ. ولسن جو رايو هو تہ وشنو پُراڻ واري وچور "عيسوي سن ڌاري هندوستان جي جا سياسي ۽ جاگرافيائي ورڇ هئي، تنهن سان لاڳو" ٿئي ٿي. ("وشنو پراڻ"، انگريزي ترجمو: ايچ. ايچ. ولسن، ٽرينر، لنڊن، 1865ع، جلد ٻيون، باب ٽيون، ص 133 ۽ 136، نوٽ).

5. وڏي وچور "مهاڀارت" جي ڀيشم پَروَ، ڀاڱي ڏهين ۾ آهي. ("مهاڀارت"، انگريزي ترجمو: پي.سي راءِ، ڪلڪتو، 1925ع، جلد ڇوٿون، ص 21-24). ڪشتريہ قبيلن جي وچور سڀا پَروَ جي ڀاڱي ٻاونجاهين ۾ آهي.

6. "بريهت سمهتا"، انگريزي ترجمو ايچ. ڪَرن، ر.ا.س.ر. نئون سلسلو، جلد پنجون، (1871ع)، باب چوڏهون، "دنيا جا ڀاڱا" آءٌ سمجهان ٿو تہ پلائنيءَ جا ارباءِ (Arbae) لوڪ "بريهت سمهتا" (ڏکڻ الهندو ڀاڱو) جا اَروَ آهن ۽ سندس سرحد وارو قبيلو يعني ايستاسيني (Astaceni) لوڪ اتر الهندي ڀاڱي وارا اشمڪ آهن: اِنهن ٻنهي لوڪن کي عام طرح اسٽرابو جا 'Aooakavoi' سمجهيو وڃي ٿو، جي سنڌوءَ ۽ ڪوفيس (Coghes) ڪابل ندي جي وچ ۾ رهندڙ هئا.

7. پلائني، ٻارهون، 12.

8. ايضاً، ڇهون، 21، (ميهاف واري ڇاپي جو ص 457). "بريهت سمهتا" مَلوَ لوڪن کي اترئين ڀاڱي جو ڏيکاري ٿو. مَل لوڪن لاءِ ڏسو "مهاڀارت"، سڀا پرو، 1077 ۽ 1086.

9. ولسن ("وشنو پراڻ"، ص 168، نوٽ) چاٽائي ٿو: "وسهڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ سنڌوءَ جي سنوت ۾، سورت کان هماليہ تائين رهندڙ ماڻهن کي، ليڪ جي هنڌن ماڳ واري بيهڪ پٽاندر، گهڻو ڪري اولهنديون ۽ اتريون قومون ڪري ليکيو وڃي ٿو."

10. ڏسو هيٺ حوالو 14 ۽ 15.

11. اي. واشبري هاپڪنس، "دي گريٽ ايپڪ آف انڊيا"، (لنڊن، 1901)، ص 393، آر.جي. ڀنڊارڪر "هندستان جي جهونين وٿن واري مخزن" (جلد پهريون، ص 23) ۾. اسٽرابو مَلي ۽ آگزيڊريڪاءِ لوڪن کي، 'مهان لوڪ' سڏي ٿو ۽ ٻوين جونالو (Evopakai) ڪري وٺي ٿو تہ (Oevspakai) بہ (پندرهون، پهريون، 33).

پيٽيو ولسن، "وشنو پراڻ"، ص 5-184 نوٽ. "مهاڀارت" ۾ شودرن کي اُنهيءَ علائقي ۾ رهندڙ ڏيکاريو ويو آهي، جتي سرسوتي ندي رڻ پٽ ۾ غائب ٿي وڃي ٿي. پڻ ڏسو موسيو ويويان ڊُسين ماختان، "يونان جي جاگرافيءَ جو اڀياس"، پئرس 1858ع)، ص 3-152، ٽاڊ، "راجستان جي تاريخ" وغيره جلد ٻيون، ص 301، 311، ر.ا.س.ر جي جلد ڇهين جو ص 33، جتي مئڪمرڊو سو گدي لوڪن جي سوڍن راجپوتن سان ساڳوٽائي ڏيکاري ٿو.

12. "مهاڀارت"، تَـڙَ پَـروَ، 65، 262 راءِ، اڳ ڄاڻايل ڪتاب، جلد ٻيون، ص 72، 559 اسٽرابو، اڳيون حوالو.

13. منو، ڏهون، 43، 44 سَـڪ، پَـهلوَ ۽ پَـونَ لوڪ ان زمري ۾ اچن ٿا.

13. الف. اهو رايو تہ باختري يوناني حاڪمن جي هٿ هيٺ هئي، تنهن جي ثابتي اهڙي نہ آهي جو هنن کي ان فهرست ۾ شامل ڪيو وڃي.

14. ڪننگهام، "آڳاٽن اهڃاڻن جي پرتال جون رپورٽون"، جلد ڇهون، 3-1871ع، ص 72 لاڳيتو پيٽيو ٽاڊ، "راجستان جي تاريخ" وغيره، جلد ٻيون ص 296-7، 301.

15. الله آباد واري ٽنيي تي اُڪريل اکر، ر.ا.س.ر، 1897ع، ص 856، ايضاً، 1898ع، ص 386 پنجاب وغيره جا آهيرَ لوڪ عام طرح اَيير لوڪن جا عيوضي ليکيا وڃن ٿا. (بي.سي.لا، "آڳاٽي هندستان ۾ قبيلا"، پونا، 1943ع، ص 78). آءٌ سمجهان ٿو تہ ڪڇ جي ابير لوڪن جو بہ ايتروئي حق آهي. (ر.ا.س.ر[جلد ڀهريون، ص 9-248) ۾ مئڪمرڊو.] پڻ ڏسو هـ.ڪ.ت، ص 596.

16. موسيو رينو، ٽڪرا، ص 35 لاڳيتو. ايليئٽ، جلد ڀهريون، ص 105، 100 پيٽيو هوديوالا ص 5-74 هوديوالا جو هيءُ انومان پڪ ئي پڪ غلط آهي تہ زماني جا جٽ ۽ ميد "لوڻ وارين ڪاٽين جي ٽاڪرو علائقي" ۾ رهندڙ هئا.

17. "بلوچستان جي ضلعن جو گزيٽئر"، سلسلو 1907ع، جلد اٺون، "لسبيلو"، ص 9-57.

18. هيءَ ڳالهہ ڏيان جوڳي آهي تہ "بوڌيائن ڌرم سُوتر" موجب، سووير لوڪن جي ملڪ کي ناپاڪ ۽ آريا ديش خاص جي حدن کان ٻاهر سمجهيو ويندو هو: جيڪي آريا اوڏنهن ويندا هئا، تن کي موٽي اچڻ تي شڌ ٿيڻ لاءِ ٻَـليون چاڙهيون

پونديون هيون، ڊسو بي. سي. لا، "آڳاٽي هندستان ۾ قبيلا"، ص 344، ۽ پيٽيو "مهايارت"، ڪَرَڻَ پَروَ، چاليهون، 8، 40 (راءِ، جلد ڇهون، ص 101).

19. ايليئٽ، جلد پهريون، ص 14، 15. ابن خردازبہ هجري سن 300 (مطابق 918ع) ۾ وفات ڪئي هئي.

20. ايضاً، ص 128.

21. ايضاً، ص 79.

22. ايضاً، ص 40 اهي منچر ڍنڍ جا مير بحر ۽ اُٺ پاليندڙ جت تا پائنجن.

23. واٽرس، "يوئان چوانگ"، جلد ٻيون، ص 252.

24. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 170.

25. البلاذري، ايليئٽ، جلد پهريون، ص 128.

26. هوديوالا، ص 85.

27. قليچ بيگ، "چچ نامو"، ص 5-174.

28. ايضاً، ص 173.

29. هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 79.

30. "تاريخ معصومي" موجب، ڪجهه بلوچ 1326ع جيترو اڳ سنڌ ۾ آيا هئا، تڏهن جڏهن خسرو خانَ محمد شاهه تغلق طرفان سنڌ جي گورنر مقرر ٿيڻ تي پنهنجي بادشاهه خلاف بغاوت ڪئي هئي ۽ بکر ۾ بلوچن جو لشڪر ڪٺي گڏ ڪيو هئائين.

اِن ماخذ موجب ساڳيءَ صديءَ ۾ ڪنهن وقت بلوچن، راجپوت سوڍن ۽ جاڙيجن سان گڏجي، سومرن حاڪمن جي مخالفت ڪئي هئي. انهن ٽن قبيلن جي ٻڌي بہ عجيب هئي.

("تاريخ معصومي"، انگريزي ترجمو مئلٽ، "بمبئي سرڪار جا دفتر"، نمبر تيرهون، نئون سلسلو، 1855ع ص 32، 43.

31. قليچ بيگ، "سنڌ جي تاريخ"، جلد ٻيون، ص 61، 70.

32. "مهراڻ"، ص 9-358 تي نوٽ 359.

33. سمات سمو، جو سما جمع آهي ۽ ان ۾ اهي سڀ پوک ڪندڙ سنڌي قبيلا اچي وڃن ٿا، جيڪي پراڻي هندو راڄ جي زماني جي پوک ڪندڙ قبيلن مان آهن.

34. فهرست ”تحفة الڪرام“ ۾ ڏنل آهي. مون ريورٽيءَ (”مهراڻ“، ص 326) جي سند تي لڳندي سمي ڪان پوءِ لهاڻو آندو آهي. اهو نالو قليچ بيگ (”سنڌ جي تاريخ“، جلد ٻيون، ص 28) ۽ پوسٽنس (ب.ا.س.ر. جلد چوڏهون، ص 162) جي ترجمن ۾ چاڻايل ڪونهي.

35. ٽالپرن جو ڪوسن تي اعتبار ڪونہ هو، ۽ ڪانئن فوجي خدمت ڪانہ ورتي ويندي هئي، ڇو جو هو ڪلهوڙن جي لشڪر ۾ وڏيءَ حيثيت وارا هوندا هئا: نمردي (نومڙيا) بہ ساڳئي سبب جي ڪري عتاب هيٺ هئا. جي مئڪمردو، ”سنڌ ملڪ جو احوال“ وغيره، ر.ا.س.ر، جلد ڇهريون، مضمون ويهون، ص 254.

36. مير معصوم اسان کي ٻڌائي ٿو تہ 1521ع ۾ ڏهر ۽ اُباوڙي جا ماڇي ماڻيلي جي مهرن سان سدائين ٻيا وڙهندا هئا[1] ۽ تر جي بلوچن کي ٻيا چوريندا هئا تہ اسان سان اچي شامل ٿيو. ”تاريخ معصومي“، انگريزي ترجمو مئلٽ، ص 7-96.

---

[1] مهرن ۽ ڏهرن جا تڪرار هلندڙ صديءَ ۾ بہ جاري نظر اچن ٿا. تازو 1975ع ۾ سندن جهيڙي جون خبرون اخبارن ۾ آيون هيون، ۽ ڪن سياسي اڳواڻن کي وچ ۾ پئي، ڌرين جو ناهہ ڪرائڻو پيو هو. (مترجم)

## باب ٻارهون

# سنڌي ٻولي

سنڌي ٻولي، مجيل سائنسي گروهه بنديءَ موجب، هند آريائي ٻولين جي ٻاهرئين حلقي جي اتر الهندي سٽ ۾ ڳڻي وڃي ٿي. لهندا يعني الهندي پنجابي به ساڳئي سٽ ۾ اچي ٿي. ٻيئي ٻوليون اجا اتر وارين دارڊڪ ٻولين، خاص ڪري ڪشميريءَ سان ويجهو ناتو ڏيکارين ٿيون. آريائي ڪتنب جي ٻين هاڻوڪين ٻولين جيان، سنڌي به پراڪرت يعني سنسڪرت جي اوائلي عام چالو محاوري منجهان ڦُٽي نڪتل آهي، پر سنڌيءَ جهڙيءَ ريت ان پراڪرت جون خاصيتون سانڍي سنڀالي رکيون آهن، سا ڳالهه ان کي ٻين موجوده هند آريائي ٻولين ۾ جي بيمثال نه ته ممتاز ضرور ڪري ٿي، ڇو ته ساڳئي سٽ جي ٻين ٻولين ۾ اِهي خاصيتون باقاعدي بدلجنديون رهيون آهن. ان سار سنڀال جو وڏو ڪارڻ سنڌ جي نويڪلي بيهڪ آهي، سندس عظيم رڻ پٽ ڪيس ٻين اهڙين ايراضين کان الڳ رکي ٿو، جتي ساڳئي ٻڻ واريون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون.(۱)

پراڪرت جي وياڪرڻي چاڻوءَ مارڪنڊيه موجب، سنڌ ۾ ،جا اپڀرنش پراڪرت ڳالهائي ويندي هئي، سا وراچڊ سڏبي هئي. سندس چوڻ آهي ته گهڻين پراڪرتن ۾ جيڪي لفظ ساڳيا آهن، تن جي اڳياڙين ۾ جيڪي حروف صحيح 'ت' ۽ 'د' اچن ٿا، سي وراچڊ پراڪرت ۾ ڏندن (Dentals) جي بدران تارونءَ (Cerebrals) مان اُچارجن ٿا، ۽ هو سوسٽ وارن اُچارن (Sibilants) کي 'ش' ڪري اُچارڻ جو لاڙو به ڏسي ٿو. اهي ڦيرا اجوڪيءَ سنڌيءَ ۾ هردم ٿيندا رهن ٿا، جڏهن ته گهڻين لاڳاپيل ٻولين ۾ ائين ناهي.

هندو وياڪرڻي چاڻن، وراچڊ واري ملڪ ۾ ڳالهائجندڙ هڪ ٻيءَ پئشاچي يا دارڊڪ ٻوليءَ جو ذڪر به ڪيو آهي. ان دارڊڪ ٻوليءَ جي هڪڙي خاصيت هيءَ آهي ته جڏهن 'ت' اکر حروف عِلت جي وچ ۾ اچي ٿو، تڏهن اهو قائم رکيو وڃي ٿو ۽ ٻين مڙني هند آريائي ٻولين وانگر ڪڍيو نٿو وڃي. اها خاصيت پڻ هاڻوڪيءَ سنڌيءَ ۾ اجا جيئري آهي. اجا به پنتي نهاريو ته معلوم ٿيندو ته جنهن پراڪرت پاليءَ ۾ مهاراجا اشوڪ جون گنڌارا واريون لکيتون اُڪريل

آهن، تنهن ۾ اسان کي اُچارن جون ڪيئي خاصيتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، جي اجا تائين داردڪ ٻولين ۾ ۽ لهندا ۽ سنڌيءَ ۾ موجود آهن.

سنڌيءَ جي خصوصيتن جي وڌيڪ پرتال ڪرڻ کان اڳ ان ايراضيءَ جو بيان مناسب ٿيندو، جنهن ۾ اها غالب مڪاني ٻوليءَ جي حيثيت ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ان ايراضيءَ ۾ هاٺوڪو سڄو سنڌ پرڳڻو خيرپور سوڌو، ڪڇ جو اپٻيٽ، بلوچستان جي لسٻيلي وارو ڏاکڻو پاڱو، بلوچستان جي ڪڇيءَ وارو پاڱو جيڪو اتر الهنديءَ سنڌ سان لڳو لڳ آهي ۽ ٻهاولپور جو ڏاکڻو پاڱو اچي وڃن ٿا.

معياري سنڌي يعني ادبي ٻولي اها آهي، جا وچولي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. تنهن کان سواءِ سنڌيءَ جا پنج ٻيا محاورا يا اُپڀاشائون بہ آهن سِرائڪي، جا مٿينءَ سنڌ، ڪڇيءَ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي: ٿريلي يا ڍاٽڪي، جا ايرندي رڻ پٽ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي: لاڙي، جا سنڌوءَ جي ڊيلٽا واري ڏيهہ (لاڙ) ۾ ڳالهائي وڃي ٿي: ڪڇي، جا ڪڇ جي اپٻيٽ ۾ ڳالهائجي ٿي ۽ لاسي، جا ڪراچيءَ جي پرپاسي ۾ ۽ لسٻيلي جي ڏکڻ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي.

جن ايراضين جي مکيہ ٻولي، معياري توڙي ٻيءَ ڪنهن صورت ۾، سنڌي آهي، تن ۾ جي اها ايراضي بہ ڳڻيون وڃي، جتي لهندا جا لٽي پٽي سنڌيءَ جهڙي آهي ڳالهائي وڃي ٿي، تہ اهڙيءَ ريت گڏيل علائقو اڳاٽي ٻڌڪي راڄ جي انهن حدن سان گهٽو ملي ايندو، جي "چچ نامي" ۾ ڏيکاريل آهن. جن پراڪرتن منجهان لهندا ۽ سنڌي اُسريون هيون، سي شايد ملڪ تي داريوس هستاسپ جي قبضي ٿيڻ کان اڳ پاڙون پختيون ڪريُ چڪيون هيون ۽ پوءِ جيڪي يوناني، سَڪ، پارٿيائي ۽ هُوڻ لوڪ آيا، تن جو ٻوليءَ تي ڪو خاص اثر نہ پيو هوندو، باقي هنن ان جي لفظن جي ڀنڊار ۾ ممڪن آهي تہ ڪو وڌارو ضرور ڪيو هجي.

سنڌيءَ جا جيڪي خاص ۾ خاص گڻ آهن، سي سڀ ان کي اتر اولهہ جي داردڪ ٻولين سان ڳنڍين ٿا. انهن ۾ وڌيڪ مکيہ هي آهن: ٻٽن حروف صحيح ڏانهن لاڙو: ضميري پڇاڙين جو گهٽو واهپو: هر لفظ جي حرف علت تي پڇاڙي ڪرڻ ۽ فعلن جي بيقاعدي اسم مفعولن جو چڱو چوکو تعداد.

سنڌيءَ ۾ چار ٻٽا حرف صحيح آهن: ٻ، ڏ، ڄ ۽ ڳ، جن جو التو سر جارج گريئرسن هيئن بيهاري ٿو: ب-ب، ڊ-ڊ، ج-ج ۽ گ-گ. اهي پراڪرت بہ

آهن. گهڻين پراڪرتي ٻولين ۾ هڪڙو حرف صحيح ڇڏي وڃبو آهي ۽ ان جي عيوض اڳ وارو آواز ڊگهو ڪري اُچاربو آهي ڪشميريءَ وانگر سنڌيءَ ۾ پڻ هڪڙو حرف صحيح ڇڏبو ته اڳ وارو آواز ڪونه ڦرندو. پر عام طرح ساڳوٽي سنڌي لفظ ۾ اهو پراڪرتي ٻنو حرف صحيح قائم رهي ٿو. ۽ وڏيڪ مکيه خاصيت هيءَ آهي ته پراڪرت جي اصل لفظ ۾ ڇڙو هڪڙو حرف صحيح هوندو ته سنڌيءَ ۾ اڪثر اُهو ٻنو هوندو.

ضميري پڇاڙين جو گهڻو واهپو داردڪ ٻولين ۾ به آهي، مثال طور: ڪشمريءَ ۽ لهندا ۾، پر اهو فقط سنڌيءَ ۾ آهي، جو اِهي پڇاڙيون وڏي پيماني تي لاڳو ڪيون وڃن ٿيون. ڪشميريءَ ۾ اهي رڳو اسم سان ڳنڍبيون آهن ۽ لهندا ۾ رڳو فعل ۽ اسم سان، سنڌيءَ ۾ اهي ضميرن (Post Positions) سان پڻ ڳنڍيون ويندون آهن. فعل سان به اهڙيون پڇاڙيون ڳنڍي، "مون هن کي ماريو" جملي کي هڪڙي لفظ ۾ ادا ڪري سگهجي ٿو. "هن جو"، "هن جو پيءُ" ۽ "منهنجو مٽو" جهڙا اصطلاح ذري گهٽ هر پيري اهڙيءَ ريت ادا ڪيا ويندا آهن. ان جي نتيجي ۾ محاوري ۾ جيڪو اختصار پيدا ٿئي ٿو. سو ان کي گفتگوءَ جو هڪ اعليٰ درجي جو وسيلو بڻائي ٿو. شايد ان جي اهائي خاصيت آهي، جا انهن کي گهڻي ڪان گهڻو موهي ٿي، جي ٻين هندستاني ٻولين سان ايتري ئي واسطي پوڻ ڪان پوءِ هن ٻوليءَ سان لهه وچڙ ۾ اچن ٿا.

سنڌيءَ جي جنهن مکيه خاصيت ڏانهن پورو ڌيان نه ڏنو ويو آهي، سا آهي ان جي هر لفظ جو حرف علت تي پورو ٿيڻ، جو گڻ ٻيو فقط ڪشميريءَ ۾ آهي. دراصل اهي، پڇاڙيءَ وارا حرف علت ايترا جهڪا ۽ جهيڻا اُچاريا ويندا آهن جو يورپي ماڻهن کي انهن جي لکائي نه پوندي آهي، شايد سواءِ انهيءَ وقت جي، جنهن وقت اهي لفظ ڇپيا نه پر ڳايا ويندا آهن. فرينچ ٻوليءَ ۾ جنس مؤنث جي پڇاڙيءَ ۾ جيڪو 'e' جو هلڪو اچار هوندو آهي، سو لڳ ڀڳ سنڌيءَ جهڙو آهي، جڏهن ته خود سنڌيءَ ۾ قدري ساڳيءَ خاصيت جو مثال به ملي ٿو. اهو هيءُ ته بعضي بعضي حرف صحيح جي وچ ۾ زوريءَ چوٿو حرف علت '' (ا) يا 'ه' اڪر پويان 'ي' وجهي ڇڏيندا آهن. عام طرح، اهي چوٿا حرف علتِ لفظ جي پڇاڙيءَ واري آواز ڪان وڌيڪ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. پڇاڙيءَ وارا ائين لڳندا آهن، ڄڻ حرف صحيح ۾ پورا ٿيندا هجن.

اهڙيءَ ريت، اڪثر آسمان ’آسِ مان‘ ڪري ۽ مهماني ’مهيہ ماني‘ ڪري اچاريو ويندو آهي.

سيني هند آريائي ٻولين جيان، سنڌيءَ ۾ بہ اسم جي حالت فاعلي ۽ حالت مفعولي آهي، پر ان سان گڏوگڏ ان ۾ حالت جري ۽ حالت نِدا بہ آهن. صفت جي سلسلي ۾ سنڌيءَ جي هڪ نِنڊڙي خاصيت هيءَ آهي تہ جڏهن اسم جمع سان صفت لاڳو ڪري گردان ڪجي ٿو، تڏهن ان صفت کي بہ جمع ۾ آندو وڃي ٿو ۽ نہ هنديءَ وانگر صفت واحد ۾ رهي ٿي.

سنڌيءَ ۾ فعلن جو گردان عام طرح هنديءَ ۽ ٻين ٻولين جي سرشتي سان ويجهي مشابهت رکي ٿو. سنڌي ۾ زمان ماضي شرطيہ ڪونهي، پر ان جي کوٽ ماضي استمراري، ماضي مطلق يا ماضي بعيد بيانـي سان اڌو گابري پوري ڪئي وڃي ٿي. ٻئي پاسي، سنڌيءَ ۾ زمان ماضي مدامي آهي، جو فقط ان ۾ ئي آهي ۽ مکيہ فعل جي زمان ماضيءَ سان ’ٿي‘ ڳنڍڻ سان ٺهي ٿو. ’ٿي‘ ’ٿو‘ جي شڪل آهي. ’ٿو‘ ڦيرو ڪائيندڙ حرف آهي ۽ ان کي هڪ مددي فعل جي رهجي ويل صورت ڄاڻي سگهجي ٿو، جنهن جي معنيٰ بہ ”هئڻ“ ئي هئي. رڳو ’ٿو‘ ئي گردان ۾ ڦري ٿو، باقي ’ٿي‘ عام صورت ۾ رهي ٿو. جڏهن ان مددي ’ٿو‘ کي ٻئي فعل جي مضارع مجهول مان ڳنڍي زمان حال بياني ناهڻ لاءِ واپرايو وڃي ٿو، تڏهن اهو جنس ۽ عدد ۾ فاعل سان لڳي ٿو: اهڙيءَ ريت، ان جو صفت وارو ڪم بہ آهي. سنڌيءَ جو مضارع مجهول شرطي نوعيت جو آهي، جيئن گهڻين هند آريائي ٻولين ۾. پر ڪڏهن ڪڏهن اهو زمان حال بيانيءَ يا، جيئن ڪشميريءَ ۾، زمان مستقبل بيانيءَ جو اثر بہ رکي ٿو.

سنڌي ۾ ان نياري ’ٿو‘ کان سواءِ بہ ٻيا مددي فعل بہ آهن هڪڙو ’آهيان‘ جيڪو انگريزيءَ جي ’I am‘ وانگر فقط زمان حال ۾ ڪم اچي ٿو، پر اهو ڌار بہ واپرائي سگهجي ٿو، جا ڳالهہ انگريزيءَ ۾ ناهي. ٻيو فعل آهي ’هئڻ‘ جو توڙ تائين گردان ۾ اچي ٿو.

سنڌيءَ ۾ فعلن جي مشتق اسمن (Participles) مان زمانن ناهڻ جو ڍانءُ بہ علحدو آهي. اسم حاليي کي واپرائي زمان مستقبل بياني ناهيو وڃي ٿو ۽ نہ هنديءَ وانگر زمان ماضي شرطيو، جنهن زمان بابت اڳيئي ڄاڻايو ائٿون تہ سنڌيءَ ۾ ڪونهي. گهڻيون لاڳاپيل ٻوليون پنهنجو زمان مستقبل سنسڪرت

جي جهوني اسم مستقبل مجهول سان ناهينديون آهن. اسم مفعول جيڪو 'مجهول' جي معنيٰ رکي ٿو، ان مان نڪتل زمان سنڌيءَ ۾ انهيءَ فعل مجهول جي معنيٰ ۾ واپرائي ۽ سوڌ پوڌ فعل لازميءَ جيان گردان ۾ ڦيرائي سگهجن ٿا، جا ڳالهه هنديءَ ۾ ڪانهي، پر جڏهن ان ڪي، هنديءَ وانگر 'معروف' معنيٰ ۾ ڪم آڻبو، تڏهن فاعل سنڌيءَ طرح فاعلي حالت ۾ اچي ويندو.

ماضي مطلق، ماضي بعيد ۽ مستقبل، اهي زمان سنڌيءَ ۾، هنديءَ جيان، باقاعدي نهندا آهن.

سنڌيءَ ۾ اسم مفعول جون ٻه پڇاڙيون آهن هڪڙي 'سو'، جا فعل جي معنيٰ رکندڙ ٿئي ٿي ۽ ٻي 'ستل'، جا نج صفتي مفهوم رکندڙ ٿئي ٿي. ٻيئي پڇاڙيون ڦيري جوڳيون آهن. سنڌي انهيءَ لحاظ کان گجراتيءَ، مرهٽيءَ ۽ ٻين ٻولين کان نرالي آهي، جي هند آريائي ٻولين جي ٻاهرئين دائري جي ايرندي ست ۾ اچن ٿيون. انهن ٻولين ۾ اسم مفعول جي فقط هڪڙي پڇاڙي 'سل' ٿئي آهي. سنڌي فعلن ۾ اسم مفعول اڪثر بيقاعدي نهي ٿو. انهيءَ ڏس ۾، اها وري ٻه ڪشميريءَ ۽ لهندا سان ملي ٿي. سنڌيءَ ۾ ان جا ڪي 128 مثال موجود آهن. ايترا گهڻا مثال اوپر ۽ ڏکڻ وارن علائقن جي ٻيءَ ڪنهن ٻه هند آريائي ٻوليءَ ۾ نه ملندا. هنديءَ ڪي ٿي ونو: ان م رڳي ست اهڙا مثال آهن. ٿي سگهي ٿو ته سنڌي ٻوليءَ جي انهيءَ خصوصيت ۾ انهن نون نسلن جو ٻه ٿورو گهڻو هٿ هجي، جي هڪبئي پويان سنڌو ماتر اندر لڏي پلاڻي ايندا رهيا آهن. ان ٻوليءَ جي هڪ ٻي نرالي ڳالهه هيءَ آهي ته هڪ گهٽ پوئين آواز کان پوءِ 'ت' وجهي ٻه اسم مفعول ناهبو آهي.

سنڌيءَ ۾ فعلن جو چڱو چوکو تعداد بالواسطا يا سببي صورت وارو آهي. اها صورت عام طرح ڌاتوءَ سان 'ءِ' ڳنڍي حاصل ڪبي آهي. اهڙيءَ ريت نهيل فعل باقاعدي گردان ۾ ڦرندو آهي. پر ڪيترا سببي فعل ٻيءَ طرح ٻه نهندا آهن، مثال طور، خود ڌاتوءَ کي ڦيرائڻ سان سنڌيءَ جي هڪ خاص ڳالهه ٻتو سببي فعل آهي، جنهن جي ڪري مفهوم جو پورو پورو اظهار ممڪن ٿي پوي ٿو.

سنڌيءَ جي هڪ ٻي خاصيت آهي 'فعل مجهول' (Passive Voice) جو گهڻو واهپو، خاص ڪري لازمي فعل جي فعل مجهول جو. اها مجهول صورت

ضمير واحد غائب ۾ واپرائجي ٿي. مثال طور: "آءُ ويس ٿي" جي بدران چوندا "مون کان وڃڻ ٿيو ٿي". فعل مجهول ناهڻ جي باقاعدي صورت هيءَ آهي تہ ذاتوءَ سان 'ئج' ڳنڍيندا آهن، جنهن ۾ همزي جو آواز چوٿو ٿئي ٿو. اهو طريقو شينا سان، جا پڻ هڪ دارڊڪ ٻولي آهي، گهڻو ملي اچي ٿو. ان ٻوليءَ ۾ بہ فعل مجهول ناهڻ لاءِ 'ئج' ڳنڍيو وڃي ٿو، پر ان ۾ همزي جو آواز ڏگهو ٿئي ٿو.

بين هند آريائي ٻولين وانگر سنڌيءَ ۾ بہ مرڪب فعل تاڪيدي، احتمالي ۽ تڪملي عام واپرائجن ٿا، جن ۾ مددي فعل گهڻو ڪري اهڙوئي ٿئي ٿو، جهڙو هنديءَ ۾.

متي سنڌيءَ جون جيڪي خاصيتون بيان ڪيون ويون آهن[1] سي اپڀاشائن توڙي وچولي جي ادبي ٻوليءَ ۾ گهڻو ڪري موجود آهن. هاڻ اچو تہ اپڀاشائن جي پنهنجين خاصيتن تي نظر وجهون اهي اپڀاشائون، جيئن اڳيئي ڄاڻايو اٿئون، آهن سِرائڪي، ٿريلي يا ڍاٽڪي، ڪڇي، لاڙي ۽ لاسي.

پنجاب کان لڏي آيل جاٽ (جٽ)، ڪي بلوچ ۽ ٻيا قبيلا جيڪا لهندا ڳالهائيندا آهن، تنهن کي سنڌ ۾ عام طرح سرائڪي چئبو آهي. پوءِ اهي سنڌ ۾ ڪٿي بہ هجن، اهائي ٻولي واپرائيندا آهن. ان جي ٻي معنيٰ سنڌيءَ جو اهو قسم بہ آهي، جيڪو سِري ۾ يعني ٿلهي ليڪي دادوءَ ۽ ڪوٽ لالوءَ واريءَ ويڪرائي ڦاڪ جي اتر ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. پر اهو قسم اُپڀاشا چوائڻ جو حقدار نہ آهي. ان کي عام طرح وچولي يا معياري سنڌيءَ جو مَتَ ڄاتو وڃي ٿو، ڇو تہ اها ان کان رڳو اچار ۾ ڦريل آهي ۽ منجهس ڪي بدلي جا (Alternative) لفظ ڪونهن. ان جا ڳالهائيندڙ حرف صحيح جا آواز شد مد سان اُچاريندا آهن، ۽ ڳالهائڻ وقت تارونءَ مان اچارجندڙ اکر 'ٽ'، 'ڏ'، 'ڍ' جي پويان اکر 'ر' وجهڻ جو لاڙو بہ اٿن، پر لکڻ وقت ائين نہ ڪندا آهن.

---

[1] سنڌيءَ جي اجا بہ هڪڙي خاصيت آهي "اڪر ترڪ" يا فعل بيفاعل. ڪاڪو ڀيرو مل ان بابت لکي ٿو. "اهو فعل هن وقت سنڌيءَ کان سواءِ ڪنهن بہ يوربي توڙي پر ڏيهي ٻوليءَ ۾ ڪونهي، جو جملي جوڙڻ لاءِ فاعل ضرور کپي. "رستي تي هلبو آهي"، "باغ ۾ گهمبو آهي"، "ڊوڙجي ٿو تہ ڀڳهر ٿئي ٿو." ههڙن جملن ۾ رڳو ڪا عام حقيقت ڄاڻائجي ٿي ۽ خاص ماڻهوءَ يا شئي جي ڳالهہ نٿي ڪجي، تنهنڪري ههڙن جملن کي فاعل ٿيندو ئي ڪونهي. انهيءَ سبب ههڙن جملن جو صحيح ترجمو ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ ڪري ڪين سگهبو. (سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، 1972ع، ص 329). مترجم

سنڌيءَ جي ترڪلي يا ڍاٽڪي ۽ ڪڇي صورتن ۾ ترتيبوار راجستانيءَ ۽ گجراتيءَ جي چوکي ملاوت آهي. اهي صحيح معنيٰ ۾ اُپڀاشائون نہ آهن، بلڪ گاڏڙ (Mongrel) زبانون آهن، ۽ ڳالهائيندڙن جي نڪاٽن ۽ نسلي بڻ بنياد پٽاندر ڪڏهن هڪڙي تہ ڪڏهن ڪجهہ ڦري ٻيون تي ويندين آهن.

ٻئي طرف لاڙي صحيح معنيٰ ۾ اپڀاشا آهي. معياري سنڌي ڳالهائيندڙ ان کي ڇتڪي ٻولي سمجهندا آهن "جا ٻولي لاڙ ۾ ماڻهو ڳالهائين ٿا، سا ٻولي سِري ۾ ڍورن جي آ" ۽ سچ پچ تہ اها لڳي بہ سنڌيءَ جي اوائليءَ ۾ اوائلي (Primitive) صورت ٿي. لاڙو اُگرن آوازن کي ڪُـنئري ڪرڻ ڏانهن، تارونءَ مان اچارجندڙ اکر 'ڙ' جي جاءِ تي ڏندن مان اچارجندڙ اکر 'ر' واپرائڻ ڏانهن ۽ ٻِر پاسي وارين ٻولين ۾ جيڪي 'ھ' جي اچار وارا وسرگ آهن، تن مان انهيءَ اچار ڪيرائڻ ڏانهن اٽن. اهي وصف داردڪ ٻولين جا آهن، جن ۾ وسرگ جهڙا آهن تهڙا ناهن. لاڙيءَ ۾ گهڻا لفظ اهڙا بہ آهن، جي رڳو ان ۾ آهن. انهن منجهان ڪيترا تہ روزمرهہ جي ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪم اچن ٿا.

لاسي پڻ صحيح معنيٰ ۾ اپڀاشا آهي. اها لاڙيءَ سان نہ پر وچوليءَ سان مشابهت رکي ٿي، پر ان کان ڦريل بہ آهي، جو ان ۾ متڪلم ضميرن جون خاص صورتون، ڪي خاص پڇڙيون ۽ ڪيترا بنهہ پنهنجا لفظ آهن. انهن مان ڪي لفظ ممڪن آهي تہ پراڪرت کان بہ ڪنهن وڏيڪ آڳاٽيءَ ٻوليءَ يا ٻولين منجهان نڪتل هجن.

عربن جي سوپ وقت سنڌي ضرور جميل، لچڪيدار، پري پاڳي ٻولي هوندي، پر ان واقعي جي ڪري ۽ اسلامي دنيا ۾ شامل ٿيڻ جي ڪري اها پاڻ وڏيڪ شاهوڪار ٿي. اهو لاڳاپو مٿئين هندستان تي غزنوي ۽ غوري سلطانن جي فتح کان ڪي ٽي سؤ ورهيہ اڳ شروع ٿيو هو ۽ ان جي نشاني عربي لفظن جي تياري واهپي جي شڪل ۾ ملي ٿي. ٻين هندستاني ٻولين ۾ دين، سائنس ۽ اسلامي فلسفي سان واسطو رکندڙ علمي لفظ عام طرح عربيءَ تان کنيا ويا آهن، پر سنڌيءَ ڪيترا عام سادا سودا لفظ بہ پنهنجا ڪيا آهن. جبل، شيءِ، خيمو، بصر، ڪتاب اهي سڀ عربي لفظ آهن. اهڙا لفظ پڪ ٿي پڪ سڌيءَ طرح عربن کان ورتا ويا هئا، جڏهن تہ ٻين هندستاني ٻولين ۾ عربي عنصر فارسيءَ سان گڏ ۽ ان جي پاڳي طور آيو هو. فارسي لفظ بہ سنڌيءَ ۾ عام

جام واپرائجن ٿا. پر هندستان جي ٻين حصن وانگر هت به ان جو اثر لفظن جي ذخيري تي پيو آهي ۽ نه ٻوليءَ جي نحوي بناوت تي. جيئن اڳيئي بيان ٿي چڪو آهي، سنڌيءَ ۾ زمان حال بياني زمان مضارع سان حرف ٿو ڳنڍي ناهيو وجي ٿو، جو طريقو فارسيءَ ۾ به آهي. پر هيءَ حقيقت ته سنڌيءَ ۾ انهن جو ڦيرو ٿئي ٿو ۽ فارسيءَ ۾ نٿو ٿئي، سا ڏيکاري ٿي ته سنڌيءَ اهو طريقو ڪنهن مشترڪ اڳاٽي ماخذ کان سڌو سنئون پرايو هو ۽ ان جي اها اصلوڪي صورت قائم رکندي اچي ٿي. اسان کي سنڌي جملن ۾ لفظن جي فارسيءَ واري ترتيب ڏسڻ ۾ ڪانه ايندي، جيئن ڪڏهن ڪڏهن اڙدوءَ ۾ پسجي ٿي. سنڌيءَ جيڪي فارسي لفظ پنهنجا ڪيا آهن، سي ائين ناهن اچاريا ويندا، جيئن ايران ۾، نه ئي وري چالو عربي لفظن جو گردان عربيءَ جي قاعدي موجب ٿئي ٿو. انهن کي سنڌيءَ جي پنهنجي خاص نحوي سرشتي مان پاڻ کي نهڪائڻو پوي ٿو.

هن مختصر جائزي مان ظاهر ٿئي ٿو ته هن وقت اسان وٽ جيڪا سنڌي آهي، تنهن ۾ ملڪ جي تاريخ جا ڪيترائي انگ جهلڪن ٿا ۽ ان مان سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ حالتن جو اثر پڻ نروار ٿئي ٿو. ان جي ادب تي نظر وجهبي ته ٻوليءَ جو نرالو مخصوص سياءُ، عمومي طور نثر کان وڌيڪ نظم ۾، جهلڪندو نظر ايندو. پر زير نظر تصنيف ۾ انهيءَ موضوع جي اپٽار ڪرڻ واجبي نه ٿيندو.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. هيءُ باب ذري گهٽ سڄي جو سڄو سر جي. آر. گريئرسن جي ڪتاب، "هندستان جي ٻولين جو جائزو" جي جلد انين، ياڳي پهرئين، ۽ رچرڊ ايف. برٽن جي ڪتاب، "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون"، (ڊبليو. ايچ. آلين، 185) جي آڌار تي لکيو ويو آهي.

## ضميمو پهريون

# هندي رڻ پٽ جي وچايل ندي

وچايل نديءَ (هاڪڙو) جي مسئلي تي ويچار ڪرڻ جو سٺي ۾ سٺو طريقو آهي ان جي متئين ۽ هيٺئين وهڪري کي ڌار ڌار ڪري ڪٿڻ: يعني سواليڪ ٽڪرن جي ڇَرُن کان وٺي هيٺ ديراواڙ تائين ڌار ۽ وري غوثپور واري ڊوري کان وٺي هيٺ ڪڇ جي رڻ تائين ڌار.

مختلف نظرين تي بحث وقت متئين ڀاڱي کي 'هاڪڙو' ۽ هيٺئين کي 'نارو' سڏڻ سهنجو به ٿيندو ۽ مونجهارو به پيدا نه ڪندو، پوءِ ڪٿي اهي نالا تنز نه آهن.

'ناري' جي اڳينءَ چال چلت (Antecedents) جي پهرين چوڪ چڪاس هاڪڙي ۾ دلچسپي پيدا ٿيڻ کان ڪيئي ورهيه اڳ ٿي هئي. 'بمبئي واري لشڪر' (Bombay Army) جي هڪ سائنسي عملدار، ڪئپٽن جيمز مئڪمرڊو، ان ڦاٽ بابت جا معلومات هٿ ڪئي، تنهن ان کي ائين سمجهيو ته 'اهو سنڌونديءَ جو ڪو پراڻو پيٽ هو، جنهن تي سنڌ جي اڳوڻيءَ سرچائيءَ جو دارو مدار هو. اها سرچائي، جنهن جو احوال "تاريخ طاهريءَ" ۽ "تحفة الڪرام" جهڙين تاريخن ۾ آيل آهي.

بدقسمتيءَ سان مئڪمرڊو 'ناري' کي 'پراڻو درياهه' ڪوني ٿو، جو ته پويون نالو در اصل هڪ ٻئي ڦاٽ جو آهي، جنهن جا نشان ميرپور خاص جي پر پاسي کان وٺي ڪڇ جي رڻ تائين اجا به ڏسي سگهجن ٿا. پر اها پل سياويڪ هئي، جو ته نارو ڪڇ جي رڻ ۾ وڃي پوڻ کان ڪي پنجاهه ميل اورتي پراڻ سان (يا پراڻ ناري سان) اچي ملي ٿو. مئڪمرڊو جي ويچارن تي ڳڻ ڳوت وقت 'پراڻ' جي جاءِ تي 'نارو' پڙهبو ته مونجهارو نه ٿيندو.

هو انهيءَ نتيجي تي پهتو هو ته نارو، بکر کان متيرو، سنڌوءَ جي موجوده پيٽ کان ڌار ٿيو. جن کان هن کي اهي احوال هٿ آيا هئا، تن جو چوڻ هو ته ڌار ٿيڻ جو هنڌ چاليهارو ميل اوپارو هڪڙي "سيد گنج بخش" نالي هنڌ وٽ هو. نارو اتان "شايد ويهارو ميل" بکر جي اوپر ۾ وهندو، اروڙ وٽان لنگهندو، ڏکڻ ۾ اڳتي هليو ٿي ويو. سندس معلومات موجب، ٻانيٽاهه (برهمڻ آباد: ان شهر

جي ساڪيات بيهڪ سيني کان اڳ ۾ ڏسڻ جو جس مئڪمرڊو ڪئيو هو) کان ڪي ويهه ميل اوپر ۾ ناري منجهان هڪڙي اولهه طرف شاخ ڦٽندي هئي، جيڪا اڳي 'لوهاڻو درياءُ' سڏبي هئي. اها شاخ "هاٽوڪي خدا آباد طرف يا شايد ان هنڌ ۽ هالا ڪنديءَ جي وچ مان وهندڙ هئي. اتي اها هاٽوڪو قات اورانگيندي، آڳاٽو پنيور ٽپندي، وجي ديبل وٽ سمنڊ ۾ ڇڙندي هئي"(1).

ناري جي اوپر واري شاخ پنهنجو پراڻ "نالو قائم رکندي، ڏکڻ ڏانهن وهندي هئي ۽ وڏي رڻ پٽ جي حد وارن هاٽوڪن بُٺ ضلعن کي زر خيز ڪندي، جوڻ (Jone) ۽ بادبان (Badban) پرڳڻن منجهان لنگهندي، الله بندر وٽ موجوده درياءُ (يعني پراڻ، جو نالو صحيح اٿس) ۾ وڃي پوندي هئي، ۽ اتان تراڪڙي تر پڪڙجي، لکپت نديءَ سان ملي، وڃي سمنڊ منجهه ڇوڙ ڪندي هئي."

مئڪمرڊو کي جو هيءُ سڏ پيئي تہ 'ناري' جو پويون وهڪرو ٻن ڏگهين شاخن ۾ ورهائجي تي ويو، تہ هن قدرتي طرح اهو انومان ڪيو تہ اهي ئي شاخون سنڌوءَ جي قديم ڊيلٽا ناهينديون هيون. جيئن اها سڪندر جي ڏينهن ۾ هئي ۽ برهمڻ آباد پاتل واريءَ جاءِ تي يا ان جي پرپاسي ۾ موجود ظاهر ڪيائين.

اهو نظريو مئڪمرڊو پنهنجي ليک، "سنڌو نديءَ تي مقالو" ۾ پيش ڪيو جو 1843ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو (2). سنڌ جي سڪندر جي زماني ۾ جاگرافيءَ بابت جيڪي ويچار هئا، تن ۾ هن نظريي انقلاب آڻي ڇڏيو ۽ جيتوڻيڪ پوءِ جي ليکڪن ۾ پاتل جي بيهڪ تان اختلاف ٿيا آهن، پر هيءُ نظريو تہ تڏهن سنڌو گهٽ ۾ گهٽ جمڙائو هيٺ تائين ناري ماتريءَ منجهان وهندي هئي، سو اڄ ڏينهن تائين قائم آهي ۽ ڪو لوڏو نہ آيو اٿس (3). آءُ جن ڳالهين جي ڪري اِن نظريي کي درست نٿو سمجهان، تن جي اپٽار متن ۾ ڪري ڇڏي اٿم.

ان کان پوءِ جنهن صاحب سنڌوءَ جي پرتال ڪئي، سو اليگزنڊر برنس هو. پر بدقسمتيءَ سان هن 'ناري' بابت جيڪي ڪجهه لکيو آهي، سو موضوع کي سمجهائڻ جي بدران منجهائي ٿو ڇڏي. ڪڇ جي ڪن ماڻهن کيس ٻڌايو تہ 1826ع ۾ ناري ۾ جا وڏي ٻوڏ آئي هئي، سا "اروڙ جي ٻنڌ ڀڃڻ" ڪري آئي هئي، ۽ ايندڙ مند ۾ پاڻي ان ڪري ڪُٽو هو. جو اها ٻنڌ وري ٺهي ويئي هئي (4). 1831ع ۾ برنس ۽ ٻئي سال ڪئپٽن ڊبليو پاٽنجر ۽ ليفٽيننٽ ڊيل هاسٽي مٿينءَ سنڌو مان ٿي آيا. تہ ٻڌل ڳالهين تان سندن هيءُ ويچار ويتر

پختو ٿي ويو تہ روھڙيءَ ۽ اروڙ جي ڀر پاسي ۾ ڪي ٻنڌون ٻڌجبيون تہ نارو وري سنڌوءَ جي شاخ ٿي وھڻ لڳندو. پاڻنجر ۾ ڊيل ھاسٽيءَ جو ھيءُ رايو بہ ھو تہ نارو اڳي 'مکيہ درياھ' يعني خود سنڌوءَ جي ڇڙ وارو وھڪرو ھوندو ھو (5).

انھن عملدارن مان ڪنھن ڪي بہ نـاري جي ڦـاٽ جاچڻ جو وجھہ نہ مليو ھو. ان جي متئين ڀاڱي جي پھرين ڇڪـاس 1844ع ۾ 'بنگال انجنيئرس' جي ڪئپٽن ڊبليو. بيکر اھو معلوم ڪرڻ لاءِ ڪئي تہ ڇا ڪجي جيئن ناري کي باقاعدي پاڻي ملندو رھي. بيکر ڏٺو تہ ڪنھن بہ ٻنڌ جي بيھڪ اھڙي نہ آھي، جو ليٽ کي ناري ۾ وجڻ کان روڪي سگھي. ھن اھو پڻ ڄاڻايو تہ ھن وقت ان ۾ ھڪ ڊوري کان پاڻي اچي ٿو، جيڪو سنڌوءَ سان پور وچوٽيءَ تي اُن جي ڪابيءَ ڀر آھي. ھي بہ ڄاڻاياٿين تہ ساڳئي نموني جو ھڪڙو ٻيو ڊورو ستلج سان پور وچوٽيءَ تي روپڙ (Ropar) کان بھاولپور جي ڀر پاسي تائين آھي ۽ انومان آھي تہ اھو سبزلڪوٽ تائين ۽ اتان "'روڙيءَ' کان اٽڪل 11 ميل اپرندي ناري جي منڍ تائين" ھوندو. بيکر اھو پڻ ٻڌايو تہ 'نارو' "سنڌوءَ جي اڳاٽن ڦاٽن منجھان ھڪڙو" آھي (6).

نـاري جي سموري وھڪري جي پڙتال 1851ع ۾ ليفٽيننٽ جي.جـي. فائيف ڪئي. ھن معلوم ڪيو تہ ان کي ٻن ھوڏن جو پاڻ ملي ٿو. "ھڪڙي اھا جا سبزل ڪوٽ جي ڀرپاسي مان اچي ٿي ۽ ٻي... 'روڙيءَ' کان ڪجھہ ميل مٿي... ھيناھين پٽ مان اچي ٿي"(7). ھن اھو پڻ ڏٺو تہ اھي ھوڏون جڏھن پٽ جا ڪجھہ ميل لتاڙي وننديون آھن، تڏھن پنھنجي لاءِ گھارا ڪڍنديون آھن، خاص ڪري اتي جتي ڪا رنڊڪ پاڻيءَ کي روڪي ڇڏيندي آھي ۽ اھا رنڊڪ نڪرندي آھي تہ پاڻي ڌوڪيندو اڳتي وھڻ لڳندو آھي. ھن اھو پڻ ڏٺو تہ ھوڏن جو جيڪو پاڻي ناري ڏي ويندي، انھن گھارن مان وھڻ لڳندو آھي، سو بلڪل اُجرو ھوندو آھي، ڇو تہ جيئن پاڻيءَ درياءَ منجھان نڪرندو آھي، تيئن آھستي آھستي اُن جو لَٽ مٿي رھجي ويندو آھي (8). فـائيف جيئن تہ ھـڪ عملي ماڻھو ھو، ان ڪري ھن پاڻ کي ھٿ ۾ ڪنيل مسئلي تائين محدود رکيو ۽ ناري جي مول منڍ بابت ڪنھن بہ نظرياتي بحث ۾ ڪونہ پيو. ھن ان کي سنڌوءَ جو ھڪ سائو گھارو ٿي ڄاتو ۽ بس.

سنہ 1859ع ۾ ناري کي فائيف جي رٿا موجب ۽ سندس نظرداريءَ ھيٺ سنڌوءَ منجھان روھڙيءَ کان مٿي ھڪ ڀرتي واھ ڪڍي، ذري گھٽ دائمي طرح

وهندڙ واهو بڻايو ويو انهيءَ وچ ۾ وڏي ٽپاسائين پڙتال (Triangulation Survey) جو ڪم پنجاب تائين وڌيو. ته ان پاسي جي دريائن جي پراڻن پيٽن بنسبت وڌيڪ ڄاڻ ملي. بهاولپور جي نواب جي صغير سنيءَ وقت جڏهن ڪرنل منچن (Col. Minchin) ان رياست جو ڪم هلائيندو هو. تڏهن ڏنو ويو ته ستلج ۾ ڪنڌ وجهي 'ترپوتا' ۽ 'وهند' نالي 'شاخن' ڪي پاڻي ڏبو ته خود هاڪڙي جي آبپاشي وڏي ويندي. اهڙيءَ ريت، جيئن فائيف 'ناري' ڪي وري جالارو ڪيو هو، تيئن هاڪڙي جو ڪجهه ڀاڱو به نندي پيماني تي جالارو ٿي پئي سگهيو (9).

ان معلومات جي آڌار تي هڪڙي 'نامعلوم' لکندڙ حقيقت ۾ ڊاڪٽر سي. ايف اولڊام "هندستاني ريگستان جي وچايل نديءَ تي نوٽ" نالي ليک لکيو، جو "ڪلڪته ريويو" جي جولاءِ 1874ع واري پرچي (نمبر سوءِ سترهين) ۾ ڇپيو. ان لکندڙ جيڪو نظريو پيش ڪيو، سو هيءُ هو ته هاڪڙو ۽ نارو هڪڙي ئي درياءُ يعني ستلج جو اڳوڻو پيٽ هئا ۽ باوجود انهيءَ ڳالهه جي ته سنڌوءَ جي ليٽ جو پاڻي به وچ ۾ ڪنهن هنڌان وچي هاڪڙي ناري ۾ پوندو هو، اهو ڪڏهن به خود سنڌوءَ جو پيٽ نه رهيو آهي. ان نظريي جي پنيرائيءَ ۾ هن اتر اولهه هندستان جي اوائلي تاريخ نويسن ۽ جاگرافيدانن جا چوندبيان ۽ حوالا ۽ مڪاني نالن مان ڪيڏيل انومان ثابتي طور پيش ڪيا.

هڪ ٻئي لکندڙ 'نيارڪس' جي نالي هيٺ ان نظريي جي مخالفت ڪئي. سندس ليک سنه 1875ع واري ڪلڪته ريويو (نمبر سو ويهين) ۾ نڪتو. هن صاحب نئينءَ پرتالي معلومات مان، پنهنجي پيشرو بنسبت، وڌيڪ ڪم ورتو ۽ تاريخي مواد ۽ مڪاني نالن جي نئين چوندبيان ۽ تاويل ڪري ڳالهه ڪي ذري گهٽ بنهه نرالي رنگ ۾ پيش ڪيائين. سندس نظريو هيءُ هو ته 'هاڪڙي' جو ڦاٽ ڪنهن زماني ۾ جمنا ناهيو هو، تڏهن جڏهن اها ٽڪرن منجهان نڪري اوڀر طرف لڙڻ بدران اولهه طرف لڙندي هئي، ۽ هاڪڙو بکر ڪان متيرو سنڌوءَ (تڏهن اها پنهنجي هاٽوڪي ڏڳ جي اوير ۾ وهندي هئي) سان ملندو هو ۽ يارهين صديءَ عيسويءَ تائين سنڌوءَ جو پويون وهڪرو ناري منجهان وهي وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو. هن اهو مڃيو ته هاڪڙي ڪي ستلج جي اُتل جو پاڻي پڻ ملندو هو، پر سندس چوڻ هو ته ستلج سچ پچ ان منجهان ڪڏهن ڪانه وهي

هئي. هي جو هاڪڙي جي نئوال جهڙن پرتي واهن جا متيان پاڳا 'ميسارجي' ويا آهن. تنهن کي هن ان ڳالهہ جي ثابتي ڪري پيش ڪيو تہ اهي رڳو آبڪلاٽيءَ جي مند ۾ ئي ستلج جا سائو گهارا رهندا هوندا.

آر.ڊي. اولڊام 'پنجاب ۽ ان جي ندين جي جاگرافيءَ ۾ امڪاني تبديلين بابت' جي سِري سان هڪڙو ليک لکيو، جو هن بنگال واريءَ ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي رسالي جي جلد پنجونجاهين، ڀاڱي ٻئي (1887ع) ۾ وجهرايو. ان ۾ هن ڪلڪتہ ريويو جي اصلوڪي ليک جي انهيءَ نظريي جي پٺڀرائي ڪئي تہ پاڻ ستلج اڳي هاڪڙي منجهان ۽ اِن ڪري ناري منجهان وهندي هئي ۽ سنڌو ڪڏهن بہ ناري منجهان ڪانہ وهي آهي، البت اڪثر ان کي پنهنجي اتل جو پاڻي ڏيندي رهي آهي .هن اهو مڃيو تہ تي سگهي ٿو تہ ڪنهن پراڻي وقت ۾ ويدن واري زماني کان اڳ جمنا پڻ هاڪڙي کي چيتانگ رستي پاڻي ڏيندي هجي، پر ساڳئي وقت سندس چوڻ هو تہ اوائلي تاريخي زماني ۾ هاڪڙي جي پاڻيءَ جو مکيہ وسيلو ستلج هئي. آر. ڊي. اولڊام پاڻ ڌرتي ڇاڻ جو ماهر هو. هن بکر واريءَ وتيءَ جي ڪجهہ متان واري علائقي ۾ سنڌوءَ جي وهڪري جون ڪي علمي سمجهاڻيون ڏنيون ۽ اُن جي آڌار تي 'نيارڪس' جي دليلن جو رد ڏنائين تہ ستلج ۽ 'هاڪڙي' جي وچ ۾ سُڪل گهارن جو طبعي ڏيک ثابت ڪري ٿو تہ خود ستلج انهن مان نئي وهي سگهي. هن اصلوڪي لکندڙ جا ڪيترا تاريخي دليل بہ ورجايا.

ميجر ايچ. جي. ريورٽيءَ پنهنجي ليک 'سنڌ جو مهراڻ ۽ ان جون ڏاني نديون' (ب.ا.س.ر. 1892ع) پاڱو پهريون) ۾ جيڪي ويچار پڌرا ڪيا آهن، سي گهڻي ڀاڱي 'نيارڪس' جي ويچارن سان ملن ٿا. توڻي جو هو 'نيارڪس' جو ڪو حوالو نٿو ڏئي پر نيارڪس وانگر هن کي پڪ هئي تہ: 'نارو' تاريخ واري زماني ۾ سنڌوءَ جي ڇڙ جو هڪ وهڪرو ضرور هو (10). پر جنهن مدي تائين بين لکندڙن جو انومان هو تہ 'هاڪڙو نارو' وهندو رهيو هوندو، تنهن مدي کي وڌائيندي، هو چوي ٿو تہ سنڌوءَ جي اولهہ طرف دڳ مٽ ڪان پوءِ بہ ستلج 'هاڪڙي ناري' منجهان وهندي رهي هئي.

ريورٽي ان امڪان کي ليکي ۾ ئي نٿو آڻي تہ ڪو جمنا بہ ڪنهن زماني ۾ هاڪڙي کي پاڻي ڏنو هوندو. هو پنهنجي دليلن جو بنياد گهڻو تڻو (جيئن ڪلڪتہ ريويو جي اصلوڪي لکندڙ جي دليلن جو هو) تاريخ نويسن ۽

جاگرافيدانن جي اضافي بيانن جي تاويلن تي رکي ٿو. ان اهڙا اضافي بيان تمام گهٽا ڏنا آهن.

آر.بي. وائيٽهيڊ، "هندستان جي جهونين وٿن واري مخزن" جي جلد 61 (1932ع) (11). ۾ لکندي، پاڻ کان اڳ وارن لکندڙن جي نظرين کي پنجاب ۾ واهن جي تازو ڪرايل سطح وار پڙتال (Survey Levelling) جي روشنيءَ ۾ بحث هيٺ آندو. اها سطح وار پرتال پڪيءَ طرح ظاهر ڪري ٿي ته جمنا ڪنهن زماني ۾ اولهه واري واٽ وٺي وهندي هئي. اها واٽ هاڻ چيتانگ ۽ 'هاڪڙي' جو پيٽ آهي. وائيٽهيڊ ان ويچار کي مجيندو نظر اچي ٿو ته تڏهن 'هاڪڙو' ۽ 'نارو' يکي پاڻ وهيٽي ندي ناهندا هئا، جا ڪڇ جي رڻ تائين هوندي هئي. ساڳئي وقت هو اهو به قبول ٿو ڪري ته ناري کي نسبتي طرح تازي زماني ۾ اروڙ کان مٿي سنڌوءَ جي اٿل جو پاٽي ڌار ملندو هو. پر هو اهو نٿو مڃي ته ڪو 'هاڪڙو ستلج جي پاٽيءَ منجهان جڙيو هوندو.

سر آيل اسٽائين، 41-1940ع ۾ ڪن آڳاٽن اهڃاڻن جي پڙتال ڪندي، هاڪڙي جي باريڪ ڇڪاس ڪئي. سندس ٿوليءَ ۾ 'سروي آف انڊيا' ڪاتي جو هڪڙو عملدار به هو. سو هن پنهنجي ليک، 'وجايل' سرسوتي نديءَ جي سنوت ۾ آڳاٽن ماڳن جي چوڪ ڇڪاس' ("جاگرافيڪل جرنل"، نوانوي نمبر 4-1942ع) ۾ جيڪي هنڌن ماڳن بابت چيو آهي، تن کي چڱو وزن ڏيڻو پوندو. هاڪڙي جي ساڄي ڪپ تي ٻن هنڌن وٽ هن درياءَ جي اهڙن پيٽن جا نشان ڏنا، جي اچي ان سان مليا تي جيڪو ولار (Walar) وٽ هو، تنهن جي ڪيس خاطري هئي ته اُهو "ستلج جو آڳاٽو ور وڪڙ پيٽ" آهي ۽ جيڪو ان کان هيٺ ڪدوالا (Kudwala) وٽ هو، سو به شايد اهڙو ئي ڇڏيل پيٽ هو. ستلج بئراج مان جي نوان واهه ڪڍيا ويا آهن، سي لڳ ڀڳ اهائي واٽ وٺي وهن ٿا، جا انهن پراڻن پيٽن جي هئي. هاڪڙي واري تر ۾ جيڪي اڳتاريخي زماني جا ۽ پوءِ جا ماڳ آهن، تن جي ڏِک مان اسٽائين انومان ڪڍيو ته ستلج اڳ تاريخي زماني جي پوين ڏينهن ۾ هاڪڙي وارو پيٽ ڇڏي ويئي هئي. هن ديراوڙ جي پرپاسي واري پٽ جي هڪڙيءَ خاصيت ڏانهن به ڌيان ڇڪايو ڇڻ اُهو درياءَ جي شاخن وارو پيٽ هو، جهڙو ڪر ڊيلٽا' هڪڙو "پوين وهڪرن جو تاجي پيٽو"، يعني اهو ظاهر ڪندڙ ته ڪنهن زماني ۾ اُتان پاٽي ججهو وهندو هوندو.

آءٌ پانيان ٿو تہ انهن منجهان هرهڪ لکندڙ ان مونجهاري کي سمجهائڻ ۾ ٿوري کي گهٽي واهر ڪئي آهي ۽ هاڻ هنن جون مکيہ ۾ مکيہ ڳالهيون ڪٺي اهو پروڙي سگهجي ٿو تہ حقيقت ڇا هوندي.

اهو قبول ڪري سگهجي ٿو تہ 'هاڪڙو' گهٽي ڀاڱي جمنا جو ڇاڙ آهي، تڏهن جڏهن هوءَ ڪنهن پر انهين وقت ۾ اوير واري واٽ وٺڻ جي بدران اولهہ واري واٽ وٺندي هئي، پر ستلج بہ ممڪن آهي تہ ان کي اوتري ئي آڳاٽي وقت کان پاڻي ڏيندي هجي، جڏهن جمنا وچي پنهنجو هاڻوڪو دڳ ورتو، تنهن کان پوءِ ستلج پڪ ئي پڪ ان کي گهٽي وقت تائين اتل جي پاڻيءَ تي ٽاٽيندي رهي هوندي. جيڪڏهن هاڪڙو ۽ نارو ڪنا سمنڊ ۾ وڃي ڇڙندڙ پاڻ وهيٺي ندي ناهيندا بہ هئا، تہ اهو تيستائين رهي هوندي، جيستائين ان ۾ جمنا پوندي رهي هوندي. هيءَ ڳالهہ شڪ جوڳي تي لڳي تہ ڪو ستلج جي سمورو وهڪرو ڪڏهن اها واٽ وٺي وهيو هوندو. جڏهن پهريون پيرو ان سوال جي چوڪ چڪاس ڪئي ويئي، تڏهن جيڪي اهجاڻ بچل هئا، تن ڏسيو تہ ان نديءَ جو رڳو هڪڙو ڀاڱو ئي وچي هاڪڙي ۾ پوندو هو. ستلج ۽ هاڪڙي جي وچ ۾ جيڪي سڪل گهارا آهن، سي شايد رڳو آبڪلاٽيءَ جي منڍ ۾ ٻوڏ جي پاڻيءَ تي وهندا هئا، پر منڍ تي وهڻ ۾ پيري پَڄ ورلي ئي ڪندا هئا. منهنجي ويچار ۾، ديراوڙ جي پر پاسي وارو' جهڙوڪ ديلنا' اهو زمانو ظاهر ٿو ڪري، جڏهن هاڪڙي مان دائمي وهڪرو وهڻ بند ٿي ويو هو ۽ اهو رڳو ٻوڏ جي پاڻيءَ تي ٽڳندو هو.

اها ڳالهہ تہ نارو رڳو هڪ هيناهون ڍورو آهي ۽ جڏهن پهريون پيرو ڏٺو ويو هو تڏهن ان ۾ لناشي درياهہ وارا کي بہ نشان ڪونہ هئا، سا ڳالهہ اهو ثابت نٿي ڪري تہ ڪو سنڌوءَ جي پوچڙ وارو ڪو وهڪرو ان منجهان ڪڏهن وهيو ئي ناهي، البت ايترو ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌوءَ کي اهو دڳ ورتي ڪو زمانو ٿي ويو آهي. گهٽ ۾ گهٽ ايترو زمانو، جيترو اولهہ طرف واري متانهين ميدان کي نهڻ ۾ لڳو هوندو. جيڪڏهن سنڌوءَ جي ڪنهن وهڪري ڪڏهن ناري وارو دڳ ورتو هوندو تہ اهو فقط تڏهن ڇڏيو هونداٿين، جڏهن ان کي وڏيڪ هيناهون دڳ مليو هوندو.

ڌرتي ڇاڻ کي الڳ رکندي تاريخي جاگرافيءَ جي عملي مقصدن لاءِ اسان کي ناري بابت ائين وسهڻ پوندو تہ اهو سنڌوءَ جو هڪ نيمائتو سائو گهارو

هو، جنهن کي ڪيترن ئي هنڌن تان ٻوڏ جو پاڻي ملندو هو. انهن ۾ مٿانهين ۾ مٿانهون هنڌ شايد ان جاءِ جي سامهون هو، جتي پنجاب جا درياهه اچي سنڌوءَ سان ملندا هئا.

سو جيستائين تاريخي زماني جو لاڳاپو آهي ته وسهڻ ۾ ائين ٿو اچي ته هاڪڙي ۽ ناري کي الڳ الڳ ذريعن کان پاڻي ملندو هو. ديراوڙ، جتي ستلج جي هاڪڙي منجهان وينديڙ اتل جو اثر پورو ٿيندو نظر اچي ٿو، ۽ غوثپور، جتان هيٺ ناري ڏي وينديڙ ڊورو شروع ٿي ٿو، انهن ٻنهي جي وچ ۾ جا وٿي آهي، تنهن بابت پڪو گمان آهي ته اتان ٻه هاڪڙو لنگهنديڙ هوندو. اها وٿي هاڻ اڏامي آيل واريءَ سان ايتري ستجي ويئي آهي، جو اتان لنگهنديڙ پيٽ سڄي جو سڄو ڪونه لهي سگهبو. انهيءَ ڪري وڃايل نديءَ جو اهو پاڳو نسبتي طرح ڏورانهين زماني جي انهن ڏينهن جو نظر اچي ٿو، جن ڏينهن ۾ جمنا، جيئن اڳيئي چيو اٿئون، اولهه طرف وهندي هئي، ۽ 'وڃايل ندي' شايد ستلج جي ڪنهن ڇاڙ جي واهڙ سان گڏجي سمنڊ ۾ وڃي پوندي هئي.

ان اڳوڻي لاڳاپي ۽ ترتيب جي سنئين سڌي ثابتي هيءَ آهي ته ڏکڻ ايرنديءَ سنڌ ۾ 'وڃايل نديءَ' جو هيٺئين ۾ هيٺيون وهڪرو اڄ ڏينهن تائين هاڪڙو سڏجي ٿو. تاهم ان جي ڪنڌيءَ سان رهنديڙ ڳوناڻا ان کي اڄ تائين جيئن سندن وڇينءَ ۽ مٿينءَ سنڌ وارا پائر ناري ۽ ان جي پرتي واهن 'ريڻي' ۽ 'واهندا' کي سمجهن ٿا. سنڌوءَ جو هڪ سائو گهارو ئي سمجهن ٿا ۽ ان کان وڌيڪ ڪجهه به نه.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. حقيقت ۾ برهمڻ آباد جي پرسان ۽ ان کان مٿيرو ۽ هيٺيرو ٻين هنڌن وٽ (اڪثر ڪري ٻين نالن هيٺ) جيڪو ڦاٽ اچا تائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سو ناري منجهان نڪتو نڪري، پر ريگستان جي الهندي ڇيڙي جي ٿورڙي اولهه طرف وارو عام ڏگ وٺي هيٺ اچي ٿو. اهو ڏگ ٿلهي ليڪي اڄوڪن ميراوهه ۽ نصرت واهه سان ملي اچي ٿو.

2. ر.ا.س.ر. جلد پهريون (1834ع)، ص 44-20.

3. ڏسو مثال طور: ڪننگهام، "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي" ص 2-251 ۽ نقشو، مئڪڪرنڊل، "آڳاٽو هندستان" (ايريئن)، ٽارن، "سڪندر اعظم"، جلد پهريون، ص 4-103، سي. سي ڊيويز، "هندي اپبيٽ جي تاريخي ائٽلس"، نقشو نمبر 4.

4. "سنڌوءَ جي ايرندي شاخ جي هڪ نقشي جي ياداشت"، از ليفٽيننٽ اليگزنڊر برنس، (گورنمينٽ لٿو گراف پريس، بمبئي، 1828ع)، پئرا 12، ضمني ياداشت، پئرا 5، 6 ۽ 11.

5. ڪئپٽن ڊبليو، پاٽنجر، "سنڌ تي ياداشت"، 1832ع، پئرا 'نارو' يا 'نالو'، ليفٽيننٽ ڊيل هاسٽي، "سنڌ تي ياداشت"، 1832ع، پئرا 'پراڻ'.

6. ب. س. د. ا، پنجيتاليهون، نئون سلسلو، (1857ع)، ص 5-1.

7. ايضاً، ص 26.

8. ايضاً، ص 44.

9. آر. بي. بڪلي، "هندستان ۾ آبپاشيءَ جا ڪم"، 1880ع، ص 6-155.

10. ريورٽي سنڌوءَ جي پوڇڙ واري وهڪري کي 'مهراڻ' جي نالي سان سڏي ٿو ۽ سنڌءَ جي پنجند کان مٿئين ڀاڱي کي ڇڙو مهراڻ جي 'ڏاني' ندي ڪري ليکي ٿو.

11. "پنجاب ۽ سنڌ ۾ درياهن جا دڳ"، ("هندستان جي جهونين وٿن واري مخزن"، 1932ع).

ضميمو ٻيو

# وچولي زماني جي عرب(1) جاگرافيدانن جي سنڌ تي لکڻين جي اهميت

عرب ۽ سنڌ مسلمان جانشين انين صدي عيسويءَ جي اوائل کان وٺي سنڌ ۽ بلوچستان، جا حاڪم ۽ پرپاسي وارن ملڪن سان لاڳيتي لهہ وچڙ ۾ رهيا آهن. اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکندي، اهو ڏسي عجب ٿو ٿئي تہ هنن پنهنجن صديون پوءِ جوڙيل ڪتابن ۾ ان علائقي جي جاگرافيءَ جا جيڪي احوال ڏنا آهن، سي ڪيترا نہ اڻ چٽا ۽ نادرست آهن. حقيقت هيءَ آهي تہ مسلمان مصنفن پنهنجيءَ جاگرافي کي سائنسي بنيادن تي بيهارڻ جي ڪا جاکوڙ ڪانہ ڪئي هئي ۽ ٽن چئن صدين جي مدي اندر هنن ۾ علمي تحقيق جا ڪي بہ اهڃاڻ نٿا ملن. حالانڪ ان عرصي دوران ڄاڻ جي عام پونجي ضرور وڌي هوندي، ۽ ڪين پنهنجون اوائلي چُڪون سڌارڻ ڪپنديون هيون.

عرب جاگرافيدانن جي ڪوتاهي سندن نقشي نويسيءَ مان پڌري آهي: الاصطخريءَ ۽ ابن حوقل جي ڪتابن ۾ سنڌ جا جيڪي نقشا ڏنل آهن، تن ۾ نہ تہ ڪو پيمانو آهي ۽ نہ ئي منجهن ڪپر ليڪ يا ٻين طبعي انگن جي ٻيو نہ تہ ڪنهن لڳ ڀڳ نسبتي بيهڪ ۽ طرفن ڏيکارن جي ئي ڪا ڪوشش ڪيل آهي. خود منصوري کي گهيريندڙ چاڙ ڪُڊنگي ڏيکاريل آهي ۽ هڪڙو نقشو خود شهر کي ان چاڙ جي ڪاٻيءَ ڪنڌيءَ تي رکي ٿو تہ ٻيو وري ساڄيءَ ڪنڌيءَ تي!

سفرناما سيني اوائلي لکندڙن جيان هنن جو بہ مکيہ مواد هئا، پر لڳي ٿو تہ عرب هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ جي ٻيو نہ تہ قريبي طرف معلوم ڪرڻ يا مفاصلي جي ڪنهن سهنجي سجاڻيندڙ ڪاڇي تي هلڻ جي اهميت کان بہ اڻڄاڻ هئا.

انهيءَ ڏس ۾ پروفيسر هوديوالا جو اهو چوڻ بلڪل بجا آهي تہ "انهن گهڻ پچاريل سفرنامن جي ڀهرينءَ اشاعت تي جيڪي اميدون ڪيون ويون هيون تہ اهي سنڌ ۽ بلوچستان جي جاگرافيءَ تي آجيان لائق روشني وجهندا، سي اُميدون پوريون ڪونہ ٿيون آهن. انهن مسئلن کي سمجهائڻ تہ نهيو، مرڳو منجهائي ڇڏيو آهي"(2).

اهو جاگرافيدانن جو ڏوھہ نہ هو تہ هنن مفاصلي جو جيڪو ڪاٿو، فرسخ، ڪم آندو ٿي، تنهن جو ليکو هڪڙي تر ۾ هڪڙو تہ ٻئي تر ۾ ٻيو هو ۽ اسان کي گهڻ ۾ گهڻ ٿورائتو ٿيڻ کپي تہ ابن خردازبہ، المسعودي ۽ البيرونيءَ جو جيڪي ٽئي اسان کي ٻڌائين ٿا تہ منجهانئن هرهڪ جو پنهنجو ڪاٿو ڪهڙو هو. پر جڏهن اسين اهي ڪاٿا حقيقتن سا نهڪايون ٿا، تڏهن نتيجو گهڻو ڪري گنڀير تضادن جي صورت ۾ نڪري ٿو مثال طور، المسعودي ملتان ۽ منصوري جي وچ ۾ 'مفاصلو' "75 فرسخ، هر هڪ اٺن ميلن جو" ڄاڻائي ٿو. اهو اٽڪل روءِ ڇهہ سو انگريزي ميل ٿئي ٿو (3). البيروني ٻنهي شهرن جي وچ ۾ مفاصلو پنجاهہ فرسخ ٻڌائي ٿو، ۽ سندس ڪاٿو هڪڙي فرسخ ۾ 16000 ڪيوبٽ (ٻئو هٿ) يا ساڍا چار انگريزي ميلن کان ٿورو وڌيڪ هو. ان ليکي سان اهو مفاصلو رڳو 225 ميل ٿئي ٿو. اصل مفاصلو اٽڪل 36 انگريزي ميل آهي. الاصطخري چوي ٿو تہ ٻيئي هنڌ هڪٻئي کان 12 ڏهاڙن جي مسافريءَ تي آهن، جا وري گهڻ ڪٿ لڳي ٿي.

انهن لکندڙن جيڪو ٻيو ڪاٿو گهڻو ڪم آندو، سو سياويڪ طرح 'ڏينهن جي مسافري' آهي. پر ظاهر آهي تہ اهو ڪاٿو مسافريءَ جي ڍنگ، منزل گاهن جي سهنج، لتاڙيل ملڪ جي ڊول ۽ ٻين اهڙين ڳالهين انوسار پيو ڦرندو گهرندو. جيتوڻيڪ الادريسي، جو ڪجهہ پوءِ جو لکندڙ آهي، اسان کي ٻڌائي ٿو تہ هو هڪ ڏينهن جي رواجي مسافريءَ کي ٽيهن ميلن جي برابر ۽ ڊگهيءَ مسافريءَ کي چاليهن ميلن جي برابر سمجهي ٿو، تڏهن بہ اِهي ڪاٿا هڪ ساريڪا نٿا ٿي سگهن، ۽ جي ڪنهن اهڙي سفر نامي سان لاڳو ڪجن ٿا، جنهن ۾ بہ سچاپي سگهندڙ هنڌ هجن، تہ عام طرح اُهي غلط معلوم ٿين ٿا (4).

جڏهن ڄاتل سڃاتل هنڌن جي مفاصلن ۾ ئي اهڙا تفاوت آهن، تڏهن اها آس رکڻ اجائي ٿيندي تہ 'سفرناما' اڻڄاتل جاين جي نالن سڃاڻڻ ۾ ڪا واهر ڪندا. خود انهن مان گهڻن جي نالن بابت ڏکا هڏئا پون ٿا، ڇو تہ ڪيترن قلمي نسخن ۾ نقشن ۾ نالن تي اعرابون ناهن ڏنل، ان ڪري هڪ نالي جون ڇهہ ڇهہ ست ست پڙهڻيون بہ ٿيو وڃن. اسان کي اهو بہ شڪ ٿئي ٿو تہ ڪاتبن اڪثر اصلوڪا اکر هوبهو نقل نہ ڪيا آهن. عربي ۽ فارسي اکر انهيءَ ڏس ۾ شايد ٻين کان وڌيڪ منجهائيندڙ بہ آهن.

اتر اولهه هندستان جو هڪڙو طبعي نشان اهڙو آهي، جو هر اهڙي جاگرافيدان کان، جنهن کي مڪاني طرح معلومات هٿ ڪرڻ جا موقعا هجن، اها اميد رکي سگهجي ٿي ته هو ان نشان جو احوال خبرداريءَ سان قلمبند ڪندو. اهو نشان آهي پنجاب جي پنجن درياهن جو پاڻ ۾ ۽ سنڌوءَ سان ڳانڍاپو. حيرت آهي ته ٽالميءَ انهن کي صحيح طرح بيان ڪيو آهي. هنن اُن ملڪ بابت ايرسٽوبولس ۽ ميگاسٿينيز جي احوالن مان به چڱو فائدو ورتو هو ۽ سندن احوالن کي پرکڻ ۽ اضافن ڪرڻ لاءِ تازي ۾ تازي معلومات به پڪ ٿي پڪ هٿ ڪئي هئائين. ان جي مقابلي ۾ ڏسو ته عرب جاگرافيدان سنڌوءَ جي ڏاني ندين بنسبت ڇا ٿا لکن! آءٌ هنن جي بيانن جا سندن لکڻ جي ترتيب موجب حوالا ڏيان ٿو. المسعودي رائد (راوي)، هاتل (؟ بياس) ڪابل ۽ ڪشمير (جهلم) جو ذڪر ته ڪري ٿو، پر چناب ۽ ستلج جو نالو ڪري. الاصطخري رڳو هڪڙي درياءُ جو حوالو ڏئي ٿو ۽ ان جو نالو 'سنڌ رود' ٻڌائي ٿو. ابن حوقل کي رڳو ٻن جي خبر آهي، جن کي هو 'سندرود' يا 'سنداروز ۽ جندرود' يا جنداروز' سڏي ٿو. اهي نالا، جيئن هوديوالا ڏيکاري ٿو، شايد ستلج ۽ گڏيل چناب جا آهن، جا هاڻ تريماب سڏجي ٿي(5).

هيءَ ڳالهه ذهن نشين رکڻي آهي ته اهي ٿيئي لکندڙ سنڌو ماتريءَ مان ٿي ويا هئا. البيروني پنج ئي درياءُ صحيح نالن سان ڄاڻائي ٿو، جي هن سنسڪرت ماخذن مان ڪنيا هئا ۽ جيتوڻيڪ هو پنهنجي جدول ۾ انهيءَ حاشئي سان ته راوي ملتان جي اوپر ۾ ۽ بياس ملتان جي اولهه ۾ وهي ٿي، ٻنهي کي هڪٻئي جي جاءِ تي ڄاڻائي ٿو، پر پنهنجي بيان ۾ هو ائين چئي، ٻنهنجي پل ڪجهه سڌاري ٿو ته بياس ملتان جي اوپر ۾ وهي ٿي (6). ريورٽي ان پل تي بيواجبي زور ڏئي ٿو ۽ ائين ڪرڻ سان هو ظاهر آهي ته البيرونيءَ جي راويءَ جي حيثيت ۾ ڪاريت مرڳوئي وڃائڻ ٿو چاهي ڇاڪاڻ ته هن جي ان چٽي بيان کي ته ستلج پنجند رستي سنڌوءَ سان اچي ملي ٿي، رد نه ڪبو، ته مهراڻ هاڪڙي وارو وڏو نظريو ڊهي اچي پٽ پوندو (7). پر سچ پچ اِن معاملي بابت ٻين لکندڙن جي ڀيٽ ۾ البيرونيءَ جي بيانن کي وڏيڪ وزن ڏيڻ کپي - نه رڳو ان ڪري ته هو ڪجهه وقت ملتان ۾ رهيو هو. پر ان ڪري به ته هن جي سڄي ڪتاب ۾ ڪوجنا جا ڪجهه اهڃاڻ ملن ٿا ۽ موضوع کي مجموعي طرح ڪجهه سائنسي ۽ تنقيدي انداز ۾ ڪنيو اٿائين.

باوجود ان جي تہ الادريسيءَ کان اڳ جي لکندڙن جيڪي ڪجهہ لکيو هو، سو الادريسيءَ جي دسترس ۾ هو. هو پاڻ کي متين علمي خاصيتن کان وانجهيل ثابت ڪري ٿو. هن جي اورچائي جس جوڳي هوندي بہ، منجهس انتخاب جي ڏات نہ هجڻ ڪري، اُها پاڻيءَ ۾ ملي وڃي ٿي (8). هو البيرونيءَ کي نظرانداز ٿو ڪري وڃي، ۽ رڳو ايترو چاڻائي مطمئن ٿي وڃي ٿو تہ سنڌوءَ جون بہ ڏاني نديون آهن. ان لاءِ بظاهر هو ابن حوقل تي پاڙي ٿو، پر هو اهي نالا ڏئي ئي ڪونہ ٿو، جي ابن حوقل چاڻايا آهن (9). پوءِ جي صدين جا مسلمان مصنف بہ انهيءَ معاملي ۾ عجيب اڻچاڻائيءَ يا لاپرواهيءَ جو مظاهرو ڪن ٿا.

اڳين لکندڙن جي بيانن کي بنا پرک پروڙجي نقل ڪرڻ جي عادت ايتري تہ عام آهي، جو بيانن جي ظاهري تصديق اڪثر بيڪار ٿئي ٿي. مثال طور، ياقوت تيرهين صدي عيسويءَ جي پهرئين اڌ ۾، جا عظيم جاگرافيائي لغت جوڙي هئي، تنهن ۾ سنڌ جي منصوري بنسبت هو ڪيئي دلچسپ تفصيل ٻڌائي ٿو (10) پر ان هنڌ بابت المسعوديءَ ڏهين صدي عيسويءَ جي بين لکندڙن جيڪي ڪجهہ چاڻايو آهي، سو پيتجي تو تہ پتو ٿو پوي تہ يا قوت جون حقيقتون جيئن جو تيئن هنن تان ورتل آهن. تنهن زماني جي تذڪرن ۾ اسين جيڪي منصوري بابت پڙهون ٿا، سو ظاهر ڪري ٿو تہ ان شهر تيرهين صديءَ جي شروعات ڌاري پنهنجي اهميت وڃائي ڇڏي هئي: اها بہ پڪ آهي تہ اُن زماني ۾ ان جو ڪو اهڙو بادشاهہ ڪونہ هو، جو قريشي نسل مان هجي ۽ جنهن جا وڏا اتي ڳپل مدو حڪومت ڪندا رهيا هجن ها. اهو ائين آهي جڻ 'بيديڪر جي يورپ بابت چوپڙي' 1961ع سن لاءِ چاڻائي تہ فرانس ۾ بوربن گهراڻي جو هڪ بادشاهہ راڄ ڪري ٿو!

مون هن جلد جي متن ۾ اُن شهر جو ذڪر بہ ضروري نہ ڄاتو آهي، جنهن کي عرب جاگرافيدانن منجتارا (Manjatara) يا منهاباري (Manhabari) ڪوٺيو آهي، ڇو تہ سنڌ جي تاريخ ۾ ان جي ڪا اهميت نظر نٿي اچي. پر اهي لکندڙ ان هڪڙي (جي اهو ساڳيو هڪڙو هو) شهر بابت جيڪي لکن ٿا، سو سندن لکڻين جي اڳيئي چاڻايل عيبن مان گهٽ جي مثال جو ڪم ڏئي ٿو.

پهرين ڳالهہ تہ ان جي نالي جي ئي خاطري ڪانهي متي چاڻايل نالن کان سواءِ ٽيون نالو منجاباري (Manjabari) بہ اٿس. "اشڪال البلاد" واري نقشي

۾ ان جي بيهڪ بلڪل چٽي ڏيکاريل آهي ۽ ان بابت جيڪي ڪجھه الاصطخري ۽ هڪڙي هنڌ ابن حوقل ڄاڻائي ٿو، تنهن سان نهڪي اچي ٿي يعني، مهراڻ جي اولهه طرف ذري گهٽ منصوري جي سامهون (11). پر ابن حوقل ٻئي هنڌ ڄاڻائي ٿو تہ اهو مڪران جي شهر قنزبر (Qannazbur) واري رستي تي ديبل کان ٻہ منزلون پري آهي! (12). ان سان اهو ڪجهي وجي ذري گهٽ اُتي نڪري ٿو، جتي ساڳئي نقشي ۾ ڪمبالي (Kambali) ڏيکاريل آهي ۽ درياهہ کان ٻہ ڪيئي منزلون پري تي وجي ٿو الادريسي ان شهر کي شَروسن (Sharusan سيوهڻ) کان ٽن ڏينهن تي، فِرابز (Firabuz قنزبر) کان ڇهن ڏينهن تي ۽ ديبل کان فرابز ويندي ٻن ڏينهن تي ڏيکاري ٿو (13).

هيگ ۽ هولڊچ انهيءَ نتيجي تي پهتا آهن تہ ساڳئي نالي سان ٻہ شهر هئا. سو ڄڻي سگهجي ٿو تہ الاصطخريءَ جو اشارو هڪڙي ڏانهن هو تہ اُبن حوقل جو ٻنهي (ٻہ فرق ڏيکارڻ جي) ڏانهن. الادريسيءَ واري ٻنهي کي پاڻ ۾ منجهائي ڇڏيو آهي: سندس "سيوهڻ کان ٽن ڏينهن تي" واري ڳالهہ ان کي الاصطخريءَ واري منجابارِيءَ سان ٻڌندي ٿي، ۽ سندس باقي ڳالهيون ابن حوقل واري ٻئي منجهاريءَ سان لڳن ٿيون، يعني اهي جيڪو ديبل کان مڪران ويندڙ رستي تي هو.

پروفيسر هوديوالا جو رايو آهي تہ شهر هڪڙو ئي هو، ۽ اُن بابت ابن حوقل جو ٻيو ڏسُ، يعني قنزبر واري رستي تي ديبل کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي، درست آهي. منصوري ۽ نيرون کان ڏنل ڏسُ هو ڪاتبن جي چُڪ ڄاڻائي ٿو ۽ چوي ٿو تہ لکندڙ ٻنهي جاين تي قنزبر لکيو هوندو.

هوديوالا صلاح ٿو ڏئي تہ منهاباري مٺان ٻنبور هجي. جو اِنهن لکندڙن ان جو ٻئي ڪنهن هنڌ ذڪر ئي ناهي ڪيو ۽ رجردبرٽن موجب، اهو منهابارا پڻ سڏبو هو (14).

هيءَ صلاح هڪڙن ڏسن لاءِ تہ معقول آهي، پر ٻيا ڏس منهنجي خيال ۾ ان سان نہ لڳندا، پوءِ ڪٽي انهن کي هوديوالا جي چوڻ تي زوريءَ ڦيرايو بہ ڇو نہ وڃي.

هاڻوڪن ٽيڪاڪارن منهابارِيءَ جا جيڪي الڳ الڳ هنڌ ڏسيا آهن، تن کي هڪٻئي جي پاسي ۾ رکي، ڏسڻ دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو.

مٺڪمرڊو: روپاهه پرڳڻي ۾ (شهدادپور تعلقي جو ڏڪڻ هيگ پنهنجن ٻن منهابارين جون جي ٻيهڪون ڇاڻايون آهن. تن مان هڪڙيءَ سان هيءُ ڏس لڳي ٿو).

ڪننگهام: نئو.

ريورٽي: شايد بدين لڳ. (هو مانجهند ڪي ويچار هيٺ آڻي، رد ڪري ڇڏي ٿو).

هوديوالا: پنپور.

هيگ: ڪراچيءَ کان گهٽو پري نه. (هيءُ سندس ٻن شهرن مان ٻئي جو ڏس آهي).

اهڙيءَ ريت هنن جي قطب نما جو ڪانٽو لڳ ڀڳ ٻه هزار چورس ميل ايراضيءَ اندر ڦري ٿو (15). اسين ڪننگهام ۽ ريورٽيءَ کي هن معاملي ۾ پنهنجن خاص نظرين جي موهه ۾ مُنڊجي وڃڻ تي نِندي سگهون ٿا. پر اهڙيون ڀُلون اصلوڪن راوين جي لاپرواهيءَ جي ڪري ئي ممڪن ٿي سگهيون هيون.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1. "عرب" مان منهنجي مراد اهي مسلمان مصنف آهن، جن عربيءَ ۾ لکيو هو.

2. "هند مسلم تاريخ جو اپياس"، ص 30.

3. هوديوالا ڀانئي ٿو ته مسعوديءَ جو سنڌي فرسخ "ٻئي يوجنه" جي برابر هو. (ڏسو ڪننگهام جي ڪتاب، "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي" جو ضميمو 'ب'، ص 7-571). هو سنڌي فرسخ جي ماپ جي اڄ جيترو رواجي فرسخ ٻه ڪم آڻي ٿو ۽ جي هت اهو لاڳو ڪيو ويندو ته مفاصلو لڳ ڀڳ پورو وڃي بيهندو. (هوديوالا، ص 28).

4. هوديوالا، ص 32، 30.

5. "مروج الذهب"، انگريزي ترجمو: اي. اسپرينگر، ص 2-381، ايلئٽ، پهريون، ص 23-22، 30، 40، هوديوالا، ص 40-39.

6. "تاريخ الهند"، ايڊيٽر اي سچاءُ، جلد پهريون، ص ص 260-258.

7. "مهراڻ"، ص 20-219.

8. هوديوالا، ص 60-59.

9. ايليئٽ، پهريون، ص 83، هوديوالا، ص 5-64.

10. فرينچ ترجمو: "بربيئر دي مينارد"، پئرس، 1861ع، ص7- 546.

11. ايليئٽ، پهريون، ص 37.

12. ايضاً، ص 40.

13. ايليئٽ، پهريون، ص 80-79 فِرابز يا قنزبر شايد پنجگور هو. هوديوالا، ص 63.

14. هوديوالا، ص 8-36.

15. مئڪمرڊو، "سنڌ ملڪ جو احوال" وغيره، ر.ا.س.ر. جلد پهريون، ص 233، هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو مُلڪ"، ص 68، ڪننگهام، "هندستان جي آڳاٽي جاگرافي"، ص 289، ريورٽي، "مهراڻ"، ص 9-227 ۽ نوٽ، هوديوالا، مٿيون حوالو، هيگ، "سنڌوءَ جي ڊيلٽا وارو ملڪ"، ص 8-67.

# ڏسڻي -1

## جاگرافيائي هنڌ وغيره

(الف)

# ڏسٽي -2

## ماڻهن جا نالا

# BIBLIOGRAPHY

## Books


1. Akbar Nama.
2. Alexander The Great, by Sir W. Tarn.
3. A Manual of the Geology of India & Burma, By Sir E.H. Pascoe.
4. Anabasis, By Arrian
5. An Account of the Country of Sindh, by James McMurdo
6. Ancient Geography of India, by Major General Sir A. Cunningham.
7. An Historical Atlas of the Indian Peninsula, by C.C. Davies.
8. An Introduction to the Study of Indian History, by D.D. Kosambi.
9. Annals & Antiquities of Rajasthan, by James Tod.
10. Antiquities of Sindh, by Cousens.
11. Araish-e-Mehfil, by Mir Sher Ali Afsos: tr. H. Court.
12. Archaeological Survey Reports, by Major-general Sir A. Cunningham.
13. Ashkal-al-Bilad, by Ibn-i-Hauqal apud Sir H. M. Ellite.
14. Bibliotheca Historica, by Diodorus Siculas.
15. Brihat Samhita, by Varahamihira, tr. H.Kern.
16. Cambridge History of India.
17. Chachnamah, ed. Kalich Beg.

17. (a) Chachnamah, ed. Dr. Nabi Bakhsh Khan Baloch.

18. Dry Leaves from Young Egypt, by ex-Political (E.B. Eastwick)
19. Early History of India, ed. Vincent Smith.
20. Early India & Pakistan, by Sir Mortimer Wheeler.
21. Early Indus Civilization, by Dr. E. Mackay.
22. Etude Sur La Geographic Greque, by M. Vivien de Saint Martin.
23. Fragments Arabes et Persans inedits relatifs a '1' Inde, by M. Reinaud.
24. Fragments, by Megasthenes.
25. Geography, by Strabo.
26. Geology of India, by R.D. Oldham.
27. Geology of Western Rajputana, by La Touche.

28. Geology of Western Sindh, by Blanford.
29. Histoire de la Geographie et des Decouvertes. Geographiques, by Vivien de Saint Martin.
30. Histoire de la Vie de Hiouen-Thsang, tr. Stanislas Julien
31. History, by Ammianus Marcellinus.
32. History, by Herodotus.
33. History of Alexander the Great, by Q. Curtius Refus.
34. History of Ancient Geography, by Bunbury.
35. History of Persia, by P. Sykes.
36. History of Sindh, by Kalich Beg.
37. Indian Engineering, by W.L. Strange.
38. Indian Shipping, by Dr. R.K. Mukerji.
39. Indische Alterthumskunde, by Lassen.
40. Indike, by Arrian.
41. Indus Delta Country, by Major General M. R.Haig.
42. Irrigation Works in India & Egypt, by R.B. Buckley.
43. Irrigation Works of India, by R.B. Buckley.
44. Invasion of India, by Mc-Crindle.
45. Jataka, trs: H.T. Francis & H.T. Neil.
46. Khulasat-ut-Tawarikh, by Subhan Rai Batalvi.
47. Kitabul Hind, by Alberuni, tr, E.Sachau.
48. Kitabut tanbih, by Almasudi.
49. Kurrachee Past, Present & Future, by A.F.
50. Life of Yuan Chawang, by Hoei-Li and Yen-T-song.
51. Linguistic Survey of India (Vol: VII, Part I), by Sir George Grierson.
52. Mahabharata, tr: P.C. Roy.
53. Manu.
54. Masalik-wa-Mamalik, by Al Istakhari.
55. Memoir, by Seth Naomal Hotchand, ed. Sir Evan James.
56. Mohen-Jo-Daro & the Indus Civilization, by Sir John Marshall.
57. Mujmal-ut-Tawarikh.
58. Muruj-uz-Zahab (Meadows of Gold), by Almasudi, tr: Alyos Sprenger.
59. Natural History, by Pliny, ed. C. Mayhoff.
60. Narrative of Various Journeys in Balochistan, Afghanistan & the Punjab, by Masson.

61. On probable Changes in the Geography of the Punjab and its Rivers etc, by R.D. Oldham.
62. On the Sites of Brahamanabad & Mansurah in Sindh etc, by Maj: General M.R. Haig.
63. On Yuan Chawang's Travels in India, by Watters.
64. Pentapotamia Indika.
65. Periplus of the Erythrean Sea, by an Unknown Author, ed: Mc Crindle.
66. Persian Gulf Pilot.
67. Personal Observations on Sind, by Capt: postans.
68. Prehistoric India, by Stuart Piggot.
69. Rocord, by Yuan Chawang, tr: S. Beal.
70. Rigveda, ed: Aufrecht.
71. Rigveda Samhita, tr: H.H. Wilson.
72. Sacred Books of the Budhists, tr: T.W. Rhys Davids and C.A.F Phys Davids.
73. Sacred Books of the East, tr. E.W. West
74. Sindh & the Races that Inhabit the Valley of Sindh, by Richard F. Burton.
75. Studies in Indo-Muslim Histroy, by prof: Hodivala.
76. Supparka Jataka, ed: E.B Conwell.
77. Tarkhan Namah, by H.M. Elliot.
78. The Alkaline Lakes and the Soda Industry of Sind, by Cotter.
79. The Behaviour & Control of Rivers & Canals, by Sir Claude Inglis.
80. The Erath, by Elisee Reclus.
81. The Great Epic of India, by H. Washburn Hopkins.
82. The History of India as Told by its own Historians, by Sir H.M. Elliot.
83. The Indian Border, by T.H. Holdich.
84. The Indus Civilization, by Sir Mortimer Wheeler.
85. The Itinerary of Yuan Chawang, comp: Vincent Smith.
86. Travels in Balochistan & Sindh, by Henry Pottinger.
87. Tribes in Ancient India, by B.C. Law.
88. Tuhfatul Kiram, by Mir Ali Sher Qani, tr. T. postans.
89. Vedic Index of Names & Subjects, by Mcdonald & Keth.
90. Vishnu Puran. tr. H.H. Wilson.
91. Voyazesd' Ibn. Batoutah, tr: C.Defremery et- B.R Sanguinetti.

**ARTICLES: REPORTS:**

1. Allahabad Pillar Inscriptions.
2. An Account of the Country of Sindh, by James McMurdo.
3. An Archeaological Tour in Gedrosia, by Sir Aurel Stein.
4. A Memoir of a Map of the Eastern Branch of the Indus, by Alexander Burns.
5. A New Inscription of Darius from Hamdan, by Prof: Hertzfeld.
6. A New Type of Pottery from Baluchistan.
7. A Supplementary Memoir of a Map of the Eastern Branch of the Indus, by Alexander Burns.
8. A Survey of Ancient Sites along the 'Lost' Saraswati River, by Sir Aurel Stein.
9. Dissertation on the River Indus, by James McMurdo.
10. Early Canal Administration in Sind, by H.T. Lambrick.
11. Early Canal Irrigation in Sind.
12. Excavations in Baluchistan.
13. Explorations in Sind, by N.G. Majumdor.
14. Further Exploration in Sind.
15. Gabarbands in Baluchistan, by R. Hughes Butter.
16. Ibn Batuta in Sind, by Major General M.R. Haig.
17. Inscription on the Tomb of Abu Turab in Sind, by N.M Billimoria.
18. Memoir on Scinde, by Capt. W. Pottinger.
19. Memoir on Scinde, by Lieut: Del Hoste.
20. New Light on the Indus Valley Civilization.
21. Notes on Afghanistan & some Parts of Baluchistan, by Major H.G. Raverty.
22. Notes on the 'Lost River' of the Indian Desert, by Anon (C.F. Oldham).
23. Report on the Administration of Scinde.
24. Report of Capt. Preedy & J. Mcleod.
25. Report on the Pargana of Chandookah in Upper Sindh, by James.
26. Report on the Survey of the mouth of the Indus in March 1877 A.D, by Lieut: Stiffe.
27. Report on the Upper Portion of the Eastern Nara, by J.G. Fife & others.

28. R.G. Bhandarkar in Indian Antiquity, Vol: I.
29. The 'Lost River' of the Indian Desert - A Comment, by Nearchus.
30. The Mehran of Sind and its Tributaries, by Major H.G. Raverty.
31. The River Courses of the Punjab & Sind, by R.B. Whitehead.
32. The Stone Industries of Holocene in India & Pakistan, by Col: D.H. Gordon.
33. Who are the Descendents of the People of Mohen-jo-daro.


**OFFICIAL PUBLICATIONS: PERIODICALS: RECORDS:**


1. Ancient India.
2. Ancient India (Arrian).
3. Ancient India (Ktesian).
4. Ancient India (Ptolemy), ed: I.W. Mccrincle.
5. Ancient India (Ptolemy), ed: S.N. Majumdar.
6. Annual Bibliography of Indian Archeaology.
7. Annual Reports of the Archaeological Survey of India.
8. Arts Asiatique.
9. Arts and Letters, Royal India, Pakistan & Ceylon Society.
10. Antiquity.
11. Baluchistan District Gazetteer.
12. Blue Book.
13. Bomby Govt: Files Nos: 571, 763, 763, 790.
14. Bombay Govt: Records No. XIII.
15. Bulletin of The Deccan College Research Institute.
16. Calcutta Review.
17. Census of India, 1941, Vol: V & XII.
18. Gazetteer of Sind.
19. Geographical Journal, Vol: XCIV, No, 4.
20. Illustrated London News.
21. Indian Antiquary.
22. Indian Archaeology.
23. Jhalawan Gazetteer.
24. Journal of the Asiatic Society of Bengal.
25. Journal of the Bombay Arthropological Society.

26. Journal of the Bombay Branch of the Royal Asiatic Society.
27. Journal of the Royal Asiatic Society.
28. Journal of the Geographical Society.
29. Journal of the Sind Historical Society.
30. Journal of the Society of Arts, 1901.
31. Las Bela Gazetteer.
32. Makran Gazetteer.
33. Memoirs of the Archaeological Survey of India.
34. Memoirs of the Geological Survey of India.
35. Parliamentry Papers relating to Sind.
36. Selections from the Records of the Bombay Government.
37. Survey of India Map.

---------

سنڌ
هڪ عام جائزو ايڇ - ٽي - لئمبرڪ
سنڌي ادبي بورڊ



## مصنف

هِيو ٽريورَ لئمبرڪ(Hugh Trevor Lambrick) سنہ 1904ع ۾ ڄائو. سندس وڏا، 1843ع ۾، سنڌ جي فتح کان اڳ توڙي پوءِ، سنڌ ۾ نوڪريءَ ۾ هئا. سندس نانو 1889ع ۾ صوبي جو ڪمشنر هو، لئمبرڪ پاڻ سنڌ ۾ 1927ع کان 1946ع تائين مختلف انتظامي عهدن تي فائز رهيو ۽ فرصت جو وقت، گهڻي ڀاڱي، سنڌ جي آڳاٽي جاگرافي، جيالاجي، تاريخ ۽ انسان جي مختلف نسلن جي اڀياس ۾ صرف ڪيائين، انهن موضوعن تي هن سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي مخزن ۾ ڪيترائي مضمون لکيا. خود سوسائٽيءَ جو 1940ع کان 1943ع تائين صدر بہ رهيو، انڊين سول سروس مان رٽائر ڪرڻ کان پوءِ 1947ع ۾ اورِيئل ڪاليج آڪسفورڊ (انگلنڊ) ۾ فيلو مقرر ٿيو، جتان هن اڳ ۾ گريجوئيشن ڪئي هئي. 1952ع ۾ سندس ڪتاب "سر چارلس نيپئر اينڊ سنڌ" ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن بابت "ٽائيمس" اخبار جي لٽرري سپليمينٽ" (ادبي ضميمه) لکيو تہ، "اهو ناممڪن آهي تہ انهيءَ دؤر تي هن ڪتاب کان بهتر ٻيو ڪو ڪتاب لکي سگهجي ٿو" انهيءَ کان پوءِ 1960ع ۾ سندس ٻيو ڪتاب "جان جيڪب آف جيڪب آباد" منظر عام تي آيو، جنهن جو ٻيو ڇاپو تازو شايع ٿيو آهي. انهيءَ وچ ۾ سنڌي ادبي بورڊ کيس "سنڌ جي تاريخ" جي سلسلي جا شروعاتي جلد لکڻ جو ڪم سپرد ڪيو، جنهن جو پهريون جلد "سنڌ: اي جنرل انٽروڊڪشن" 1964ع ۾ پهريون ڀيرو ۽ 1975ع ۾ ٻيو ڀيرو ڇپجي پڌرو ٿيو (هي ڪتاب ان جلد جو سنڌي ترجمو آهي) 1972ع ۾ هن پنهنجو ڪتاب "دي ٽيررسٽ" ڇپايو. سنڌ جي تاريخ بابت سندس لکيل ٻيو جلد "سنڌ بيفور دي مسلم ڪانڪئيسٽ" (سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ) بورڊ طرفان سنہ 1973ع ۾ شايع ٿيو، ان جو سنڌي ترجمو پڻ سنڌي ادبي بورڊ پهريون ڇاپو 1984ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1990ع ۾ شايع ڪيو آهي

1971ع ۾ لائق مصنف کي آڪسفورڊ يونيورسٽي طرفان "ڊاڪٽر آف ليٽرز" ۽ اوريئل ڪاليج طرفان فيلو امريٽس جهڙن اعزازن سان نوازيو ويو. پاڻ زندگيءَ جو آخري پهر انگلنڊ ۾ رهيو ۽ 31 آگسٽ 1982ع ۾ گذاري ويو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اجڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوي، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)